# غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ
# ڪيل خدمتن جو تنقيدي جائزو

ذوالفقار علي جلباڻي

سنڌي ادبي بورڊ

# غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ
# ڪيل خدمتن جو تنقيدي جائزو

محقق
**ذوالفقار علي جلباڻي**

نگران
**پروفيسر ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ**

سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو، سنڌ
2021ع

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌ جي ساهتي پرڳڻي جي معروف شخصيت غلام رباني آگرو سنڌي ادب ۾ هڪ سُجاڻ قلمڪار جي حيثيت رکي ٿو. جيڪو 60 واري ڏهاڪي ۾ سنڌي اديبن جي پُرجوش، باهمت ۽ بهادر ٽولي ۾ هڪ منفرد ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ اُڀريو ۽ سنڌي ادب ۾ جرئت ڀَريو ساهت سَرجيو. غلام رباني آگرو نہ فقط بهترين ڪهاڻيڪار ۽ سفرناما نويس جي حيثيت ۾ مڃتا ماڻي، پر هڪ محقق جي حيثيت ۾ بہ پاڻ مڃرايو آهي. ”جهڙا گل گلاب جا“ ۽ ”سنڌ جا بَر بحر ۽ پهاڙ“ سندس شاهڪار تحقيقي تصنيفن ۾ شمار ٿين ٿا.

غلام رباني آگرو ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ آهي. سندس علمي ۽ ادبي خدمتن کي مانُ ڏيندي، پروفيسر ڊاڪٽر ڊُر محمد پٺاڻ صاحب جي نگراني ۾ ايم- فل ٿيسز لاءِ لکيل تحقيقي مقالي ”غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتن جو تنقيدي جائزو“ کي سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. جيڪو محترم ذوالفقار علي جلباڻي صاحب جي ڪاوش ۽ تحقيق جو نتيجو آهي. جنهن صاحب نهايت خوش اسلوبيءَ سان غلام رباني آگري جي علمي ۽ ادبي خدمتن تي جائزو پيش ڪرڻ لاءِ بورڊ سان ڀرپور تعاون ڪيو آهي.

هيءَ ڪتاب غلام رباني آگري جي شخصيت ۽ علمي- ادبي ڪاوشن تي هڪڙي بنيادي ماخذ جي حيثيت رکي ٿو، جنهن ۾ رباني صاحب جي مڪمل سوانح حيات ۽ ادبي خدمات جو اڀياس شامل ڪيو ويو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ سنڌ جي اهڙي علمي ۽ ادبي خزاني کي شايع ڪري منظرعام تي آڻڻ لاءِ شروع کان ڪوشان رهندو پيو اچي. موجوده وقت ۾ بورڊ جي مانواري چيئرمين جناب مخدوم سعيدالزمان 'عاطف' صاحب جن جي خاص دلچسپيءَ تحت اداري طرفان نوان ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن. سنڌن علمي ۽ ادبي گهراڻي سان وابسته هئڻ سبب، بورڊ طرفان اڻڇپيل مسودا اوليت جي بنياد تي شايع ڪري منظرعام تي آڻڻ لاءِ بورڊ جي پبليڪيشن ڪميٽي جي ميمبر صاحبان جي مشاورت سان بورڊ جي اشاعتي سلسلي کي ترقي وٺرائڻ لاءِ نت نوان پروگرام جوڙيا آهن.

انهيءَ سلسلي کي مدنظر رکندي سنڌ جي هِن عظيم قلمڪار جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتن کي نروار ڪرڻ خاطر، ڪتاب ”غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتن جو تنقيدي جائزو“ کي بورڊ طرفان شايع ڪري منظرعام تي آڻڻ بہ اِن سلسلي جي ڪڙي آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو آءٌ بورڊ جي مانواري چيئرمين جناب مخدوم سعيدالزمان 'عاطف' صاحب جن جي ايماڪاري ۽ رهنمائيءَ ۾ شايع ڪري سُرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان.

توقع آهي تہ، سنڌي ادبي بورڊ جي هيءَ ڪاوش سنڌ جي عالمن ۽ اسڪالرن وٽ مڃتا ماڻيندي.

سيد سڪندر علي شاهہ
سيڪريٽري

19 جمادي الاول 1442هہ
4- جنوري 2021ع

# مضمونن جي فهرست

# پيش لفظ

هر نيڪ ڪم جي شروعات الله جي نالي سان جو وڏو مهربان نهايت رحم ڪرڻ وارو آهي. جيئن ته نوجوانن ۾ تحقيق ڪندڙن لاءِ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور به ٻين يونيورسٽين وانگر (هيڪ) هائير ايجوڪيشن ڪميشن پاران تحقيق ڪندڙن لاءِ معيار ۽ اصول ڏنا آهن ته ڪنهن به شعبي ۾ تحقيق ڪرڻ ڪان پهريان تحقيق سان دلچسپي رکندڙ طالب علمن کي مختلف مرحلن مان گذاريو وڃي. انهن معيارن ۾ پهريون معيار اهو آهي ته هر هڪ شعبي طرفان ايم.فل ۽ پي.ايڇ.ڊي لاءِ ٽيسٽون ڪرايون وڃن ته جيئن سٺي معيار جا محقق پيدا ڪري سگهجن، انهي معيار کي مد نظر رکندي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور اخبارن ۾ اشتهار ڏياريو. جنهن ۾ مختلف شعبن ۾ تحقيق سان چاهه رکندڙ شاگرد داخلا ٽيسٽ لاءِ درخواستون جمع ڪرائين. مون به شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي سنڌي شعبي جي معرفت پنهنجي درخواست جمع ڪرائي. يونيورسٽي پاران 2008ع ۾ لکت واري ٽيسٽ جو اعلان ڪرايو ويو، جنهن جو نتيجو 2009ع ۾ ظاهر ڪيو. لکت واري امتحان ۾ پاس ٿيل ڪامياب اميدوارن جي نالن واري لسٽ ظاهر ڪئي وئي ۽ اطلاع ڏنو ويو ته فيس جمع ڪرايو ان مرحلي جي مڪمل ٿيڻ ڪان پوءِ 2010ع ۾ ايم- فل جي ڪورس ڪرائڻ لاءِ ٻن سيمسٽرس تي مشتمل هڪ سال جو ڪورس ڪرايو ويو ۽ ان ڪورس کي هينين چئن حصن ۾ ورهايو ويو:

”تحقيق جو فن“، ”سنڌي ادب جي تاريخ“، ”لسانيات جو مطالعو“، ”سنڌي ادب ۾ تحقيق“، ٻنهي سيمسٽرس تي مشتمل مذڪوره ڪورس مڪمل ٿيو. ڪورس ورڪ جي دوران اسان جا استاد صاحبان جن اسان

ڪي پڙهائڻ لاءِ هر طرح جون ڪوششون ڪيون ۽ شاگردن تي وڏا مهربان رهيا تن جي سنئين روين، محققانه انداز ۾ سمجهائڻ وارو طريقو ئي هو، جا انهن پنهنجي علمي ۽ ”ادبي تحقيق جي طرف راغب ڪرڻ ۾، ڊاڪٽر ادل سومرو صاحب جنهن ”سنڌ ادب جي تاريخ“ سهڻي ۽ سنئي انداز سان تاريخي حوالن ۽ مثالن سان پڙهائي، پنهنجو متعين ڪيل ڪورس مڪمل ڪرايو. جناب ڊاڪٽر عبدالمجيد چانڊيو صاحب جنهن انداز سان بورڊ تي بيهي تحقيق جي طريقن ۽ اهميت جي علم بابت ڄاڻ ڏني اهي سڀ نڪتا ذهن ۾ محفوظ آهن. جناب ڊاڪٽر محمد يوسف خشڪ صاحب ”سنڌي ادب ۾ تحقيق“ جي موضوع تي جيڪي سمجهاڻيون ۽ ليڪچر ڏنا تن تہ وڏيڪ موهيو. جهڙو خوبصورت ۽ وڻندڙ شخصيت جو مالڪ آهي، اهڙي طرح شفيق بہ آهي پر عملي ڪم جو قائل بہ آهي. سنڌ جي تاريخ جي ڪتاب ”جنت السنڌ“ مان هڪ ليڪچر سنڌو دريا جي وهڻ جو ذڪر ڪرڻ جو انداز اهڙو تہ وڻيو جو ڄڻ تہ سنڌو دريا منهنجي سامهون موج ۽ مستي ۾ پنهنجي ناز ۽ انداز سان وهي رهيو آهي. سندس هر هڪ سمجهاڻي ۽ پڙهائڻ جو انداز ڏاڍو معلوماتي ۽ فڪري انداز وارو آهي. ميڊم ڊاڪٽر صوفيہ يوسف خشڪ صاحبہ پاڻ اسان کي ”لسانيات جو مطالعو“ پڙهايائون، لسانيات جي تاريخ، قديم ٻولين بابت نظريا توڙي ٻولين جي بڻ بڻياد بابت پڙهايو. جنهن ۾ پاڻ لفظن ۽ جملن ناهڻ جي ماهر آهي. پنهنجي سال جي ڪورس دوران ڪافي تڪليفون بہ آيون. هڪ گورنمينٽ جي نوڪري ۽ ان جا فرض سر انجام ڏيڻ ۾ ڪڏهن بہ ڪوتاهي نہ ٿي ۽ ان وقت ڪلاس تائين پهچڻ ۽ حاضري کي يقيني بڻائڻ صبح کان ڪاليج جي ڊيوٽي ۽ ان کان پوءِ 60 ڪلو ميٽرن جي پري پنڌ تائين يونيورسٽي پهچڻ ڏاڍو مشڪل لڳندو هيو. انهن سيني ڏکين مرحلن کي آسان ڪرڻ وارا اسان جا رهبر ۽ رهنما استاد ئي هئا، جن وقت بہ وقت اهڙيون هدايتون ۽ انهن جون شفقتون اسان کي پنهنجي ڪم ۾ چاهہ پيدا ڪرڻ ۾ پنهنجون علمي صلاحيتون ڪم آڻيندي اسان کي اهڙن ڏکين مرحلن ۾ اهڙي تہ دلچسپي ونرائي جنهن جو ثبوت هي ٿيسز پڙهندڙن جي سامهون آهي.

جيئن ئي اسان جي ڪورس جو ڪم مڪمل ٿيو، تہ ان ۾ پاس ٿيڻ کان پوءِ اسان پنهنجي عنوانن جا خاڪا سنڌي ڊپارٽمينٽ جي چيئرمين صاحب وٽ جمع ڪراياسين، ان سان گڏ درخواست بہ عرض رکي سين تہ اسان کي پنهنجي عنوان تي تحقيقي ڪم ڪرڻ جي اجازت ملي.Advance Studies & Reseach Boar درخواست منظور ڪندي عنوان "غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتن جو تنقيدي جائزو" منظور ڪندي ان تي ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏني. هن تحقيقي ڪم جو نگران ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ صاحب جن کي مقرر ڪيو ويو. جڏهن پهرين دفعي سندس ڳوٺ خير محمد آريجا ضلعو لاڙڪاڻو تعلقي باقراڻي ويس تہ پاڻ مون کي هن تحقيقي ڪم ڪرڻ لاءِ وڏيڪ اتساهيو. اهل سنڌ وارن ۾ سدائين قرب محبت جي ستي پيل آهي. پر ڪي اهڙا ماڻهو بہ گڏيا ۽ مليا جن مشورو ڏنو تہ هي ڪم ڏاڍو مشڪل ۽ ڪٺن آهي. اهڙن ڪمن ۾ الائي جو چو، منهنجي ذهن ۾ ڪيئي سوال اڀرندا آهن. مون کي زندگيءَ ۾ سدائين سنا ۽ سچا دوست مليا آهن. سچي دنيا ۾ سنن ماڻهن سان گڏ ڪي ڏينيوءَ وانگر ڏنگ هڻندڙ بئي جي دل شڪست ڪرڻ وارا بہ موجود آهن. انهن سيني ذڪين ۽ آسان مرحلن کي طئي ڪندي هي ڪم جاري رکيم. مسلسل 10_ 2011ع کان پنهنجي تحقيقي ڪم جي شروعات ڪيم. پنهنجي خوشنصيبي پائيندي عنوان بہ اهڙو مليو، جنهن ۾ منهنجو پاڙيسري، منهنجي ڳوٺ جي اسڪول جو شاگرد غلام رباني آگري سان ڳوٺ اوڙي پاڙي جي ماڻهن جا تعلقات ۽ ان جون ڳالهيون علمي ادبي خدمتون، وڌيڪ منهنجي چاهہ جو سبب بنيون. هن ڪم ۾ هٿ وڌم ۽ ان ڳالهہ کي بہ مدنظر رکيم تہ، ساهتي خطو هرلحاظ کان علم ۽ ادب ۾ اڳيرو پئي رهيو آهي ۽ هتان جي خمير مان جنم وٺندڙ ڪيترن ئي عالمن هن مٽي، مٽيءَ جو نالو روشن ڪيو آهي ۽ انهن علم جي اڪابرن جي وڏي لسٽ آهي جنهن ۾، غلام رباني آگري جو نالو ادبي دنيا تي ڇانيل آهي. اهو پنهنجو ڀاڳ ڀانيم جو موضوع ئي اهڙو مليو جنهن ۾، منهنجي دلچسپي وڌڻ لڳي ۽ پنهنجي ذوق شوق سان

ساهتيءَ جي ماڻهن کان سندس حال احوال وٺڻ شروع ڪيم. سنڌي ادب جي شاگرد جي حيثيت سان، تہ ڪافي غلام رباني آگري جو نالو ذهن تي ڇانيل هو، ويتر جو ان جي ادبي خدمتن تي تحقيق ڪرڻ ڇڻ، تہ پاڻ لاءِ هڪ ڀاڳ ڀانيم. مان غلام رباني آگري جو پاڙيسري هيم ۽ ٻيو دل ۾ اهو بہ خيال هو تہ، هي ڪم هر لحاظ کان مون لاءِ آسان ٿيندو جو هڪ پاڙيسري سنڌي اديب تي تحقيق ڪرڻي هيم. جڏهن ان ڪم ۾ وک اڳتي وڌايم ڪوڙ ساريون ڏکايون پيش آيون، جو مواد هٿ ڪرڻ ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي وڃڻو پيم. غلام رباني جا توڙي ان شخصيت تي لکيل مضمون، مقالا، تاثرات، خاڪا توڙي سوانح عمرين تي مواد هٿ ڪرڻ سڀ کان اول سندس ڳوٺ محمد خان آگرو جو رخ رکيم، اتي مون کي رٽائرڊ استاد نثار احمد آگري صاحب ۽ سندس فرزند رياض حسين ۽ الطاف آگري جن منهنجي تمام گهڻي دل کولي غلام رباني آگري جي شخصيت، ڪتابن، آگرو قوم، ڳوٺ محمد خان آگرو بابت معلومات ڏني ۽ هڪ ڪتاب رباني صاحب جو جنهن ۾ سندس سموريون ڪهاڻيون موجود آهن، سو ڪتاب مون کي گفٽ ڪيو ويو. ان کان پوءِ باقاعدي جاکوڙ ڪي لڳو رهيس. هڪ ڏينهن بہ غلام رباني جي ادبي خدمتن تي ڪم ڪرڻ کان غافل نہ رهيس. جيڪو بہ مواد، معلومات ملندي رهي ڪٺي ڪندو رهيس. مذڪوره لائق ۽ فائق ماڻهن کان علاوه هن ڪم ۾ رٽائرڊ استاد ۽ اديب محمد پناهہ قرزو، جن تمام گهڻا وڙ ڪيا وقت بہ وقت رهنمائي ڪندو رهيو. لک لائق محمد عثمان عباسي جا جن هر منهنجي فون ڪال تي پنهنجو ڪم سيڙائي بہ مون کي پنهنجي لائبريري مان ڪتابن ڏيڻ جي مدد ڪندو رهيو. پنهنجي پختي ارادي ۽ وقت بہ وقت پنهنجي گائيڊ پروفيسر ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ صاحب سان بہ صلاح مشوري ۽ پنهنجي ڪيل تحقيقي ڪم کي آڏو رکيم. هر دفعي هڪ سچي رهبر جيان مفيد مشورن سان منهنجي رهنمائي ڪندو رهيو. جڏهن چؤ طرف مون کي سازگار ماحول مليو تہ منهنجي حوصلي ۽ همت ۾ اضافو ٿيندو رهيو. جڏهن مون وٽ چڱو خاصو مواد گڏ ٿي ويو ان ڪانپوءِ پاڻ کي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج محرابپور کان ڪاليج جي ڊيوٽي ڪرڻ کان پوءِ پنهنجو پاڻ کي گهر ۾

بند گذارڻو پيو، دوستن سان ميل ملاقات گهٽائي ڇڏيم. ان وقت پنهنجي طبيعت مان سڪون ۽ چين موڪلائي ويو هيم. پنهنجي تحقيقي ڪم ۾ تمام گهڻو محو هوندو هيس.

ٻين ملڪن ۽ يونيورسٽين ۾ علمي ادبي تحقيق ڪرڻ لاءِ ڪوڙ رعايتون هونديون آهن، ليڪن افسوس جو هتي ايئن ڪونهي. حالانڪ هڪ پروفيسر جو اصل ڪم آهي ئي تحقيق ڪرڻ. سرڪاري ملازمت هوندي به پنهنجي فرضن جي ڪوتاهي ڪونه ڪيم. ان ڪري خاص طور تي 01-06-2014 کان گرمين جي موڪل سبب مون کي تحقيقي ڪم ڪرڻ جو تمام گهڻو موقعو مليو. سارو ڏينهن ۽ راتيون جاڳي ڪم ڪندو رهيس. لڳاتار ڪم سبب ڪجهه ذهن تي ڪافي وزن به محسوس ڪيم پر حوصلي، همت پنهنجي پاڻ سان، پنهنجي تحقيقي ڪم سان سچائي ڪري پڇي پار ٿيس. هي ٿيسز منهنجي ٽن سالن جي ڪاوش جو نتيجو آهي. پنهنجن مشڪلاتن مان پار پئي پنهنجي مذڪوره مقالي کي مڪمل ڪري سگهيو آهيان. غلام رباني آگري جي ادبي ڪمن جي سلسلي ۾ جنهن انداز سان محترم ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ صاحب همت افزائي ڪئي آهي، هونءَ ته سنڌس مستقل حاضري پربي رهي آهي، پر پاڻ کي جڏهن ڪراچيءَ کان ڳوٺ ڪمال ديرو ۾ ميان شفيق احمد مهيسر جي ڏاڏي، حضرت علامه ميان غلام محمد مهيسرؒ جي انهترهين عرس جي دعوت مليل هئي ته پاڻ به ڏينهن پهريان اچي منهنجي ٿيسز کي مڪمل ڪرڻ لاءِ منهنجي ڪيل تحقيقي ڪم جو جائزو ورتو. تورين تورين پروف ريڊنگ جي غلطين ۽ مواد کي ترتيب ۾ رکڻ جي ڪم جي تصحيح ڪئي. هر وقت فون تي توڙي ملاقات ۾ هدايتن ونڻ مهل ايئن چوندو رهيو، توهان جو وقت ضايع نه ڪندس ۽ پاڻ ايئن ڪري ڏيکاريو پاڻ به ڏينهن به راتيون منهنجي تحقيقي ٿيسز کي ڏسي ترتيب جي ڪم کي هڪ معياري شڪل ڏيارڻ ۾ منهنجي همت افزائي ڪئي. دعا آهي ته، الله ڪريم سمورن استادن کي اهڙن سٺن ڪمن ڪرائڻ ۾ همت ۽ جذبو ڏئي، جو هو اهي تحقيق ڪندڙن جي مٿان شفقت ۽ قابليت ۽ ڏاهپ وارا هٿ،

رهبر ۽ رهنماءَ جهڙو ڪم ڪن. سندس سهڻي سلوڪ ۽ پلي سياءُ ڪان متاثر ٿيس ۽ آهيان جو هن مون کي ڪڏهن به پنهنجي گائيڊ واري شوخي نہ ڏيکاري هر وقت سني ۽ معياري ڪم ڪرڻ جي اصولن کي اپنائيندو رهيو. آءُ سندس گهڻو شڪر گذار آهيان. ان ڪان سواءِ جن دوستن ۽ استادن بہ رهنمائي ڪئي، تن ۾ استاد نثار احمد آگري، رياض حسين آگري، الطاف آگري، محمد عثمان عباسي، محمد پناهہ قرڙي صاحب جو علمي همدردي تي ٿورائتو آهيان. الڪبير ايڪيڊمي ڪوٽري محمد ڪبير، ساهتي لائبريري خانواهڻ، عثمانيہ لائبريري ڪنڊيارو مان پڻ استفادو حاصل ڪيم. پنهنجي دوست پروفيسر غلام اڪبر پنيرو، پروفيسر محمد اشرف جو شڪريو ادا ڪريان ٿو، جن غلام رباني آگري جي ڪتابن بابت ڄاڻ ڏني. سيني دوستن ۽ بزرگن جا احسان جن مون کي هن علمي ڪم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ آخر ۾ آئون امان الله چنہ جو بہ شڪريو ادا ڪندس جنهن منهنجي ٿيسز کي ڪمپوز ڪرڻ ۾ پنهنجا سڀ ڪم ڇڏي منهنجي ٿيسز کي ڪمپوز ڪيو.

**ذوالفقار علي جلباڻي**

# مقدمو

سنڌ جي ساهتي پرڳڻي ۾، ڪيترائي ناميارا عالم ۽ اديب، شاعر ۽ سگهڙ پيدا ٿيندا رهيا آهن. انهن عالمن ۽ اديبن ۾ غلام رباني آگري جو نالو پڻ عزت جي نگاهه سان ورتو وڃي ٿو. جيڪو سنڌي زبان جو منفرد ۽ عظيم نثر نگار هو. جنهن سنڌي زبان ۾ مختلف موضوعن تي ڪي شاندار ڪتاب لکي، سنڌي ادب ۽ ٻولي جي خدمت ڪئي آهي: هن ٿيسز ۾ ”غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتن جو تنقيدي جائزو“ پيش ڪيو ويو آهي. مذڪوره تحقيق جو مقصد هي آهي تہ، غلام رباني آگري جي ادبي خدمتن کي عوام تائين گهٽي ڪان گهٽ متعارف ڪرائي سگهجي. ٿن سالن جي ڪوشش سان هن مواد کي نہ سهيڙيو وڃي ها تہ شايد، غلام رباني آگري جي شخصيت، لکڻين ۽ عهدن رتبن جي خبر نہ پئجي سگهي ها. لکڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ وارن کي هن موضوع جي مطالعي مان اها خبر پوندي تہ، غلام رباني آگري، سنڌي ادب ۾ جيڪو ڪجهہ لکيو، اهو سندس ديس واسين سان وچن ٿيل هيو. پنهنجي همعصر دور جي عالمن، اديبن وانگر علمي ادبي جيڪي بہ خدمتون سر انجام ڏنيون سي سڀ ديس واسين لاءِ آهن. غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل ادبي خدمتن جي پيش نظر هن موضوع کي ٽن بابن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ ان کان پوءِ ضميما ڏنا ويا آهن. هن ٿيسز جي ترتيب هن طرح جي آهي:

باب پهرين ۾، غلام رباني آگري جي سوانح حيات جنهن ۾، سڀ کان اول سنڌ جو مختصر لفظن ۾ تعارف ۽ ان کان پوءِ، غلام رباني جي جنم ڀومي ڳوٺ محمد خان آگري جو تعارف اهڙيءَ طرح، غلام رباني آگري جي خاندان جو تعارف پيش ڪيو ويو آهي. تنهن کان پوءِ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ سنڌ ۾، هن قبيلي جا ماڻهو ۽ ڳوٺ ڪٿي ڪٿي آهن. ان کان پوءِ غلام رباني

آگري کي ادبي لحاظ کان ساهتي پرڳڻي جي قدآور شخصيت ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. تنهن کان پوءِ، غلام رباني آگري جي ولادت، تعليم بابت هڪ سرٽيفڪيٽ شامل ڪيو ويو آهي، اُن مان سندس بنيادي تعليم جي حقيقت جي ثابتي ملي ٿي. اهڙيءَ طرح هن باب ۾، سندس شخصيت رهڻي ڪهڻي، پوشاڪ ۽ اخلاق بابت ٻڌايو ويو آهي. ٿهڙي طرح هن باب ۾، سندس ملازمت کان ويندي ادبي ذوق ۽ ادبي دائري بابت مختصرطرح هن باب ۾ وضاحت ڪئي وئي آهي. سياسي شعور کان وفات تائين هن باب جو تعين ڪيو ويو آهي. انهن بنيادي شين کان سواءِ هن مقالي جو اڳتي وڌڻ ناممڪن ٿي پوي ها، تنهنڪري مذڪوره چيزن جو ذڪر ضروري هو.

باب ٻئي ۾ غلام رباني آگري جي قلمي پورهئي جو تعارف ۽ تبصرو بيان ڪيل آهي. هن باب ۾ هي به، معلومات ڏنل آهي ته، غلام رباني آگري پنهنجي دور ۾ ڪهڙاڪتاب لکيا آهن ۽ ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪهڙو موضوع ۽ ڪهڙي مقصد ۽ ڪهڙي رنگ ڍنگ سان پيش ڪيو آهي. ڇا بابت آهي؟ ۽ اهي ڪتاب ڪهڙن ادارن ڇپرايا آهن. هن ئي باب ۾ غلام رباني آگري جي مضمونن جو تعارف ڏنو ويو آهي، ۽ اهي مضمون ڪهڙن ڪتابن ۽ ڪهڙن رسالن ۾ شايع ٿيل آهن، تن جو مختصر تعارف ڏنو ويو آهي ۽ غلام رباني جي قلمي پورهئي جو تنقيدي ۽ تحقيقي حوالي سان تجزيو پيش ڪيو ويو آهي. غلام رباني آگري جي ڪهاڻين/ افسانن، سوانح عمرين، خاڪن، مقالن، مشاهيرن جي تذڪرن، سفرنامن تي تبصرا ڪري ان جي اصولن جي تشريح ڪئي وئي آهي.

باب ٽئين ۾، غلام رباني آگري جي بحيثيت نثر نگار اديب واري حثيت کي متعين ڪيو ويو آهي. مذڪوره مقالي جي باب جي پهرئين حصي ۾، غلام رباني آگري جو علمي ادبي دائرو مقرر ڪيل آهي، ته غلام رباني آگري ڪهڙن موضوعن تي قلم کنيو آهي. اهي سمورا اصول ماهرن جي ڏسيل ۽ ٻڌايل قاعدن کي ڌيان ۾ رکي هي باب مڪمل ڪيو ويو آهي. غلام رباني مرحوم جو هڪ زور آور ادبي پهلوهڪ ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ به آهي، ان پنهنجي ڪهاڻين ۾

جيڪو سماج ۾ شعور پکيڙيو آهي، سو هرلحاظ کان قابل تعريف آهي. سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ سندس ڪهاڻيون ان حساب سان ڪيتريون ڪامياب آهن، تن ڳالهين جو فني ۽ فڪري تقابلي جائزو وٺي، نچوڙ ۽ نتيجو ڪڍيو ويو آهي. سندس ڪهاڻين ۽ همعصرن جي ڪهاڻين مان ٽڪرا ۽ حوالا ڏنا ويا آهن. غلام رباني‌ءَ جي هڪ ادبي حيثيت هڪ مضمون نگار واري بہ آهي انهيءَ پهلوءَ کي مدنظر رکي تن جي معلومات ڏني وئي آهي. ۽ ان ڪانپوءِ ان وقت جي مضمون نگارن جو بہ جائزو ورتو ويو آهي. هن ئي باب ۾ غلام رباني آگري جي سفر نامن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ۽ انهن جاين، ماڻهن، مڪانن ۽ ملڪن جو احوال ڏنو ويو آهي جيڪي غلام رباني آگري گهمي ڦري ڏٺا تن ماڻهن، مڪانن بابت پنهنجي ڪيفيت ظاهر ڪندي اتان جي مقامي ماحول، سياسي ۽ سماجي پسمنظر کي پنهنجي سفر نامن ۾ اجاگر ڪري سنڌ واسين کي معلومات ڏني آهي. انهن سفرنامن جي سنڌ ادب ۾ ايتري حيثيت ڇو آهي؟ تن ڳالهين جو احوال هن باب ۾ ڏنو ويو آهي. غلام رباني آگري جي ادبي پاسن ۾ هڪ پاسو سوانح نگار وارو بہ آهي جيڪو سندس ڪتابن جي جائزي مان معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ، سندس ڪتابن ۾ جيڪو سوانح نگاري جو فن مليو ٿو، اُن جي فني حوالي سان چند ڇاڻ ڪري پرک ڪئي وئي آهي. ان فن ۾، غلام رباني آگري جي سوانح نگاري ۾ ڪهڙي حيثيت هئي ۽ پنهنجي دور ۾غلام رباني هن فن کي نڀائڻ ۾ ڪيترو ڪامياب ٿيو آهي ۽ سوانح عمرين جو فني، فڪري ۽ تقابلي جائزو وٺي نتيجو ڏنو ويو آهي ۽ پوءِ سوانح نگاري جي شعبي ۾ غلام رباني جي سوانح عمرين جي فني اصولن کي پرکي غلام رباني آگري جي حيثيت جو تعين ڪيو ويو آهي. هن ئي باب ۾ غلام رباني آگري ڪن مضمونن جا جيڪي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجما ڪيا آهن تن بابت معلومات ڏني وئي آهي. غلام رباني جو سنڌي زبان ۾ ترجمن ڪرڻ ۾ ڪهڙو ڪردار آهي ۽ مترجم جي حيثيت سان ترجمي ڪرڻ جي لوازمات تي ڪيترو عمل ڪيائين. انگريزي ٻوليءَ ۾ لکيل ڪن مضمونن کي سنڌيءَ جو

ويس ڊڪائي پيش ڪيائين تن جو تعارف ڏنو ويو آهي. ۽ ترجمي جي اهميت ۽ افاديت بابت به هڪ مضمون لکيائين جيڪو اردو زبان ۾ شايع ٿيل آهي ۽ ان ڪان علاوه ٻين صنفن بابت مضمون ۽ ڪي تحقيقي مقالا لکيائين تن جي مواد ۽ معلومات مان جيڪو نتيجو آڏو آهي اُن جو مختصر ذڪر ڪيو ويو آهي.

هن مقالي جي پڄاڻي ضميمن سان ڪئي وئي آهي. انهن ضميمن ۾ پهرين رباني جي تقريرن جو ذڪر آيل آهي ۽ پوءِ سندس ڊائريون تن بابت ڪي اشارا ڏنا ويا آهن. مذڪوره ضميمن ۾ رباني جي خطن جو به ذڪر ڪيو اٿم ۽ ڪجهه رباني جي هٿ اکرن وارن خطن جا عڪس ڏنا اٿم. ضميمن ۾ اڻڇپيل مواد جو ذڪر ڪيو اٿم. مذڪوره تحقيق ۾ اسان غلام رباني آگري جي تحريرن جي مختلف علمي ادبي پهلوئن جي چنڊ ڇاڻ ڪري ان ڪي ذڪر هيٺ آندو آهي. غلام رباني آگري جو هڪ اردوزبان ۾ انٽرويو دستياب ٿيو آهي. تحقيق جي طالب علم انهيءَ اردو انٽرويو کي سنڌي ۾ ترجمو ڪري رکيو آهي. اسان سندس ادبي ڪتابن مان ڪي نقطه نظر مان ڪيندي ان جو جائزو وٺي پنهنجي تحقيق کي مڪمل ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي. مذڪوره تحقيق لاءِ، مختلف عالمن ۽ اديبن جا مقالا ۽ مضمون آڏو رکي انهن تان به، استفادو حاصل ڪيو ويو آهي. سنڌ جي مختلف رسالن ۾ مواد کي آڏو رکي تن مان معلومات حاصل ڪري، غلام رباني آگري جي ڇپيل مواد جو به تجزيو ڪيو آهي، جنهن ۾، سنڌي ۽ اردو ۾ لکيل محققن، نقادن، تخليقڪارن ۽ سنڌ جي ادبي تاريخن بابت لکيل ڪتابن، مضمونن، تحقيقي مقالن، رسالن، اخبارن ۽ ٻين ڪيترن ذريعن سان ڪيترو ئي مواد تحقيق جي دوران نظر هيٺ رهيو آهي. مذڪوره سمورن ذريعن کان استفادو حاصل ڪري هن تحقيقي مقالي کي مڪمل ڪيو آهي. تحقيق هڪ خشڪ ۽ احتياط سان ڪم ڪرڻ وارو عمل آهي ۽ ان لاءِ ڪن قائدن ۽ قانونن جي پاسداري ڪرڻ لازم امر آهي. اهڙي طرح تحقيق وارو ڪم حرف آخر نه هوندو آهي ان ۾ تبديليون اينديون، رهنديون آهن. ڪوبه محقق جڏهن ڪنهن ڪتاب لکڻ تي پورهيو ڪري ٿو. ان لاءِ محقق جي وڌ ۾ ڪوشش هوندي آهي ته، ڪن نين شين جو

ذڪر ڪيو وڃي جيڪي اڳ ۾، تحقيق هيٺ نہ اچي سگهيون آهن. محقق کي هر هڪ شيءِ جو صحيح رخ بيان ڪرڻ لاءِ وڏا جتن ڪرڻا پون ٿا. محقق جي اها دلي خواهش هوندي آهي، تہ سندس محنت عوام اڳيان اچي ۽ عوام ان جو قدر سڃاڻي. هن تحقيق جي مڪمل ٿيڻ سان سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان. هي ڪم اوهان سامهون پيش ڪري نہ فقط ڊگري پر هڪ سنڌي اديب ۽ ڏاهي، مدبر شخص جي ادبي خدمتن کي اجاگر ڪرڻ جي ننڍڙي ڪوشش ڪئي اٿم. مان پنهنجي قابل احترام بزرگ استاد ۽ هن ڪم جي نگران پروفيسر ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ صاحب جو نهايت ئي ممنون ۽ مشڪور آهيان جيڪو ڪيترين ئي مصروفيتن جي باوجود پنهنجو قيمتي وقت ڏئي منهنجي هر لحاظ کان هن ڪم ۾، ممڪن مدد ڪندو رهيو سندس تربيت کان سواءِ هي ڪم اهڙي نوعيت سان نہ ٿي سگهي ها.

حاصل مطلب تہ، هر لحاظ کان هي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ، غلام رباني آگري جي ادبي تحقيق جي حوالي سان سندس هرهڪ تحقيق جي جزي ۽ حصي جو، هن ٿيسز ۾ ذڪر پيش ڪيو ويو آهي جيستائين تحقيق جي طالب علم جي پهچ ٿي آهي، سو ادبي دنيا وارن آڏو پيش ڪيو اٿم.

**ذوالفقارعلي جلباڻي**

باب پهريون:

# غلام رباني آگري جي سوانح حيات

## سنڌ جو تاريخي پس منظر

سنڌ جهڙي پاڻ آهي قديم تهڙي سندس تاريخ آهي قديم. سنڌ جي تاريخ متعلق ڪيترن ئي ڏاهن ان جي قدامت جي تاريخ بابت ڪي اڳ ڪٿيون ۽ روايتو پيش ڪيون آهن ۽ ڪيترن ئي محققن اُن جي قديم اهڃاڻن ۽ آثارن ۽ ان جي جاگرافيائي بيهڪ ڪي ڏسي ان بابت معلومات ڏني آهي. "سنڌ جو پرڳڻو جهڙو آهي پاڻ قديم، تهڙو ئي آهي سندس نالو قديم. رگ ويد جهڙي جهوني پستڪ ۾ به اهو نالو ڄاڻايل اٿس، جنهن ڪري ڇئبو ته سڄيءَ دنيا جي ساهت ۾ انهيءَ کان آڳاٽو بيو نالو آهي ئي ڪونه. اها اسان جي سنڌ آهي، جنهن ۾ سڀيتا جو سج به انهيءَ آڳاٽي سمي ۾ ايريو هو، جنهن سمي ۾ دنيا جون ڪيتريو ئي قومون اڃا سياري جي سوڙ تاڻي سمهيون پيو هيون، ۽ پوءِ سڄاڳ ٿيون، ته به ڪيترو وقت سنڌ جي سنگين ململ سان پنهنجو بت ڍڪينديون هيون. اهو رواج الهندي ايشيا، مصر ملڪ ، يونوچ سمنڊ وارن ڪنارن، بلڪ يورپ ۾ به ڪيتريقدر اسان جي سنتو ماتر جي رهاڪن ڪيو هو."(1)

ويدن ۾ آڳاٽو رگ ويد آهي، جنهن جي منڊل ڏهين جي سُوڪت پنجهتر ۾ انهيءَ قديم زماني جي هڪ رشيءَ ان وقت ئي سنڌ جي سڀيتا ۾ شاهوڪاريءَ جي واڪاڻ جا ڍڪ پريا آهن! ويدن کان پوءِ هندن جا اتهاس ۽ پراڻ آهن، ۽ انهن کان پوءِ ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم وارن جا ڌرمي پستڪ آهن. انهن سيني ڌرمي پستڪن ۾ ساندهه ڏسبو ته سنڌ جي هڪڙي نه ٻي ساک لکي پئي آهي. گوتم ٻڌ کان پوءِ ۽ سڪندر اعظم کان ٿورو ئي وقت اڳ جا احوال ڏسو ته انهن منجهان به ائين ئي معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي پرڳڻي ديسان ديس پنهنجو ڏاڪو اهڙو ته

وجهي ڇڏيو هو جو ايران، اسيريا، بابل (بئبلونيا) بلڪ يورپ جي ڪن قومن ڪي انهيءَ وقت بہ سڌ هئي ، تہ سنڌ نهايت ڀاڳ ڀريو پرڳڻو آهي. ۽ انهيءَ ڪري ايرانين ۽ يونانين جو وات پاڻي پئي ٿيو، تہ ڪيئن بہ ڪري اهو ڌن سان ڀريل پرڳڻو پنهنجي قبضي ۾ ڪجي، اهو ئي هڪ مکيہ سبب هو، جنهن ڪري وقت بہ وقت ڌاريون قومون سنڌ تي ايئن پئي ڪاهون ڪيون، جيئن ملان مِڙن ڀَت تي."(2)

سنڌ جي نالي بابت اسلامي تاريخن ۾ لکيل آهي، تہ هند ۽ سنڌ حام بن نوح عليه السلام جا پٽ هئا، جن جي هن سر زمين تي، سندن اولاد سميت گهڻو وقت حڪومت رهي هئي. تنهن ڪري سندن نالي پنيان ئي هن ملڪ تي سند ( سنڌ) نالو پيو." (3)

ڪن جو بيان آهي تہ ، لفظ "سنڌو" سنسڪرت لفظ "سنڌاوا" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ "چنڊ" آهي. رگ ويد ، جو هندن جو پراڻو گرنٿ آهي، تنهن ۾ سنڌ جو نالو "سپت سنڌو" يعني ستن ندين وارو ملڪ لکيل آهي. آرين لوڪن سنڌ تي "سنڌو" درياءَ تي اهو نالو وڌو، جنهن جي معنيٰ آهي. "سمنڊ" سونهاري سنڌ جو هر ڳوٺ، واهڻ، وستي پنهنجي اندر سوين سالن جون تاريخون سانديون ويٺي آهي. قديمي تاريخي عمارتن ۽ يادگارون، سماجي ۽ سياسي پس منظر جون عڪاس آهن. نادر ۽ ناياب نوارادات ۽ قلمي مخطوطات، هنر مندن عالمن ۽ اديبن ۽ روحاني شخصيتن جي منزلت علميت قابليت ۽ محنت جو مظهر آهن. اتي عالمن، اديبن، صوفين ۽ تاريخدانن پڻ هن خطي کي وڏي اهميت ڏني ۽ ان کي پنهنجو ملڪ بنايو. سر زمين سنڌ پنهنجي تهذيبي ۽ تمدني روايتن سبب، هر مهمان جي ميزباني جو فرض بهتر طريقي سان نباهيو. نہ صرف رهائش، کاڌي خوراڪ ۽ گذر سفر جو سامان مهيا ڪيو، بلڪ هر قسم جو علمي، روحاني، تحقيقي ۽ ادبي سامان بہ مهيا ڪيو. اسين ڏسون ٿا تہ صوفين ۾ لعل شهباز قلندر، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جهڙا جليل القدر ماڻهو، عالمن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، ابوالحسن سنڌي، شاهہ شريف راڻي پوري، مخدوم معين ٺٽوي، جهڙا بي مثال انسان ۽ شاعرن ۾ اڻ

ڳڻيان شاعر جن بابت ”مقالات الشعراء“ ۽ ”تڪلمہ مقالات الشعراء“ شاهدي ڏئي رهيا آهن ۽ وري تاريخ نويسن ۾ مير علي شير قانع، رحيمداد خان مولائي شيدائي، پير حسام الدين راشدي ۽ ٻيا ڪوڙ سارا وڏا عالم پيدا ڪيا آهن.“(4)

## ڳوٺ محمد خان آگرو جو تعارف

سنڌ جا ڳوٺ واهڻ ۽ وستيون پنهنجي اندر هڪ تاريخ رکن ٿا. انهيءَ لحاظ ڏنو وڃي ته، ساهتي جي تاريخ ۽ علم ادب سنڌ جي تاريخ جي صدين جو هڪ سرمايو آهي انهيءَ پرڳڻي جا ڳوٺ واهڻ ۽ وستيون علم ۽ ادب ۾ اڳيرا رهيا آهن. ڳوٺ محمد خان آگرو ضلع نوشهروفيروز جي تعلقي ڪنڊياري جي يونين ڪائونسل محبت ديرو جتوئي ديهہ شيخاڻي ۾ پڻ موجود آهي. غلام رباني آگرو لکي ٿو ته: ”آگرن جا ٻہ ٽي ڳوٺ نواب شاهہ ۽ دادو ضلعن ۾ دريا جي ڪپن سان آمهون سامهون ڳوٺ موجود آهن. اڳي جڏهن روڊ رستا ڪونہ هوندا هئا. تڏهن آمدرفت ٻيڙين وسيلي ٿيندي هئي، ان ڪري دريا جي ٻنهي پاسن ڪان آبادي هوندي هئي. سنڌ ۾ ڪيترن ئي ذاتين ۽ قبيلن جا ائين دريا جي ٻنهي پاسن سان آمهون سامهون ڳوٺ آهن، ڳوٺ محمد خان آگرو درياءَ مهراڻ جي ڪناري يعني بچاءَ بند جي ڳوٺ پوئنرن جي نزديڪ آهي.“(5) هن ڳوٺ جي آگرا قوم وارن ديني ۽ علمي دنيا ۾ توڙي ادبي دنيا ۾ ايڏو نالو ڪڍيو، جنهن ۾ ايتري نکار آئي ۽ لازوال ذخيرو پيش ڪيو، جنهن ڪان پوءِ، سنڌ جي علمي ۽ ادبي تاريخ جهومي پئي. مطلب تہ آگرن جو ڳوٺ ظاهر ۾ هڪ ننڍڙي آبادي آهي، مگر آڳاٽي زماني ڪان وني، هن آباديءَ مان مخدوم عبدالله جي ڪٽنب مان اهڙا روشن مينار ٿيا، جو ان مان سنڌ تہ ڇا دنيا جا ڪيترا شهر روشن ٿيا. انهن ۾ سندس پٽ مخدوم محمد دائود پڻ وڏو عالم ٿيو. مخدوم عبدالله جن اهڙا عظيم دانشور هئا جن جا فقهي ۽ ادبي شاهڪارن جي نسبت سان گرامي مرتبت آگرا ذات جي سڃاڻ بنجي ويا سندس عرفان آگهي جو پتو هلندڙ ڦرندڙ مجسمو ۽ اخلاق حسنہ جو هڪ متحرڪ درسگاهہ هو. هن قوم ۾ ڪيئي بزرگ عالي قدر هئا، جو انهن جا پوئلڳ خاندان آگرو سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا.“(6) هن ڳوٺ

بابت رٽايرڊ استاد نثار احمد آگرو ٻڌائن ٿا ته: ”هن ڳوٺ جو جنهن نيڪ مرد بنياد وڌو هو، اهو هو محمد خان ولد فضل محمد آگرو هو، انهي جي پڻ قبر سندس ئي ڳوٺ جي قبرستان ۾ موجود آهي. هن ڳوٺ ۾ جيڪا مسجد آهي، اها پڻ ڳوٺ جي نيڪ مرد جي نهرايل آهي. جنهن مان هي اهڃاڻ ثابت ڪري ٿو ته هي ڳوٺ علمي مرڪز هو.

## غلام رباني آگري جو خاندان

سنڌ ۾ آگرا قبيلي جي آبادي تمام ٿوري تعداد ۾ آهي. غلام رباني آگرو سنڌ جي آگرا خاندان جو چشم چراغ هو. ”انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا“ جلد پهريون الف- ب آگرا قبيلي بابت ذڪر ڪيل آهي ته: ”آگرا مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو آهي. جيڪي اڪثر سڄي سنڌ ۾ آهن. هڪ روايت موجب اصل اهي آهن. ڳر+ يعني لوهار آهن. سنڌ ۾ رهندڙ پاڻ کي لوهارن، ”آڳريا“ يا لوهر چوايو پر ٻاهران ايران ۽ افغانستان مان آيل ڪاريگرن پاڻ کي آهنگر سڏايو، جيڪي اڳتي هليا آگرا مشهور ٿيا.“(7) پنهنجي قبيلي بابت غلام رباني آگرولکي ٿو ته: ”اصل لفظ آگرو نه آڳرو آهي. اڳي ڪتاب فارسي زبان ۾ لکبا هئا. فارسي ۾ ڳ جو اچار ڪونهي ان ڪري آگرو کي آگرو لکيو ويندو هو. اهڙي ريت آگرو ۽ آگرا لفظ مشهور ٿيا. پر ٻهراڙي ۾ اٽيڙهيل ماڻهن جو اڄ تائين آچار صحيح آڳرو آهي. غلام رباني آگرو پنهنجي ڪتاب: ”جهڙا گل گلاب جا“ وڌيڪ لکي ٿو ته: ”آڳرن جا ٻه ٽي ڳوٺ نواب شاهه ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ آهن. نواب شاهه ، لاڙڪاڻي ضلعي جا آڳرا خيرپور جا اڳڙا ۽ ٺٽي جا آگريا اصل ۾ هڪ ئي ذات وارا آهن. آڳرن جو ٻاهران آيل قومن قبيلن سان ڪوبه واسطو ڪونهي، سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو آهن، سماٽ آهن، اها روايت غلط معلوم ٿئي ٿي ته مغل آهن. چغتا يا چغتائي شاخ سان تعلق ات . لفظ آگرو جي معنيٰ جاڻايل آهي ته ”آڳرو“ معنيٰ اڳواڻ ، مهندار، سردار، سالار يقينن فارسي تلفظ ۽ تحرير جي ڪري جيئن آڳرا بدلجي آگرا ٿيو هوندو، تيئن ئي هن لفظ جي معنيٰ مان معلوم ٿئي ٿو ته ”آڳريا“ معنيٰ باهه جو ڪم، ڪندڙ جيئن ته سنڌ ۾ گهڻيون ئي ذاتيون پنهنجي ڌنڌن سان سڃاتيون وڃن ٿيون.“ (8) مثال: ڏڪڻ، ڪنير، سونارا، حجم، تيئن آڳريا معنيٰ آڳ جو ڪم ڪندڙ ۽ پوءِ اهو لفظ بدلجي ”آگرا“

تي پيو آهي. تئين ئي تحقيق مان ثابت ٿيو ته "آگرا" ذات وارن جو اصلوڪو ڌنڌو لوهارڪو ڪم هو، جو سنڌن وڏن جو ڌنڌو هو. خانداني پسمنظر تي نظر وجهنداسين ته رباني صاحب جي خاندان جا وڏا وڏا حاذق ۽ حڪيم هئا. ڪي استاد ۽ عالم ڏاها ۽ اڪابر بزرگ ٿي گذريا آهن. جن پنهنجي وقت جي حساب سان نالو ڪمايو آهي. انهن عالمن ۽ بزرگن ۾، مخدوم عبدالله آگرو تمام وڏو هاڪاري عالم هو، جنهن جو ذڪر مير علي شير قانع پنهنجي مشهور ڪتاب "تحفة الڪرام" هن طرح ڪيو آهي: "ٻيلاٽي هالاڻي جي سامهون آهي. (ميان عبدالله) آگري قوم جو هڪ ڪامل فقير اتي جو رهاڪو آهي."(9) سندس پٽ مخدوم محمد دائود پڻ ايڏو وڏو عالم ۽ اهل الله هو، ان بابت مولوي عبداللطيف سڪندري پنهنجي ڪتاب "روحاني رمزون" ۾ لکيو آهي ته: "پير سائين سيد راشد روضي ڌڻي شاگرد آهن، مخدوم محمد آريجي جا ۽ اهي پاڻ شاگرد آهن، مخدوم محمد دائود جا جو وڏوعالم هو ۽ پنهنجي تعليم ڪوٽڙي ڪبير جي مدرسي مان حاصل ڪئي هئي. سندس ڪتبخانو ضايع ٿي ويو. سندس عالم هجڻ جو ثبوت اهو آهي ته پنهنجي هٿن سان لکيل مولانا جلال روميءَ جي مثنوي جو نسخو سنڌي عربي، فارسي ۾ ٻن جلدن ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي. پاڻ هالاڻي جي ساداتن ۽ ٻين ذاتين جي ماڻهن جو استاد هو. سندس علمي ۽ پرهيزگاريءَ جي هاڪ جا قصا به گهڻائي آهن. رباني لکي ٿو ته نثار احمد آگري مونسان روايت بيان ڪئي ته شاهه ڀٽائي جڏهن کهڙن ڏانهن ويندو هو ته هالاڻيءَ ۾ مخدوم دائود جي پيءُ مخدوم عبدالله آگري وٽ رهندو هو. مخدوم عبدالله آگري سندس پٽ مخدوم محمد دائود آگري ۽ ٻين جون مزارون پشاور کان ڪراچي ويندڙ قومي شاهراهه تي هالاڻيءَ کان ميل کن جي مفاصلي تي ڪنڊياري طرف لب سڙڪ آهن. مزارن سان گڏ جيڪا مسجد نظر ايندي آهي." سا غلام رباني صاحب جي ڳوٺ جي چڱي مڙس رباني جي ڀڙڏاڏي محمد خان آگري نهرائي هئي. هن مان معلوم ٿيو ته، غلام رباني جنهن خاندان ۾ پيدا ٿيا، انهن ۾ مخدوم عبدالله، مخدوم صاحبڏنو، ميان عبدالڪريم، ميان معروف جهڙا اعليٰ صفت انسان هئا، ان کان علاوه هن ڳوٺ جي نالي

وارن استادن ۾ ميان محمد معروف جهڙن استادن جو وڏو نالو هيو. خانواهڻ ۽ اوسي پاسي ۾ جنهن جنهن جڳهه تان گذرندا هئا تہ ماڻهو سندس ادب ۾ اٿي بيهندا هئا. غلام رباني جنهن خاندان ۾ پيدا ٿيو تنهن سندس ڏاڏو حاجي محمد اگرو علم حڪمت جو وڏو ڄاڻو هو. سندس والد استاد عبداللطيف آگرو علمي لحاظ کان پنهنجي دور جو مقبو ۽ معروف استاد هو ۽ سندس مهمان خانو هرهڪ لاءِ کليل هو. اسان کي اهو بہ معلوم ٿيو آهي تہ، سندس والده نسيم بيبي سخي عورت هئي ۽ مهمانن کي کاتو بچائي کارائڻ ۾ هر وقت خوشي محسوس ڪندي هئي. غلام رباني پنهنجي خاندان ۾ ٻيو نمبر ٻار هو، ڪائنس وڏي ڀاءُ جو نالو غلام دستگير هو ۽ ننڍي ڀاءُ جو نالو غلام شبير آهي. ان کان علاوه ڪيس پنج ڀينر پڻ آهن.

## ساهتي پرڳڻي جي قدآور شخصيت

سنڌ جي قديم تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ، هي اهڙو ملڪ رهيو آهي، جنهن جي عظمت جا قصا ۽ علم ادب جون ڳالهيون هزارن سالن جي تاريخ بيان ڪن ٿيون. هتي هر دور ۾ وڏا وڏا عالم ۽ ڏاها پيدا ٿيندا رهيا آهن. سنڌ جي ٻين خطن سان گڏ، سنڌ ۾ ساهتي خطو بہ اهڙن عالمن پيدا ڪرڻ ۾ پوئتي ڪو نہ رهيو آهي. هر دور ۾ ناميارا عالم اديب ۽ شاعر پيدا ٿيندا رهيا آهن. ساهتي پرڳڻي جي عالمن، اديبن، شاعرن تي تحقيق جي طالب علم سميت سنڌ جي سيني سڄاڻ ۽ ڏاهن ماڻهن کي ناز ۽ فخر آهي ۽ رهندو. انهن عالمن، اديبن ۽ حڪمت جي فن جي ڄاڻن پنهنجي علمي قابليت جي ذريعي دنيا ۾ نالو پيدا ڪيو آهي. اها ڳالهه بہ فخر سان چوان ٿو تہ، ساهتيءَ جي سرواڻن سنڌ ۽ سنڌي ادب جي خدمت ڪندي پنهنجي ادب ٻوليءَ ۾ ڪيئي شهپارا قلمبند ڪيا آهن ۽ هن خطي جو چپو چپو پڻ انهيءَ ڳالهه جي گواهي پيش ڪري رهيو آهي. انهيءَ جو زنده مثال، غلام رباني آگري جي شخصيت نمايان نظر اچي ٿي. ڳوٺ محمد خان آگرو کان مدرسہ هاءِ اسڪول نوشهروفيروز توڙي، قليلي ڪاليج حيدرآباد، سنڌ مسلم آرٽس ڪاليج ڪراچي توڙي سنڌي ادبي سنگت ڪراچي، مينارام هاسٽل، ماهوار ”نئين زندگي“ سنڌي ادبي بورڊ، ٿماهي

”مهراڻ“ سنڌ يونيورسٽي، اڪيڊمي ادبيات آف پاڪستان اسلام آباد، ڏيهي توڙي پرڏيهي ادبي ڪانفرنسن ۾ غلام رباني جي شخصيت تمام اوچي پد تي بيٺل نظر اچي ٿي. غلام رباني آگري کي ننڍ پڻ کان زندگيءَ جي آخري سفر تائين، اهڙا تہ رهبر ۽ رهنما مليا جن جي صحبت ۽ تربيت حاصل رهي جو هُو اڳتي هلي ادبي دنيا جي افق تي چمڪڻ لڳو. انهيءَ جو وڏي ۾ وڏو سبب ذهني تربيت جي ڪري هو پنهنجي نماڻي شخصيت ۽ فرمانبرداريءَ جي ڪري وڏو انسان شناس ٿي اُڀريو. هن جي ذات ۾ جا نوڙت شامل هئي، جنهن ڪري هن ايڏا وڏا رتبا ماڻيا. سندس شروعاتي زندگيءَ ۾ استاد عبداللطيف آگرو جهڙو شفيق پيءُ مليو، جڏهن پاڻ ڪراچي ويا اتي مولانا عبدالواحد سنڌي جهڙن ڏاهن ماڻهن کان علم ادب جي سکيا ورتي، پنهنجي ذهن ۽ ذڪاءَ سان ادبي دنيا ڏانهن قدم ڏريائين. پاڻ جڏهن طالبعلم هئا، ان وقت علامہ آءِ.آءِ قاضي جهڙي سنڌ جي وڏي عالم کان حياتيءَ جي فلسفي بابت هن سوال پڇيا. ”اهڙيءَ طرح سندس سوچ، فڪر، فن ۽ علم جي باري ۾، سنڌ جي محققن ۽ مؤرخن ۽ سماجيات جي شاگردن لاءِ تحقيق ۽ اڀياس جي ڪيئي دفتر کولي ڇڏيا اٿس.“(10)

جيئن تہ غلام رباني آگري کي بہ وڏن وڏن عالمن جي صحبت نصيب ٿي هئي، انهن ۾ ٿورو وقت شمس العلماءَ عمر دائود پوٽو سان بہ ۽ علامہ آءِ.آءِ قاضي، عثمان علي انصاري، ميران محمد شاهہ، علامہ غلام مصطفيٰ شاهہ، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، پير حسام الدين راشدي، مولانا عبدالواحد سنڌي، جي.ايم.سيد، مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد ابراهيم جويو وغيره جهڙن عالمن سان گڏ رهڻ جو موقعو مليو، جن جي اثرات سبب گهڻو علم حاصل ڪندي اڳتي هلي ان جو پنهنجي لکڻين ۾ اظهار ڪيائين. سندس همعصر بہ اهڙا ئي هئا، جن جي سنگت ۽ صحبت مان گهڻو علم ادب حاصل ڪيائين. همعصرن ۾ جمال ابڙو، اياز قادري، حفيظ شيخ، عبدالغفور انصاري، رشيد ڀٽي، شيخ اياز، شيخ راز، ابن حيات پنهور، نورالدين سرڪي، تنوير عباسي، سراج الحق ميمڻ، حميد سنڌي کان علاوه ٻيا گهڻا ئي سنگتي ۽ ساٿي شامل هئا. انهن ۾ رباني جي

شخصيت جو اهو جهان آهي جو سيني ساٿين ۽ دوستن ۾ انهن وانگر عظيم هو. سندس عظمت ۽ قابليت لاءِ سندس شاهد طور عالم ۽ اديب هجڻ جو ثبوت سندس ڪتابن جي لکڻين مان معلوم ٿئي ٿو. ان ڪان علاوه سنڌ جي ڏيهه توڙي پرڏيهه جي عالمن سندس جي ڪهاڻين ڪي اردو، انگريزي، هندي، چيني ۽ جرمن زبانن ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. سنڌ جي وڏن عالمن ربانيءَ جي شخصيت ۽ ڪتابن، لکڻين بابت پنهنجي مضمونن ۾ اهو اعتراف ڪيو ويو آهي ته، غلام رباني آگرو سنڌ جو ناميارو عالم آهي، سندس علمي ۽ ادبي قابليت جا مثال پيش ڪيا ويا آهن. انهن ۾ اعترافي اديبن ۾، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي، سراج الحق ميمڻ، شيخ اياز، جمال ابڙو، بدر ابڙو، عنايت بلوچ، حميد سنڌي، مهتاب اڪبر راشدي، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو، مدد علي سنڌي، عبدالقادر جوڻيجو، شوڪت حسين شورو، نصير مرزا، مومن بُلو، عبدالغفار صديقي، محمد هاشم لغاري، پروفيسر اعجاز قريشي، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، اعجاز حسين چانديو، گل محمد عمراڻي، نفيس احمد شيخ، طارق عالم ابڙو، نواب علي ڪاڪا ۽ ٻين عالمن ۽ اديبن هن نالي واري اديب ماڪي وانگر مٺي نثر نگار لکندڙ تي قلم کنيو آهي ۽ سندس شخصيت توڙي لکڻين ۽ ڪتابن جي ساراهه جا ڍڪ ڀريا آهن. انهي جو ثبوت مٿين عالمن، اديبن، ڏاهن جي لکڻين مان معلوم ڪري سگهجي ٿو، ته غلام رباني آگرو جي شخصيت سنڌ ۽ سنڌي ادب لاءِ پارس مثل هئي. سندس لکڻين ۾ نه فقط سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن لاءِ روشن راهن تي هلڻ لاءِ ڏس ملي ٿو. سندس لکيتون هر باشعور ماڻهو لاءِ آهن. جنهن مان سندس قدآور شخصيت هجڻ جو ثبوت اهو ئي آهي جو سندس لکڻيون سنڌي ادب جي تاريخ جو حصو آهن. هر هڪ کي پڙهڻ گهرجن، چاڪاڻ ته سندس تحريرن سنڌي ٻولي، سنڌ جي ثقافت ۽ تاريخ کي اثرائتي نموني ۾ گفتگو ڪرڻ ۽ ان بابت قيمتي معلومات سان روشني وڌي وئي آهي. سندس ڪهاڻيون، خاڪا، سفر ناما، سوانح عمريون وڏن وڏن مشاهيرن جي احوالن سان پراثرائتي نموني بيان ڪيل آهن. غلام رباني آگري جي هر هڪ تحرير

مان سنڌي ٻوليءَ جي حسناڪي ۽ بيهڪ ۽ لفظن جي جوڙجڪ ۽ تخاطب جي صيغن ۾ واهه جي اڻت ڪيل آهي. انهن لکيتن ۾ عالمگيريت ۽ انساني قدرن جو پيغام سمايل آهي.

**ولادت**

غلام رباني آگرو ضلع نواب شاهه، هاڻوڪي ضلعي نوشهروفيروز جي تعلقي ڪنڊيارو جي ڳوٺ محمد خان آگرو ۾ 5 نومبر 1933 تي استاد عبداللطيف آگري جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد بزرگوار عبداللطيف آگرو تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد هيو. جنهن پنهنجي لاڏلي پٽ جي سٺي نموني پروش ۽ پالنا ڪئي. نتيجي ۾ ئي چڱي خاصي تربيت ۽ سکيا سندس اڳتي هلي اعليٰ ۽ عزت واري مقام ڏانهن وٺي وئي.

**تعليم**

غلام رباني آگرو جو والد عبداللطيف آگرو تعليم کاتي ۾ استاد هيو، ۽ سندس گهر ۾ ئي علم ادب جي روايت پراڻي هئي. پاڻ گورنمينٽ پرائمري اسڪول پوئنرن ۾ استاد هئا ته، سن 1941-9-16 تي ننڍڙي غلام رباني کي پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪچي پهرين ۾ داخل ڪرايو هئائين. پاڻ جڏهن اتان بدلي ٿي گورنمينٽ پرائمري اسڪول گاهي خان جلباڻي ۾ آيا ته پنهنجي پٽ کي گورنمينٽ پرائمري اسڪول پوئنرن مان وٺي گورنمينٽ پرائمري اسڪول گاهي خان جلباڻي ۾ ٻاراڻ درجي ۾ داخل ڪرايو. غلام رباني اتان 1946ع ۾ پنجون پاس ڪيو. شروعاتي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ مدرسي هاءِ اسڪول نوشهروفيروز، ۽ ان کان پوءِ حيدرآباد واري ٿليلي ڪاليج ۾ داخل ٿيو، جتان 1953ع ۾ انٽر پاس ڪيائين. وڌيڪ تعليم لاءِ ڪراچي ويو. جتي بي.اي جو امتحان پاس ڪيائين. رباني ۽ سندس پرائمري تعليم تحقيق جي طالب علم جي ڳوٺ گاهي خان جلباڻي ديهه ديهات ۽ ساهتي پرڳڻي ۾ ٿي آهي. جنهن لاءِ سندس پرائمري تعليم جي سرٽيفڪيٽ جي ڪاپي مقالي ۾ شامل آهي. پر پاڻ پنهنجي احوال ۾ انهيءَ اسڪول مان پڙهڻ جو ذڪر انهيءَ ريت نه ڪيو اٿس. ٻيو ته سندس والد بزرگوار استاد عبداللطيف جا تعلقات اسان جي عزيزن ۽ ڳوٺاڻن سان هئا. جن کي رباني جي پوئنرن ساري رکيو آهي.

مثال طور غلام رباني ڳوٺ گاهي خان جلباڻي جي جنهن شخص جو ذڪر ڪيو آهي، تن مان هڪڙو استاد شمس الدين قاضي پڻ آهي، جنهن کي ڳوٺ جي سَهَوَ جلباڻي ڪري لکيو اٿس. ان جي فرزند حميدالحق ادبي نالو پارس حميد، جنهن کي روزگار ڏيارڻ ۾ مدد ڪيائين ۽ ان سان دوستاڻا پراڻا ناتا نڀاهيندو رهيو. قاضي حميد ادبي نالو حميد ”پارس“ نئين ٽهي جو سرموڙ شاعر آهي، جيڪو سدائين غلام رباني آگري جون ڳالهيون بيان ڪندو رهندو آهي، ۽ غلام رباني آگرو جا ديهه ديهات ۽ خانواهڻ جي اديبن ۽ شاعرن سان سنا تعلق رهيا. جن مان ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي ۽ محمد پناهه ڦرڙو مشهور آهن.

فارم نمبر 16

اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفڪيٽ

| | |
|---|---|
| [illegible] | غلام رباني عبداللطيف |
| [illegible] | ( 1993 ) |
| [illegible] | 16-09-1941 |
| [illegible] | 18-16-1946 |
| [illegible] | پنجون پاس ڪيائين |
| [illegible] | ها |

## شخصيت رهڻي ڪهڻي ، پوشاڪ ۽ اخلاق:

سنڌ جو اهڙو ڪو پڙهيل لکيل ماڻهو نتو رهي جنهن غلام رباني آگري جو نالو نہ ٻڌو هجي. هو دوستن جو دوست هو. پر نا آشنائن سان بہ وڙ ڪندو هو. سندس ذات گرامي هڪ سباجهي ۽ سپوت سنڌي جي صورت آهي. هو تمام ممتاز شخصيت جو مالڪ هو. جنهن ڪي هر لکيو پڙهيو چڱي نموني سڃاڻي ٿو. جهڙي صورت سهڻي تهڙي سيرت ڀلي هئس. غلام رباني بهترين مصنف، اعليٰ گڻن وارو مؤلف ۽ علم جي پارکو هجڻ سان گڏ عشق رسول ﷺ ۾ مستغرق ۽ سخا جو پيڪر هو. هر ڪنهن ڪان موڪلائڻ وقت يا فون تي گفتگو جي پڇاڙيءَ ۾ يا خطن جي پڇاڙي تي چوندو هو، حضور ﷺ جن شفاعت هيث هجو. سندس تحريرن ۾ ديني ۽ مذهبي حقائق بيان ڪيل آهن. ادبي دنيا جو تہ مجيل چوڏهينءَ جو چنڊ هو. حڪيم اعجاز حسين چانڊيو لکي ٿو تہ: "سندس شخصيت عظمت جو حوال ۽ سندس احسانن جو بيان سندس ڪمال قربن جا دلاويز داستان ڪاغذ جي تنگ ميدان تي بيان ڪرڻ ڏکيا آهن، جو تہ اخلاق ۽ ڪردار ۾ هن مثالي انسان ۾ محبت ۽ خلوص جي سرچشمي سائينءَ رباني جي صحبت ڪچهري ۾ گفتار ائين هوندي هئي، جيئن ڪا پريل ندي سانت ۽ ڌيرج سان وهي رهي هجي.

غلام رباني آگرو قد جو وچولو بت ۽ جسم ۾ پورو نہ ٿلهو نہ تمام سنهڙو گول چهرو مرڪندڙ پر نهندڙ خوش پوشاڪ ۽ خوش اخلاق ماڻهو هو. آئي وئي جي خيال ڪرڻ جو سبق ڪيس سندس وڏڙن ڪان مليل هو. اگر اٽواقف بہ سندس اوطاق ، آفيس يا گهر يا سفر ۾ رهيو تہ ان ۾ ڪڏهن بہ اوپرو نہ لڳندو هو. ائين محسوس ٿيندو هو تہ غلام رباني سان پراڻي ۽ گهري واقفيت آهي. جڻ تہ ملندڙ ڪنهن همدرد دوست سان ملي آيو آهي. سندس گفتگو ۾ پيار پريو انسان جهلڪندو نظر ايندو هو.

فراخدلي ۽ مهمان نوازي جا گُر تہ ڪائنس سکڻ جهڙا هئا. مهمان کي ڏسي سندس دل باغ باغ ٿي پوندي هوس. سندس تعلق ۽ واسطا تہ اميرن سان بہ هيس پر وڏائي اصل ڪونہ هئس.

هن ڪي وڏن ماڻهن جي مشروبن تي فخر ڳهت پر پنهنجي ڳوٺ جي سندس پيءُ جي ناهيل سادي ۽ سودي ملاوٽ کان پاڪ تاڏل ڪي هو وڌيڪ ساراهيندو هيو. سندس ڳوٺ ۾ نهيل تاڏل ايران، دبئي، هندستان، بنگلاديش ۽ چين جي مشروبن کان وڌيڪ هئي. هو لکي ٿو ته: "پئونرن واري اسڪول ۾ بابا سائينءَ جي هٿ مان مليل سادي سودي تاڏل جي گلاس کان وڌيڪ اهي مشروب ڪونه هئا. تاڏل ڇا هئي؟ جنت جو جام هو. جو آب ڪوثر سان پريل هو هي آهي رباني جو من جنهن جو روح ماروئي جي من جهڙوهو.

**ملازمت**

| نمبر | ملازمت | سال | هنڌ |
|---|---|---|---|
| 01 | ملازمت جو آغاز اول ڊئريڪٽر انڊسٽريز جي آفيس ۾ | | |
| 02 | ڪلارڪ | 1954-1955ع | سنڌ سيڪريٽريٽ ڪراچي |
| 03 | جوائنٽ ايڊيٽر | 1956 ع | ماهنامي "نئين زندگي" وزارت اطلاعات حڪومت پاڪستان |
| 04 | نائب سيڪريٽري | آڪٽوبر 1957 ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 05 | جوائنٽ سيڪريٽري | 1959 ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 06 | ايڊيٽر: گل ڦل | 1959-1964 ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 07 | ايڊيٽر | 1962-1961 ع | سنڌ مسلم ڪاليج مئگزين جي سنڌي سيڪشن جو |
| 09 | قائم مقام سيڪريٽري | آڪٽوبر 1967ع کان ڊسمبر 1967 ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 10 | اسٽنٽ سيڪريٽري | مئي 1970 ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 11 | سيڪريٽري | جون 1970 ع کان فيبروري 1977 ع | سنڌي ادبي بورڊ |

| 12 | پرووائيس چانسلر | 1 فيبروري 1977ع کان 7 جنوري 1979ع | سنڌ يونيورسٽي |
|---|---|---|---|
| 13 | سيڪريٽري | نومبر 1979ع کان سيپٽمبر 1984ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 14 | ڊئريڪٽر جنرل | 6 نومبر 1984ع کان 21 مئي 1991ع | پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس اسلام آباد، پاڪستان |
| 15 | چيئرمين | 3 جون 1990ع کان 18 آڪٽوبر 1993ع | پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس، اسلام آباد |

## نوڪريءَ جي رٽائرمينٽ کان پوءِ عهدا

| نمبر | ملازمت | سال | هنڌ |
|---|---|---|---|
| 01 | ميمبر | 1993-1996ع | فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن |
| 02 | چيئرمين | 2000ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 03 | اعزازي سيڪريٽري | جنوري 1997ع کان آڪٽوبر 2003ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 04 | چيئرمين | جولاءِ 2002ع کان سيپٽمبر 2003ع | سنڌي ادبي بورڊ |
| 05 | ريجنل ڊئريڪٽر | 2006ع | محتسب اعليٰ حيدرآباد |

## مختلف ادبي ادارن سان وابستگي

-1 ميمبر - 1954ع سنڌي ادبي سنگت
-2 ميمبر - اردو لغت بورڊ ڪراچي
-3 ميمبر- قائداعظم اڪيڊمي ڪراچي
-4 ميمبر- انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄام شورو
-5 ميمبر- سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو
-6 ميمبر- اقبال اڪيڊمي لاهور
-7 ميمبر- (بورڊ آف ڊئريڪٽر) ادارا ثقافت اسلاميہ لاهور

| | | |
|---|---|---|
| 8- | ميمبر- | نيشنل بوڪ ڪائونسل آف اسلام آباد پاڪستان |
| 9- | ميمبر- | نيشنل بوڪ فائونڊيشن اسلام آباد پاڪستان |
| 10- | ميمبر- | اسلامي ڪلچر اداره لاهور |
| 11- | ميمبر- | فلم سينسر بورڊ |
| 12- | ميمبر- | حڪومت جي تمغن ڏيڻ واري ڪاميٽي |
| 13- | جج - | فلمي ايوارڊن جي نيشنل ڪاميٽي |
| 14- | جج- | ٽيليويزن ايوارڊن جي قومي ڪاميٽي |

## ادبي خدمتن تي ايوارڊ ۽ مڃتا

غلام رباني آگري جو شمار سنڌ جي وڏن اديبن ۾ ٿئي ٿو، سندس شاندار ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ کيس ڪيترن ئي ايوارڊن سان مڃتا ملي هئي. اهي سمورا ايوارڊ سندس شاندار ادبي خدمتن عيوض مليا هئا. جنهن جا پاڻ حقدار به هئا چو ته، پاڻ دنيا جا مختلف ملڪ ايران، چين، بنگلاديش ۽ ڀارت ۾ به پاڪستاني اديبن جي اڳواٽي ڪندو گهمي آيو هو. اهي ايوارڊ سندس ادبي خدمتن جي اعتراف طور مليا.

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1- | سنڌي افسانن ۾ چٽاڀيٽي | 1953ع | انعام- سنڌي ادبي سنگت ڪراچي |
| 2- | تمغءِ امتياز | 1986ع | صدر پاڪستان |
| 3- | صدارتي ايوارڊ | 1995ع | صدر پاڪستان |
| 4- | گولڊ ميڊل | 1986ع | پنجابي ادبي بورڊ لاهور طرفان |

## غلام رباني آگري جي سنڌي ادبي بورڊ سان وابستگي

سنڌي ادبي بورڊ جي تاريخ تي نظر ڦيرائڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته وقت جي هاڪارن ۽ علمي هستين پنهنجي غير معمولي اخلاص ايثار ۽ قرباني محنت ۽ پاڻ ارپڻ واري جذبي سان هن اداري جو بنياد وڌو ۽ سنڌ جي خدمت واري ڪم کي اڳيان وڌايو. اهڙن محترم ۽

معتبر شخصيتن ۾ سائين جي.ايم.سيد، عمر بن محمد خان دائود پوٽو، علامہ آءِ.آءِ قاضي، سيد ميران محمد شاهہ، عثمان علي انصاري، لالچند امرڏنومل، سيد غلام مصطفيٰ شاهہ، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، سيد حسام الدين شاهہ راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد ابراهيم جويو، مولانا غلام محمد گرامي ۽ غلام رباني آگري جا نالا آفتاب وانگر روشن ۽ عيان آهن، ۽ بيا بہ ڪوڙ سارا عالم ۽ ڏاها جن پنهنجو رت ست ڏئي هن اداري لاءِ رات ۽ ڏينهن ڪم ڪيو آهي. غلام رباني بہ انهن ۾ هڪ هو، جنهن 1957ع کان 1984ع تائين مسلسل ۽ لاڳاتار بورڊ سان وابستہ رهيو.“(11)

مثال: نائب سيڪريٽري، جوائنٽ سيڪريٽري، ايڊيٽر، قائم مقام سيڪريٽري، اسسٽنٽ سيڪريٽري، 27 سالن جو هي عرصو تمام وڏو هو. انهيءَ وسيع تجربي جي ڪري مرڪزي سرڪار موصوف کي اسلام آباد ۾ ايڪيڊمي آف ليٽرس ۾ اول ڊئريڪٽر ۽ پوءِ ڊئريڪٽر جنرل ۽ آخر ۾ چيئرمين جي اعلىٰ عهدن تي مقرر ڪيو هو. هن کان اڳ ۾ ڪو بہ سنڌي اديب ۽ عالم انهي منصب تي مقرر ڪونہ ٿيو هو.“ (12)

موصوف انهيءَ حيثيت ۾ چين، هندستان، بنگلاديش ۾ سارڪ ملڪن ۽ بين الاقوامي ادبي تقريبن ۾ پاڪساني وفدن جي قيادت ڪئي هئي. اسلام آباد ۾ سندس آخري مصروفيت فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جي ميمبر شپ هئي. جيڪو هڪ انتهائي اهم عهدو هو. جو تہ اهي ئي ميمبر سي.ايس.ايس ڪلاس جا آفيسر چونڊيندا آهن.“(13)

غلام رباني آگري جي شاندار ادبي خدمتن جو اعتراف مرڪزي سرڪار ”تمغہءِ امتياز“ ڏيڻ سان ڪيو هو. ڪيترن ئي غير ملڪي ادبي رسالن ۽ عالمن سندس صلاحيتن ۽ لياقتن جي مڃتا ڪئي. جن ۾ چين، هندستان، ايران، بنگلاديش ۽ ڀارت جا اديب شامل آهن.“ (14)

هاڻي انهيءَ ڳالهہ جو بہ ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ، جڏهن سنڌي ادبي بورڊ بحران جو شڪار ٿي ويو هو تہ، غلام رباني آگري سنڌي ادبي بورڊ جي اعزازي سيڪريٽري ٿيڻ جي آڇ قبول ڪئي هئي. ان وقت جي چيئرمين محمد ابراهيم جويي جي صدارت ۾

ٽيل بورڊ آف گورنرس جي اجلاس ۾ اها آڇ قبول ڪئي هئي. ان وقت سنڌي ادبي بورڊ جي ايمپلائيز يونين جي صدر علي نواز ڪيهر ۽ جنرل سيڪريٽري رفيق جمالي نئين سيڪريٽري غلام رباني آگري جي مقرري جي آجيان ڪئي هئي." (15)

29 جنوري 1997ع ۾ غلام رباني آگرو اسلام آباد کان واپس آيو هيو ۽، پاڻ سنڌي ادبي بورڊ ۾ اچڻ کي ترجيع ڏني. جو ته ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس کان وٺي اچڻ جي سفر ۾ حيدرآباد ۾ اچڻ تائين غلام ربانيءَ جو رت ۽ خدمتون سنڌي ادبي بورڊ ۾ ڏنل هيون. سنڌي ادبي بورڊ جي معاملن کي سلجهائڻ لاءِ ڪائنس ٻيو گهٽ ماهر ٿي سگهيو هو. جڏهن بورڊ ماضيءَ ۾ وڏي انتشار جو شڪار ٿي رهيو هو، مالي بحران سان گڏ انتظامي طور تي بي بندوبستي به هن اداري کي ڪاپاري ڌڪ هنيو هو، نتيجو اهو نڪتو هو جو هي ادارو تقريبن پوئتي وڃي چڪو هو، ٻئي طرف سنڌ جي علمي حلقن جو يقين متاثر ٿيو هو. سنڌ جا با شعور ۽ سڄاڻ حلقا هن اداري سان هڪ خاص انس رکن ٿا."(16)

جڏهن غلام رباني جي هن اداري ۾ اسلام آباد موٽي اچڻ کا پوءِ جڏهن سندس هن اداري ۾ مقرري ٿي هئي ته سنڌ جي وڏن نالي وارن اديبن مبارڪ باد ڏني هئي، انهن ۾ غلام مصطفیٰ قاسمي صاحب، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، حميد سنڌي، تنوير عباسي، ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، عبدالقادر جوڻيجو، آپا شمس عباسي، ڊاڪٽر نواز علي شوق، خان محمد پنهور، عبدالغفار صديقي ۽ ٻين عالمن ۽ اديبن مبارڪون ڏنيون هيو" (17)

ان وقت علمي ادبي ادارن ۽ اخبارن به پنهنجي پيغامن ۾ خوشي جو اظهار ڪيو هو ته سنڌي ادبي بورڊ جي واڌاري لاءِ ان وقت محمد ابراهيم جويي ذميواري پاڻ کنئي هئي. سندس سان گڏ بورڊ جي ٻي معمار غلام رباني آگري اعزازي سيڪريٽريءَ جو منصب قبول ڪيو ۽ ڪم شروع ڪيو هو. محمد ابراهيم جويو ۽ غلام رباني آگرو ٻئي ڄاڻو ۽ بورڊ جي انتظامي معاملات جا ماهر هئا. بورڊ جي حوالي

سان ان مثالي ادبي جوڙي جو هڪ پيرو وري بورڊ ۾ اچي ڪم سنڀالڻ هڪ معجزي کان گهٽ نه هو.بورڊ سان محبت جو مثال ان کان مٿي بيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو."(18)

غلام رباني آگرو فقط نالي وارو دانشور ڪو نه هو، پر انتظامي معاملن جو ماهر سنڌي ادبي بورڊ جي تمام مسئلن کان واقف بورڊ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ اسڪيمن جو ڄاڻو ۽ ذاتي طرح سان سٺي شخصيت جو مالڪ هو. قدرت کيس بي شمار صلاحيتن سان نوازيو هو. سندس وجود سنڌي ادبي بورڊ ۾ ترقي جو ضامن هو. (19)

جويي صاحب ۽ رباني لاءِ هڪ وڏو چئلينج هو. عالمن ۽ اديبن اسڪالرن ميڊيا سان تعلق رکندڙ ماڻهن کي جيڪي اميدون هيون ته سنڌي ادبي بورڊ ترقي ڪندو. اهي اميدون ساب پيون. محمد ابراهيم جويي ۽ غلام رباني آگري جي ڏاهپ ۽ ذهانت انهن سڀني اميدن کي سرخرو ڪري ڏيکاريو. غلام رباني آگري سنڌي ادبي بورڊ ۾ ڪل ٽيهارو ورهيه جي خدمت ۾ جنهن محنت ۽ صلاحيت سان خدمت ڪئي ان جو ثبوت اهو آهي. ته هڪ طرف بورڊ جي ناموس ۾ واڌارو ٿيو ته ٻئي طرف بورڊ کي ڄام شورو ۾ پنهنجون عمارتون مليون. جديد آفسيٽ "پريس" جو قيام به غلام رباني جي مرهون منت هئي."(20) نه فقط سنڌي ادبي بورڊ پر سندس وسيع انتظامي تجربو به هو جنهن وسيلي هن پنهنجو نالو امر ڪري ڇڏيو.

جويي صاحب کان پوءِ 2002ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمين غلام رباني آگرو بنيو. آخوند صاحب ۽ رباني صاحب ۾ ڪجهه مسئلن تي ڇڪتاڻ پيدا ٿي محمد ميان سومرو ان وقت سنڌ جو "گورنر" هو. ان وقت رباني جي ڪوشش سان بورڊ کي ڪلچر کاتي مان ڪڍي. پيهر تعليم کاتي ۾ شامل ڪرائڻ ۾ ڪامياب ويو." (21)

غلام رباني آگري جي علمي ادبي ذهن ۽ ذڪاء کي ڏي نهاري اهو چئي سگهجي ٿو ته رباني هڪ بهترين منتظم ڏاهو ۽ قابل انسان اديب هو. جنهن پنهنجي شعور عقل ۽ ڏاهپ سان سان گڏو گڏ هڪ منتظم جي حيثيت سان ڪيترائي انتظامي معاملات پنهنجي شعور ۽ سمجھ سان حل ڪري منجهيل معاملن کي پئي سلجهايو آهي.

## ادبي ذوق

غلام رباني آگرو سنڌ جو هڪ ڏاهو اديب هو جنهن پنهنجي سموري حياتي سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ کي ارپي ڇڏي. پنهنجي ڪتاب ”جهڙا گل گلاب جا“ ۾ لکي ٿو ته: ”غالباً سن 1936ع ۾ جڏهن سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿي هئي. ”الوحيد“ اخبار جو ”سنڌ آزاد نمبر“ شايع ٿيو هيو. منهنجي والد بزرگوارکي علمي ادبي ڪتابن ۽ رسالن جو شوق هوندو هو. اهو نمبر به خريد ڪيو هو ۽ سالن جا سال سندس ڪتابن جي ذخيري ۾ موجود هو. جڏهن مان ڏهن ٻارهن سالن جي عمر جو ٿيس ته اهو نمبر پڙهيم. گهڻو حصو مضمون سنڌيءَ ۾ هئا، ۽ ٿورو حصو انگريزي ۾، هڪ مضمونن ۾ هڪ جو عنوان هو. Sheik Abdul Majeed Sindhi Soldier of Islam انساني حافظو ضعيف آهي. پر مان پانئيان ٿو ته عنوان اهو ئي هو.“(22) رباني وڌيڪ لکي ٿو ته: ”مضمون علي برادران يعني مولانا شوڪت علي ۽ مولانا محمد عليءَ ٻنهي مان ڪنهن هڪ جو لکيل هو. ان زماني ۾ منهنجو انگريزي زبان جو مطالعو نه هئڻ برابر هو، جڏهن وڏو ٿيس ته اهو مضمون پڙهيم. ان زماني تائين شيخ صاحب جي عظمت جا پاچا منهنجي ذهن تي پئجي چڪا هئا.“(23) چنانچه جڏهن غلام رباني ادبي رسالن ۾ لکڻ شروع ڪيو هو. تڏهن پاڻ کي غلام رباني ”سنڌي“ تخلص سان لکندو هو. سنڌي لفظ جو اضافو شيخ صاحب جي شخصيت کان متاثر ٿي ڪري ڪيو هو. ۽ شيخ عبدالمجيد به پاڻ کي عبدالمجيد سنڌي جي نالي سان لکندو هو.

غلام رباني آگرو وڌيڪ لکي ٿو ته: ”غالباً 1952ع ۽ 1953ع ڌاري ڪراچي ۾ سنڌي ادبي سنگت جو بنياد پيو. مرحوم عبدالغفور انصاري، مرحوم احسان بدوي، مرحوم نبي بخش دائود پوٽو، نورالدين سرڪي، شايد جمال ابڙو کي ٻيا دوست ان جا ابتدائي ڪارڪن هئا.“(24) غلام رباني آگري سنڌي ادب سان رغبت رکي ڪيترن ئي همعصرن سان ادبي ناتا جوڙيائين. تن ۾، شيخ حفيظ ڪيس گهڻو اتساهه ڏياريو ۽ سنڌي ادبي سنگت سان متعارف پڻ ڪرايو هو. هڪ مرتبا شيخ حفيظ مينارام هاسٽل ۾ هڪ افسانو لکي رهيو هو. ۽ غلام

ربانيءَ کي چيائين ته سنڌي ادبي سنگت افسانن جي پيٽ ڪرائي آهي. ان لاءِ افسانو لکي رهيو آهيان ته، ان وقت غلام رباني آگري به چيو ته مان به لکان؟ ان وقت حفيظ شيخ رباني کي اتساهه ۽ جذبو ڏيارو ته پلي لک. غلام رباني پنهنجو افسانو لکي شيخ حفيظ کي ڏنو.

شيخ حفيظ پنهنجي افساني سان گڏ سنڌي ادبي سنگت جي سيڪريٽري عبدالغفور انصاري کي ڏئي آيو. هڪ هفتي کان پوءِ انصاري صاحب غلام رباني کي ميس ۾ مليو ۽ غلام رباني کي چيائين ته سڄيءَ سنڌ مان تقريبن پنجاهه کن افسانا آيا آهن ۽ پهرين ڏهن افسانن ۾ تنهنجو افسانو به شامل آهي. هفتي کان پوءِ نتيجو ظاهر ڪيو ويو ته غلام رباني جي افساني کي پهرين نمبر انعام لاءِ چونڊيو ويو هو. جيتري قدر ادبي ذوق جو تعلق آهي ته اهو تعلق غلام رباني جي پنهنجي گهر ۾ ئي اهڙو ماحول قائم ڪيل هو. سندس والد محترم گهر ۾ ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون تمام گهڻي شوق ۽ چاهه سان خريد ڪندو ۽ پڙهندو هو. غلام رباني ننڍي هوندي کان انهن ڪتابن سان آشنا ٿيندي دلچسپي وٺندو هو. اهڙو ماحول کيس ادبي ورثي ۾ مليو هو. ويتر جڏهن سنڌي ادبي سنگت پاران سندس افساني جي انعام لاءِ پهرين نمبر چونڊ ٿيڻ تي وڏيڪ اُتساهه پيدا ٿيو ۽ پوءِ پنهنجي همعصر سنگتين سان گڏجي سنڌي ادب ڏانهن مثبت رويو اختيار ڪندي ان ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. انهن سنگتين علمي، ادبي بحث مباحثا ڪري، سندس ذهانت ۽ قابليت کي وڌيڪ پڪو ۽ پختو ڪيو. انهن ۾ شيخ حفيظ، تنوير عباسي، عبدالغفور انصاري، مولانا عبدالواحد سنڌي، مولانا غلام محمد گرامي، مولانا غلام مصطفیٰ قاسمي، حميد سنڌي، شيخ اياز، شيخ راز، محمد ابراهيم جويو، رشيد ڀٽي، احسان بدوي ، نبي بخش دائود پوٽو، نور الدين سرڪي، جمال ابڙو، اياز قادري، پير حسام الدين راشدي ۽ ٻيا ڪوڙ سارا عالم ۽ اديب جن جي سنگت ۽ صحبت نصيب ٿيس جو سندس آخري دم تائين سندس قلم نه رڪيو، مسلسل اڪ پورڻ تائين لکندو رهيو. ۽ ان جو

ثبوت ان جون تحريرون آهن. جنهن ۾ ساهتيءَ جي صاف ستري زبان ۽ ان جي محاورن ڪي پنهنجي لکڻين تي سون جي سهاڳ جيان ڪتب آندو اٿس.

## ادبي دائرو

غلام رباني آگرو ليکڪ، پاڙهو، مرتب، مؤ لف، مترجم، مدون ۽ پبلشر رهيو آهي. اسان ڪيس مترجم نقاد ۽ دانشور پڻ چئي سگهون ٿا. سندس محنت توڙي جاکوڙ جو اهو جهان آهي، جو ڪيس وقت جو قدر ٻه هو، نه پنهنجو وقت وڃائيندو هو. نڪي ڪنهن ٻئي جو وقت ضايع ڪندوهو. ان ڪري هن علمي ادبي ميدان ۾ وڏي مڃتا ماڻي ورتي پوءِ اها مقامي سطح جي هجي يا عالمي سطح جي ڇو نه هجي. هر لحاظ ان جو علمي ۽ ادبي پهلو زردار نظر اچي ٿو. سندس علمي ۽ ادبي ڪم جو جائزو وٺڻ معنيٰ ان جي پورهئي جو قدر ڪرڻ آهي. سندس شهرت سانتيڪي هجڻ سان گڏ جفا ڪشي سان ٻه ڳنڍيل آهي. سندس نالو سنڌ ڏيهه توڙي پنهنجي ملڪ پاڪستان ۽ ٻين ملڪن جن ۾ ڀارت، چين، بنگلاديش ۽ ايران ۾ پڻ شهرت ۽ وڏو مقام حاصل ڪيائين. هي هڪ سنڌ جو ذهين شخص هئڻ سان گڏوگڏ ستو سنئون صوفي منش نظر ايندڙ، ڪنهن ٻه گروهه سان نه ڳنڍيو، پر هميشه انسانيت لاءِ ڪم ڪندو رهيو. اسان جي سنڌ ڏيهه جي هڪ مهان روحاني درگاهه لنواري شريف جي ٻئي سجاده نشين حضرت خواجه گل محمد بن خواجه محمد زمان سلطان الاولياءَ قدس سره پنهنجي تخليق "الورد محمديءَ"۾ لکيو آهي ته: "انسان ڪان انسانيت ۾ ٻه اکر وڌيڪ آهن. هڪ ي ٻيو ت انهن ٻنهي اکرن جي علم ابجد موجب 410 ٿئي ٿو. تنهن ڪري انسانيت جي حاصلات لاءِ ايتري انداز ۾ جدوجهد ڪرڻ گهرجي." مگر هن اسان جي ڏاهي، ايترن مضمونن، مقالن ۽ ڪتابن جي ڇپائڻ ڪان پوءِ ٻه پاڻ کي وڏو اديب نه سڏايائين. سندس اٿاهه خوبين سببان رباني سنڌ واسين لاءِ قابل احترام آهي. رباني جي فضيلت جو دليل پنهنجي دور جي ليکڪن تي ظاهر ظهور آهي. سندس فکر ۽ نظر جي زاويه سان جو ڪجهه لکيو اٿس، ان جي هر ڪنهن واکاڻ

ڪئي آهي. سنڌس تخليقات مان جنهن به تخليق کي انتخاب ڪجي ٿو ته اها تخليق سهڻي سريلي سنڌي زبان جي زيب ۽ زينت سان ڀرپور ادبي مقام رکي ٿي. سنڌس عبارت جي سادگي ۽ تحقيق ۽ تخليق جو انداز مثالي آهي. رباني تحقيق جي ميدان ۾ ديرپا اثرات ڇڏيا آهن. سنڌس لکيل سوانحي خاڪن جي تحقيق وارو ڪم ڪري سنا مثال قائم ڪيا آهن. ٻين جا لکيل سوانحي خاڪا موضوع جي اعتبار کان نازڪ آهن. ترتيب، ۽ ان جي اخذ ڪيل نتيجا قابل تعريف آهن. غلام رباني وٽ روايات جا انبار آهن. هو انهن روايتن کي ڪسوٽيءَ تي پرکي ۽ چنڊي ڇاڻي تحرير ۾ آڻي ٿو. روايتن کي مختلف سمتن کان سميٽنڊي اڳتي وڌائي ٿو ۽ تحقيق جو ادبي سلسلو شروع ڪري ٿو. ان حوالي سان ادب ۾ تحقيق جي روايتن کي استحڪام بخشي ٿو. غلام رباني آگري هر حوالي سان متعدد گوشن کي تلاش ڪري پنهنجي موضوعن ۾ نئين انداز سان مواد کي نئين علمي ۽ ادبي زاوين سان تخليق ڪري انهن کي چيزن کي مؤزون پسمنظر ۾، پيش ڪيو آهي. ان لاءِ هن سنڌي، پارسي ۽ عربي توڙي اردو جي مڻيه کي بند الماڙين مان ٻاهر آندو. تاريخ توڙي ادب جي گج ٿيل ڪڙين جي دريافت ڪري، ادب کي عوام الناس تائين پهچايو. تنهن ڪري غلام رباني جي آغاز ۽ ارتقا کي ڏيهه توڙي پرڏيهه جي عالمن، فاضلن درويش ۽ دانشورن جي حالات ۽ واقعات کي متعين ڪيو ۽ اهو سرمايو فراهم ڪيو. جڏهن سنڌس تحقيق جو جائزو ورتو ويو ته، ان مان معلوم ٿيو ته، سنڌس ادبي ڪم وارو رخ هڪ نئين ترتيب ۽ ڍنگ وارو آهي جو ٻين ٻيٽ ۾ هڪ نئون تخليقي حسن ڪڻي نروار ٿي آڏو اچي ٿو. نئين رخ ۽، مفيد معلومات سان ظاهر نظر اچي ٿو. غلام رباني آگرو هڪ خود دار ۽ سچار ماڻهو هو. سنڌس تحريرن مان اها ئي خوشبو اچي ٿي. سنڌس تحريرون بلند پايه جون آهن، ۽ پڻ انهن ۾ الهامي ڳالهين جو مفهوم سمايل آهي، ڪيترا راز فاش ڪيا اٿس.

**سياسي شعور**

جڏهن نندي کنڊ ۾ سياسي حالات تمام تيزيءَ سان بدلجڻ لڳا، ته ان جو سنڌ ۾ سنو اثر پيو، سياسي طور کي مکيه مسلمان

ليبر به ڪانگريس جا روح روان هيا. سنڌ جي ساهتي پرڳڻي ۾ به اهو حال ڏسڻ ۾ اچي ٿو. گهر گهر ۾ پنهنجي سياسي پارٽين جو ذڪر هلندڙ هو. ڪي مسلم ليگ جا ته ڪي ڪانگريس جا همدرد هئا. جئين ته غلام رباني جو ڳوٺ مسلم ليگ جي هڪ ليڊر حاجي غلام نبي ڏهراج جي ڳوٺ محبت ديرو جتوئي ڪان سڏ پنڌ تي آهي. هن ڳوٺ جي رهاڪن تي اسلامي سڪيا جو وڏو اثر هو. ان ڪري هن ڳوٺ جا رهاڪو مسلم ليگ جا همدرد هئا. مگر غلام رباني نوشهرو فيروز مدرسه هاءِ اسڪول جو شاگرد هو. جنهن جو بنياد سيد خان بهادر الهه آندو شاهه وڏو هو. ان ڪري ان جي فرزند سيد محمد علي شاهه جو ڪانگريس ۾ وڏو اثر هو. ان جو تاثر مدرسه هاءِ اسڪول جي شاگردن تي وڏو پيو. جنهن ڪان پوءِ غلام رباني به متاثر ٿيو.

غلام رباني وري جڏهن حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ ويو ته اتي قوم پرست ليڊرن جي تقريرن ۽ گفتگو جو مٿس اثر پيو. غلام رباني ڪنهن به پارٽيءَ ۾ ميمبر نه ٿيو. مگر آزاد خيال محب وطن رهيو. جنهن ڪري مٿس آزاد خيالي ۽ محبت جو عنصر غالب رهيو.

**وفات**

ماضيءَ جو ساهتي پرڳڻو ۽ اڄوڪو ضلعو نوشهرو فيروز، ڪجهه حقيقتن سبب سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. ساهتي پرڳڻي جي اها به وڏي خوش نصيبي آهي جو هن زرخيز خمير مان ئي ڪي عالم، اديب، محقق، نقاد، مدبر ۽ ڏاها پيدا ٿيا آهن ۽، ٿيندا رهن ٿا. انهن پنهنجي دور ۾ وڏو نالو ڪمايو آهي. ساهتيءَ جي سپوتن جي هڪڙي تمام قديم تاريخ آهي. اگر ساهتيءَ جي ڏاهن عالمن ۽ اديبن جي علمي، ادبي ۽ تاريخي ڪمن ۽ ڪاگذارين ڪي سهيڙجي ته، جيئن هاڻوڪي نسل ۽ ايندڙ نسل کي معلوم ٿي سگهي ته ساهتي خطو ڪيڏو نه علم ۽ ادب سان پنهنجي اندرمفيد معلومات جو خزانو رکندڙ هو. هن خطي ۾ وڏا نالي وارا عالم ۽ اديب پيدا ٿيا آهن، انهن ۾ نارائن شيام، ڪوڙو مل، گوبند مالهي، حشوڪيولراماڻي، قاضي فيض

محمد، نجم عباسي، حافظ محمد بخش خاصخيلي، ڊاڪٽر حامد علي خانائي، حميد سنڌي، پروفيسر غلام حسين جلباڻي، راشد مورائي ۽ ٻين ڪوڙ سارن ساڃاهه وندن جون علمي ادبي خدمتون وسارڻ جهڙيون ناهن. انهن نہ فقط ساهتي پرڳڻي پوري سنڌ ملڪ جي خدمت جي جذبي سان پاڻ ارپي ڇڏيو. انهن ڏاهن ۾ خاص طور تي سال 2010ع جو ذڪر ڪندس هن سال ۾ ساهتي پرڳڻي جو ادبي لحاظ کان وڏو نقصان ٿيو، جنهن ۾ 15 مارچ 2010ع تي ڊاڪٽر حامد علي خانائي جي وفات ٿي ۽ ٻيو غلام رباني آگرو شگر ۽ دل جي بيماريءَ دل جي دوري پوڻ سبب لطيف آباد جي هلال احمر اسپتال حيدرآباد ۾ سومر ڏينهن 18 جنوري 2010ع ڪچڙيءَ منجهند ڏاري راهه رباني وڃي الله کي پيارو ٿي ويو. سندس جنازي کي ڪٽائي ضلع نوشهرو فيرز جي تعلقي ڪنڊياري جي شهر محبت ديرو جتوئي کان اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽر اتر طرف سندس اباڻي ڳوٺ محمد خان آگرو ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو. اڄ اسان وٽ غلام رباني آگرو موجود تہ ڪونهي، پر سندس تحريرون ۽ يادون اسان وٽ محفوظ آهن. حافظ مهراڻ سڪندري پنهنجي مضمون ”آگري صاحب جو وڇوڙو“ ۾ لکي ٿو تہ: ”هو بہ انسان هو، ڪائنس بہ خطائون ٿيون هونديون جو تہ انسان ۾ عام طرح سان گڻ ۽ اوگڻ جا ٻئي اوصاف ۽ اوساڻ سمايل هوندا آهن. انهن ساهمي جي ٻنهي پڙن کي برابر بيهارڻ اوکو ۽ اڙانگو ڪم آهي، آگري صاحب لاءِ بس ايترو ئي چئي سگهجي ٿو.“(25)

ویران ہے میکدہ خم ساغر اداس ہیں
تم کیا گئے کہ روٹھ گئے دن بہار کے!

رباني هڪ اهڙو خلا ڇڏي ويو. جيڪو پُر ڪرڻ ممڪن ناهي، جو تہ هو هڪ نامور ليکڪ، سلجهيل سوچ رکندڙ اديب، هڪ قد آور شخصيت ۽ هڪ عظيم انسان هو. رباني پنهنجي ورثي ۾ قومي جذبو، تاريخ ۽ تمدن جي حفاظت، تهذيب ۽ قدرن جي اهميت، ننڍن سان پيار ۽ شفقت، وڏن جو احترام، بلا امتياز مذهب جو قدر، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت ڪندي پنهنجي خالق سان وڃي مليو آهي. خدا پاڪ کيس

پنهنجي جوار رحمت ۾ رکي "آمين."(26) غلام رباني هڪ حقيقت پسند انسان وانگر وڏي جاکوڙ همت ۽ حوصلي سان زندگيءَ ۾ وک وڌائيندو رهيو. سندس وفات سان هڪ وڏو علمي، ادبي ۽ تخليقي نقصان ٿيو آهي.

غلام رباني آگري جو سفر هڪ ننڍڙي ٻهراڙيءَ جي ڳوٺ کان ٿيو آهي ۽ سندس نالو سنڌ جي ادبي دنيا ۾ وڏي حيثيت ماڻي چڪو هو. پنهنجي ملازمت جي شروعات سنڌ سيڪريٽريٽ جي جونيئر ڪلارڪ کان وٺي سنڌ يونيورسٽيءَ جي پرو وائيس، اڪيڊمي آف ليٽرس اسلام آباد جي چيئرمين جي عهدن تائين رسيو. سڄي عمر مسواڙي جاين يا سرڪاري رهائشگاهن ۾ رهيو، وڏائي ڪون ڪيائين، پنهنجي لاءِ جاءِ نهرائي نه سگهيو. 2005ع ۾ جڏهن سنڌي ادبي بورڊ جي رهائشگاهه ڇڏيائين ته يارن دوستن ۽ پائرن جي تعاون سان نسيم نگر حيدرآباد ۾ هڪ گهرڙو خريد ڪيائين. جنهن ۾ زندگيءَ جا باقي ڏينهن پوراڪيائين."(27) نصير مرزا لکي ٿو ته: "پوئين پيري گهر تي ڪاشيءَ "باءِ پوسٽ" موڪلڻ لاءِ ايڊريس گهري مانس، ته اها پنهنجي هٿن سان مونکي لکي ڏني هئائين: غلام رباني آگرو، بنگلہ نمبر 107 نسيم نگر، فيز11، قاسم آباد، حيدرآباد ۽ 19 هين جنوري 2010ع صبح جو، جڏهن پنهنجي انهيءَ رهائشگاهه وٽان، ايمبولنس ۾ سوار ٿي، هو هميشه هميشه لاءِ حيدرآباد کي ڇڏي رهيو هو، ته روانه ٿيندڙ VAN ڏانهن اکيون کڻي ادب سان پڇيو مانَ: جڏهن پلا هاڻي پيا روانا ٿيو، اتان جو ڏس پتو نه ڏيندا ويندؤ؟ ۽ جهٽ فضا مان سندن منو، مهربان ۽ چاڪ وچو بند آواز ٻڌم: پوسٽ آفيس آگرهه مقام: محمد خان آگڙهه تعلقو ڪنڊيارو، ضلع نوشهرو فيروز."(28) غلام رباني آگري جي وفات سنڌي ادب جو وڏو نقصان آهي. جو ته پاڻ جيڪا به سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي خدمت ڪندي گذاري، اها ڪڏهن به منجهڻ جي ناهي ۽ اها سنڌ جي ادب ۽ تاريخ ۾ گلاب جي وانگر هٻڪار پکيڙيندي رهندي. سندس لکيل مضمون ۽ ڪهاڻيون، سوانح عمريون، سفرناما، مشاهيرن جا تذڪرا، ترجما پڻ سنڌي ادب ۾ خاص مقام رکن ٿا. غلام رباني اج اسان وٽ

موجود نہ ڪونهي، پر سندس لکٽيون مثالي بنجي چڪيون آهن. جڏهن پهرين دفعي پنهنجي تحقيق جي سلسلي ۾، استاد نثار احمد آگري، الطاف آگري، رياض احمد آگري سان گڏجي سندس مزار تي ويس هيس چار قل پڙهي اهو سوچيو هيم تہ انسان پلي سوين سال جئي، پر سندس آخر گهر هي آهي، ۽ اهو بہ سوچيو هيم تہ عالم ۽ اديب ڏاها ۽ مدبر جنهن جا لکيل گفتا ۽ ڳالهيون آهن، اهي ڪڏهن بہ ناهن مرندا پنهنجي عوام ۽ سماج جي ارد گرد ڦرندا رهندا آهن. ڪتابن ۾ ڏنل معلومات هزارن سالن تائين زنده رهي ٿي ۽ اها معلومات پنهنجي قوم جي رهبري ڪندي رهندي آهي. انهن مان انهيءَ قوم جا فرد مستفيض ٿي استفادو حاصل ڪري قوم کي سنواري ڇڏيندا آهن.

غلام رباني آگري مرحوم جي وفات ڪانپوءِ گورنمينٽ آف سنڌ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنديارو جو نالو مٽائي غلام رباني آگرو گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنديارو رکيو ويو انهي جو نوٽيفڪيشن 18 جنوري 2011ع تي جاري ڪيوويو. غلام رباني آگرو جون سنڌي ادب ۽ ٻولي لاءِ تمام اڻٿڪ ڪوششون آهن جنهن جي بدولت ڪيس جي وفات کان پوءِ انهيءَ اعزاز سان نوازيو ويو آهي جو هميشه ساهتي پرڳڻي لاءِ هي ڳالهہ نهايت ئي اعزاز واري آهي، گورنمينٽ جي انهي قلم کي ساراهجي ٿو.

**حوالا:**


1. آڏواڻي ڀيرومل مهرچند ”قديم سنڌ“ ڇاپو ٽيون، سنڌي ادبي بورڊ جام شورو/ حيدرآباد سنڌ، پاڪستان 1992ع ڪتاب جو (ديباچو).
2. ايضاً (ديپاچو)
3. رحيمداد خان مولائي شيدائي ”جنت السنڌ“ ٻيو ڇاپو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي 2006ع ص: 24
4. خضر نوشاهي ڊاڪٽر ”سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو“ ٽماهي ”مهراڻ“ جنوري- جون 1999ع، ص: 249
5. غلام رباني آگرو ”جهڙا گل گلاب جا“ عنوان- عبداللطيف آگرو، ڇاپو ٻيو، سنڌ ادبي بورڊ جام شورو 2007ع، ڪتاب جو فوٽ نوٽ: ص: 119
6. رٽائرڊ استاد نثار احمد آگرو 06 آڪٽوبر 2012ع، ملاقات
7. آگرو غلام رباني ”جهڙا گل گلاب جا“ پهريون حصو: ص: 119

8. ”سنڌيڪا لغت“ پهريون ڇاپو:ص: 24
9. مير علي شير قانع ٺٽوي ”تحفة الڪرام“ مترجم- مخدوم امير احمد- مرتب- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ- ڇاپو ٻيو- سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ، پاڪستان 1976ع، ص: 346
10. آگرو غلام رباني، ”فن ۽ شخصيت“ مرتب- الطاف آگرو، ڇاپو پهريون، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو، 2014ع، ص: 12
11. آگرو غلام رباني ”جهڙا گل گلاب جا“ پهريون حصو: ص: 119
12. ٽماهي- ”مهراڻ“ نمبر1، ”سنڌي ادبي بورڊ ۾ انتظامي تبديليون سنڌي پريس جا رايا“ جلد 46- جنوري - مارچ، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 1997ع، ص :227
13. روزانه ”برسات“ آگارو 31 ڊسمبر 1996ع.
14. روزانه ”ڪاوش“ 26 جنوري 1997ع.
15. روزاني ”خلق“ سومر 03 فيبروري 1997ع.
16. روزاني ”برسات“ جمعو 07 فيبروري 1997ع.
17. روزانو ”وطن“ خميس 13 فيبروري 1997ع.
18. روزانه ”بخت ور“ اربع 12 فيبروري 1997ع
19. روزاني ”سرواڻ“ جلد 6 ڇنڇر 15 فيبروري 1997ع.
20. روزاني ”عبرت“ آچر 16 فيبروري 1997ع.
21. لاکو غلام محمد ”غلام رباني آگرو- شخصيت جو هڪ پهلو“، ٽماهي ”مهراڻ“ نمبر2، جلد 60، اپريل- جون سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 2010ع، ص: 172
22. غلام رباني آگرو ”جهڙا گل گلاب جا“ ٻيو حصو - ڇاپو ٻيو- شيخ عبدالمجيد سنڌي - سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 2007ع، ص: 283
23. ايضاً، ص: 283

24. ايضاً، ص: 457
25. حافظ مهراڻ سڪندري "آگري جو وڇوڙو" ٽماهي "مهراڻ" نمبر2، جلد 60، اپريل - جون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ 2010ع، ص: 185
26. ميمڻ نثار احمد "غلام رباني آگرو" ساڳيو "مهراڻ"، رسالو، ص: 190
27. صديقي عبدالغفار "جوڳي ڇڏي ويا جوءِ" ساڳيو "مهراڻ"، ص: 198
28. مرزا نصير "آگرو صاحب- جيئين مون ڏٺو" خاص مضمون، ٽماهي، "مهراڻ" نمبر1، جلد 60، جنوري - مارچ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ 2010ع، ص: 231

باب پيو:

# غلام رباني آگري جي قلمي پورهئي جو تعارف

سنڌ جي ساهتي پرڳڻي جي علمي، ادبي، تاريخي، ثقافتي، جاگرافيائي ۽ تمدني مطالعي مان ظاهر ٿئي ٿو ته، هي خطو پنهنجي تاريخي لحاظ وڏي علمي وسعت رکي ٿو، انهيءَ وسيع تاريخي حقيقتن جي روشنيءَ ۾ ڏسنداسين ته، هتان جي ڳوٺن، شهرن، وستين ۽ واهڻن مان ڪيترن ئي عالمن جون علمي ۽ ادبي خدمتون پنهنجي قوم لاءِ مشعل راهه بڻيون آهن. هتان جي هر قبيلي جي عالمن ۽ اديبن جي تاريخ جا قصا ۽ روايتون مشهور آهن انهن قبيلن مان آگرا قبيلي کي اها هڪ خاص اهميت حاصل آهي جو سنڌن خاندان مان ڪيترائي فرد هن خطي ۾ علم جي محلاتن مان شاهي مينار ٿيا. جهڙوڪ مخدوم عبدالله ۽ مخدوم محمد دائود آگرو ۽ غلام رباني آگرو جيئن ته رباني هڪ ڳوٺاڻي ۽ وچولي طبقي جو ٻارهو.

ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو ته: ”پاڪستان جي ورهاڱي کان پوءِ ساهتي علائقي (موجوده ضلعو نوشهرو فيروز)، ادبي دنيا جي حوالي سان ٿي وڏا نالا پيدا ڪيا. ڊاڪٽر نجم عباسي جنهن 25 آڪٽوبر 1995ع تي وفات ڪئي. غلام رباني آگرو جنهن 18 جنوري 2010ع تي ستهتر (77) سالن جي ڄمار ۾ هن فاني جهان ڇڏيو. ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي صاحب، جنهن ڇاهتر (76) سالن جي عمر ۾ 15 مارچ تي دم ڏنيءَ جي حوالي ڪيو.“(1)

هت انهيءَ ڳالهه جي به وضاحت ڪرڻ ضروري آهي ته، ساهتي پرڳڻي ۾، ٻيا به ڪيترائي عالم، اديب، شاعر ۽ محقق ۽ نقاد پيدا ٿيا

آهن جن جي هڪ وڏي لسٽ آهي. مذڪوره تنهي عالمن جو تعلق ساهتي جي تعلقي ڪنڊياري سان آهي ۽ ٻن عالمن جو تعلق خانواهڻ شهر سان آهي ۽ غلام رباني آگري جو تعلق خانواهڻ جي الهندي طرف تقريباً، ڇهن ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي ڳوٺ محمد خان آگري سان آهي. هڪڙي اهم ڳالهه هي به آهي ته، تنهي اديبن جا والدين استاد جهڙي عظيم پيشي سان تعلق رکندا هئا ۽ تنهي استادن، استاد الهندو خان عباسي، استاد محمد يعقوب قريشي ۽ استاد عبداللطيف آگري جا پاڻ ۾ دوستي وارا مراسم هئا. جيئن ته، هن تحقيق جو تعلق غلام رباني آگري جي ادبي خدمتن سان آهي اُن ڪري هت انهيءَ ڳالهه جو تحقيقي جائزو پيش ڪجي ٿو:

”غلام رباني آگري جي زندگيءَ ۾ جهاتي پائڻ سان پتو پوي ٿو ته، هڪ انگريز اسڪالر رچرڊ برٽن جي حياتي ۽ تحريرن سان خاص انس هو.... ڪراچي ۾ رهائش ۽ ملازمت واري دور ۾، سنڌ جي پلوڙ نثر نويس غلام رباني آگري جو تعلق رچرڊ برٽن جي ڪتابن سان پيدا ٿيو.“(2) غلام رباني آگري جي تحقيقي ڪم جي مطالعي مان جا ڳالهه آڏو اچي ته، هن جي پهرين تحريرن ۾ ته هُو هڪ ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ نظر اچي ٿو.

”غالباً 1953ع ڌاري پاڻ صرف ويهن ورهين جي ڄمار ۾ پهريون افسانو لکيو هئائون: ’اتر ڏاهي ان جا‘... تڏهن مهراڻ رسالي طرفان اعلانيل نون افسانہ نگارن جي چٽاڀيٽيءَ ۾ سندن اِن افساني کي هاڪارن اديبَ ججن پاران پهرئين انعام ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو. حُسن اتفاق، ان وقت به ويهه سالا رباني صاحب جي، ڀٽائي صاحب سان والهانہ وابستگيءَ جو هي عالم هئو جو، پاڻ ان پنهنجي پهرين افساني جو عنوان ڀٽائي صاحب جي عظيم الشان ابيات مان چونڊيو هئائون“ (3) ان مان ثابت ٿئي ٿو ته، غلام رباني آگرو، شاهه عبداللطيف کان متاثر ٿيندي ڪهاڻي جو عنوان شاهه عبداللطيف جي بيت مان ڪٽي ڪهاڻي جوڙيائين. انهيءَ ڳالهه مان ثابت ٿئي ٿو ته، غلام رباني آگري جو شاهه صاحب جي ڪلام سان گهرو لڳاءُ هو ۽ ٻئي طرف اهو به ثابت آهي ته، سندس گهرو ماحول جو اثر غالب نظر اچي رهيو آهي جو

سندس والد صاحب استاد هو ان وقت جي استادن جوادب سان گهرو سبنڌ هو.

ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو ته: ”هتي هي ڳالهه ٻڌائڻ مناسب ٿيندي ته، ”سنڌ ۾ بازن سان شڪار“ اصل ۾ انگريزي ڪتاب دوباره انگلنڊ مان 1971ع ۾، ۽ ثقافتي کاتي توڙي آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ڪراچي پاران، ٿيون ڀيرو 1977ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.“(4) ڪتاب تحقيق پنهنجي تعارف کان سواءِ اٽپوري ۽ اڌوري ليکي ويندي آهي ان ڪري هت مختصر طور تي، غلام رباني آگري جي ابتدائي ذوق شوق ۽ ادبي ڪم جي وضاحت پيش ڪري رهيا آهيون جيئن هن تحقيق کي چڱي نموني ترتيب ۾ آڻي سگهجي.

”سنڌي ادبي 1977ع ۾ محمد اسماعيل عرساڻي مرحوم جو ڪتاب ”سنڌ ۾ پکين ۽ جانورن جو شڪار“ ڇاپي پڌرو ڪيو. ڪتاب ۾ عرساڻي صاحب جا عنوان لکيل ڇهه مضمون موجود آهن. جڏهن ته، ضميمي طور رباني صاحب جو 1962ع ۾، برٽن جي ڪتاب جو ڪيل ترجمو ”بازنامو“ پڻ شامل ڪيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ 143 صفحن تي مشتمل آهي. مصنف طور عرساڻيءَ مرحوم سان گڏ غلام ربانيءَ جو نالو به ڏنو ويو آهي، پر ان ۾ آگرو ڪونهي. حرف آغاز عرساڻيءَ جو، ۽ پيش لفظ رباني صاحب جو لکيل آهي، جنهن ۾ وري به برٽن بابت مختصر ڄاڻ ڏني وئي آهي.“(5) ڪنهن به ليکڪ تي ڪي علمي ۽ ادبي اثرات مرتب ٿيندا آهن ۽ انهيءَ اثرات کان غلام رباني آگرو به آجو نظر نه ٿو اچي. ”رچرڊ برٽن شايد سنڌ جي حوالي سان لکندڙ، پهريون اسڪالر آهي جنهن قلندر شهباز تي علمي انداز سان لکيو آهي. ليڪن رباني صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ قلندر تي برٽن جي لکيل مواد کي جزوري طرح ڪنيو آهي. سنڌ ۾ بازن سان شڪار، ڪتاب ۾ رچرڊ برٽن ڪتاب ختم ڪندي، پس نوشت Postscript لکيو آهي. ساڳيءَ طرح رباني صاحب ”سنڌ جا بر، بحر ۽ پهاڙ“ ختم ڪندي پس نوشت لکيو آهي. معنيٰ ته رباني مرحوم 1962ع ۾ برٽن جو اثر قبول ڪيو ۽ اهو پنجٽيهه سال پوءِ به (1997ع) تائين برقرار رهيو.“(6)

غلام رباني آگرو پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جا بَرَ، بَحَرَ ۽ پهاڙ“ ۾ پس نوشت جي پهرين صفحي يعني صفحي نمبر 375 جي فوٽ ۾ لکي ٿو ته: ”Post script جو صحيح سنڌي ترجمو موجود ڪونهي. سنڌي اخبارن ۾ اڳي انهيءَ انگريزي محاوري جو نعم البدل ”قلم تازو“ لکندا هئا. انهيءَ ڪري، مون صحت جي لحاظ کان ان جو فارسي ترجمو استعمال ڪيو آهي، جو اردوءَ ۾ به رائج آهي. پر، انهن انگريزي محاورن جا صحيح سنڌي ترجما ٿيڻ گهرجن.“(7)

دنيا ۾ ڪوبه ماڻهو ڪنهن جي نه ڪنهن جي اثرات کان آزاد ڪونهي ان ڪري علمي حوالو ئي اهڙو آهي جو هي عمل صدين کان جاري آهي ۽ انسان نواڻ پسند آهي ان ڪري اهو ادبي دنيا جو قانون آهي ته، شين ۾ نواڻ آڻجي، ان ڪري غلام رباني آگري رچرڊ برٽن جو اثر قبول ڪندي هڪ ننڍڙي شيءِ اتان ڪٽي پنهنجي لکتن ۾ آڻي سنڌ جي ادب ۾ هڪ نواڻ آندي آهي. غلام رباني آگري رچرڊ برٽن جا ڪتاب مطالعو ڪيا آهن ان ڪري اها نواڻ پڙهندڙ کي سني لڳي ٿي. ”سنڌ ۾ بازن سان شڪار“ (انگريزي)، لنڊن مان 1852ع ۾ ڇپيو. رباني صاحب هن ڪتاب مان ڪي ٽڪرا (حصا)، ترجمو ڪيا ۽ ماهنامه ”نئين زندگي“ ڪراچي ۾، مارچ، اپريل ۽ جون 1962ع جي پرچن ۾ ڇپرايا. ليڪن ڪتاب مڪمل ترجمو نه ٿي سگهيو.“(8) غلام رباني آگري کي برٽن جي ڪتابن سان انتهائي لگن هو ان ڪري جڏهن پاڻ سنڌي ادبي بورڊ هو ته، ”سنڌ ۾ برٽن جي ڪتابن جي نئين سر مطالعي جو باني دراصل غلام رباني آگرو هو آهي. برٽن جا سنڌ تي لکيل چار ڪتاب ويجهڙ ۾ ڇپايا. سنڌ ۾ بازن سان شڪار ۽ بيهر سنڌ ۾، نالن وارا ڪتاب عبدالحميد آخوند جي دلچسپيءَ سان ڇپيا آهن. جڏهن ته به بيا ڪتاب صفدر مهدي، انڊس پبلشرز پاران نروار ڪيا آهن.“(9)

غلام رباني آگري جي علمي ۽ ادبي خدمتن کي سمجهڻ لاءِ سندس دور جي همعصرن ۽ سندس ويجهو رهندڙ ماڻهن ۽ ان وقت يعني 1953ع کان 2010ع تائين جي مختلف اخبارن ۽ رسالن جي گهري اڀياس مان جا معلومات ملي ٿي ته، هن جي ادبي ڪم بابت ڪيترن ئي عالمن سندس فن ۽ فڪر تي گهري نظر وڌي آهي. سراج ميمڻ لکي ٿو

تہ: ”يائنجي ٿو تہ حضرت عزرائيل عليه السلام اسان جي ادبي دوستن جو دائرو ننڍڙو پتڪڙو هوندي بہ هن جي نظر کان بچي نہ سگهيو آهي. اسان جي لڏي ۾ ابراهيم جويو، شيخ اياز، جمال ابڙو، حفيظ شيخ، ع.ق شيخ، غلام رباني، سوڀو گيانچنداڻي، پوهومل، رشيد آخوند، ۽ آءٌ هئا سون. انهن مان هرڪو پنهنجي پنهنجي دائري ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ خاموشي سان لکندو رهيو.“(10) غلام رباني آگرو، سن 1953ع ۾ هڪ ڪهاڻيڪار طور تي سنڌي ادب ۾ شامل ٿيو ۽ 2010ع، يعني ستونجاهہ سال مسلسل لکندو رهيو. غلام رباني آگري ۽ سندس همعصرن هڪٻئي کي جيءَ ۾ جايون ڏنيون ادب جي تخليقڪارن جو وڏو مانُ هو جنهنڪري وڏن ۽ سينيئرن جي نگرانيءَ ۾ وڏا قلمڪار پيدا ٿيا. ”مون ”پشو پاشا“، ”بلودادا“ ۽ شيدو ڌاڙيل کان متاثر ٿي لکيو.“(11) جڏهن اسان غلام رباني جي ادبي ڪمن جو جائزو ونون ٿا، تہ ان جي شخصيت ۽ فن فڪر جو هڪ گهرو ۽ معلوماتي پهلو اجاگر ٿي اڏو اچي ٿو. غلام رباني آگرو تمام وڏو ليکڪ هو جنهن پنهنجي ستونجاهہ سالن جي عرصي ۾، ڪهاڻيون/ افسانہ، ترجما، خاڪا، تاريخ، سوانح عمريون، تاثرات، سفرنامن جي موضوعن تي تمام پلو لکيو آهي. انهن لکيٽين پنيان ڪي محرڪات ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سمورين صنفن تي پلو لکڻ اهو ثابت ڪري ٿو تہ، سندس تربيت جو بنياد ئي مضبوط هو سندس لکٽين جي فڪري پس منظر ۾، سندس اديب ناهڻ ۾ مختلف شخصيتن جو ڪردار آهي، ان ۾ سندس خاندان، ڳوٺ، شهر پنهنجو علائقو، ملڪ ۽ دنيا جي مختلف شخصيتن هن کي متاثر ڪيو ۽ وڌيڪ مطالعي جي زور تي سندس شخصيت جي سوچ فڪر ۾ وقت بہ وقت تبديلي ايندي رهي. سندس لکتن جا موضوع بہ تبديل ٿيندا رهيا. انهيءَ تبديلي جا اثرات وري پڙهندڙ ۽ لکندڙن تي مرتب ٿيا جن سندس شخصيت ۽ ادبي شهپارن تي خوب کان خوب تر لکيو تن ۾، عبدالقادر جوڻيجو لکي ٿو تہ: ”غلام ربانيءَ لکڻ جي شروعات تڏهن ڪئي، جڏهن هڪ پاسي امن، پيار، درد، بي وسي، مانار ۽ ٻوڏار جي ڏنڌ ۾ ويڙهيل سنڌ جي سماجي جوڙجڪ ۾ ڏار پوڻ

شروع ٿيا هئا، ته ٻئي پاسي ٻن عظيم جنگين ۽ ڪجهه انقلابن جي نتيجي ۾ ايري آيل نظرين، فني ڪارنامن ۽ سائنسي ايجادن سنڌ جي سمجهو ماڻهن کي ذهني توڙي جذباتي سطح تي لوڏي وڌو هو، آخر واٽ ونن ته ڪهڙي ونن؟"(12) غلام رباني آگري جي ادبي ڪمن تي، سنڌ جي مختلف شاعرن، اديبن، نقادن، محققن، مورخن، ڪهاڻيڪارن، ڊراما نگارن، ڪامورن ڏيهي توڙي پرڏيهي عالمن نندانندا مضمون، تاثرات ۽ تبصرا ۽ ان جي ڪهاڻين/ افسانن جا مختلف ٻولين ۾ ترجما به ٿيا آهن. ليڪن سندس ادبي ڪم تي ڪابه تحقيق ڪونه ٿي آهي.

## الف: ڪتاب: غلام رباني آگري جي ڪتابن جو وچور هيٺ ڏجي ٿو

1- چونڊ آمريڪي مختصر افسانا: مترجم- سراج ۽ رباني پهرين ايڊيشن، ادبي بورڊ ڪراچي، حيدرآباد سنڌ، 1958ع
2- آب حيات: (ڪهاڻي- ڪليات - ڇاپو پهريون - روشني پبليڪشن، ڪنڊيارو 2011ع
3- سنڌ ۾ پکين ۽ جانورن جو شڪار: محمد اسماعيل ۽ غلام رباني، ڇاپو پهريون- سنڌي ادبي بورڊ، پوسٽ باڪس نمبر 12 حيدرآباد، سنڌ 1977ع
4- جهڙا گل گلاب جا: (پهريون حصو)- ڇاپو ٻيو- سنڌي ادبي بورڊ، - ڄام شورو 2007ع
5- جهڙا گل گلاب جا: (ٻيو حصو) ڇاپو ٻيو- سنڌي ادبي بورڊ، - ڄام شورو 2007ع
6- ماڻهو شهر ڀنڀور جا: (ڇاپو پهريون) - سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو، سنڌ 2007ع
7- سنڌي ڪلچر: سهيڙيندڙ : الطاف آگرو، نصير مرزا، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، 2011ع
8- خط غبار: (غلام رباني آگري جا خط حڪيم اعجاز ڏانهن) سانڍيندڙ ۽ ساريندڙ، حڪيم اعجاز حسين چانڊيو، روشني پبليڪشن، ڪنڊيارو، 2010ع

9- هنگلاج ۾ چانھ: (سفر ناما) سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا) ڇاپو پھريون
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو 2012ع

10- سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر: (ڇاپو پھريون)
سنڌي ادبي بورڊ - ڄام شورو، سنڌ 2013ع

11- ٽيا قلب قرار: (مضمون، مقالا، يادگيريون، ترجما، تقريرون ۽ خاڪا) مرتب، نصير مرزا- الطاف آگرو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو 2013ع

12- سنڌ جا بر بحر ۽ پھاڙ: سوانح عمريون، سنڌي ادبي ڄام شورو، سنڌ 2005ع

**ب : مضمون: غلام رباني آگري جي مضمونن جو وچور**

**ڪتاب: سنڌي ڪلچر ۾ آيل مضمون**

1- وري ورندو واءُ، وري وسندا مينھڙا
2- ان پر نہ ايمان جيئن ڪلمي گو ڪونئين
1- سارو ئي سبحان
2- سنڌ جي تھذيب ۽ سنڌو نديءَ جي شروعات
3- فيضي ۽ ابوالفضل
4- موجيم ڪہ آسودگي ماعدم ماست
7- درياءَ جا ڪنارا
8- ڏس گذران فقيران دا
9- قابل فخر سرمايو
10- شھر- ڪلچر جو مظھر
11- سنڌي ساهت ۽ سنڌي عورت
12- شھر - ڪلچر جو سرچشمو
13- صاحب ساري سنڌ تي
14- سنڌ جو ممتاز علمي شخصيتون

ٽماهي، ”مهراڻ“ رسالي ۾ آيل مضمون ۽ مقالن جو مختصر تعارف

(1) غلام رباني آگرو ”رڻ جا راهي“ ٽماهي، ”مهراڻ“، نمبر4، جلد 39، آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر- سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو/ حيدرآباد، سنڌ 1990ع،

(2) غلام رباني آگرو "سنڌ جا ٻرندڙ جبل" سنگم پبليڪيشن، پوسٽ باڪس نمبر 89، حيدرآباد، سنڌ
(3) غلام رباني آگرو "سامي سنک وڃائي وات ٿيا" ڊاڪٽر مهڪري جي ياد ۾- ٽماهي "مهراڻ" نمبر4، جلد 44، آڪٽوبر - ڊسمبر، سنڌي ادبي بورڊ - ڄام شورو، سنڌ 1955ع، ص:
(4) غلام رباني آگرو "جوڳيءَ تي جڙاءُ" ٽماهي، "مهراڻ" مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ، خاص نمبر، جلد 63، جنوري - مارچ، سنڌي ادبي بورڊ - ڄام شورو، سنڌ 2013ع
(5) غلام رباني آگرو "اکڙيون مينگهه ملهار" ٽماهي "مهراڻ"، نمبر1، 2 جلد- 50، جنوري - جون، (تنوير عباسي نمبر) سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ 2000ع،
(6) غلام رباني آگرو "دارا جا پويان ڏينهن" ٽماهي "مهراڻ"، نمبر4، جلد -62، آڪٽوبر- ڊسمبر، سنڌي ادبي بورڊ - ڄام شورو، سنڌ 2012ع،

# غلام رباني آگري جي ڪتابن جو تعارف ۽ تبصرو

## 1_ آب حيات

غلام رباني آگري جو نالو سنڌ جي اهم ڪهاڻيڪارن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس ڪهاڻين جي ڪتاب ”آب حيات“ پهريون ڇاپو 1960ع ڌاري اداره زندگي پبليڪيشن حيدرآباد پاران حميد سنڌي شايع ڪيو. ان وقت غلام رباني آگرو 27 ورهين جو نوجوان هو. سندس شمار ان وقت ۾ سنئن افسانن نگارن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. اوائلي افسانن بابت پاڻ ڪتاب جي ابتدا ۾ لکيو اٿس ته: ”مون ننڍيءَ ڄمار ۾ جيڪي واقعا ڏٺا ۽ ٻڌا آهن. تن مان ڪن کي ڪهاڻي جو ويس ڍڪائي عام ماڻهن جي اڳيان پيش ڪيو اٿم. افسانا لکندي لکندي پوءِ اوچتو نوڪرين جي ڪارو وهنوار ۽ شديد مصروفيتن سبب ڪهاڻي لکڻ ڪانئن ڪجهه وقت لاءِ ڇڏائجي وئي. خوش قسمتيءَ سان 1980ع واري ڏهاڪي ۾ وري ڪنهن دوست جي اصرار تي وري افسانا لکڻ لاءِ قلم هٿ ۾ ڪنيم.“ ۽ ساڳي طرح ٻئي دور جي پهرئين افساني جو عنوان به پاڻ ٻڌائي صاحب جي ئي بيتن مان چونڊ ڀائون جيڪو ”لهرن لک لباس“ هو ۽ اهو ئي افسانو جيڪو ٻئي دور ۾ لکيو ويو. 1980ع واري ڏهاڪي ۾ تماهي ”مهراڻ“ ۾ شايع ٿيو ۽ پهرين دور يعني 1953ع کان 1960ع غلام رباني جي افسانن جو پهريون دور آهي، جنهن ۾ تقريباً 18 افسانا لکيا هئا ۽ ان کان پوءِ جيئن مٿي ذڪر ڪيو اٿم ته رباني آگري افسانا لکڻ ڇڏي ڏنا. ۽ ان ڪانپوءِ 1980 ڌاري غلام رباني آگري افسانا لکڻ شروع ڪيا. انهن افسانن ۾ پنج افسانا ”لهرن لک لباس“، ”خواب“، ”صبح ازل“، ”همسفر“ ۽ ”محمد موچيءَ جو حج“ شامل آهن. اهڙي طرح، غلام رباني آگري جا ڪل 23 افسانا ٿين ٿا. اهي سيئي افسانا الطاف آگري ۽ نصير مرزا سهيڙي 2011ع ۾ روشني پبليڪشن، ڪنڊيارو - سنڌ طرفان هڪ

ئي ڪتاب ۾ شايع ڪيا ويا آهن. اهو ڪتاب ”آب حيات: ڪليات ڪهاڻي“ جي عنوان سان منظر تي اچي چڪو آهي. جيڪو تصوير ۾ ڏسجي ٿو. جيئن ذڪر ٿي چڪو آهي تہ مذڪوره ڪتاب ۾ غلام رباني آگري جا سمورا افسانا شامل ڪيل آهن.

ڪتاب ۾ غلام رباني آگري جا هٿ اکر خط لکيل آهي ۽ اهو خط الطاف ڏانهن لکيل آهي هن خط ۾ تاريخ ڏنل ڪو نہ آهي. ڪتاب ۾ بہ اکر نصير مرزا ۽ الطاف آگرو لکيا آهن. ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي نالي واري ڪهاڻيڪار سراج ميمڻ جو لکيل آهي. ڪتاب جو پيش لفظ 1960ع واري ڏهاڪي جو غلام رباني آگرو جو لکيل آهي. ”آب حيات“ ڪانپوءِ پوءِ واريون پنج ڪهاڻيون لکيل آهن. پنجن ڪهاڻين ڪانپوءِ ”آب حيات“ بابت بہ اکر نالي واري ڪهاڻيڪار حميد سنڌي لکيا آهن، ۽ پيش لفظ - غلام رباني آگروي لکيو آهي. ڪتاب جي آخر ۾ چئن قلم ڌڻين شيخ اياز، رسول بخش پليجو جمال ابڙو ، شيخ حفيظ جا رايا شامل ڪيل آهن. هي سمورو ڪتاب 254 صفحن تي مشتمل آهي

## 2_ چوند آمريڪي مختصر افسانا

**مترجم:** سراج رباني

مذڪوره مجموعي ۾ جديد آمريڪي افسانوي ادب مان هڪ انتخاب ڪيو ويو آهي. آمريڪا جي زبان انگريزي هوندي بہ ان جو تمدن ۽ تهذيب ۽ زندگيءَ جو اسلوب ٻين انگريزي ڳالهائيندڙ ملڪن کان ڪجھ قدر مختلف آهي. هن افسانن جي مجموعي ۾ آمريڪي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کي اجاگر ڪيو ويو آهي. مذڪوره ڪتاب کي سنڌي ترجمي ڪرڻ ۾ رباني ۽ سراج بامقصد ترجمو ڪيو آهي. پنهنجي صلاحيت موجب ۽ ڪافي محنت سان هي ترجمو ڪيل آهي. ٻئي ترجمي نگار پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نظر اچي رهيا آهن جيڪا ترجمي نگارن جي ڪاميابي آهي، مذڪوره ڪتاب مان چٽي نظر اچي رهي آهي. پنهنجي ديس واسين لاءِ

پرڏيهي ادب مان چونڊ ڪري سنڌي زبان ۾ ترجمو سنڌ واسين تي هو وڏي ۾ وڏو احسان ڪيو آهي. مترجم ٻن ٻولين جي مهارت سان پنهنجي ماهرانه صلاحيتن سان ڀرپور ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ چوڏهن افسانن جو ترجمو ڪيل آهي. جيڪو رباني ۽ سندس ساٿي سراج ڪيو آهي. انهن افسانن جا عنوان آهن: مغربي سمنڊ جي ساحل تي، ڪافر، واديءَ جو ڪڙمي، آرزو مند مهمان، ڪونج، پٿر جي عظيم شڪل، نيوانگلينڊ جي راهب، لويءَ جي واپسي، جونيس مالتبي، ٻيلن جو بادشاهه، گرم ندي، ريڊار جي ڏي، سرڪس، مئخاني جون سوڪڙيون. نالن سان ديسي زبان ۾ ويس ڍڪرائي، سنڌي ادب ۾ اهم اضافو ڪيو آهي.

## 3_ سنڌ ۾ پکين ۽ جانورن جو شڪار

### محمد اسماعيل عرساڻي ۽ غلام رباني

غلام رباني آگري جي زندگيءَ ۾ جهاتي پائڻ سان خبر پوي ٿي ته هو هڪ پاڙهو ڏاهو ۽ عالم هو. ڪراچي ۾ رهائش ۽ ملازمت واري دور ۾ سنڌ جي هن پلوڙ نثر نويس غلام رباني آگري جو تعلق رچرڊبرٽن جي ڪتابن سان ٿيو، پاڻ رچرڊ برٽن جي چئن ڪتابن مان هڪ ڪتاب سنڌ ۾ بازن سان شڪار 1852 Falconry in the Valley of Indus جيڪو لنڊن ۾ ڇپيو. رباني صاحب هن ڪتاب مان ڪي ٽڪرا (حصا) ترجمو ڪيا ۽ ماهنامي ”نئين زندگي“ ڪراچي ۾ مارچ اپريل ۽ جون 1962 جي پرچن ۾ ڇپرايا ۽ پوءِ ربانيءَ جي اصرار تي محمد اسماعيل عرساڻي سنڌ ۾ شڪار جي موضوع تي مضمون لکيا، ۽ اهي سه ماهي ”مهراڻ“ ۾ ڇپيا ۽ مذڪوره ڪتاب جي ضميمي طور رباني جا ٽي مضمون ڏنا ويا.“(13)

### ضميمو

1. باز سان شڪار
2. مصنف رچرڊ برٽن

3. مترجم غلام رباني آگرو

مذڪوره ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 1977ع ۾ محمد اسماعيل عرساڻي مرحوم جو ڪتاب "سنڌ ۾ پکين ۽ جانورن جو شڪار"ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ عرساڻيءَ جا عنوان تي لکيل ڇهه مضمون 1. تترن جو شڪار 2. هرڻن جو شڪار 3. بربلن جو شڪار 4. پلن جو شڪار 5. مرن (سوئرن) جو شڪار 6. ڊنڊ جي پکين (آبي پکين) جو شڪار موجود آهن.

جڏهن تہ ضميمي طور رباني صاحب جو 1962ع ۾ برٽن جي ڪتاب جو ترجمو "بازنامو" پڻ شامل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪرائون سائيز ۾ 143 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ برٽن جي مختصر ڄاڻ ڏني وئي آهي."(14)

## 4 _ جهڙا گل گلاب جا (حصو پهريون)

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ڇهن ناميارن عالمن، اديبن ۽ استادن جو تذڪرو بيان ڪيو ويو آهي. هي تخليق اصل ۾ سنڌ جي ويجهي ماضيءَ جي مختلف ادبي، ثقافتي، سماجي ۽ سياسي شخصيتن جي زندگيءَ تي روشني وڌل آهي. هن ڪتاب ۾ غلام رباني آگري سهڻيءَ ريت پنهنجي يادگيرين کي بہ سهيڙيو آهي. هن ڪتاب ۾ جن جن شخصيتن جا خاڪا پيش ڪيا ويا آهن. انهن مان ڪن جي زيارت ۽ صحبت تہ ڪن سان خط و ڪتابت جي سعادت نصيب ڪئي آهي.هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 2007ع ۾ شايع ڪيو آهي ۽ هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا رکيل آهي. هي سمورو ڪتاب 280 صفحن تي مشتمل آهي. مذڪوره ڪتاب جي هن حصي ۾ جن شخصيتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهن ۾ آهن: علامہ آءِ.آءِ قاضي، عبداللطيف آگرو- ليڪڪ جو پيءُ آهي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، عثمان علي انصاري، سيد ميران محمد شاهہ، پير

حسام الدين راشدي. هن ڪتاب جي شروعات يعني صفحي نمبر يارهين کان اناسي تائين هڪ لاجواب مقدمو شامل ڪيل آهي. غلام رباني آگرو هن ڪتاب جي مقدمي ۾ لکي ٿو تہ: پاڪستان ۽ چين جي وچ ۾ هڪ ثقافتي معاهدي هيٺ اديبن جا وفد سال بسال دوري تي ويندا آهن جڏهن مان اڪيڊميءَ ۾ ملازم ٿيس، تہ چيني اديبن جي وفدن جي دورن جا انتظام ڪندو هئس."(15) جيئن تہ غلام رباني ذهين ماڻهو هو سنڌس هن ڪتاب جي مقدمي ۾ مواد مان سندس علم ادب جي معلومات ظاهر نظر اچي رهي آهي.

## 4_ جهڙا گل گلاب جا (ٻيو حصو)

"جهڙا گل گلاب جا" هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جو ٻيو ڇاپو آهي. هن ڪتاب جي قيمت پڻ 150 رپيا رکيل آهي ۽ هي ڪتاب پهرين حصي جي، ٻي ڪڙي آهي جيڪو صفحي نمبر 281 کان شروع ٿئي ٿو ۽ صفحي 510 تي ختم ٿئي ٿو. هي ڪتاب پڻ سائين جي.ايم.سيد جي مشهور ڪتاب "جنب گذاريو جن سين، پير علي محمد شاهہ راشدي جي ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن"، سيد حسام الدين راشديءَ جي ڪتاب "هو ڏو ٿي هو ڏينهن" وانگر سنڌي ساهت ۾ وڏي اهميت لهڻي ٿو. هن ڪتاب جي پهرين ڀاڱي ۾، سنڌ جي علمي ۽ ادبي شخصيتن جو انهن جي تصويرن سميت ذڪر ڪيو ويو آهي اديب، شاعر، عالم ۽ ڪامورا سڀ اچي وڃن ٿا. جن جون علمي، ادبي، تعليمي ۽ تاريخي خدمتن ۽ يادگيرين کي اجاگر ڪري پيش ڪيو ويو آهي. اهي معلوماتي ڳالهيون سنڌي سماج تي اثر انداز ٿين ٿيون. هن ڪتاب ۾ جن سترهن مشاهيرن جو تذڪرو ڪيو ويو آهي سي آهن: شيخ عبدالمجيد سنڌي، حاجي مولا بخش سومرو، نواب نور احمد خان لغاري، مولانا غلام محمد گرامي، مولانا عبدالواحد سنڌي، ٻيڙو فقير ڪنير، مولوي حافظ عبدالحميد

پٺي، رشيد پٺي، صديق سالڪ، ايچ.ٽي لئمبرڪ، محمد امين کوسو، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، پروفيسر سيد غلام مصطفىٰ شاهه، محمد ابراهيم جويو، شفيق الرحمٰن، مولانا غلام مصطفىٰ قاسمي، غني خان شامل آهن. اهي عظيم شخصيتون پنهنجن سمورن رخن ۾ علمي ۽ ادبي ڪارنامن سان سان اسان آڏو نروار ٿي بيهن ٿا. غلام رباني آگرو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي بابت لکي ٿو ته انسان جي ذهني تربيت گهڻن ئي ذريعن سان ٿئي ٿي، پر مکيه شايد به آهن: هڪ چڱن ماڻهن جي صحبت وسيلي، ۽ ٻيو سٺن ڪتابن پڙهڻ سان."(16)

## 5۔ ماڻهو شهر ڀنڀور جا

ڄاڻو ڄاڻن ٿا ته رباني جي لکت ۾ دلڪش بيان جي نواڻ جو خاص ۽ الڳ انداز آهي. سندس تحرير ۾ لفظن جا ڀنڊار ۽ موتين جا انبار آهن. رباني جي هي تحرير لکڻ جو پنهنجو منفرد انداز آهي. هي ڪتاب ڏيهي ۽ پرڏيهي ادبي، ثقافتي، سماجي ۽ سياسي شخصتن جي مختلف رخن تي روشني وجهي ٿو. هن ڪتاب ۾ انهن شخصتن جي مکيه پهلوئن جا عڪس پنهنجي لکڻي وسيلي پسايا آهن. هي ڪتاب سندس اڳين ڪتابن جو ادبي ڪاوشن جو تسلسل آهي، جيڪو سنڌي ادب ۾ قابل قدر اضافو آهي. هن ڪتاب ۾ جن به شخصتن جو احوال ڏنل آهي. سي سڀ معزز ۽ محترم آهن، پر انهيءَ احوال کي سندن سوانح خاڪا سمجهڻ شايد صحيح ڪونه ٿيندو. رباني لکي ٿو ته، مون ڪنهن به شخصيت جي جنم جي تاريخ ۽ هنڌ، سندس تعليم، شادي ۽ اولاد جا تفصيل ڪو نه ڏنا آهن، ان ڪري هن ڪتاب ۾ سندس تاثرات آهن. جيڪي ڪارائتا آهن. هن ڪتاب جو تعارف حميد سنڌي لکيو آهي، ۽ "پيش لفظ" خليفي حڪيم عبدالحميد چانڊيو جا لکيل آهن. هن ڪتاب ۾ چويهه شخصيتن تي تاثرات لکيل آهن. جيڪي رباني صاحب ڪن شخصيتن سان گڏ

گذاريو تہ ڪن ڪي وري ڪتابن ۾ پڙهيو يا وري ٽي- ويءَ تي ڏٺو آهي. هن ڪتاب ۾ جن چويهہ شخصيتن تي تاثرات لکيا آهن سي هي آهن. سائين جي-ايم- سيد، پير علي محمد راشدي، پير حسام الدين راشدي، مخدوم سجاد حسين قريشي، ڊاڪٽر ائنيمري شمل، ايلسا قاضي، سويو گيانچنداڻي، شيخ اياز، جمال ابڙو، ڊاڪٽر جي ايم مهڪري، شيخ حفيظ، نورالدين، تنوير عباسي، حميد سنڌي، جمال رند، استاد اظهار حسين، ارنيسٽ ٽرمپ، ڊيوڊ چيزمين، ليڊي ڊيانا، پڳت ڪنور، حسين شاهہ راشدي، پروين شاڪر، ڊاڪٽر نجم الاسلام، محمد حسن پنو، اعجاز قريشي ۽ غلام علي شامل آهن. هن ڪتاب کي سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ پاران پهريون دفعو، فيبروري 2012ع ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 650 رپيا رکيل آهي. ڪتاب 576 صفحن تي مشتمل آهي.

## 7. سنڌي ڪلچر-پس منظر-پيش منظر

هن ڪتاب ۾، غلام رباني آگري سنڌي ثقافت کي نمايان ڪري پيش ڪيو آهي ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ سنڌ جي تهذيب تمدن شاهوڪار ۽ ٻين ملڪن جي تهذيب ۽ ثقافت هر لحاظ منفرد آهي.

نفيس شيخ لکي ٿو تہ: ”سنڌي ڪلچر“ جي موضوع تي رباني صاحب جي فڪر انگيز مضمونن جو هي مجموعو پڻ آهي. سنڌي ادب جي دلپذيرائي واري نثر نويسيءَ جو هڪ وڏيڪ بهار آفرين گلستان برپا ڪيو آهي.“(17)

هن ڪتاب ۾ چوڏهن مضمون شامل آهن. جيڪي آهن. ”وري ورندو واءُ“، ”ان پر نہ ايمان“، ”سارو ئي سبحان“، ”سنڌ جي تهذيب“، ”فيضي ۽ ابوالفضل“، ”موجيم ڪہ آسودگي ماعدم ماست“، ”دريا جا ڪنارا“، ”ڏس گذران فقيران دا“، ”قابل فخر سرمايو“، ”شهر ڪلچر جو

مظهر“، ”سنڌي ساهت ۽ سنڌي عورت“، ”شهر ڪلچر جو سرچشمو“، ”صاحب ساري سنڌ تي“، ”سنڌ جون ممتاز علمي شخصيتون“ ۽ مولانا عبيدالله سنڌي شامل آهن. هن ڪتاب جو ليکڪ غلام رباني آهي. ڪتاب جا شهپرينڌڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزاآهن. ڪتاب ۾ جيڪي سهڪاري ساٿي آهن تن ۾، حافظ احمد الدين انڍڙ ۽ ڪتاب جي لئي آئوٽ ڪئي موهن مدهوش ۽ فقير محمد ڍول. ٽائيٽل نعيم خان ديسوالي ۽ ڪمپوزنگ سليم پيرزادي ڪئي آهي. هن ڪتاب کي سنڌ جي ثقافت کاتي حڪومت سنڌ پاران 2011ع شايع ڪيو ويو آهي. سمورو ڪتاب 144 صفحن تي مشتمل آهي، ڪتاب جي قيمت 200 روپيا رکي وئي آهي. هي سمورو ڪتاب 144 صفحن تي مشتمل آهي. مذڪوره ڪتاب جا ٻه اکر ڊاڪٽر محمد علي مانجهي جا لکيل آهن ۽ گفتار ۽ هي ڪتاب ڪيئن لکيو ويو آهي؟ جنهن لاءِ نصير مرزا ۽ نفيس احمد شيخ ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت تي خيالن جو اظهار ڪيو آهي.

غلام رباني آگري جي مذڪوره ڪتاب جي مطالعي جي جائزي مان جيڪا ڳالهه اڀري آئي آهي ته، پاڻ سنڌي زبان ۽ ادب جو گهڻ پاڙهو عالم هو ۽ سنڌي زبان جي ماهيت کان واقف هو، ان ڪري سنڌ جي تاريخ، ادب ۽ ثقافت کي متعارف ڪرائبندي مذڪوره ڪتاب ۾ جيڪي ڇهه مضمون مختلف مٿي ڏنل عنوانن سان قلمبند ڪيا ويا آهن. اهي سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت جو چٽو عڪس پيش ڪن ٿا. ”سنڌي ڪلچر- پس منظر- پيش منظر“ هڪ اهڙو شاهڪار ڪتاب آهي، جنهن ۾ غلام رباني آگرو پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي زور تي سنڌي ثقافت کي منظر عام آندو آهي جو پڙهندڙ انهن مضمونن کي پڙهي سندن اندر ۾ هڪ احساس ابري ٿو، اسان جو سنڌي معاشرو هماگير ۽ قديم آهي ۽ انهيءَ جون پاڙون سنڌ ڌرتيءَ اونهائيءَ ۾ کتل آهن. اهڙي ڪتاب کي پڙهي سرهائي محسوس ٿي آهي

## 8. خطِ غبار

### غلام رباني آگري جا خط - حڪيم اعجاز ڏانهن

غلام رباني آگري جو شمار جديد سنڌي ڪهاڻي جي معمارن ۾ ٿئي ٿو. پر سندس لکڻين جا ٻيا به پهلو رهيا آهن. سندس هرهڪ تصنيف کي هڪ خاص افاديت حاصل آهي ڇاڪاڻ جو سندس سيني اندر سنڌي لفظن جو هڪ وڏو خزانو اٿس، جنهن ڪري گفتگو جي انداز ۾ وڏي چاشني رکيل آهي. انهيءَ شيريءَ سبب دنيا جي وڏن وڏن اڪابرن کي پنهنجو ٻٽائي ڇڏيائين ۽ ايران، هندستان ۽ بنگلاديش ۾ پنهنجي ذهن ۽ ذڪاء جو استعمال ڪندي وڏو نالو روشن ڪيائين. سندس تحريرن کي چين سميت ٻين زبانن ۾ ترجمو ڪيو ويو. انهيءَ خوبي ڪري سندس هرهڪ تحرير مان هرڪو معطر ٿي ويندو آهي. ادبي لحاظ کان سندس مضمون ۽ سفر ناما وڏي معلومات پيش ڪن ٿا. سندس عنوانن ۾، ڪيترا ئي جامع پهلو شامل آهن جن ۾: "شاهه ولي الله جا مخدوم معين ٺٽويءَ ڏانهن خط" ۽ قرآن شريف جا ترجما عالمانه مقام رکن ٿا. سندس هي ڪتاب "خط غبار" حڪيم اعجاز حسين چانڊيو ڏانهن لکيل خط آهن، جن کي حڪيم صاحب ڪتابي صورت ڏئي ڇپرايو آهي. خط ڇا آهن؟ ديني اسلامي ڄاڻ سان ڀريل تحفا آهن ۽ هن ڪتاب ۾ اٽڪل اٺويهه خط شامل آهن، جيڪي رباني صاحب حڪيم صاحب ڏانهن لکيا آهن ۽ ڪتاب جي آخر ۾ ربانيءَ صاحب جون يادگار تصوير ڏنل آهن. جنهن ۾ پهرين تصوير محمد ابراهيم جويي سان غلام رباني آگرو ڪنهن علمي ادبي محفل ۾ ملي رهيو آهي. آخري تصوير غلام رباني آگري جي سيد غوث علي شاهه سان گڏ ڏنل آهي. خطن جو مجموعو 134 صفحن تي مشتمل آهي ۽ هي خط اعلىٰ نموني ۾ لکيل ڄاڻ جو خزانو آهن. سنڌي ادبي تاريخ ۾ خطن جي موضوع تي هي ڪتاب پڻ اهم اضافو آهي.

## 9_ هنگلاج ۾ چانهه، تبصرو

سفر ناما گهڻن ليکڪن لکيا آهن. مگر غلام ربانيءَ جو لکڻ جو انداز منفرد ۽ اوچي پد تي نظر اچي ٿو. اهو سچ آهي "سرمون سيڪا پائي، پر اک اک جو قير" ڪتاب جو انتساب پنهنجي ٻچڙن ۽ امان سائڻ ڏانهن ڪري ويو آهي. هن سفر نامي لکڻ وقت رباني دنيا جهان جي تاريخ جون ڪيتريون حقيقتون اجاگر ڪيون آهن. جيڪي تاريخي ماڳ ۽ گهميائين تن جي آثارن ۽ اهڃاڻن جي پرک ڪندي ڪن تاريخي حوالن سان انهن متعلق قيمتي معلومات ڏني وئي آهي. اهڙين لکڻين مان هڪ آتم ڪٿا ۽ ڊائري واري ٻه خوشبوءِ معلوم ٿئي ٿي. ان ڪان علاوه هن ليک ۾ هي خاص حقائق بيان ٿيل آهن، جن ۾، سفر نامن جي تحريڪ، سفر نامن لکندڙ مشاهيرن جو احوال، شاهه ڀٽائي بابت، مشاهيرن جي ڪويتائن بابت، ڊاڪٽر شمل بابت، هيلي ڪاپٽر، جيپ ۽ ٻيڙي جي سير بابت، ڪن آفيسرن جي اخلاق بابت، شيرين فرهاد جي قبر بابت، خلا جي تصور بابت، هنگلاج جي اهميت بابت، هنگلاج جي مکيه ياترين بابت، هنگلاج جو مفهوم پيش ڪري، هيٺ ڏنل بيت تي هن مضمون جي پڇاڙي ڪئي وئي آهي:

"پڙاڏو سو ئي سڏ، ور ورائي جو لهين
هئا اڳين گڏ، پر ٻڌڻ ٻه ٿيا". (شاهه ڀٽائيؒ)

### بنگلاديش ۾ ڏهه ڏينهن

مذڪوره سفر نامي ۾، جن چيزن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، سي آهن. بنگلاديش جي تاريخ، جاگرافي، ادب ۽ ثقافت تي نوٽ. ايران بابت احوال، بنگلاديش جي صدر توڙي وزيراعظم جي اخلاق بابت بنگال جي مشاهيرن بابت، ڪن ڪتابن بابت، جهڙوڪ "گيتا نجلي" وغيره.

بنگالين جي ريتن رسمن ۽ راڳ توڙي ناچ بابت، بنگالين جي سياست بابت هندستان ۾ سارڪ سيمينار، هي آهي هنڌن جي تاريخ -

خصوصًا تاج محل بابت، پنهنجي سوانح حيات، الڙپائي جا قصا. پارٽ جي اديبن جي بي رخائي ڪرتوتن بابت اسان جو پاڙيسري ڦرڙو محمد پناهہ بہ ذڪر ڪندو آهي. هن جي شهرن جي جاگرافيائي پوزيشن ڪن تحريرن بابت ون يونٽ بابت، هوٽلن ۾ ادبي مشاهيرن بابت، ميلا ڏسڻ جهڙيون جايون، تيمورن جي ڪوس بابت، مغلن جي زواليت جا ڪارڻ بيان ڪيا اٿس.

## ايران اڳي ۽ هاڻي

هن موضوع ۾ هيٺ ڏنل جيڪي عنوان بيان ڪيل آهن تن ۾، ايران جي تاريخ، ايران جي تهذيبي ورثي بابت، ايران ۾ بيگانگي ۽ عياشي، شاهي محلاتن جي ڪرتوتن، اسلامي انقلاب بابت، هوائي سفر جو احوال قديم شهرن بابت، هوٽلن جو حوال، فرهنگ ايران جو ڪردار، خميني عالمي ڪانفرنس، امام علي رضا﵁ جي روضي بابت، چين ۾ سن يات جي مقبري بابت، ڪن ڪتابن جا تذڪرا، حضورﷺ جن جا حوالا، امام خميني جو خاڪو، ايران جون اقتصادي ۽ سياسي حالات، ايجنسين جي ڪارڪردگي، بادشاهن جي اخلاقن بابت ۽ بداخلاقي بابت، ملڪي حالات جهڙوڪ زرعي سڌارا چنگيز جا ڪارناما وغيره وغيره جو ذڪر ڪيل آهي.

## رني ڪوٽ

سنڌ جي قديم تاريخ جا هي ماڳ ۽ مڪان جيڪي اسان جي سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت جا اڻ مٽ ۽ چٽا نشان آهن. هي قديم ڪوٽ ۽ قلعا اسان جي ماضيءَ جا شاندار اهڃاڻ آهن جيڪي اسان کي قديم ماضي جي تاريخ جي ڄاڻ ڏين ٿا تن کي غلام رباني آگري چڱي نموني هن قلعي جي ساخت کي ڏنو ۽ چڪاسيو آهي ۽ مغربي ۽ مشرقي عالمن جي معلومات کي بہ آڏو آڻي کي نتيجا حاصل ڪيا اٿس. هن عنوان ۾: رني ڪوٽ قلعي اهميت ۽ افاديت ڪان ويندي جاگرافيائي پوزيشن، تاريخ جا احوال، رني ڪوٽ بابت ڪيترن عالمن جا حوالا ۽ رايا ڏئي معلومات ڏني وئي آهي. اهو سمورو اڪين ڏٺو احوال آهي جنهن ۾،

غلام رباني آگري پنهنجي مشاهدن ذريعي شين کي اجاگر ڪري پيش ڪيو آهي.

## سيرءِ سفر چين ۽ ولايت جو

مذڪوره سفر نامي ۾، غلام رباني آگري چين جي تهذيب ۽ ثقافت بابت، چين جي علمي، ادبي ۽ تاريخي ڳالهين قلمبند ڪري اجاگر ڪيو آهي ۽ پاڪستاني ادبي ادارن بابت، رباني جي ڪهاڻي سندس زباني، سفر جا نتيجا، جبلن جا لاوا، ڪن مشاهيرن جو احوال، قرآن ڪريم جا نسخا، چين سوشلسٽ انقلاب کان اڳ، انقلاب کان پوءِ، ادب تي گفتگو، چين ۾ جاگيرداري دؤر وڏڙن جي شين کي سانڀڻ بابت ڪن ڳالهين جو ذڪر آيل آهي. چين جا باغ، ڪي ڏند ڪٿائون، عقيدائي اصول، ڪاريهر جو سوپ، هارين جي حالت زار، خوابن جي دنيا، رني ڪوٽ ۽ ديوار چين جي مشابت، حضورﷺ جن جون حديثون، چين جو ٻئي دفعي سفر تي وڃڻ جو احوال، هوٽلن بابت، ادبي ڪچهرين بابت، جبلن جا نظارا پيش آيل واقعا، اخبارن ۽ رسالن بابت، ڳوٺاڻا گهر، مذهبي آزادي بابت، ريلوي مسافري، مکيه فصل، چيني دعوتون، چين جي موسم، ملئو بابت خيال آرائي، ڪوهه قاف جون پريون. هي مضمون ۾ اتان جي حالات تي لکيل آهي ۽ پڻ ملڪي پيٽ ڪيل آهي.

## 10. سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر

غلام رباني آگري جو هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 2013ع ۾ ڇپرايو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 170 رپيا رکيل آهي ۽ هي سمورو ڪتاب 103 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي آخر ۾، ترقي پسند ادب جي سرواڻن جون يادگار تصويرو ڏنيو آهن. هن ڪتاب کي ٻن ترقي پسند ليکڪائن جي نالي ارپيو ويو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري

محترم الهڏنو وگهيو جيڪو ربانيءَ جي ساهتي خطي جو رهاڪو ڳوناڻو آهي. لکي ٿو ته: ”هي ڪتاب آئون پنهنجي ايام ڪاريءَ ۾ اداري طرفان شايع ڪرائي سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان. ڪتاب جو مهاڳ هن دؤر جي سجاڳ ليکڪ محترم نصير مرزا لکيو آهي، اهو هن ريت لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ خاص طرح سان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترقي پسند تحريڪ جي اثرن تي جڏهن لکيو ئي نه ويو آهي، تڏهن رباني جي قلم مان هن دلفريب تحرير کي پانئيان ٿو ته ٿورو لکيو گهڻو ئي سمجهي پڙهڻ گهرجي.“ هن ڪتاب ۾ برصغير جي اندر هن تحريڪ جا اصل روح روان ڪير هئا؟ انهن جا ڪجهه نالا ڏنا اٿس. جهڙوڪ سيد سجاد ظهير، پروفيسر منير احمد علي، فيض احمد فيض، سيد سبط حسن، محترم رشيد جهان، ملڪ راج آنند، ڪرشن چندر، منشي پريم چند، رابندرناٿ، ٽئگور ۽ قليچ بيگ ترقي پسند تحريڪ 1936ع کان اردو ادب ۾ نمودار ٿي، ان وقت عصمت چغتائي، علي سردار جعفري، جوش مليح آبادي، ڪيفي اعظمي، خواجه احمد عباس، مجاز جان، نثار اختر، ساحر لڌيانوي، احمد نديم قاسمي ۽ لکنوءَ جون ليکڪ مايون حاجره مسرور، خديجه مسرور، سيني جو سرواڻ ڪهاڻيڪار جناب ڪرشن چندر هو. هنن ليکڪن جا مذهبي عقيدا ۽ اصول جدا جدا هئا. مگر ”پروگريسو رائيٽر“ سڏبا هئا. انهن مان ڪن ڪهاڻي ۽ ڪن ناول، ڪن شاعري ۽ ڪن ناٽڪ نويسي سان گڏ صحافت ۽ ڪن قلم ذريعي ميڊيا تي سماجي انقلاب برپا ڪري وڌو. سنڌ مان پهريون ليکڪ جيڪو ترقي پسند تحريڪ يعني انجمن ترقي پسند مصنفين ۾ ميل جول رکندو هو، سو نور الدين سرڪي جيڪون وڪالت جو ڌنڌو ڪندو هو. جيئن مڪان جي عزت مڪين جي عظمت سان سلهاڙيل آهي، تيئن هڪ ليکڪ جي عظمت جي جي ڇاپ وري سندس لکڻين تي ڇانيل آهي. ڪو به شخص پنهنجي دوستن جي دائري مان پرکي سگهبو آهي. اهڙي طرح ڪنهن به ليکڪ جي شناخت سندس تحريرن مان ٿيندي آهي. مسلم دنيا جي عظيم دانشور محمد جلال الدين روميءَ جو قول آهي ته، ”مون کي ڳولڻ وارا ڪنهن قبر ۾ مون کي نه ڳولجانءِ.

مگر منهنجي ڪلام ۾ مون ڪي ڳولي هٿ ڪجان. ان مصداق ڪنهن بہ مصنف يا مؤلف ڪي سندس تصنيف يا تاليف مان ڳولي سگهبو آهي. غلام رباني آگرو گهڻ پاسائون شخص آهي . وٽس انسانيت جو مرتبو هر چيز کان مٿانهون آهي. هو محقق، اسڪالر ۽ تاريخدان آهي. هو پڙهندڙن کي متاثر ڪندو رهيو. هن روايتن کان هٽي ثقافتي، ادبي ۽ سياسي تاريخ جي جديد رخ کان تشريح، تعمير ۽ تعبير ڪئي آهي. رباني جي گفتگو ۾ مقناطيس واري ڪشش هوندي هئي. اهڙي طرح سندس لکڻين ۾ بہ اهڙس ڪشش ڪري سندس هر نڪتو مصري جي تڙ جهڙو منو ۽ طعام کي سلوڻو آهي، جيڪو پڙهندڙ کي موهي ٿو وجهي. رباني ڪچهري جو ڪوڏيو ۽ مور هو. قدرت کيس ٻئي قوتون عطا ڪيون هيون، هڪڙي گفتگو جي ۽ ٻي تحرير جي. رنج رسامي، حسد ڪاوڙجي وٽس بوءِ بہ نہ هئي. هر وقت ڏيڻ سکيو هو. قول پٽ ڏٺي جي

"پرچي تہ پٽ پري، ڏمرجي تہ بہ ڏئي
جُنگ جکري کي، ٻيئي چگيون چت ۾"

سنڌ جي قدامت صوفي بزرگن جو احوال ۽ قديم ڪتابن تي تبصرو گهڻن مؤرخن ڪيو آهي، مگر رباني جو تبصرو ڀرپور تنقيد آهي. سندس تحرير ۾ چندچاڻ ۽ تحرين کي پرک جا ماڻ ۽ ماپا هڪ نقاد وانگر بہ آهن تہ، ٻئي طرف سندس تحرير ۾ چاشني ۽ سلوڻائي آهي. ڪتاب جو تبصرو سنڌ جي قديم سڀيتا جو ڀنڊار آهي. ڪتاب جو نالو ۽ ان جو وجهہ ڪولي بيان ڪيو اٿائين. ليکڪ جي خانداني پس منظر جي خوف تشهير ڪئي اٿس. ضروري جاين تي حاشيا بہ لکيا اٿس. حوالي ڏيڻ جو تہ کيس ڍنگ آهي. حوالي سان گڏ ان تي پنهنجي راءِ پڻ قائم ڪئي اٿس. ليکڪ کان وٺي مترجمن تائين لکيو اٿس. عنوان سان واسطو رکندڙ اسمن جو ذڪر کولي ڪيو اٿس. مگر جنهن چيز جو عنوان سان پري جو واسطو رهيو آهي تہ ان جو بہ درست ۽ پورو احوال لکيو اٿس. لکي ٿو: "ڪتاب "چچ نامي" تي تہ سنڌي ادبي بورڊ جي مڪمل تاريخ ڏئي ويو آهي. سنڌ ۽ سنڌي ٻولي يا زبان بابت بہ هن مضمون ۾ سني جاڻ لکي اٿس. سنڌ جي راجائن ۽ ان جي

ملازمن جوپورو بيان ڪيو اٿائين. حڪومتن ڪان ويندي عوام جي حالات بابت ڄاڻ ڏني اٿائين. مردن سان گڏ عورتن جي چالاڪين ۽ عقل بابت ڏاڍو سنو لکيو اٿس، جهڙوڪ: ”سونهن ديوي“ ۽ ”نورجهان“ جو بادشاهي حڪمن تي اثرانداز ٿيڻ، جنگين جا منظر ۽ جهونجهارن جو بيان ڪيو ويو آهي. خوددار شخصن جا مقولا پڻ ڏني ٿو، جهڙوڪ: راجا ڏاهر چوي ٿو، ”مان اها ڳالهه برداشت ڪو نه ڪندس ته ڪنهن جي دروازي تي وجي صدا هڻان ته مون ڪي اندر اچڻ جي اجازت آهي. مان پنهنجي من هن جو مقابلو ڪندس. جي فاتح ٿيس ته منهنجي بادشاهت مضبوط ٿيندي ۽ جي مارجي ويس ته عرب به چوندا ته هن پنهنجي جان فدا ڪري ڇڏي.“(18)

انجمن ترقي پسند مصنفين: جي بابت ڄاڻ ڏني وئي آهي ته، ان جا بنيادي ڪارڪن هي هئا: اياز قادري ، جمال ابڙو، احسان بدوي ۽ ڪي ٻيا؟ 1953ع کان پوءِ مينارام هاسٽل جي ڪمري نمبر 94 ۾ روشن خيال ليکڪن ادبي ڪلاس شروع ڪيا. جنهن ۾ رباني، حفيظ شيخ، ۽ رشيد ڀٽي اڳرا هئا. اها تحريڪ ”انجمن ترقي پسند مصنفين سنڌ“ ڪميونسٽ فڪر جي اثر هيٺ رهي جنهن مان نئين ”ادبي سنگت“ پيدا ٿي مگر پوءِ اها انجمن ترقي پسند مصنفين جي ماتحت نه رهي. سنڌ ۾ محمد ابراهيم جويو صاحب سوڀي گيانچنداڻي جهڙا وڏا ليکڪ پيدا ٿيا، جن جي قول ۽ فعل ۾ ڪو تضاد مشڪل نظر ايندو آهي. اهي حائق ٻڌائن ٿا ته رباني جي هھڙي تحرير به بين لکڻين جيان حسب قانون خوشگوار ۽ دلچسپ نوع ۾ لکيل آهي. جنهن جي پڙهڻ سان سني نثر جو لطف هڪڙي پاسي ته ترقي پسند تحريڪ جي بنياد وجهندڙن جي آگاهي ٻئي پاسي حاصل ٿئي ٿي. هن ڪتاب ۾ هن تحريڪ جي وڌڻ ۽ ابڙڻ جا اسباب بيان ڪيل آهن. جن ۾ مصلحت پسندن جو تحريڪ ۾ گهڙي اچڻ ۽ موقع پرست ليکڪن جي ذهنيت انهن اديبن جي شموليت سبب نتيجو اهو نڪتو جو عظيم ذهنن جي تيار ڪيل تحريڪ جيڪا ٻڙجي ڇانو ڪندڙ درخت ثابت ڪانه ٿي. مگر

يوڪلپٽس جي وڻ جيان هوا جي جهوٽي ۾ لچڪندي رهي. هاڻ ان جو ڪٿي وجود نظر ڪونه ٿو اچي. هن ڪتاب ۾، علمي جنگين جي زماني ڪان وٺي ادبي سرگرمين تي مواد ملي ٿو. تحريڪ جي ڪاميابين ۽ ناڪامين تي روشني وڌل آهي. محسن اڪابرن جي جم ۽ وصال جا سال به لکيا اٿس. حيدرآباد دکن جي اميرن ۽ لٽريچر بابت معلومات ڏنل آهي، سياسي حالات تي به منجهس مواد آهي. ڪن اديبن ۽ اديبائن بابت جاڻ ڏنل آهي. گذريل وقت جا معاشي حالات بيان ڪيل آهن. ڪراچي، لاهور اسلام آباد، دهلي، بمبئي ۽ جئپور جي ادبي محفلن جو ذڪر به ڪيو ويو آهي. ڪتابن تي صفحي نمبر 60 تي سنڌي ترقي پسند تحريڪ جي اولين مشاهيرن مان جمشيد نسروانجي، محمد امين کوسو، حشوڪيولراماڻي، سوڀو گيانچنداڻي، گوبند مالهي، گوبند پنجابي، ڪيرت ٻاٻائي، حيدر بخش جتوئي، محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز، ڪامريڊ عبدالخالق جو ذڪر ڪيو اٿس. هن تحريڪ جي ڳالهه ڪندي رباني روس جي سوشلسٽ انقلاب جو بيان ڪري ٿو. چين جي سوشلزم بابت به ٻڌائي ٿو. ليڊرن جي گرفتاريءَ ۽ جيل جي وقت جي چٽي تصوير عڪس ڪئي اٿس. ڪيترا حقائق امام انقلاب مولانا عبيدالله جا لڪل راز ظاهر ڪيا اٿس. رباني لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ ترقي پسند سوچ جي اولين مشاهيرن ۾، جمشيد نسروانجي، محمد امين کوسو، حشو ڪيولراماڻي، سوڀو گيانچنداڻي، گوبند مالهي، گوبند پنجابي، ڪيرت ٻاٻاڻي، حيدربخش جتوئي، قادر بخش نظاماڻي، برڪت علي آزاد، ارباب نور محمد پليجو، عبدالقادر انڍڙ، محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز ۽ نوابشاهه وارو ”انقلاب“ اخبار جو ايڊيٽر، ڪامريڊ عبدالخالق شامل آهن. انهن ۾ هڪڙا ٻين کان سينيئر هوندا، پر ان باري ۾ ڪا ڳالهه چٽي نٿي سگهجي، جو ته سنڌي ترقي پسند جي اوائلي دور بابت مستند مواد سنڌ ۾ ملي ئي ڪونه ٿو. البته هند ۾ موجود آهي. تازو تفيس احمد شيخ، تاج جويو وٽان به ڪتاب مون کي عاريتاً آڻي ڏنا. هڪڙو گوبند مالهي جو ”سنڌڙيءَ منهنجي جندڙي“ ۽ ٻيو ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو ”ڪجهه ٻڌايم ڪجهه لڪايم.“(19)

## 11. ٽيا قلب قرار

غلام رباني آگري جي شخصيت، هر پهلوئن کان علمي، ادبي توڙي انتظامي لحاظ کان سنڌ، پاڪستان ۽ دنيا ۾، عزت جي نگاهه سان ڏٺي وڃي ٿي. اسان جي هن تحقيق جو تعلق غلام رباني جي ادبي تحقيق جي تنقيدي جائزي سان آهي. مٿي بيان ڪيل، غلام رباني آگري جي هڪ تصنيف جو عنوان آهي. هن ڪتاب کي نصير مرزا ۽ الطاف آگري مرتب ڪيو آهي. هن ڪتاب کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي - ڄام شوري پاران 2013ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. هي سمورو ڪتاب 478 صفحن ۾ ڦهليل آهي. ڪتاب جي قيمت 750 رپيا رکي وئي آهي. هن ڪتاب جو انتساب نالي واري تعليمي ماهر، عالم، استاد ۽ اديب محمد ابراهيم جويي جي نالي ڪيل آهي. هن ڪتاب جو سٽاءُ هن طرح جو آهي. هن ڪتاب جا ٻه اکر، سنڌ الاجي جي ڊائريڪٽر محمد قاسم ماڪا جا لکيل آهن، ۽ ڪتاب جي باري ۾، نصير مرزا ۽ الطاف آگري ٻه صفحا لکيا آهن ۽ عنايت بلوچ "غلام رباني آگرو هڪ مقناطيسي شخص" جي عنوان سان مهاڳ لکيو آهي. هي سمورو ڪتاب اٺن بابن ۾ ورهايو ويو آهي. نصير مرزا ۽ الطاف آگرو لکن ٿا ته: "سائين غلام رباني آگري صاحب جي يادگيرين، مقالن، مهاڳن، تقريرن، تاثرن، ۽ خاڪن جي هِن بي مثل ڪتاب سان ائين سمجهو ته سنڌن لکيل غير افسانوي ۽ شاهڪار نثري تحريرن جو باب ڄڻ مڪمل سهيڙجي تمت بالخير ٿيو." (20)

عنايت بلوچ ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته: "سنڌ جي بمبئي کان جدائي، اياز جي عظمت، ڊاڪٽر تنوير عباسي سان رهاڻيون توڙي ع.ق شيخ جو ذڪر هجي، رباني صاحب ڪيترن بين برک شخصيتن کي پڻ پيار ۽ پاٻوهه ۾ ياد ڪيو آهي."(21)

محمد قاسم ماڪا لکي ٿو ته: "غلام رباني آگري صاحب جو شمار اهڙن جڳ مشهور اديبن ۾ ٿئي ٿو جن جي ڪي دنيا جي مقبو ومعروف ٻولين ۾ ترجمو پڻ ڪيو ويو آهي، جن ۾ انگريزي، هندي، چيني وغيره وغيره شامل آهن."(22)

علمي ۽ ادبي لحاظ کان ڪتاب جي وڏي اهميت محسوس ٿي رهي آهي. تحقيق جي جائزي مان اهو به معلوم ٿيو آهي ته، سهيڙيندڙ ساٿين هي مضمون ۽ مقالا سنڌ جي معروف ۽ مقبول رسالي اڪثر ٿماهي "مهراڻ" تان ونئي، غلام رباني آگري جي ادبي ڪم کي هڪجاءِ تي گڏ ڪري پڙهندڙن کي هڪ لاجواب ادبي تحفي سان نوازيو آهي. هن ڪتاب جي عنوان جا ڪي پهلو آهن:

**سيرت طيبہ جا ڪي پهلو:** هن عنوان سان رباني سنو نيباهه ڪيو آهي، جنهن ۾ حضور ﷺ جي ولادت باسعادت، ننڍپڻ ۽ جواني، نڪاح ۽ اولاد، ڪعبي جي تعمير، رسالت، معراج، هجرت، قبلي جي مقرري، غزوه بدر، غزوه احد، غزوه خندق، صلح حديبيہ، مڪي جي فتح، اسلام جي تبليغ حجة الوداع، وصال، اوصاف ۽ اخلاق حسنہ بابت سنو سهڻو بيان ڪيو اٿس.

**عنوان حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها:**

قول مبارڪ حضرت محمد ﷺ جن جا ، سيرت مبارڪ، عزيزواقارب جدا جدا ٻولين ۾ لکيل ڪتابن بابت، بيبي سائنڻ جو عزيزن ۾ مرتبو، اولاد، حضور ﷺ سان محبت، وصال ۽ مزار مبارڪ بابت تفصيلي احوال ڏنو ويو آهي.

**عنوان قرآن شريف جا ترجما:**

قرآن جي لفظي لغوي معنيٰ، عالمن جا رايا، اوائلي ترجما، فوٽ نوٽ، ڪتابي حوالا، هند سنڌ جو پهريون فارسي ترجمو. مترجمن جو احوال ، نزول قرآن، وحيءَ جي ڪيفيت، بانگ جو مفهوم، مسلمانن بابت، قرآن شريف جا اردو انگريزي ترجما ۽ ٻيو مواد هن سري هيٺ ڏنو ويو آهي.

**ياڳوٻيو: سنڌ منهنجي امان:**

هن عنوان ۾، ڪتابن جي اصل ٻولي ۾ ترجما، عالمن جو احوال، سنڌ بابت، چچ بابت، سنڌ جي راجائن بابت، ٻڌ ۽ هندو مذهب

بابت، علم نجوم بابت، ثقافت بابت، گذريل وقت جو احوال، مستقبل بابت نظريا ڏئي مطلب تہ هرهڪ اسم تي دل کولي لکيو اٿس.

### شاهہ ولي الله دهلوي جا مخدوم معين ٺٽويءَ ڏانهن خط

هن عنوان ۾ تحت وڏو مواد سمايل آهي. برصغير جي ٻارهين صديءَ جا مشاهير، شاهہ ولي الله ۽ معين ٺٽوي جا همعصر ۽ دوست انهن جا احوال، ان دور ۾ سنڌ جو معاشرتي احوال ۽ پنهنجي دور جي ادبي شخصيتن بابت تنقيد براءِ اصلاح، سنڌ جي ڪن بزرگن جا هڪ ٻئي جي خلاف نظريا، جهڙوڪ مخدوم محمد هاشم ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جا فيصلا، بورڊ جو ڪئٽلاگ نهرائڻ، سنڌ جي جاگيردارانہ معاشري بابت، مخدوم معين جي ڪتابن بابت، ڪي فوٽ نوٽ، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ ٻين مدبرن جا احوال، ڪي چوٽيون، جيڪي، ڏاڍو سو گابو، ڪي عڪس، حضورﷺ جن سان عشق ۽ محبتون جو ڳالهيون، ان وقت جا ڪي دستاويز يعني اقرارنامہ، پاٽي پٽ جي جنگين بابت، اصلي دربار جا قصا هن سري جا اهم موضوع آهن.

### ياڳوٽيون: سارون، سنيارون، يادگيريون

هن مضمون جو نالو تہ ننڍو آهي پر منجهس مواد وڏو ۽ گهڻو آهي. ان دور ۾ جڏهن مينارام هاسٽل جو ڪمرو نمبر 30 ادبي سرگرمين جو مرڪز هو، ڪير ۽ ڪهڙا شخص انهيءَ وقت ايندا هئا، ڪهڙي گفتگو ڪندا هئا؟ ڪمرو ۽ هاسٽل جي سچي تصرير ڪشي جنهن جو ذڪر ڪرڻ جو احوال، وڏن مشاهيرن جا گفتا، شاگردن جون حرڪتون، ان وقت ڪراچي جي روڊن، بازارن ۽ سوارين بابت ان جي آفيسرن ۽ سياسدانن بابت گهڻو ڪجهہ هن سري هيٺ ڏنو ويو آهي.

### ڦليلي ڪاليج جو يادگيريون

ڪاليج بابت، ڪاليج جي عمارتن، فرنيچر، استادن، شاگردن پنهنجي دوستن بابت، حيدرآباد جو احوال، پاڻ سان گفتگو ۽ حاصل نتيجا، حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن، شروعات، عملدار، پروگرام،

پروڊيوسر، فنڪارن، سياسدانن، تنقيد، ريڊيو بابت، سنيون ڪهاڻيون ۽ ڪهاوتون هي مضمون نما تاثر ۾ لکيل آهن.

## ياڳو چوڏهون متفرقه:

هن عنوان تحت هن مضمون ۾ يادگيريون بيان ڪيل آهن سنڌي عشائيه، رڻ جا راهي، استاد رائچند هڪ تاريخدان هنن مضمونن ۾ سنو بيان ۽ سهڻو انداز ڏنو ويو آهي. لکجي ته ائين لکجي عنوان سان ڀرپور انصاف ڪيل آهي، سرڳواسي رائچند تي اهڙو بيان لکيو ويو آهي. جو دل تان لهي ئي نٿو.

## ياڳو پنجون: وڪر سو وهاءِ _ مهاڳ ۾ پيش لفظ ۾ مقدمو

پيش لفظ ۾ شاهه جي رسالي جو احوال ڏنو اٿس، ڪئين رسالو هٿ آيو، ڪهڙين دانشورن ان تي ڪم ڪيو آهي، سن وار احوال ڏنو ويو آهي. بورڊ جي ڪارڪردگي، بورڊ جي بجيٽ ۽ آمدني، بورڊ جا ڇپايل لطيف بابت ڪتاب، انصاري صاحب وارو رسالو، ڀٽ شاهه مرڪز جي ڪارگذاري، ماضيءَ جا مور ۽ انهن جا ڪارناما هن سري هيٺ ذڪر ڪيا ويا آهن.

## جوڳيئڙا جهان ۾ (مقدمو)

مٽيءَ سان محبت، وطن سان پيار، مصنف بابت،سنڌ تهذيب بابت، دادو ضلعي جي جاگرافي ۽ تاريخ، ڪوهستان بابت، مشاهيرن بابت، علامه آءِ آءِ قاضي، محمد ابراهيم جويو ۽ سائين جي.ايم.سيد بابت، صوفين جا قول، ڏاهن جون ڪوٽيشنون، جهڙوڪ ٽئگور ۽ شاهه ڀٽائي، سچل توڙي خواجه غلام فريد بابت احوال بيان ٿيل آهي.

## وڏو مصور ۾ وڏو ماڻهو (ع ۰ ق شيخ)

ع.ق شيخ بابت احوال، سندس زندگيءَ جو خاڪو، اولاد بابت، ڪن ڪتابن تي تبصرو، آرٽسٽ جو مفهوم سندس ڪتابن جي شرح خصوصاً محبت جي راهه تي پيش لفظ:

اڪبر سومرو تي گهرو اپياس آهي، زندگي جا چند عڪس نغمه جي تشريح، سازن جو سنسار، ڪن مشاهيرن جو تذڪرو ، خصوصاً شاهه عبداللطيفؒ جو بيان، افسانوي ادب تي تحرير، وتايو بابت رايا، اردو اديبن بابت خيال آرائي جو هي جهڙوڪ خزانو آهي.

**پاڳو ڇهون: تقريرون**

عنوان سنڌ الاجي سنڌ جي ثقافت جو امين ادارو. هي تقرير سنڌالاجي جيءَ سلور جوبلي تقريبات ۾ سال 1987 ع ڊسمبر لوڪ سنگيت محفل ۾ مهمان خاص جي حثيت سان ڪيل آهي. ابتدائي گفتا تہ روايتي آهن جئين هر محفل جو مور جو واتان ڪيندو آهي. هن تقرير ۾ ملڪي ادبي محفلن جو ذڪر آهي. اداري جي ڇپيل ڪتابن تي ڳالهايل آهي، مشاهيرن جو ذڪر خير آهي، سنڌ الاجي جي مڪمل تاريخ آهي. سنڌ جي تهذيب تي لازوال بيان ڏنل آهي، خاتمو هڪ بيت تي ڪيل آهي ۽ شروعات بہ هڪ بيت سان ٿيل آهي.

**جي• ايم• سيد خود شناسي جو سبق ڏيندڙ پيامبر**

هن تقرير جي شروعات روايتي آدابن سان آهي. جي.ايم.سيد تي يادگيريءَ سان سانديل حقيقتون ، مشاهيرن جو ذڪر، محفلن جو احوال. سنڌ جي تاريخ بابت، رني ڪوٽ جو ذڪر، گورک هل جو ذڪر، جي.ايم.سيد صاحب جون ادبي ڪاوشون، ڪيترا ادارا سندس رتن سان وجود ۾ آيا اهي سڀ ڳالهيون هت ڪوزي ۾ بند ڪيون ويو آهن.

**پاڳو ستون: سڄڻن جا ساريو سانگ (خاڪا)**

ڊاڪٽر نبي نخش خان بلوچ توڙي سندس همعصرن تي ڀرپور تاثر، سنڌي نثر نويسن جو تذڪرو، ڊاڪٽر بلوچ جي ڪتابن بابت، پارسي، انگريزي، اردو ۽ سنڌي بيتن جي چوٽين جو ڪشڪول، پنهنجي ڳوٺ شهر ۽ ملڪ سان محبت بابت، ڊاڪٽر صاحب جي آتم ڪهاڻي مان حوالا، ادبي ڪارناما رباني جي دور ۾ ٿيل ادبي مسئلا خصوصاً زنده دانشورن جي حوالي سان آخر ۾ لکيو اٿس.

يہ طور ڪا جلوه

**محمد عثمان ڏيپلائي:**

هن عنوان ۾ محمد عثمان ڏيپلائي جي علمي ۽ ادبي ڪاوشن، عقيدن ۽ زندگي جي لاهن چاڙهن بابت ربانيءَ جي پنهنجي دوستن جي ياداشت، ون يونٽ ڪان ويندي سنڌ جي معاشرتي ۽ سنڌ جي ماحول بابت تاريخي معلومات ڏنل آهي.

## اياز جي عظمت:

هن عنوان ۾، شيخ اياز بابت خيال آرائي، اياز جي ادبي ڪاوشن بابت، سنڌ جي مشاهيرن جا تاثرات، سياسي دور ۾سياسي سماجي ترجمان، تصوف بابت اياز جا خيال، مشاهيرن جي يادگيرا ڏنا ويا آهن. گرهوڙي صاحب جو حوالو ۽ ٻيو مواد ڏئي اياز جي عظمت بيان ڪئي اٿس.

## تنوير عباسي: اڪڙيون مينگهه ملهار

مذڪوره عنوان ۾، تنوير جي ٻالڪپڻ ۽ صغير سني بابت، پيغمبر بابت، ڏاهن ماڻهن بابت، تنوير جي دوستن بابت، مشاهيرن بابت، سنن ڪتابن بابت، تنوير جي خاندان بابت، ڪراچي هوٽلن جون ڪچهريون، شاديون اولاد ۽ علم ۽ دانش ۾ دلچسپي، تصوف جي مشاهيرن بابت، اهل تصوف جو ڪلام، تنوير تي اهل تصوف جو اثر. حلاج بابت احوال، تنوير تي تاثرات، تنوير جي مهمان نوازي، ون يونٽ جو دور سنڌ جو سير سفر، شعرو شاعري، انسان ۽ هن جهان بابت گهڻو ڪجهه مواد هن سري هيٺ موجود آهي.

## حفيظ شيخ: زندگي حفيظ سان ڪانه نڀائي

مذڪوره عنوان سان، حفيظ جي زندگي جو مختصر خاڪو ذڪر هيٺ آندو ويو آهي. هن ۾ رباني ڪمال جو پورهيو ڪيو آهي نه رڳو حفيظ جي زندگي بابت پر هر انسان جي زندگيءَ جو خاڪو آهي. ادب جي مشاهيرن توڙي شاهڪارن جو تذڪرو به آهي. موت ۽ حياتي بابت پنهنجي آتم ڪٿا، حفيظ جي دوستن بابت، حفيظ جي خاندان بابت، ڏنڊو ڪيئن ڪجي؟ سنڌ جي ڪٿا ۽ مشاهيرن جون ڪوتائون بيان ڪيل آهن.

## خان محمد پنهور

هن موضوع ۾، ماڻهن جا قسم، سنڌ جي سياسي حالت، سنڌي تهذيب، خان محمد پنهور جي زندگي، سنڌ جا مشاهير، سنڌ جي توڙي عالمي سياستدانن بابت احوال، سنڌ جي ڪيل مسافرين بابت ۽ بي وفا يارن بابت ذڪر آيل آهن.

## ياگوائون: ترجما

مذڪوره موضوع ۾ جيڪي ننڍڙا عنوان هن ريت رکيل آهن. دارا جا پويا ڏينهن، ڪتاب بابت، مشاهيرن بابت جهڙوڪ: نڪولائي، بهادر خان، جيوڻ خان، فريدون، بغاوتن بابت، اورنگزيب جا ڪرتوت، دارا جي زندگي جو نقشو، مطلب تہ مضمون ترجمو نہ پر اصل پيو لڳي اها ئي ليکڪ جي خوبي سڏبي.

## تاج محل

تاج محل جي ٺهڻ جو تاريخي سبب، عجائبات ۾ داخلا، مغل خاندان جي تاريخ، شاهجهان جا ڪرتوت، عمارات شاهجهان،مغلن جي زوال بابت احوال ڏنو ويو آهي. تاج محل جي حقيقت جو احساس انهن ماڻهن اڳيان ايري تو جن تاج محل ڏٺو آهي. ڏسڻ جو احساس محسوس ڪري اهي ماڻهو هن مضمون کي ور ور پڙهندا رهندا. گويا تاج محل جو اهي غلام رباني سان گڏ سير ڪرڻ جو مزو محسوس ڪندا. اهو رباني سچ لکيو آهي، جيڪو ڏسي ان تي اعتبار ڪري ۽ جيڪي ٻڌي ان کي ويساهہ ۾ آڻي.

## 12 سنڌ جا بَرَ بَحَرَ ۽ پهار

غلام رباني آگري جو، مذڪوره عنوان سان هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 1997ع ۾، شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو تحقيق جي طالب علم وٽ موجود آهي، جيڪو ساڳي اداري سنڌي ادبي بورڊ اپريل 2005ع ۾ شايع

ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ پنجاب جي ٽن مکيه ڪردارن پير محمد شاهه روضي ڌڻي، غوث بهاول الحق ملتانيؒ ۽ قلندر شهبازؒ جي زندگي جا احوال تاريخي حوالن سان مصنف جي مطالعي هيٺ آيا آهن. ٻين ڪتابن وانگر غلام رباني آگري جو، هي ڪتاب ڏاڍو دلچسپ آهي. ڪجهه قصا گوئي ۽ ڪجهه تحقيقي ڳالهيون ذڪر هيٺ آنديون ويون آهن، ليڪن ڪتاب ۾ وڻندڙ نثر سان سنڌي ٻوليءَ لاجواب استعمال ڪري، ٽنهي بزرگن جي ڪيترين ئي دلچسپ ڳالهين جو تذڪرو بيان ڪيو ويو آهي. مذڪوره ڪتاب ۾، ڪن تحقيقي حوالن جي روشني ۾ قلندر شهبازؒ جي زندگي ۽ ان جي سير سفر ۽ ٻين بزرگن سان روحاني ملاقاتن جو تفصيلي احوال هن ڪتاب جي خاص زينت آهي. ڪتاب جو انتساب ارنيسٽ ٽرمپ، ايڇ - ٽي سورلي ۽ ڊاڪٽر ائنيمري شمل جي نالي ٿيل آهي. ڪتاب ۾ مٿي بيان ڪيل ٽن بزرگن جو پيرائتو ۽ تفصيلي ذڪر ڪري ان وقت جي سياسي، سماجي حالتن کي به ذڪر هيٺ آندو ويو آهي. ڪتاب جي مطالعي مان جا ڳالهه اڀري آهي ته، غلام رباني آگري هن ڪتاب ۾ پنهنجي مطالعي جو نچوڙ پيش ڪيو آهي. اهو سمورو پورهيو غلام رباني آگري جي هن تصنيف مان ظاهر نظر اچي ٿو. هن ڪتاب کي جڏهن گهرائي سان اڀياس ڪجي ٿو ته، ان جي مواد ۾ ڪيئي علمي ۽ ادبي ڳالهيون، مدبرن جا قول ۽ شعرن جي چونڊ مان غلام رباني آگري جي علم ادب سان وابستگي ۽ مطالعي جي پلي پت خبر پوي ٿي ته، هو ڪيڏو نه بلند درجو رکندڙ اديب جو اهڙو ڪتاب تصنيف ڪري سنڌ جي تاريخ ۽ ادب ۾ اهم واڌارو ڪيو ويو آهي. تحقيقي ۽ تنقيدي حوالي سان جڏهن ادبي ڪسوٽي تي انهيءَ ڪتاب جي پرک ڪجي ته، ان مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته، هي ڪتاب سوانح نگاري جي فن تي پورو لهي ٿو. عالمن جو خدمتون سنڌ لاءِ ۽ خاص طور شاهه ڀٽائي تي ۽ سنڌي ٻولي بابت مشهور آهن هي ڪتاب اها ڪوٽ پوري ڪرڻ جي حوالي سان هڪ بهتر ڪوشش آهي. ليکڪ طرفان لکڻ لاءِ اُتم ڪردارن جي چونڊ ڪري انهن جي علمي ۽ عملي زندگيءَ بابت ڏنل تفصيل ۽ سندن زندگي ۽ حاصلات تي جامع نظر واري نڪتي سان هرهڪ بيان ۾ هن ڪتاب کي انفراديت بخشي ڇڏي آهي. سمورو ڪتاب 410 صفحن تي مشتمل آهي جيڪو غلام رباني آگري جي محنت جو نچوڙ آهي.

## غلام رباني آگري جي مضمونن تي تبصرو

### سنڌ ڪلچر تي هڪ نظر

غلام رباني آگري جي تحريرن جي مطالعي مان هي ڳالهه ظاهر ٿي آهي تہ، ادب جي شروعات ڪهاڻين سان ڪئي آهي. ان ڪان پوءِ هين ڪيترن ئي صنفن تي قلم ڪنيائين. ڪهاڻين ڪان علاوه ”مضمون نويسيءَ“ جي صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. ڪهاڻين وانگر سندس مضمون ۾، بہ اها ادبي ڪشش ڏني وئي آهي. قلم جو ڪرشمو ساڳيءَ طرح اهڙو تہ منفرد، مدلل، مؤثر ۽ من موهيندڙ حيثيت رکي ٿو. سندس نثري ادب ۾ بلا شبہ هڪ فخر لائق ڪارنامو آهي، جنهن لاءِ ثابتي ڏيڻ لاءِ سندس ڪتاب ۾ ”آب حيات“، ”جهڙا گل گلاب جا“ ۽ ٻيون ڪي ئي تحريرون موجود آهن. ”سنڌي ڪلچر“ جي موضوع تي غلام رباني جي فڪر انگيز مضمونن جو هيءُ مجموعو پڻ هڪڙي اهڙي سهڻي سلسلي جي ڪڙي آهي. جن موضوعن تي قلم ڪنيو ويو آهي، انهن جو تعلق انساني زندگي سان آهي. انهن مضمونن مان مان ائين پائنجي ٿو تہ مصنف زندگيءَ جي ننڍين ننڍين ڳالهين کي ويجهو ڏٺو آهي. هر ڳالهہ کي چڱي طرح پرکيو ۽ پروڙيو آهي ۽ حقائق معلوم ڪيا آهن. هن ڪتاب ۾ ڪل چوڏهن مضمون آهن، فن جي لحاظ کان تہ هي مضمون وڏي اهميت رکن ٿا. مصنف لفظن ڪان اهم ڪم ورتو آهي. ٿورا جملا پاڻ ۾ علم ۽ حڪمت جو درياءُ رکن ٿا. هن جي هيٺ مکيہ مضمونن جو تعارف ڏجي ٿو.

### 1 ـ وري ورندو واءُ، وري وسندا مينهڙا

غلام رباني آگري جي لکتن ۾ ان ڪري گهڻي ۾ گهڻي ڪشش هوندي آهي، جو هو اڪثر پنهنجي موضوعن کي سنڌي شعرن مان چونڊ ڪري پيش ڪندو آهي. ”سنڌي ڪلچر“ جهڙي اهم موضوع تي هي ڪتاب سون تي سهاڳو آهي. مذڪره ڪتاب ۾ هي پهريون مضمون آهي جنهن ۾، غلام رباني پنهنجي دوست مسٽر جعفر، انڪم ٽيڪس ڪمشنر حيدرآباد، جي يادن کي سهيڙيو آهي. هن مضمون ۾ ڪاليج جي يادگيرين کي قلمبند ڪيو آهي. مضمون ۾ فلسفي ڪان

وني وڏن عالمن افلاطون، ارسطو ۽ سقراط بابت لکي ٿو ته: "يونان جي مٽي هاڻي افلاطون، ڪوارسطو ڪو سقراط پيدا ڇونه ٿي ڪري؟ ۽ پوءِ سنڌيءَ جي عظمت ۽ تاريخ بابت ٻڌايو ويو آهي. هن مضمون ۾ ڪي ٿي فلسفي ڳالهيون ۽ ويچار ڏنل آهن.

## 2_ ان پرنه ايمان جيئن ڪلمي گوڪوناٿين

هن مضمون ۾ با مقصد زندگي گذارڻ جا رهنما اصول ٻڌايا ويا آهن. سچ جي ايرڻ ۽ لهڻ، مهاتما گوتم ٻڌ ۽ حضرت عيسيٰ، حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم بابت ٻڌايو ويو آهي. سيرت جي ڪتابن جو مطالعو هر مسلمان لاءِ ضروري آهي. اسان شاهدي ڏيون ٿا ته الله هڪ آهي، اسان شاهدي ڏيون ٿا ته محمد صلي الله عليه وآله وسلم الله جو رسول آهي. اهڙيون ڳالهيون هن مضمون کي زينت بخشين ٿيون.

## 3. ساروئي سبحان:

هن مضمون جي شروعات شهيد عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي بيت سان ڪيل آهي، ڪلچر لفظ تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ ڪلچر لفظ جي معنيٰ ٻڌائي وئي آهي.

## 4. سنڌ جي تهذيب ۽ سنڌو نديءَ جي شروعات:

هن مضمون ۾ پيٽرهارڊيءَ جي قول مان نگاهه وجهي "سنڌي ڪلچر" جي اوسر ۽ ارتقا کي متاثر ڪيو آهي. سنڌ جي عالمن ۽ صوفن بزرگن، مخدوم بلاول، شاهه عنايت شهيد، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست جو ذڪر ڪري فلسفو سمجهايو آهي.

## 5. فيضي ۽ ابوالفضل

هن مضمون جي شروعات شاهه عبداللطيف ڀٽائي ﷫ جي بيت سان ڪئي آهي. فيضي ۽ ابوالفضل مُلا مبارڪ جا پٽ هئا ۽ سندس خاندان اصل ۾ يمن مان آيو هو. هندستان جي ناگور نالي شهر ۾ وينو هو، انهيءَ ڪري سندس خاندان کي ناگوري سڏيندا هئا. ابوالفضل ۽ فيضيءَ بابت اڪبر بادشاهه بات معلومات ملي ٿي.

## 6. موجيم ڪہ آسودگي ماعدم ماست

هن مضمون ۾ تصوف ۽ سنڌي ڪلچر بابت بحث ڪيو ويو آهي.
هن مضمون ۾ غلام رباني آگري صوفي بزگن جي بهادر ۽ بيباڪيءَ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ هن مضمون وسيلي اهو سمجهايو آهي تہ ڏاڍ ڏمر اڳيان سر نہ جهڪائجي اها پيغمبرن جي سنت آهي. ظلم خلاف جهاد ڪرڻ جيئن مخدو بلاول لشڪر جو مهندار تي حق ۽ انصاف واري راهہ وٺي ظلم خلاف لڙيو. هن مضمون ۾ ليکڪ عقيدن جي روشني ۾ ڪلچر ۽ رسول خدا جي تعليم بابت، رسول ڪريم جي نبوت بابت، ايذاءَ جون تڪليفون ڏنائون انهيءَ بابت ذڪر ڪيو ويو آهي.

## 7_ درياءَ جا ڪنارا:

هن مضمون جي شروعات ۾ مضمون نگار اهو بہ سمجهايو آهي تہ جهڙي طرح درياءَ جا ڪنارا پاڻ ۾ ڪٿي ڪونہ ملندا آهن، اتي درياءَ ختم تي ويندو آهي. قيام پاڪستان، هندو ڪلچر خانواهڻ شهر جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ هن مضمون ۾ ”جهڙا گل گلاب جا“ عبداللطيف واري عنوان واريون ڳالهيون ورجايون ويون آهن. ڀڳت ڪنور، الهہ بخش سومري جي قتل بابت آخر ۾ سنڌي ڪلچر جي ڳالهہ ڪندي چئي ٿو ”سنڌي ڪلچر“ ڪي انسانيت جي انهيءَ معراج تائين پهچائڻ وارو ”سنڌي صوفي“ هو.

## 8_ ڏس گذران فقيران دا:

هن مضمون ۾ هندو ۽ مسلمان ڪلچر جو بيان ڪيو ويو آهي.
هي سمورو مضمون نون صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو ڪتاب جي صفحي 75 کان 83 تائين ڦهليل آهي. مضمون جي اندر رابندر ناٿ ٽئگور، پروفيسر ڪي.ايم.سين راين کان ويندي ڀڳتي تحريڪ جي ٽن شخصيتن ڪبير، ميران بائي ۽ گرونانڪ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. دادو جي سنڌي ڪلام جو نمونو ڏنو ويو آهي.

## 9 قابل فخر سرمايو

هن مضمون ۾ غلام رباني مرحوم سنڌي ڪلچر ڪي پاڪستاني ڪلچر جو قابل فخر سرمايو قرار ڏنو ويو آهي هن مضمون

۾ تاريخ مظهر شاهجهاني، ادبي بورڊ، حضرت شاهه ولي الله محدث دهلويءَ جي لفظن جو بيان ڪيو آهي، تہ ”حضرت شاهه ولي الله محدث دهلويءَ چيو تہ فقط سنڌ ۽ گجرات ۾ صحيح تعليم رائج هئي.“ (ص: 88) ويهن ٽني جي خطاطن جا نالا ڏنا ويا آهن ۽ سنڌي علمي ادبي ساک بابت ڄاڻ ڏنل آهي.

## 10. شهر ـ ڪلچر جو منظر

هي جي توڙي عام رواجي مضمون آهي، پر هن ۾ ليکڪ سنو نياءُ ڪيو آهي، پر ڪٿي ڪٿي ٻولي ۾ جهول ۽ ٿوريو گهڻ وڌايون محسوس ٿين ٿيون.

## 11. سنڌي ساهت ۾ سنڌي عورت:

جيئن تہ هي عنوان پڙهي اندازو ڪيو هيم. اهو اندازو غلط نڪتو، هي مضمون انتهائي اهم مسئلي کان هٽيل نظر آيو. هن مضمون هڪ شعر ڏنل آهي.

نياڻيون ٻہ آهين نيڻن جا تارا،
ڪريو ڪين بي علم تن کي خدارا.
(ص: 110)

## 12 ـ شهر- ڪلچر جو سرچشمو:

هن مضمون ۾ ڪٿي ڪٿي ليکڪ اٽنهڪنڌڙ جملا استعمال ڪيا آهن، ليکڪ پنهنجي مضمون ۾ جيڪو ربط ۽ ضبط جو خيال مٽئي گهٽ ڪيو آهي، هِتان ، هُتان جون ڳالهيون هٽي مضمون کي پورو ڪيو آهي.

## 13 ـ صاحب ساري سنڌ تي:

هن مضمون جي شروعات مصري شاهه جي بيت سان ڪئي وئي آهي، جيڪو هن طرح جو آهي:

صاحب ساريءَ سنڌ تي بادل برسائينس.
مصري ملائينس، ڪنڌ وانگر ڪير ۾.
(ص: 126)

هن مضمون جو عنوان بہ ڪشش ڪندڙ آهي پر مضمون جي اندر اردو جو محاورو ۽ مثان وري اسٽوري آف سينٽ مائل جي مصنف جو قول وري مٿان راڌن ڪرشن جا قول مضمون ۾ مزو گهٽ پر وڌا نقل نظير زياده نظر اچن پيا. اهي پڙهندڙن کي ٽڪائين ٿا، پر مضمون نگار جي محنت کي بہ داد ڏجي ٿو.

## 14_ سنڌ جون ممتاز علمي شخصيتون (مولانا عبيدالله سنڌي)

هي ڪتاب جو آخري مضمون آهي. جنهن ۾، شهرن، ڳوٺن کي سنڌي ڪلچر جو مظهر چوندي، غلام رباني آگري پنهنجي مضمونن ۾ اهڙيون ڳالهيون شامل ڪيون آهن، جن ۾ وطن جي حب، مشاهيرن بابت، ٻولي بابت، سنڌ جي راجائن بابت، ڪلچر جو مذهب بابت اثر، موئن جي دڙي مان لڌل مجسمن، جن موضوعن تي رباني مضمون لکيا آهن، انهن جو انساني زندگي سان واسطو آهي. غلام رباني آگري جا هونئن تہ گهڻا مضمون آهن پر ڪجهہ تماهي ”مهراڻ“ جي مختلف پرچن ۾ مضمون شايع ٿيل آهن جن ۾ ”رڻ جا راهي“، ”سنڌ جا ٻرندڙ جبل“، ”جوڳيءَ تي جڙاءُ“، ”اڪرڙيون مينگهہ ملهار“، ”سامي سنک وڃائي واٽ تيا“، ”دارا جا پويان ڏينهن“ بهترين مضمون آهن. مذڪوره مضمونن هڪ سنڌي شخصيت جي فڪر جو نتيجو آهن ۽ عام سنڌي ٻوليءَ ۾ ورجايل آهن. هن ۾ سواءِ هڪ مضمون ”دارا جا پويان ڏينهن“ کان سواءِ نہ ڪنهن ٻئي خيالن جي نڪالي آهي ۽ نہ ترجمو. عبارت ۾ نہ ڪا علمي ڪچ وهٽ آهي، نہ ڪا هٿرادو ناهہ نوهہ هر ڳالهہ ۾ عالمن ۽ اديبن ڏانهن ۽ دانشورن جا نڪتا ڪجهہ تاريخي ڪتابن جا حوالا آهن. سيني مضمونن ۾ سولا جملاڪم آندل آهن ۽، لفظن جي معنيٰ مبهم نہ رکي وئي آهي. جيئن شروعات ۾ چوڏهہ مضمون جو ذڪر ٿيل آهي. غلام ربانيءَ جي مضمونن ۾ سنڌي ثقافت ۽ ڪلچر کي دل کولي بيان ڪيو ويو آهي. ٻئي حصي جي مضمونن ۾ ”رڻ جا راهي“ ۾ ادب لطيف جو بيان ڪيل آهي جنهن ۾ رباني مرحوم لکي ٿو تہ:

“هر بيقرار روح سونهن ۽ ساجاهہ لاءِ سڪندو رهي ٿو، مون بہ رابيلن ۽ گلابن جا خواب ڏٺا چوندا آهن تہ ڪڏهن ڪڏهن ماٺهو جا خواب سچا

ٿيندا آهن، زندگي جي صحرا ۾ خيابان ۽ نخلستان ايندا آهن."(23) هن مضمون ۾ ويهينءَ صديءَ جي وڏن سائنسدانن جا حوالا ڏنا ويا آهن انهن ۾ البرٽ آئنسٽائن جو بہ ذڪر ڪري ٿو، ٻئي طرف فلسفا عجم جا مثال دليل، ابن سينا، مونا ليزا، مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي جون ڳالهيون ڪيون آهن. ۽ آخر ۾ چوي ٿو تہ: "مان اجنبي مسافر وانگر، دنيا جي طلسم مان ايئن حيرت ۽ حسرت سان لنگهيس جيئن ڪو نادان پري بازار مان هٿين خالي گذري."(24) "سنڌ جا ٻرندڙ جبل" هن مضمون جي شروعات هيئن ٿو ڪري: "مخدوم معين ٺٽوي پنهنجي دور جو هاڪاري عالم هو ۽ صحيح معنيٰ ۾ وڏو ماڻهو هو، يٽائي صاحب جو پڳ مٽ يار هو، مخدوم معين ٺٽوي جي جنازي نماز بہ ڀٽائي صاحب پڙهائي هئي."(25) هن مضمون ۾ رباني مرحوم مخدوم معين ٺٽوي جي تعليم توڙي بزرگيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. پير علي محمد راشدي ۽ ٻين ماڻهن جي روايتي اصولن، مخدوم محمد دائود آگرو جي طالب علميءَ جي زماني جي ڳالھ ڪئي آهي، تہ ان زماني ۾ پير سائين پاڳاري حضرت محمد راشد روضي ڌڻيءَ سان گڏ پڙهيو هو، ڪوٽري محمد ڪبير جي مدرسي ۾، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب کان جيڪا ڳالھ ٻڌي اٿس، اها بہ بيان ڪئي اٿس.

غلام رباني آگري مرحوم جون سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ ڪيل خدمتن کي هن مقالي ۾ پيش ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش آهي. غلام رباني آگري ڪيترين ئي شخصيتن جي علمي ۽ ادبي پاسن ۽ يادگيرين تي مضمون قلمبند ڪيا آهن. ٽماهي "مهراڻ" سندس ادبي ڪم جي وڏي سڄاڻپ پٽيل آهي. جنوري- مارچ 1997ع جي پرچي نمبر 1، ۾ "پير علي محمد راشدي" جي شخصيت بابت هڪ مضمون ملي ٿو، جيڪو مذڪوره پرچي جي صفحي 33 کان 50 تائين پکڙيل آهي. هن مضمون ۾، پير صاحب جي ڪيترين ئي يادن کي سهيڙي محفوظ ڪيو ويو آهي. پير علي محمد راشدي جي پهرين ملاقات بابت غلام رباني آگرو لکي ٿو تہ: "راشدي صاحب سان منهنجي پهرين ملاقات 1958ع ڌاري ٿي. سندس ننڍي ڀاءُ پير حسام الدين راشديءَ سان، سنڌي ادبي بورڊ جي نوڪري سببان، گهري گهاٽي واقفيت ٿي وئي هئي.

اڪثر وٽس ايندو ويندو هوس. اوچتو ڪيس دل جو دورو پيو. پير علي محمد راشدي تن ڏينهن ۾ وزارت اطلاعات ۽ نشريات ڇڏي، فلپائينس ۾ پاڪستان جو سفير ٿيو هو ۽ حسام الدين راشديءَ جي بيماري جي خبر ٻڌي ڪراچيءَ آيو هو. مان پير صاحب جي طبيعت معلوم ڪرڻ لاءِ گهر ويس تہ راشدي صاحب لائبريريءَ ۾ وينو هو. ٻنهي ڀائرن جا مهانڊا ملندڙ هئا. مان ڪيس ڏسي حالي تہ پُهلجي (ڀلجي) پيس تہ سائين حسام الدين راشدي وينو آهي" (26)

ان کان علاوه ٻين ڪيترين ئي علمي ادبي شخصيتن تي، غلام رباني آگري مضمون لکيا آهن، ۽ انهن مضمونن جي عنوانن جي چونڊ بہ وڻندڙ آهي مثال: "اڪيون مينگهہ ملهار" هي مضمون تنوير عباسي جي ياد ۾ لکيو ويو هو. هن مضمون ۾ قليلي ڪاليج واريون يادون ۽ ان دور جي تصوير، توڙي تنوير جي والد صاحب مرحوم گل حسن، ۽ ان جي خاندان جون ڪي يادون سانديون ويو آهن، تنوير عباسي جي خاندان کان وٺي ڪراچي هوٽل جون ڪچهريون، انسان جي حياتي ۽ هن جهان ۾، سندس هن جهان بابت، انسان زندگي جي مقصد بابت چڱو بحث ڪيل آهي. هن مضمون ۾ مولانا غلام محمد گرامي جي تصوير ۽ تنوير جي خاندان بابت، تنوير، ڊاڪٽر قمر، مارئي، سرمد ۽ پارس جون گڏ تصويرون ڏنل آهن.

هن مضمون ۾ تنوير جي علم دانش ۾ دلچسپي، سچل سرمست جا شعر، تنوير جي شخصيت بابت لکي ٿو تہ: "تنوير جي شخصيت ۾ محبت جي ماکي هئي، منو ماٺهو هو، منو ڳالهائيندو هو، نفيس ۽ نرم مزاج هو، ڪاوڙ ڪونہ ڪندو هو، يارن جو يار هو، پر دشمنن کي بہ در گذر ڪرڻو وارو هو، بلڪہ معاف ڪرڻ وارو بہ هو، وير تہ ڪون وٺندو هو پر ميار ڪونہ ڏيندو هو، گلا غيبت نہ ڪندو هو، نہ ٻڌندو هو."(27)

هن مضمون ۾ تنوير بابت مڪمل ڄاڻ ڏني اٿس. جنهن ۾ فن فڪر ۽ شخصيت اچي وڃي ٿي. "سامي سنک وجائي واٺ ٿيا" هي مضمون ڊاڪٽر مهڪري بابت لکيل آهي. غلام رباني هن مضمون جي

شروعات ۾ لکي ٿو ته: "ڊاڪٽر صاحب جڏهن به ڪنهن سان ملندو هو، ته پنهنجو تعارف "جي.ايم مهڪري" لفظن سان ڪرائيندو هو. مضمونن ۾ به پنهنجو نالو ايئن لکندو هو. سو، گهڻن ماڻهن سندس اصلي نالي جي خبر ڪانهي سندس نالو غلام محي الدين هو ۽ ذات جو مهڪري هو."(28)

هن مضمون ۾ مهڪري جو تعارف ڪرايو آهي ته مهڪري "ميسور" پاسي جي ذات آهي. ڊاڪٽر مهڪري هندستان جي ورهاڱي کان سنت پوءِ ٻين مهاجرن وانگر ڪراچي لڏي آيو هو. هن مضمون ۾ ڊاڪٽر مهڪري ۽ پنهنجن يادن کي رباني صاحب ياد ڪيو آهي. رباني ۽ مهڪري جي 1975-1976ع ۾ پهرين ملاقات جو ذڪر ٿيل آهي ۽ ان کان پوءِ مضمون نگار ۽ ڊاڪٽر مهڪري گهرا ۽ گهاٽا يار ٿي ويا. هن مضمون ۾ جيز مين جو انگريز هو، ڊاڪٽر حميده کهڙو، سائين غلام مصطفٰي قاسمي، قاضي غلام محمد قريشي، مظهر يوسف، نور احمد خان لغاري، محمد حسين پنهور، قاضي غلام محمد ۽ ٻيا ڪوڙ سارا عالم ۽ ڏاها ۽ ٻيون يادون هن مضمون جون زينت آهن. "دارا جا پويان ڏينهن" هي مضمون نڪو لائيءَ منوچيءَ جي اطالوي زبان ۾ لکيل "سوريا دو مور" تان ترجمو ٿيل آهي. اهو ڪتاب سن 1906ع ۾، لنڊن مان چئن جلدن ۾ شايع ٿيو هو. هن ڪتاب جي چئن جلدن جو انگريزي ترجمو رباني صاحب پڙهيو هو، جنهن ۾ شهزادي دارا واري مضمون رباني کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ پوءِ غلام رباني آگري هن مضمون کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو هو.

مضمون پڙهڻ وٽان آهي ۽ مسلمانن جي بادشاهه شاهه جهان ۽ سندس پٽن جي دور جي هن مضمون ۾ تاريخ ملي ٿي. غلام رباني لکي ٿو ته: "دارا جو ٻيو ارادو اهو هو، ته ايران هليو وڃي جو گهڻو پري ڪونه. آزانسواءِ، ايران ڏانهن ويندڙ رستي تي ڪيس جيوڻ خان سان ملڻ جي اميد هئي، جو هندستان جي مغل سلطنت ۽ ايراني سلطنت جي دنگ تي، وڏي جاگير جو مالڪ هو."(29)

غلام رباني آگري مرحوم جي مڪمل مضمونن جو جائزو نه ورتو ويو آهي پر مخصوص مضمونن جو مٿي جائزو پيش ڪيو ويو

آهي اها ڳالهہ معلوم ٿي تہ مصنف جيڪي مضمون لکيا آهن تن مان معلوم ٿئي ٿو تہ، ليکڪ کي نثر تي چڱي دسترس حاصل آهي جنهن ۾ سندس خيالي بياني، فيلسو فيانہ مضمون بيان ڪيا ويا آهن. غلام رباني آگري جي مضمونن ۾ جيڪا سنجيدگي ۽ گهرائي نظر اچي ٿي. سا صاف ٻڌائي ٿي تہ هو مضمون جي لکڻ وقت نثر نويسيءَ جي عظمت ۽ رفعت کان چڱي طرح واقف آهي، سندس مضمونن ۾ جا بلند خيالي ۽ علمي ترقي واسطي سنڌي ادب لاءِ خلمت وارو فرض صحيح معنيٰ ۾ ادا ڪيو آهي. سندس خدمت وارو فرض پڙهندڙن لاءِ روحاني جذبن ۽ دلي خيالن جي ترجماني ڪري ٿو. غلام رباني جي مضمونن جون تہ ڪوڙ ساريون خوبيون آهن، ۽ مکيہ خصوصيت اها نظر اچي ٿي تہ، هر مضمون جي آخر ۾ ڪنهن نہ ڪنهن مسئلي جي ڇنڊڇاڻ ڪري ڇڏي ٿو، سندس زياده تر مضمونن ۾ فلسفي ۽ اخلاق جو ڳالهيون بيان ڪيل آهن، ۽ ربانيءَ جي مضمونن ۾ اهڙا بہ نڪتا بيان ٿيل آهن، جنهن تي بحث بہ ڪري سگهجي ٿو، ان جي سيني اسباب کي گڏ ڪري نتيجو ڪيي بہ سگهجي ٿو. ڪمال اهو آهي تہ بحث ۾ نهايت عام رواجي اصطلاح اچن ٿا ۽ زبان تي هر هر رڳو مطلب جون بہ ڳالهيون اچن ٿيون. جائزي مان معلوم ٿيو تہ غلام رباني زندگي سان واسطو رکندڙ هر مسئلي تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ هدايت جي شمع ڪٽي سڌي رستي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، مختلف مسئلن تي بحث ڪندي فقط پرڏيهي عالمن جا قول نہ ڏنا آهن. مضمونن جي جائزي کان پوءِ هي نتيجو نڪتو آهي تہ سندس مضمونن ۾ اسلوب جي دلڪشي ۽ خيالن جي بلنديءَ جي لحاظ کان سندس مضمون هڪ مثالي نثر جو نمونو آهن، سندس مضمون يا ٻيون لکڻيون ٿوري وقت لاءِ نہ پر جٽادار ۽ ديرپا ثابت ٿينديون.

## غلام رباني آگري جي خط نويسي

خطن کي ملاقات جو اڌ سڏيو ويو آهي. خطن جا ڪيترائي قسم آهن. اسان کي ڪيترائي ڪتاب ڏسڻ جو موقعو مليو آهي. جن مان کي

آهن. 1 مڪتوبات محمدي صلي الله عليه وآله وسلم (اردو) 2 مڪتوبات امام رباني قدس سره 3 مڪتوبات خواجہ باقي بالله دهلوي قدس سره 4 مڪتوبات ابوالڪلام آزاد 5. سچڻن جا سنيها، جمالدين مومن 6 مڪتوبات لنواري شريف ان کان علاوه اخبارن، رسالن ۾ ڪن عالمن، فاضلن ۽ دانشورن جا خط جن ۾ سائين جي.ايم.سيد، پير علي محمد راشدي، قاضي عبدالمجيد ”عابد“ ۽ ڪن ٻين جا.

خطن ۾ ٻن شخص جي دلي رسم وراهہ جو تعلق هوندو آهي. ڪي خط عزيزن ڏانهن تہ ڪي دوستن ڏانهن تہ ڪي وقت جي حاڪمن ڏانهن بہ ڏنا ويا آهن. انهن ۾ شخصي انفرادي ۽ قومي فلاح سمايل هوندي آهي. خط انساني زندگي جو حقيقي اولڙو آهن، جنهن ۾ شخصيتن جا حقيقي روپ نروار ٿين ٿا، خط پنهنجي ٻولي ۽ ادب ڪي شاهڪار بنائيندڙ پارا آهن، خطن جي مطالعي سان لکندڙ جي زندگي جي نفيس ۽ نيارن رخن کان واقفيت ٿئي ٿي. جيئن تہ غلام رباني آگري جي خطن جو تعلق آهي تہ ان ڪري انهن تي مجمل خاڪو پيش ڪجي ٿو.

**ڪتاب_ خط غبار: ص 56 کان هڪ خط آهي**

خط ڇا آهي؟ جنسي آتم ڪهاڻي آهي. منجهس ماضي ۽ حال ڪي پيٺ ڪري ٿو. صغيرسنيءَ واريون يادگيريون، حال جي موافق ڪري لکي ٿو.“ هونئن بہ عالم اهو آهي، جو ماضيءَ کي بيان ڪري حال سان پيٽي ۽ مستقبل لاءِ نتيجا اخذ ڪري اهي سڀ خوبيون هن ليک ۾ بيان ڪيل آهن. هو هوائي جهاز ۾ پيڪنگ ڏانهن ويندي اسلام آباد ۽ ايران ۾ ٿيندڙ محفلن جو ذڪر ڪري ٿو. جنهن کي ڏهاڪو سال ٿي ويا. پنهنجو احوال لکندي همسفر دوستن جو ان جو تعارف پيو ڪرائي جڏهن چين ۾ اتان جي سماج ۽ معاشري کي ڏسي ٿو تہ ان کان بہ دوستن کي خط لکي محفوظ پيو ڪرائي. (خط غبار: ص، 60 ۽ 81)

سندس خطن کي ربانيءَ جا مجمل خيالات چئجن جن جي لکڻ ۽ انداز بيان سان سندس شخصيت ۽ سيرت نکار ڪري ٿي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هڪ پاڙهو محب وطن ۽ سچو مومن سچو مسلمان هو. خط جي شروعات هن طرح ڪري ٿو...... الله پاڪ ڪڏهن ڪڏهن ڪرم

ڪندو آهي، صبح جو سوير ننڊ مان جاڳ ٿيندي آهي .......بخت يلو هو سستي ڇڏي وضو ڪيم ۽ ٻه ٽي نفل پڙهي.

"قرآن مجيد جو دؤر ڪيم، قرآن پاڪ رکي صبح جي نماز پڙهيم .......دعا قبول ڪرڻ وارو رب پاڪ آهي." دعائن ۽ سلامن ڪان پوءِ آخر ۾ لکيو اٿس.

ترجمو: تون جتي به هجين خدا تنهنجو دوست حاضر آهي ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم تنهنجو نگهبان آهي.

ص 83 تي سندس هڪ خط ڏنل آهي، ان جو نمونو ڏسي سگهجي ٿو. آگرو صاحب ديني مفڪر، خانداني تاريخ جو ڄاڻو ۽ رب پاڪ ۾ اميد رکندڙ انسان هو. ڪابه ڳالهه مستقبل جي لکي ٿو ته، انشاءالله سان لکي ٿو ۽ الله سائينءَ جو شڪر بجا آڻي ٿو، تصوف جي بزرگن جا گفتا ياد رکندڙ هن ئي خط ۾ لکيو اٿس. (عزيز) سائين صالح شاهه، اوهان جهڙن ئي آعليٰ انسان ڪي نيڪ مان ساري چيو هو.

منا مارو الله آڻئي
دل جا داغ وڃ ڌوئي.

نهنائي ته سندس مزاج ۾ پيل هئي. لکي ٿو ته منهنجي عيبن ڏي نه ڏسندا ڪريو مان ائين ئي اڻ گهڙيو ڪاٺ آهيان. مان ڏاڙهي ڪوڙ ٿيس. پورا پنج وقت نماز به نصيب ڪونه اٿم. رباني خانداني ۽ اسلامي روايتن جو قدر ڪندڙ هو. لکي ٿو ته: "منهنجي ڏاڏي يارهن حج ڪيا. ست حج پيادل ڪيائين ....... رفيقن سان گڏ نڪرندو هو، جبل، ميدان ۽ پهاڙ سڀ اورانگهي. رحمة رسول صلي الله عليه وآله وسلم جي روضي تي وڃي چائنٺ چمندو هو، اڪثر ڳالهه ڪندا هئا ته هڪ سفر ۾ ڇهه مهينا لڳي ويندا هئس، پر پوءِ آگبوٽ نڪتا سو چار حج ساموندي رستي ڪيائين، منهنجي بابا سائينءَ چاليهارو ورهيه نماز قضا ڪانه ڪئي، بيماري ۾ به اشارن سان نماز پڙهندو هو. رباني سچائيءَ جو پيڪر هو. هن ئي خط ۾ لکيو اٿس.

اوهان ڏانهن دير مدار بلڪل ڏوهه قبول آهي. پر اوهان لاءِ دل ۾ عزت ۽ محبت جا جبل آهن. هڪ خط 10-10-2002 ۾ لکيل آهي. ان ۾

شروعات هيئن ٿو ڪري عزيرم اعجاز، الله پاڪ ۽ سندس رسول اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جن جون اوهان تي ۽ سڄي خاندان تي برڪتون هجن.“ (ص86) ان ڪان پوءِ منهنجو تجربو لکي ٿو ته: ”ائين محسوس ڪريان ٿو ته دنيا ۾ هر دور ۾ چڱا ۽ برا ماڻهو هئا. ۽ آئنده به هوندا. خط جي آخر ۾ لکي ٿو ته: ”سائين وڏي ڪي پيرن تي هٿ ۽ سيني ننڍن ڪي وڏن لاءِ دعائون ۽ سلام.

دعاگو غلام رباني آگرو

18 جون 2002 ع

(خط غبار: ص: 87)

ساڳئي ڪتاب جي ص 89 ۽ 90 تي هڪ خط آهي ان جو مفهوم ٻڌائي ٿو ته سڀ ڪجهه ڪاتب تقدير جي هٿ ۾ آهي، سنو دوست گلاب جي گل جيان آهي. اڪثر ماڻهو پلاسٽڪ جا ٿي ويا آهن. پلاسٽڪ تي مک ۽ مڇر به نه ٿا ويهن ههڙي حال ۾ هڪ دفعي اوهان جهڙو سڄڻ ملي وڃي ٿو.“ (خط غبار ص 102 کان 105 تائين)

هن خط ۾ رباني جي عقيدن جي پلي پٽ پروڙ ڏنل آهي. خوابن جا قسم بيان ڪيا اٿس پر ان ۾ حضور ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي معجزن ۽ حيات النبي صلي الله عليه وآله وسلم واور عقيدو عيان آهي. شهيد سرمد سان محبت جو ثبوت ڏنواتس. ڪن ڪتابن تي تبصرو ڪيو اٿس، حياتي جو مفهوم بيان ڪيو اٿس، اجائي خيالي پلائن جي مخالفت ۽ سني تنقيد سمايل آهي. (خط غبار ص 108 کان 109)

هن خط ۾ حقيقت ۽ خواب جو مفهوم سمجهايو ويو آهي، پنهنجي عقيدي موجب هن خط ۾ به قرآن ڪريم جو حوالو ڏنو اٿس، جتي اسلامي رنگ بيان ڪري ٿو. اتي غير مسلم دانشور جا حوالا ڏئي ٿو. هوتئن به انسان سچاپندو آهي، دوستن مان ۽ خوابن لهڻ مان اهي بئي حقيقتون رباني جون صاف ۽ پاڪ آهن. سندس دوست ته پلا آهن. پر خواب به پلا اٿس. جهڙوڪ ”غارِحرا“ جي زيارت يا حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي روضي مبارڪ ڪي ڏسڻ. رباني جا خط چا آهن. برصغير جي آزادي جي تحريڪن جو ذڪر آهي. معاشري جي عڪاسي

آهي. پنهنجي سرگذشت لکي اٿس. ماڻهن جو قد ڪاٺ ڪڇيو اٿس، ڏيهي توڙي پرڏيهي مدبرن جي ڪهاڻي آهي، پنهنجي توڙي دانشورن جي خوشحالي ۽ ڪسمپرسي بيان ڪئي اٿس. سنڌ جي آزادي واري تحريڪ جو بيان آهي. ربانيءَ کي جيڪا امام انقلاب عبيدالله سنڌي سان محبت آهي، ان جو سچو نقشُ آهي. سياسي تاريخ آهي. شاهه ڀٽائيءَ کي ضرور ياد ڪيو اٿس. خط جي پڇاڙي دعائن سلامن سان ڪري ويو آهي. پوءِ اهي خط سيد واجد شاهه ڏانهن هجن، سائين جي.ايم.سيد ڏانهن هجن، علي محمد راشدي ڏانهن، محمد امين جيلاني ڏانهن هجن، يا الطاف آگري، زبيده ميتلو، حڪيم اعجازچانڊيو ڏانهن سندس خطن پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته رباني خطن جي ترتيب احوال سڀ سنڌ جي اصلوڪي معاشرتي اصولن تحت آهن. جيئن ٻه سنڌي ماڻهو جڏهن ڪان وڇڙيا هوندا هئا ته ان تسلسل کي ڳنڍيندا هئا، ادا تون ٿي مان گذريل سال ڀٽائيءَ جي ميلي تي مليا هئاسون. ان بعد اسان جو وقت هن ريت گذريو اچي. اڄ وري مالڪ ملايو.

پنهنجي گذريل وقت جي ياد خوابن بابت ڪنهن جي اعانت ڪرڻ اسان کي رباني جي خط پڙهڻ بعد اهو تاثر وينو ته انسان جي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جا ٻيا ڪن به آهن، بقول شاهه عبدالڪريم بلڙي واري

هي ڪن گڏهڻا وڪڻي، ٻيا ڪي ڳنهيج،
جني ساڻ سڻيج، پريان سندي ڳالهڙي.

دنيا جي هاڪارن ۽ نامور بزرگن جي ياد گذريل وقت جا حالات، قدرت تي پورو يقين. (خط غبار ص 114- 116) هن خط جي شروعات الله پاڪ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي رحمت ۽ برڪت سان ڪئي وئي آهي. جنهن ۾ گذريل ادبي ماحول جو ذڪر، پنهنجي روئدار بزرگن جا اقوال، پنهنجا تجربا، دوستن جي دلجوئي، ڪي صلاحون سنڌ جي خدمت، چوٽيون جهڙوڪ "ياڳين جا ياڻ هميشه وسندا رهندا" ۽ دعائون سمايل آهن. دوست کي خوشيءَ جي موقعي تي مبارڪون. ڪتابن جو تذڪرو، شاعرن جو بيان، ايران جي تاريخ، رني ڪوٽ جو احوال، فردوسيءَ جو ذڪر، سندس قدر زندگي ۾ نه ٿيو.

هي خط مضمون پيو لڳي، ذاتي احوال بعد وري بہ ڪتابن جي ڳالهہ، وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود جو معائنو، ڪن بزرگن جا نظريا ۽ انهن تي تنقيد جهڙوڪ: ”هاشمي- ڪوزا“ نهرائڻ وغيره. مخدوم محمد هاشم سخت گير ۽ مخدوم محمد معين جي نرم مزاج بابت، پٺائي جي دوستن بابت ڪي مقولا بہ لکيا اٿس. عشق سارو اسلام مذهب محبت عين مبارڪ، تون مومن مسلمان آهين، لکيل آهن. جبر ۽ ڏمر جو مسئلو نفاق جو نتيجو، تاريخي تذڪرا حضور صلي الله عليه وآله وسلم جون ڪيتريون ڳالهيون ۽ حديثون بيان ڪيل آهن. نيڪي ۽ بدي بابت هڪ ڪتاب ”هڪ شخص جن جو عالمي تاريخ تي اثر رهيو“. سيرت پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم تي ڪتاب لکڻ بابت هڪ بزرگ مهر علي شاهہ گولڙي شريف جو شعر ڏنل آهي:

ڪتي مهر علي، ڪتي تيڏي ثنا،
گستاخ اکيان، ڪتي جا اڙيان.

دعائن ۽ سلامن تي پڄاڻي ۽ خط جي جواب جو انتظار.“ (خط غبار ص 130-134)

هي آخرين خط خطن جي مجموعي ”خطِ غبار“ ۾ آهي جنهن ۾ سٺريل ماڻهن يعني صالحن جي صحبت جو ذڪر آهي، ذاتي احوال پڻ آهي. ذاتي مشاهدا ۽ تجربا بيان ڪيل آهن. وڏن وڏن بزرگن جا قول. سنڌ ڌرتيءَ سان محبت ڪندڙ جو قدر، دعائن جو منتظر، الله پاڪ تي مضبوط عقيدو دعائن ۽ سلامن تي خاتمو ڪي ٿو. هن خط جي مجموعي ۾ هي آخري خط جو شعر ڏنل آهي:

هلايو تہ هلي هَلان بيهاريو تہ بس،
واڳ ڏٽي تنهنجي وس، آئون ڪا پاڻ وهيٽي.
(خطِ غبار: ص131)

تحقيق مان معلوم ٿيوتہ، غلام رباني آگرو اسان سنڌين خصوصاً پڙهيل ۽ لکيل ماڻهن ڪي صدين تائين ياد رهندو ۽ سندس احسان ڳائيندو رهندو. اسان جي بدقسمتي آهي جو اسان پنهنجي نئين نسل کي پنهنجي بزرگن ۽ ڏاهن سان متعارف نہ ڪرائي سگهيا آهيون جنهنڪري اڄ پنهنجي پنهنجي بولي تاريخ کي نٿو پڙهي، ان جي

سموري ذميواري اسان جي پنهنجي تاريخ ۽ ادب سان عدم دلچسپيءَ جي ڪري تي رهيو آهي. ۽ اسان وٽ ادب جا شاگرد پيدا نہ ٿي رهيا آهن. اهڙي صورتحال ۾، غلام رباني آگري جون لکڻيون اڳيان آڻڻ جي ضرورت درڪار آهي. غلام آگري جي خطن جي اڀياس مان معلو ٿئي ٿو تہ، هُو فارسي زبان جي چڱي ڄاڻ رکندڙ هو، ان ڪري سندس خطن ۾ ڪي فارسي شعر ڏنل آهن، ۽ ان کان علاوه اردوءَ جا ڪي شعر ۽ مقولا بہ ڏنا ويا آهن. سندس خطن ۾، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جا گهڻي تعداد ۾ بيتن جي چونڊ ڪري ڳالهہ سان نهڪندڙ بيتن کي بہ، جاءِ ڏني وئي آهي.

## افسانا: غلام رباني آگري جي افسانن تي تبصرو

سنڌي افسانن جي تاريخ بابت مختلف عالمن جا مختلف خيال ملن ٿا تہ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي پنهنجي ڪتاب "سنڌي ادب جي تاريخ"، جلد ٽيون ۾ لکي ٿو تہ: "سنڌي افسانو جنهن کي اڄڪلهہ هلي ڪهاڻي سڏيو ويو. ان کي بہ هڪڙو پسمنظر آهي. اڳ ۾ اهو خيال هو تہ ڪهاڻي/ افسانو/ اڳوڻن ننڍن قصن يا آکاڻين مان اسريل آهي."(33) ڊاڪٽر عبدا لجبار جوڻيجو جي راءِ جي روشني کان پوءِ هٽ هڪ ٻئي اديب، محقق ۽ نقاد جو حوالو ڏيون ٿا: پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ڪهاڻي جي اوسر بابت لکندي ڪهاڻي جي بنياد بابت ڄاڻايو آهي. تہ: "سورٺ راءِ ڏياچ" جي آکاڻي "شهزادي املهہ ماڻڪ"، "سدا توري ڪدا"، "طوطي نامو" ڪيولرام جو ڪتاب سوکڙي شيڪسپيئر جو ترجمو دلپسند قصا ۽ ڪي ٻيا داستان ۽ ٻارن جون آکاڻيون ڏنيو آهن. حقيقت ۾ اهي پراڻا قصا آهن. انهن ۾ ڪنهن بہ حوالي سان افساني جو پسمنظر نہ آهي. ڪي ماڻهو ناول جون اصلي صورتون ڪوٺين ٿا. پر اهو بہ صحيح نہ آهي. قصو يا آکاڻي خيال جي پيداوار آهي."(34) افساني جي وصف بابت عالمن ۽ اديبن جي راين جي روشنيءَ ۾ ڏسنداسين تہ هن لفظ جي لغوي معنيٰ ڇا آهي؟ ۽ هن ادب پاره بابت صحيح معنيٰ ۾ ڪيئن وضاحت ٿي سگهي ٿي. جديد سنڌي ڪهاڻي يا افساني کي بيان

ڪرڻ کان پهريائين متي بيان ڪيل آکاڻين مان معلوم ٿئي ٿو ته افسانې جي شروعاتي زندگيءَ ۾ بدلجندڙ قدرن مطابق ماڻهن وٽ وقت نه رهيو هو. جو طويل قصا پڙهن. يا مگٽهارن يا سگهڙن جي ڪچهرين ۾ ويهي قصا ٻڌن. ٻئي طرف مطالعي مان اهو به معلوم ٿيو آهي ته، قصن ۽ داستانن ۾ ڪتب ايسر ۽ڳگهه هنن ۾ غير انساني ڪردار يا وري جادوئي قصا ۽ بادشاهه وزيرن يا سوداگرن جا غير انساني ڪردار پنهنجي دلچسپي جڏهن وڃائي چڪا هئا. مشنري دور ۽ سرمائيدارنه نظام جي اوسر زندگيءَ جا ڍنگ ئي بدلائي ڇڏيا. جاگيردارانه دور واريون حالتون بدلجي ويون هيون. هاري وڏيري سان گڏوگڏ مل مالڪ ۽ مزدرو جي درميان ڇپلڪش وارو دور شروع ٿيو، غريب ۽ امير جي طبقاتي جنگ شروع ٿي وئي ته افسانو وجود ۾ آيو.

ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي پنهنجي تحقيقي مقالي ”آزادي کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر“ جي باب ٻيون ۾ لکي ٿو ته: ”افساني جي وصف جي حوالي کان پوءِ انسائيڪلوپيڊيا سوشل سائنس جو حوالو ڏنوآهي ته، افسانو اهو ادب پارهه آهي. جنهن کي حقيقي زندگي ۾ ڪوبه سچو مفهوم ناهي. اها ئي معنيٰ ۽ وصف ٻين ڪتابن ۽ لغتن ۾ به ڏني وئي آهي. جديد سنڌي ادب لاءِ اهو ٻيجا نه ٿيندو ته ان کي شروع ڪندڙ مرزا قليچ بيگ، لعل چند امرڏنومل ۽ ان وقت جا ٻيا اديب هئا. ان جي تدريجي ارتقا ڪيئن ٿي. سنڌي افساني جي سلسلي ۾ ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته پهريون پهريون افسانو جو سنڌي ٻولي ۾ آيو سوهو ميران محمد شاهه اول (1309-1245 هه) متيارين واري جو هنديءَ ۾ ڪرشما دتا جي لکيل آکاڻي ”سبودي ڪبودي“ جو سنڌي ترجمو”سڌا توڙي ڪڏا توري جي ڳالهه“ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي پنهنجي هڪ مضمون ڏسو هفتيوار هند واسي 16 ڊسمبر 1956ع پاڪستان ۾ سنڌي نثر جي ترقي ۾ لکيو آهي ته، سنڌي نثر ۾ آوائلي آکاڻي جا ڇاپي هيٺ آئي، سا هئي آکاڻي (راءِ ڏياج ۽ سورٺ) جنهن جو ذڪر شروع ۾ ڪري آيو آهيان، اها هڪ مجيل ڳالهه آهي ته مختصر افسانو مغربي ادب جي پيداوار آهي، ۽ اسان وٽ انگريزي ٻوليءَ جي معرفت پهتو آهي.“(35) قاضي خادم پنهنجي علمي ادبي ۽ تحقيقي

مضمونن "ادب ۽ روايتون" ۾ لکي ٿو ته: "1914ع ۾ مرزا قليچ بيگ، شريف بيگم نالي هڪ افسانو لکيو. جنهن جي سٽا اڄڪلهه جي افساني کان بہ هونئن هڪ الڳ آهي پر ان ۾ اڄ جي افساني جا اهڃاڻ ملن ٿا. هن افساني جو ڪردار ثابت ٿو ڪري ته انسان پنهنجي همت سان آهستي آهستي پنهنجي مقصد ۽ منزل تائين پهچي سگهي ٿو. 1925ع کان 1940ع تائين افساني جو ترجمو دور ليکيو وڃي ٿو. اهو زمانو عالمگير جنگين وارو هو. سموري دنيا جون حالتون نهايت چڪتاڻ واريون هيون. هندستان ۾ آزادي واري تحريڪ شروع ٿي چڪي هئي. جنهن جو اثر سنڌي ادب تي نمودار ٿيو. هي اهوئي دور هيو. جنهن ۾ هندستان جي مختلف زبانن هندي، اردو، بنگالي، گجراتي، مرهٽي ۽ ٻين ٻولين مان سوين افسانہ سنڌيءَ ۾ ترجما ٿيا. جن مان ته ڪي هوبهو ترجمو هئا ۽ ڪن افسانن ۾ صرف ماحول ۽ ڪردار نگاري ٿورو تبديل ڪري سنڌي حالتن مطابق بنايو ويو هو."(36) هندستان جي افسانن کان علاوه يورپ جي جڳ مشهور افسانہ نگار جا افسانہ سنڌي ۾ ترجمو ڪيا ويا، جن مان چيخوف گورڪي، ٽالسٽاءِ ۽ موپا سان، اوهينري وغيره."

هن تحقيق جي مقصد ۾ جيڪو موضوع متعين ٿيل آهي انهيءَ عنوان جي روشني ۾ هت غلام رباني آگري جي افسانوي ادب ۾ ڪيل تخليقي عمل کي ڏسنداسين ته، غلام رباني جو بنيادي طور ڪهاڻيڪار هو ۽ ان جي ٻي خاص سڃاڻپ هڪ برک اديب نظر ٿو، سندس ٻولي ۾، سنڌي ادب ۾ سڃاڻپ نثر نويس ۽ ڪهاڻيڪار واري آهي،۽ ٻيا بہ سندس رخ آهن ۽ انهن ئي پهلوئن جي مذڪوره تحقيق ۾ اپياس پيش ڪيو ويو آهي. غلام رباني آگري جي افسانوي ادبه جي جائزي دوران جيڪو نتيجو آڏو آيو آهي ته، غلام رباني جي شناخت ۽ شناس ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ آهي. ربانيءَ جي تحريرن ۾ ٻوليءَ جو وڻندڙ استعمال ۽ ڪردارن سان سونهندڙ جملا، تجنيس حرفي جو استعمال، پهاڪا ۽ اصطلاح، تمثيل ۽ تشبيهه وارا محرڪات نج سنڌي معاشري جو دفتر آهي تن کي غلام رباني آگري پنهنجن ڪهاڻين ۾

آٽي جيڪو رنگ پريو آهي تن کي پڙهي محرومي دور ٿئي ٿي. هر پاڙهو پاڻ کي مصنف سان گڏ وسهي ٿو. اسان وٽ سندس ٿيويهه اهڙيون لکتون آهن. جن کي ڪهاڻي چئون ٿا. سندس لکڻ جو ڍنگ طور ۽ طريقو معاشري تي زوردار ٺَڪُ آهي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته وٽس بيمار معاشري ۽ ڏيري ماحول لاءِ حاذق حڪيم وارا نسخا ڏسيا ۽ ٻڌايا ويا آهن. جيڪي آزمايل آهن ۽ آزمودي مان نڪتل آهن، تن کي آزمائڻ جي شرط نه آهي. بلڪ ائين چئجي ته آزمائي کي آزمائي اهو ڏوڙ پائي. 23 افسانوي ڪهاڻين تي بيجا تنقيدي راءِ قائم ڪرڻ ادبي نقص آهي، ان ڪري ان جي فڪري پهلوئن کي جانچي ان جي پرک ڪئي آهي، انهن ڳالهين مان جيڪو نتيجو اخذ ٿيو ته، ڪهاڻي جي فني لوازمات کي ڀرپور نموني سان تخليقي عمل سان نباهيو آهي ۽، اهڙو نياءُ ڪيس سونهي ٿو. غلام رباني آگري جي ڪهاڻي جي رٿابندي يعني پلاٽ ڪان ويندي سمورن جزن کي سهڻين ڪڙين سان ملائي اهڙو ته، اختتام ڪري ٿو جو ان جو اثر دل ۽ دماغ تي حاوي ٿيو پوي. سنڌ جي ترقي پسند ۽ جديد ڪهاڻيڪارن ۾، غلام رباني آگري جو نالو نمايان طور نظر اچي ٿو. شيخ ”راز“ لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ 1934ع ڌاري مختصر افساني جو نئون دور شروع ٿيو. زندگي جي ڪيترن ئي مسئلن کي افساني جو مواد بنايو ويو. هن ڪان اڳ آڪاڻي جو مواد، اصلاحي ۽ اخلاقي نظريات جي پيش نظر ڪيو تي ويو. سنڌ ۾ انهيءَ آڪاڻي جي زندگي ٻه ايڏي وڏي ڪانه آهي.“(37) آزاديءَ ڪانپوءِ، سنڌ ۾ نئين اٿل پٿل ٿي، ان جا ڪيترن ئي ذهنن تي اثرات مرتب ٿيا. آزادي ڪان پوءِ سنڌي زبان ۾ ماهوار ”نئين زندگي“، ”سنڌي ادبي سنگت“ جو نئين سر وجود ۾ اچڻ، ان پليٽ فارم تان سنڌ جي مختلف، شهرن ۾، علمي، ادبي سرگرميون شروع ڪيون ويون. انهيءَ ادبي سنگت جي سرگرمين ڪري، سنڌ جي اديبن ۾ هڪ نئون جوش پيدا ٿيو. ان پليٽ فارم تي ڪيترائي نوجوان گڏ تي سنڌي ادب جي نون قدرن تي طبع آزمائي شروع ڪئي. سن 1955ع ۾ سنڌ ادبي بورڊ پاران سه ماهي ”مهراڻ“ رسالو جاري ٿيو جيڪو سنڌ جي نوجوانن لاءِ هڪ نئين اميد سان سياڳو سج تي اڀريو جنهن جي روشني ۾ ڪيترن نوجوانن سنڌي ادب

ڏانهن ڏيان ڏريو. انهن نوجوانن ۾، اياز قادري، جمال ابڙو، شيخ اياز، شيخ "راز" غلام رباني سنڌي (آگري)، ۽ بين پنهنجي سماج جي نقل وحرڪت تي گهرائي سان نظر ڦيري انتهائي ڪاميابي سان پنهنجا افسانہ لکي سنڌي عوام آڏو آندا. اسان جي هن تحقيق جو تعلق غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتن جو تنقيدي جائزي سان آهي، ان ڪري سندس همعصر ۽ بزرگن جي ذڪر ڪان سواءِ هي تحقيق اڌوري ليکبي، ان ڪري اسان سندس همعصرن ۽ بزرگن جو بہ ذڪر ڪيو آهي، پر تحقيق جو محور ۽ مرڪز غلام رباني آگري جون تحريرون آهن. غلام رباني آگري پنهنجي ذوق ۾ جيڪي افسانہ لکيا تن جو جائزو پيش ڪريون ٿا: ان لاءِ اسان هڪ افساني "فتويٰ" کي سامهون رکي ان جو اڀياس ڪريون ٿا تہ، هو اسان کي برک افسانہ نويس نظر اچي ٿو، توڙي جو سندس شروعاتي دور ۾ ماڻهو ايترو ذهين نہ هوندو آهي پر، سينيئرس جي صحبت ۾ اچي بهترين افسانہ تخليق ڪرڻ لڳو. پنهنجي نفيس ۽ دلڪش طبيعت ۽ ادا سان پنهنجي ماحول کي چڪاسڻ ۽ تپاسڻ ۾ باخبر هو. پنهنجي ماحول مان ڪردار چوندي تن کي فرضي نالا ڏئي ڪهاڻي گهڙڻ ڪو ايڏو سولو ڪم نہ آهي، پر غلام رباني آگري ان کي آسان ڪري ڇڏيو آهي. اچو تہ سندس افساني "فتويٰ" مان گواهي وٺون. "بُوٽيندي جو آواز ڪن تي پيس. اُٿي ڪڙي تي. اگڻ مان ڪُتر جي جهولي پري، وڏي وجي مينهن جي آهر ۾ اڇلايائين. هوريان هوريان لوڙهي جي وٽ ڏيئي بُنيي ڏانهن وڌڻ لڳي ۽ اچي اجا ڪڙه ۾ هٿ وڌائين تہ ڪڙڪو ٿيو."(38) هن افساني مان هڪ رومانوي ڪهاڻي رقص ڪندي نظر اچي ٿي ۽ خالص هڪ ڀهراڙيءَ جي ٻولي استعمال ڪئي ويئي آهي جا اڄ جي شهري ماڻهوءَ کي سمجهہ ۾ بہ، نہ اچي تہ، بوٽيندو ۽ ڪڙه کي بہ نہ سمجهي سگهندو تہ هي ڇا آهن.؟ بهرحال رباني هن افساني ۾ ڀهراڙيءَ جي ماحول جو هڪ سهڻو عڪس چٽيو آهي.

"فتويٰ" ۾ ماحول جي عڪاسي ۽ سهڻي اسلوب کي پيش ڪندي، افسانہ نگار سنڌي افساني ۾ پنهنجي لاءِ هڪ خاص مقام پيدا

ڪيو آهي. افساني کي سهڻي ۽ دلچسپ نموني ۾ آهستہ آهستہ، خبرداري سان اڳتي وڌائڻ وڏي فنڪاري آهي. افساني جي شروع ڪرڻ سان، پڙهندڙ جو ذهن هڪدم گرفت ۾ اچيو وڃي ٿو. هن ۾ البت پلاٽ کي چڱي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي وئي آهي، ۽ افساني جو خاتمو معمولي آڪاڻي وانگر ڪيو ويو آهي."(39)

## اُتر ڏاهي ان جا

مذڪوره ڪهاڻي/ افسانو، غلام رباني آگري جي افسانوي ادب ۾ پير پائڻ جي پهرين ڪڙي آهي، جنهن جو عنوان، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي سر سارنگ جي هڪ بيت مان جوڙيو ويو آهي. جو سڄو شعر هن طرح جو آهي:

ڪڪڪن ڪانڌ ڇت ڪيو، جهڙ پسيو جهجهن،
ورن ريءَ واندين اڏيا، پکا سي مَ پسن،
اُتر ڏاهي اُن جا، تہ ڪنهن کي ڪارون ڪن،
وارث وري تن، اُچي شال اولاد ڪري."

(سر سارنگ) داستان ٻيو.؟ (40)

غلام رباني آگري جو هي هڪ بهترين افسانو آهي جنهن ۾ لکي ٿو تہ: "چوطرف چو ڏس جي چانڊاڻ ڦهليل هئي. ڪٿي ڪٿي آڪاس ۾ ڪو تارو ٽمڪيو ٿي، نہ تہ سڄو ئي آسمان هڪ نوراني چادر سان ڍڪيل هو ... مهراڻ جي سطح ائين پئي لڳي ڄڻ ڪو چاندي جو تهہ آهي، ٿڌي هير پئي گهلي... ٻيڙي ساگر جي ڇاتيءَ تي لڏندي لمندي وچ سير ڏيو پئي ويئي... ٻچل جا ابا ڏاڏا اها ڪرت ڪندا هئا." (41)

رباني صاحب جو پهريون افسانو "اتر ڏاهي ان جا"جو فطرتي پسمنظر مهراڻ آهي. هي افسانو درياءَ سنڌ ۽ سنڌ سان ربانيءَ جي محبت جو مظهر آهي. هن پنهنجي پهرين ئي تحرير منجهہ موج پريي مهراڻ جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪا اسان سنڌ وارن جي جياپي جو پهريون ۽ آخري ڪارڻ پڻ آهي. ان درياهہ شاهہ يعني تاروُن تار مهراڻ بابت سندن هي تشبيهہ سندس ٻولي محبت ۽ عقيدت جي رنگ ۾ ورتل آهي. مهراڻ کي لفظن ويس ڍڪائڻ ڏسو! " مهراڻ جي سطح ائين

پئي لڳي جڻ تہ ڪو چانديءَ جو تهہ هجي. هن افساني ۾ نج سنڌي محاورا وڪ وڪ تي واپرايا اٿس. هن افساني ۾ نوران ۽ بچل بہ نوجوان ڪردار آهن. هي افسانو رباني ويهن سالن جي عمر ۾ لکيو. هي افسانو ٻيلي ۾ رهندڙ بچل ملاح ۽ نوران مهاڻي تي ۽ انهن جي واتان جيڪڏهن رومان پرور فضائن ۾ ڪجهہ ڳائرائي ٿو. پيرين پوندي سانءِ چوندي سانءِ . ڀٽائي صاحب سان ربانيءَ جو اهڙو عشق آهي. جو سندس افسانن جا نالا ڀٽائي جي بيتن ۾ ڪنيا اٿس، ۽ پنهنجي هن افساني جي ڪردار ڪان بہ ڀٽائيءَ جي وائي چورائي اٿس. رباني صاحب جي هي ڪهاڻي بہ رڳو سنڌ ئي سنڌ آهي. رباني صاحب جي هن ڪهاڻي جي تحرير پڻ اعلىٰ نموني جي آهي."(42)

هن افساني جا مکيہ بہ ڪردار آهن جيڪي درياھ شاھ تي رومانوي رقص ڪندي ظلم جو شڪار تي وڃن ٿا.

## 2_ ٻري هن ٻنيور ۾

غلام رباني آگري جي هرهڪ ڪهاڻي پنهنجي اندر فڪري تخليق جو سهڻو حسن ڪٺي پڙهندڙن کي موهي رکي ٿي. "ٻُري هن ٻنيور ۾" جي افساني جو عنوان بہ، شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي سر حسيني جي هڪ بيت مان ورتو ويو آهي. جيڪو بيت هر ريت آهي:

مون سڏيندي سڏڙا، ساٿي سڏ نہ ڏين،
ولهيءَ جي وٽاڻ تي، توڏا نہ تنوارين،
هيڏا هاجا ٿين، ٻري هن ٻنيور ۾!
(سر حسيني: داستان ٻيو)

هن ڪهاڻيءَ ۾ غلام رباني آگري اهڙو تہ درد رکيو آهي جو پوري انسان ذات انهيءَ جي شدت محسوس ڪري ٿي. ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو لکي ٿو تہ: "سماجي مسئلا هر دور هر سماج ۾ پيدا ٿين ٿا."(43)

هن ڪهاڻي جي شروعات هن طرح ڪئي وئي آهي. "بروهين واري ٻيلي جي چور پهي ۾، پراڻي نو لَڪي جي ڪڙ تي سندس چونئرو هو، ڏينهن جو گڏھ ڪاهي ويندو هو، پڪي تي ڪمائي ڪرڻ،

۽ سانجهيءَ جو هي بہ ڪمائي ڪري گڏهہ ونی ڪکين اوڏو ٿيندو هو تہ زالون بہ ٻيلي مان مال ڳنڍڪاريندیون اچي وٿاڻ تي پهچنديون هيون.“(44)

هي ڪهاڻي ٻوڏ جي منظر تي لکي وئي آهي بدستور معاشري ۾ ظلم ڪندڙ طبقي لاءِ هن ڪهاڻي ۾ نفرت ڏيکاري وئي آهي. هڪ ڏتڙيل فرد عيسي کي زميندار خان محمد هٿان تباهہ ٿيندي ڏيکاريو ويو آهي. جڏهن ڪچي ۾ ٻوڏ اچي ٿي وڏيرو خان محمد ان وقت ڪچي ۾ پنهنجيون زمينون بچائڻ لاءِ بند ٻڌرائي ٿو. عيسي بہ اچي سلام ورايو وڏي وجي وڏيري کي پيرين پيو. ”پلي آئين بابا محل تي آيو آهين! ماڻهو آهن اڳ ۾ گهٽ گڏهہ جي ڏاڍي ضرورت هئي، جو پنجو ڪٽڻ لاءِ وهٽ ڪونهي شابس تي، جنبي وڃ ٻين سنئون ڪم کي...... عيسو چا ڪري زور اڳيان زاري، زال وري تاڪيد ڪيو هيس تہ حال پويان ڏسيون ٿو وجي، دير اصل نہ ڪجان! عيسي جو روح پوئتي اٽڪيل هيو، دل ۾ چيائين، جهڙا حال آهن تہ هي رات سڄي لوڙائيندا ......... گڏهہ ڇڏي بند جو پاسو ڏئي رڙهيو.“ (45)

اڙي ڪيڏانهن ڪمدار رڙ ڪئي......... عيسي ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺو، ڏٺائين تہ ڇڳو پر پرو آهيان ، وني ڊوڙ پاتائين. ڪمدار ماڻهن کي ڇڪر ڏني! وارو ڪريو پيٽسان سوئر کي پڪڙي ونو! پر عيسو وٺ ڪٽي تو ڏئي! ڊوڙندو ماڻهن اڳيان غائب تي ويو.......... عيسو سٽر جيڏي پاڻي کي جهاڳيندو اڳتي پئي وڌندو ويو، تان جو اچي ڪابلي ٻٻرن جي قطار کي رسيو جا نو لڪيءَ جي ڪپ تي هئي، عيسي جون ٽنگون لوڏو ڪائي بيهي ويون، سندس اکين ۾ خوف پرجي ويو، سامهون نو لڪي جي ڪپر جو نالو نشان ڪو نہ هو! ......... اوچتو سامهون ڪا اچي شيءِ اچي عيسي ڏانهن اچڻ لڳي عيسو بينو رهيو. اچي شيءِ وڌندي اچي عيسي اڳيان پهتي، عيسي برانگهون هٽي وجي ان کي پاڪر ۾ ڪنيو.

هيءُ عيسي جو موتي ڪتو هو، مالڪ کي سڃاڻي، ڪتو ڪونڪات ڪرڻ لڳو، جڻ تہ ڪيس چوندو هجي، تون ڪٿي هئين ؟ تون ڪٿي هئين ؟ تو دير ڇو لاني؟ عيسي جي اکين ۾ ڳوڙا وسڻ لڳا.“ (46)

هن ڪهاڻي ۾ ماحول جي بدڪرداريءَ تي شاندار ڪهاڻي آهي وچولي طبقي بابت لکيل ڪهاڻين ۾ نئين آپرنڊڙ نسل ذاتي ۽ گروهي تضادن ڪي ڏاڍي قابليت سان وائکو ڪيو ويو آهي. جاگيردار نظام جي علاظت جو نهايت شفاف آئينو آهي، هن ڪهاڻي ۾ جاگيردار نظام جون سموريون اونداهيون، ستم گيريون ۽ ڀيانڪ بد افعاليون جامعيت سان پيش ڪيو ويو آهن. هن ڪهاڻي ۾ ٻوڏ جي منظر ڪشي اهڙي ته بيان ڪيل آهي جو پڙهندڙ سڀ ڪجھ پنهنجي سامهون محسوس ڪندي ڏسي ٿو. رباني وٽ ڪهاڻي پيش ڪرڻ جو اهڙو فن آهي، جيڪو مختصر هوندي به نهايت وسيع ۽ سمنڊ جيترو اونهو آهي. سندس ڪهاڻين ۾ ڪردار پڙهندڙن سان ڳالهائيندي نظر ايندا آهن، جو اهو ڳالهاءُ عالمگير آهي.

## 3_ اکڙيون اجايون

سنڌ جي ڪهاڻيڪارن وانگر غلام رباني آگري جو شمار سنڌ جي وڏن ڪهاڻيڪارن ۾ ٿئي ٿو. مذڪوره افساني ۾ ڪاليج جي هڪ سلجهيل شاگرد جو ڪردار پيش ڪيو ويو آهي ۽ پڻ برجستانه ڊائلاگن استعمال ڪرڻ وارو فني رستو ورتو ويو آهي. جڏهن رباني پرائمري تعليم پرائيندو هو ته درسي ڪتابن ۾ ڊائلاگي سبق هوندا هئا. اهو طريقو انگريزي اسڪولن جي نصاب وارن ڪتابن ۾ هوندو هو. اسڪولن ۾ استاد اهي ڊائلاگ شاگردن کان انهيءَ انداز ۾ پڙهائيندا هئا. ان جو اثر رباني تي سڌو يا اڻ سڌو ضرور پيو. ان ڪري هن ڪهاڻيءَ ۾ اهو نمونو اختيار ڪيائين. هن ڪهاڻي ۾ شاگرد دوستن جي گفتگو آهي. ان مان پتو پوي ٿو ته ان وقت جا شاگرد هڪٻئي سان ڪيئن ۽ ڪهڙو ورتاءُ ڪندا هئا. سندس اخلاقي قدرن جي به خبر پوي ٿي. مطلب ته هي افسانو ڪلاس اسڪول ۽ هاسٽل جي ماحول جي اڪاسي آهي. جڏهن دوڪاندار سان مد مقابل ٿئي ٿو ته ان وقت جي پنگتي ۽ سوشل زندگي توڙي سياسي چال بازيءَ کان پوري ريت خبر ڏئي ٿو.اهڙين ڪهاڻين ۾ اخلاقي درس جي جهلڪ ڏئي ٿو، سندس بهتر ڊائلاگ ۽ اخلاق جي تبليغ جو انداز ته ڏسو.

.......بد تميز جهنگلي! پنهنجي ماءُ پيڻ ڪانہ اٿيئي.
.......هن جي اکين اڳيان پنهنجي نماڻي ماءُ پيڻ اچي ويئي!
اکيون ڪٽي ڀوتيائين ويرم رکي کوليائين. سندس اجايل اکڙين ۾ آب اچي ويو. هن پنل پنبڙين مان، دور دور خلا ۾ گهوريندي، پريل گلي سان، آهستي چيو تہ امان منهنجي پيڻ منهنجي ماءُ مون کي معاف ڪج مان اڄيو هيس مان بکيو هيس."(47)

مذڪوره ڪهاڻي ۾، غلام رباني آگري انهن ماڻهن لاءِ پيغام آهي جيڪي ڀين جي نياڻين کي تنگ ڪن ٿا ان تي پڇتا بہ نٿا ڪن. پر رباني اهڙن ڪردارن ذريعي معاشري جي ماڻهن کي پيغام ڏنو آهي تہ منهنجي ڪهاڻين جا ڪردار گندي بچڙن عمل ۽ غلطي تي پڇتائن ٿا ۽ چون ٿا تہ ٻين عورتن کي بہ ماءُ پيڻ جي حيثيت ڏيو. مٿيان لفظ رباني ءَ جا ڪيڏا نہ وڏا ۽ اثر ڪندڙ الفاظ آهن جڻ تہ ڪلاشنڪوف جون گوليون آهن.

## 4_ نيٺ بهار ايندو

هن ڪهاڻيءَ ۾ رباني هڪ سالگرهہ واري پارٽي جو منظر ظاهر ڪيو آهي. مختلف موضوعن تي ڪردارن جي وچ ۾ گفتگو هلي ٿي. ڊاڪٽر تاج ۽ پروفيسر گل هن ڪهاڻي جا بہ اهم ڪردار آهن. هن ڪهاڻيءَ جو موضوع اولاد جي مستقبل بابت فيصلن جي باري ۾ آهي. پروفيسر گل جو موقف آهي تہ مائٽ پنهنجي تجربي آڌار تي اولاد جي مستقبل لاءِ بهترين فيصلو ڪري سگهي ٿو. ڊاڪٽر تاج انهي ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو تہ والدين صرف اولاد جي پرورش ڪن ۽ اولاد جي مستقبل بابت ڪيل فيصلن ۽ پنهنجي پاڻ ٺاهيل منصوبن کي عملي جامو پهرائڻ ۾ انهن جا مددگار ٿين. يعني هو پنهنجي تجرباتي زندگي گذارين. پنهنجي مستقبل لاءِ پاڻ راهہ تلاش ڪن. انهي معاملي ۾ سندن مدد ڪجي. اولاد مٿان پنهنجا فيصلا نہ مڙهجن. ڪهاڻي ۾ وڏ گهراڻي جي عورتن جي ڪردار کي ظاهر ڪيو ويو آهي، جن کي هميشہ پنهنجي تولهہ، صحت، ورزش ۽ کاڌي وغيره ڪان ويندي سماج ۾ عورت جي برتري جو فڪر هوندو آهي. رباني جي هن افساني جو مرڪزي خيال ۽ پيغام هي آهي:

...... والدين جو فرض آهي ته ذهني ۽ بدني بلوغت بعد، اولاد پنهنجي مستقبل بابت جيڪو فيصلو ڪري تنهن کي عملي جامو پهرائڻ ۾ ان جي مدد ڪن.

...... ناتجربيڪار جي فيصلي کي گهٽي اهميت نه هئڻ گهرجي."(48)

...... انسان فقط پنهنجي ذاتي تجربي ۽ مشاهدي مان ئي سبق پرائي سگهي ٿو."(49)

...... دوري ۽ قرب جو واسطو دل سان ٿيندو آهي نه جسم سان."(50)

...... هر عورت چاهيندي آهي ته هو پنهنجي ڌيءَ کان ڌهه ورهيه ننڍي ڏسڻ ۾ اچي."(51)

...... اڳيان حڪيم ۽ طبيب چوندا هئا. ته اڌ ڏؤ ۽ اڌ بک هجي ته ڪاڏي تان اٿي ڪڙو ٿجي."(52)

...... ملتري وارا اشارو ۽ ڪنايو، هميشه گهٽ سمجهندا آهن."(53)

...... شاعرن جي دنيا ڪي ڪو وجود به آهي ڇا؟ هو ته فقط تخيل ۾ رهي ڄاڻن."(54)

...... فوق البشر ۽ فوق الفطرت وغيره جا نظريائي غلط آهن."(55)

...... عورت هڪ نغمو آهي."(56)

...... هن ۾ دنيا ۾ ڪنهن کي، ٻئي انسان جي قسمت جي فيصلي ڪرڻ جو حق نه آهي."(57)

...... وقت جو پکي، هميشه پنهنجي پرن تي آهي، يقين رک سدائين سرءُ نه هوندو، نيٺ بهار ايندو."(58)

رباني صاحب جي ڪهاڻي مان ڪجهه ٽڪرا بيان ڪيا ويا آهن. جنهن ۾ رباني صاحب جي شعور جي بلندي ۽ مشاهدي جي سگهه ظاهر ٿئي ٿي، ڪهاڻي جي آخري ۾ رباني سماج جي اهم مسئلن طرف آيو آهي. مثال اولاد جا ننڍپڻ ۾ رشتا ڪرڻ بعد ۾ انهن جي شادي ڪرائڻ،

پڙهني هم آهنگي نہ هئڻ سبب اهڙا رشتا وڏيڪ نتا هلي سگهن ۽ هڪٻئي کاب جدا ٿي وڃن ٿا. جيئن هن ڪهاڻي ۾ فاطمه جو ڪردار آهي، جيڪا ڊاڪٽر جي پهرين گهر واري هئي. منجهن عمر جو وڏو فرق هو. اسان جي معاشري ۾ سودو يا واپار هلندو آهي. رشتن طع ڪرڻ پوءِ اهي رشتا ڪهاڻين وانگر ٽٽي پوندا آهن. ڪندا هڪڙا ۽ لوڙيندا ٻيا آهن. هن ڪهاڻي ۾ رباني پنهنجي ڪردارن جي ذريعي انهيءَ جمڻ وقت جي طئي ٿيندڙ رشتن ۽ انهن ڀوڳيندڙ ڪردارن جي زندگي جو عڪس چٽيو آهي، ٻئي طرف انهيءَ بري رسم جي خاتمي جو اعلان ڪري ٿو ۽ پنهنجي ڪهاڻي وسيلي عوام ۾ شعور آڻڻ لاءِ هي ڪهاڻي سماج لاءِ بهترين سبق آهي.

## 5_ ڪاراءِ ڳاڙها ليڪا

غلام رباني آگرو جي هي ڪهاڻي ۾ هڪ پڙهيل ۽ پرجهيل ايم.بي.بي.ايس ڊاڪٽر جو ڪردار آهي. هن ڪهاڻي ۾ سماجي اٽبرابري ۽ ڪوڪلي محبت ڪندڙ مذهب ۽ مفلسي سبب هڪڙو ڪردار پنهنجي جان قربان ڪريو ڇڏي. ٻئي پاسي لاغرض ۽ لاپروهہ ڊاڪٽر جو ڪردار آهي. جيڪو مهل تي ويچاري ڪولهڻ سوهوءَ ڪي ڌوڪو ڏئي ٿو. ايم.بي.بي.ايس ڪرڻ ڪان پوءِ ڊاڪٽر ڪي ٿر ڏانهن مقرر ڪيو وڃي ٿو. اتي هڪڙي ڪولهي ڇوڪري سوهوءَ سان محبت ٿي وڃي ٿي. شاديءَ جي انجام تائين پهچن ٿا. سوهؤ پنهنجي ماءُ جو واقعو ٻڌائي ٿي تہ اها بہ ڪنهن صاحب لوڪ ڪي پسند آئي هئي. ان ۽ٽ ويندي ماڻهن ڏسي ورتو ۽ ڪيس پالو هٽي ماريو ويو. ڊاڪٽر غفور ساڻس شادي ڪرڻ جو پڪو انجام ڪري ٿو ڪائنس رات گهران نڪري اچڻ جو واعدو وٺي ٿو. ڊائلاگ جو خوبصورت انداز تہ ڏسو.

...... تون سياڻي اچ مان جيپ وٺي ايندس. پوءِ اسان هلنداسون سنڌ متي بڌءِ نہ؟ هاپڪ! آگر اوري ڪر تہ توکي پنهنجي ويڙهہ پارايان سوهوءَ پنهنجي چيچ مان چانديءَ جو ويڙهہ لاهي غفور جي آگر ۾ وڌو. چگو هاڻي هلون! چگو ڏاڪدر هاڻي وڃان ٿي سياڻي ياد ڪري اچجانءِ متان نہ اچين. سو هو مان پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو آهيان

اسان ڪنهن سان پريت ڪندا آهيون تہ دل لائي محبت ڪندا آهيون ....... ۽ مان جتي آهيان سوهڻ ڪلي چيو چڱو ڏاڪدر سياڻي رات؟ چڱو سوهو. رات بستري تي پاسو ورائيندي غفور سوچڻ لڳو: ڪير تو ڪمذات لاءِ جان جوکي ۾ وجهي! اها بہ عقلمندي آهي. هٽي پالو وجهي ڪو ماري تہ پوءِ مون کي سوهو چا ڪري ڏيندي نہ بابا پاڻ ڪان تو پڇي جو هينئر اونداهيءَ ۾ رات وجان ويران واهہ ڪڏن ۽ ڪوبن ۾ جيپ تي پئي اونڌي! هوءَ ڪولهڻ چوڪري، ڪمذات جهنگلي، تنهن سان ڪير شادي ڪندو! مان پڙهيل آهيان ڊاڪٽر آهيان ، شادي ڪندس تہ ڪنهن پاڻ جهڙيءَ سان- مائٽن کي منهن ڪيئن ڏيکاريندس- دوست چا چوندا ... غفور کي ننڊ اچڻ لڳي ۽ سوهڻ جا اکر ياد اچڻ لڳا. ڏاڪدر متان نہ اچين... ڏاڪدر مان جتي آهيان."(59)

لڏا لڙي ويا آهن. اچا ڏاڪدر اڳي نہ اوري سوهو ڪپڙن جي ڳنڍ ڪڇ ۾ ڪيو پئي، ڪجيءَ جي وٽن هينيان قري متان نہ اچي! پوءِ امان وانگر مون کي بہ ... نہ نہ ڏاڪدر ايندو ...... سڀ صاحب لوڪ هڪجهڙا نہ تيندا آهن."(60)

هن ڪهاڻيءَ ۾ رباني هڪ خود غرض انسان جي ڪهاڻي کهڙي نہ انداز سان چتي آهي. هڪ عورت گهران نڪري تي. آخر جڏهن گهر جا ياتي سجاڳ تين تا تہ ڳولا تئي تي. ...... تون هتي ڪيڏانهن تي ويئن؟ ...... هي ڪپڙن جي ڳنڍ ... ها تون پالو ايو تيو......۽ هڪ ڪمذات نينگريءَ جي ڳاڙهي ڳاڙهي خون جا ...... ، چو تہ هڪ اتم ذات انسان سان محبت ڪئي هئي. شايد ڪيس خبر نہ هئي تہ اسان جي طبقاتي سماج ۾ غريب جي اميرن سان محبت فقط هڪ سندر سپني تائين محدود آهي. رباني صاحب بي وس لاچار انسانن جو همدرد ۽ هڏ ڏوکي ڪهاڻيڪار آهي، سندس ڪهاڻي جي پيش ڪش ڪيڏي نہ وڻندڙ آهي.

## 6_ ڪرئڪ

غلام رباني هڪ سنجيدو ليکڪ آهي. سندس تحريرن ۾ سنجيدگي سان گڏ فلسفو پڻ آهي. سندس ڪهاڻين ۾ گفتن جو ورجاءُ

۽ نمونو فيلسفوفياڻو نظر ايندو آهي. جيئن ته سندس عنوان ئي ساڃهه ونڊن سپوتن واري فلسفي وارا آهن. جن ۾ گهڻو دخل طنزيه به آهي. جنهن کي سمجهڻ لاءِ بقول تنوير عباسي جي فولاد فقير کي ربانيءَ جو (حق جو) عطا ٿيل علم ضروري آهي. رباني ڏسڻ طور سطحي طور هڪ قدآور ڪميونسٽ شبيهه سان ايندو مگر جنهن به ڪيس قريب ڏنو هوندو ۽ ڪيس عميق طور مطالعو ڪيو هوندو يا گهرو مشاهدو ڪيو هوندو. سو ته ضرور چوندو "رباني" هڪ سچو صوفي باعمل عالم ۽ ڪرو انسان هو. اهڙي ريت سندس هي ڪهاڻي "ڪرئڪ" به نالي کان وٺي آخر تائين اهڙو ئي تاثر ڇڏي ٿي اچو ته سندس تحرير جو لطف وٺون.

...... عام طرح ، شاگرد، ڪاليج ۽ ڪتابن جي دنيا ۾ گم هوندا آهن، ۽ ملازم فائيلن جي اٿل پٿل ۾."(61)

...... ڳنڀير، گهريءَ ۽ هيڪانديءَ سوچ سبب ، سندس جوانيءَ جي جلوي کي به لهس اچي ويئي آهي.

...... فيلسوفن سان پنهنجي پوي ئي ڪانه.

...... جيئن ئي گلن سان پريت ڇنائين ته دوستن جو تعداد.

...... جڏهن هڪ ستايل انسان ٻئي ستايل انسان کي ڏسندو آهي تڏهن سندس اکيون نه ته دل ضرور رئندي آهي."(62)

اسان کي ربانيءَ جي هن لکيت ۾ گلن يا انهن جي ٻج سان گفتگو ڪرڻ مان متيون حقيقتون ظاهر ٿين ٿيون. اهائي خوبي ربانيءَ صاحب جي اهميت واري آهي.

## 7_ جي مان پل هجان ها

غلام رباني آگري جي هن ڪهاڻي ۾ به اڳين ڪهاڻين وانگر زير بحث فلسفي جي ڪن مکيه اصولن جي اپٽار ڪيل آهي. جهڙوڪ زندگي، موت، مادو ۽ روح وغيره اهڙن تحريرن جي ڪري اسان ربانيءَ کي فيلسوف چونداسين.

مان زنده آهيان انڪري جو محسوس ڪريان ٿو ...... مادي جي ماهيت کي هن ريت سمجهائڻ ۾ رباني ڪمال ڪري ڇڏيو آهي.

...... زنده ۽ مرده جي سرحد جا ڪي ڇٽا ليڪا آهن؟ زنده يا مرده

پنهنجي جو بنياد تہ مادو ئي آهي. پلا مادو ڇا آهي؟ نہ نہ مادي ڪي ڪا اهميت نہ آهي. سچي ڳالهہ "من" آهي. حس احساس سوچ ئي سڀ ڪجهہ آهي. موت پڄاڻا مادو تہ پنهنجي جاءِ تي قائم آهي، پر اهو انسان ڪٿي جنهن ۾ گهڙيون اڳ زمين آسمان هڪ ڪرڻ جي طاقت هئي.
پلا موت ڇا آهي؟
جسماني تبديلي؟ ڪيميائي ڦيرو؟"(63)
...... زندهہ مادي مان اها ڪهڙي شيءِ نڪتي ، يا منجهس ڪهڙي نئين شيءِ داخل ٿي جو هو بيجان ٿي پيو، مان جو هيڏو سارو آهيان.
سو ڄمڻ کان اڳ ڪاٿي هيس.
...... مرڻ کان پوءِ ڪاڏي ويندس؟
...... مان ڪير آهيان؟ مان هت ڇو آهيان؟
ڪي مان ڪجهہ بہ ناهيان! نہ مان آهيان."(64)
...... بندوق وارو ڪو پاپي هو! ماڻهن تہ سندس تعريف پئي ڪئي. ڇي هڪ ڌڪ سان بہ پکي ڪيرايائين، واهہ جو شڪاري آهي."(65)
...... آدم جو اولاد هڪٻئي جو رت وهائيندو رهي!
...... بس انسانن جي دنيا جو دستور آهي!
...... مان انسان هجان ها تہ، ائين ٽيڻ نہ ڏيان ها."(66)
رباني هن ڪهاڻي ۾ خوبصورت منظر پيش ڪيو آهي.

## 8_ غريبن جي جهوپڙي

غلام رباني پنهنجي هر ڪهاڻي ۾ پڙهندڙ تي هڪ ڀرپور تاثر ڇڏي ٿو. غلام رباني جي هر ڪهاڻي فن جي دنيا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿي. رباني جي ڪهاڻين ۾ انسانيت جو ڇنو گڻ نظر اچي ٿو. ڪيس انسانن سان محبت آهي. مسڪينن لاءِ اسان جي آقا سردار فرمايو "يارب" مون کي مسڪينن سان گڏ رهاءِ ۽ مسڪينن سان گڏ مار! ۽ حشر ڏينهن مسڪينن سان گڏ اٿار: جئين رباني صاحب جو آئيڊل حضور ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن وجود مسعود ۽ سندن اخلاق حسنيٰ آهن. تنهن ڪري مسڪينن لاءِ سندس دل ۾ همدردي

وڏڙن کان وديعت ٿيل آهي. هن ذڪر ڪيل ڪهاڻيءَ ۾ اسان کي اهو رنگ نظر ايندو. ...... انهن ڪکائن اجهن هيٺ "چنّي خان" جي ڳوٺ جا رهاڪو، پنهنجو سيارو سانوڻ ڪاٽيندا هئا."(67)

...... پرهه نئون ٻڌل شهر ، هوريان هوريان وڌندو، چنّي خان جي ڳوٺ کي اوڏو پوندو آيو.

... ۽ ائين ٿي ٻن چئن سالن ۾ چنّي خان جو ڳوٺ نئين شهر جي گود ۾ اچي ويو.

...... جهوپڙي وارو، بنگلي ڏٺي جو پاڙيسري ڪونهي.

...... وڏن پيٽن ۾ وڪڙ پيو، هلنديءَ وارن حرفت هلائي. هڪ ڏينهن هڪ وڏو ميونسپل عملدار، چنّي خان جي رهاڪن کي چتاءُ ڏئي ويو تہ توهان کي لڏي وڃي ڪنهن ٻئي هنڌ ويهڻ گهرجي ۽ ڳوٺ خالي ڪرڻ گهرجي، اوهان جون جهوپڙيون ڪالونيءَ جي زيب زينت تي داغ آهن. اسين تہ صدين کان اتي رهندا اچون. هي ڪالهہ آيا اڄ اسان کي تا لڏائي ههڙو انڌير.

...... نہ بابا، اباڻا ڪک اسان ڪو نہ ڇڏينداسون!...... پر ڇڏيون بہ چو؟."(68)

...... آخر متفق فيصلو اهو ٿيو تہ ڳوناٺن کي لڏائجي. هونئن نہ لڏن تہ ڪم پوليس جي حوالي ڪجي آخر پوليس جو ڪم بالا عملدارن جا حڪم مڃڻ ئي تہ آهي."(69)

...... پوليس ڳوناٺن کي ميونسپل ميٽنگ جو متفق فيصلو پڙهي ٻڌايو ۽ پوءِ بالا عملدارن جا حڪم...... ۽ تنهن بعد بلڊوز کي اشارو ٿيو. ...... سندس فولادي ڦيٿا ڦرڻ لڳا جهوپڙيون ڏڪڻ لڳيون ٻڍا ۽ ٻار هيسجي ويا. عورتن اوچنگارون ڏنيون ٻارن سڏڪا پريا. بلڊوز اڳتي وڌيو پوءِ هڪ ڏڪندڙ جهوپڙي سان ٽڪريو. ڪڙ ڪڙ ڪندي جهوپڙي پٽ تي پئي!"(70)

هن ڪهاڻي ۾ غريبن مسڪينن سان جيڪو ظلم ڪيو ويو آهي.

هي ڪهاڻي شهرن جي تعمير ٿيڻ کان پهريائين اتي جي رهواسين جي ڪهاڻي آهي. پوليس ۽ ميونسپل جي مدد سان انهن غريبن جي قائم ٿيل غريباڻين جهوپڙين کي پٽ ڪيو ويو آهي. هن

ڪهاڻي ۾ رباني انهن بي رحمن ۽ بي قياسن جي منهن تي چمات هنئي آهي. مظلومن تي ٿيل ظلمن جي ڪهاڻي عوام تائين پهچائي، پنهنجو قومي فرض نڀايو آهي، هن ڪهاڻيءَ ۾ سمورا ڪردار اسان جي ارد گرد ڦرن ٿا.

## 9_ بڪ بچڙو ٽول

هوندئن به سنو مقرر يا ليکڪ اهو ليکبو آهي، جيڪو پنهنجي ڳالهه جي ابتدا ڪنهن چوٽي، پهاڪي ۽ ٽوٽڪي سان ڪري، جيئن هڪ سنو موسيقار پنهنجي راڳداريءَ جي شروعات بيتن يا دوهيڙن سان ڪري، مون ربانيءَ جي هم ڪلاسي نه پر هم اسڪولي استاد گلزار علي دايو کي ٻڌو جيڪو استاد منظور علي خان جو دادلو شاگرد هو. جڏهن به ڳائڻ ويهندو هو ته اول موقعي ۽ موضوع سان تعلق رکندڙ بيت جهونگاريندو هو ۽ پوءِ ڪافي ۽ غزل يا ڪلام ڳائيندو هو.اهڙي ريت غلام رباني پنهنجي ڪهاڻين جي عنوانن ۾ به ڪو نه ڪو بيت يا پهاڪو ڏيندو آهي. جيئن هن ڪهاڻيءَ جو عنوان آهي.

بڪ بچڙو ٽول، دانا ديوانا ڪري.

هن ڪهاڻي ۾ هاسٽلن ۽ ان جي ڪامن روم، ڪلبن ڪئنٽين ۽ ڪمرن جو ماحول چٽيو اٿس. شاگردن جا ڇهچٽا چرچا گهٻا ۽ چالاڪيون توڙي مايوسيون بيان ڪيون اٿس. غريب شاگردن سان، شاهوڪارن جي پٽن جو رويو ۽ شاگردن سان استادن جو برتاءُ جو سٺي نموني بيان ڪيو اٿس. ان کان علاوه شاگردن جي خيالي پلاءُ ۽ وهمي محلاتن بابت به ٻڌائي ٿو.

شاگردن سان گڏوگڏ انهن جي والدين ۽ گهرو ماحول بابت لکيو اٿائين. مثال:

...... هر ڪنهن ڪمزوريءَ ۽ گناهه جو بنيادي سبب اقتصادي بدحالي آهي.

......انساني قدرن جي عُدولي ئي اجوڪي هر مسئلي جي بنيادي ڪمزوري آهي.“(71)

......اڻ ڪتابن جو پڙهيو هئائين! ايڏي علم مان پرايو ٻه هئائين ڪڏهن ڪنهن کي گار ڪين ڏنائين ۽ يا عمر وضو ڪرڻ ڪانسواءِ آسمان ڏانهن ڪين نهاريو هئائين.“(72)

...... انسان جي لازمي نيڪ فطرت بابت دنيا جي وڏن وڏن عالمن جا نهايت سهڻا لکيل مضمون پڙهيا هئائين...... انسان جي لازمي نيڪ فطرت بابت سالن کان سانديل صالح جو ايمان اک جي ڪانيءَ جيان ٽڙڪو ڏئي ٽٽي پيو.“(73)

...... بک هر ڪنهن اخلاقي جرئت کي ختم ڪري ٿي ڇڏي، ۽ مظلوميت هر ذلت کي دعوت ٿي ڏئي.“(74)) هن ڪهاڻي ۾ هڪ اهڙو ڪردار آهي. جيڪو محنت مزدوري ڪري تعليم حاصل ڪري ٿو. پوزيشن ٻه ڪٽي ٿو انهيءَ لاءِ سندس ماءُ پيءُ قرباني ٻه ڏين ٿا. انهي آس اميد جي سهاري تہ ضرور قل ملندو، مگر اسان جي سماج ۾ جتي بيون ڪيتريون برايون آهن. اتي اقربا پروري، طبقاتي سوچ غريب ۽ امير جو فرق، سفارش ڪلچر جون لعنتون پڻ موجود آهن. اهڙيون پيڙائون جنهن ۾ بک ۽ بيروزگاري شامل هيون صالح جو ڪردار ڊگري ملڻ ڪانپوءِ مسلسل پوڳي ٿو انهن مسئلن کان تنگ ٿي آخرڪار هو ڪوڙ جو سهارو وٺي ٿو. مگر پڪڙجي پوڻ ڪانپوءِ هو پنهنجو توازن وڃائي ويهي ٿو. بهرحال رباني صاحب جي ڪهاڻين جا ڪردار مظلوم ۽ ماريل طبقي مان کنيل آهن. رباني کي گهرجي ها تہ هنن ماريل ۽ پيڙهيل ڪردارن کي ڪٽي ڪو حوصلو ۽ ڪاميابي ڏياري ها تہ سنو هيو. ربانيءَ جي ڪهاڻيءَ جا ڪردار ويڳاڻيل ۽ ماريل ۽ هيسيل آهن. آخر ۾ رباني انهن کي شڪست ڏياري ٿو جڏهن تہ انهن کي ڪامياب ڪرائڻ ۾ ڪوشش وٺي ها تہ سنو ٿئي ها.

## 10 _ نئون مڙدو

هن ڪهاڻي ۾ رباني صاحب هڪ اهڙي غريب مسڪين جي ڪردار جو نمونو پيش ڪيو آهي. جيڪو تجربيگاهہ ۾ سيڪڙاڻ ڊاڪٽرن کي مردي وٺ پهچائيندي پهچائيندي پاڻ مردو ٿي پوي ٿو. جڏهن ٻئي هفتي اهي نوجوان تجربيگاهہ ۾ پهچن ٿا تہ ڪين نئون مڙدو

چيڙ ڦاڙ لاءِ ملي ٿو. هو ان کي ڏسي حيران ٿين ٿا ته اهو ساڳيو سائيڪل رڪشا واري جو لاش هو. هن ڪهاڻي ۾ رباني ءَ جي هٿ ۾ ادبي ڪئميرا آهي. وينو ڪئميرا جي اک سان تصوير ڪشي ڪري ٿو. هن ڪهاڻي ۾ اهڙن ڪردارن جي بي ڪسي، مفلسي ۽ مجبوري جو عڪس چٽيو ويو آهي جيڪي اندر جون تڪليفون، بيماريون سانديي زندگي جي رفتار جاري رکيو اچن، مگر ڪڏهن ڪڏهن زندگي ئي ڪانئن موڪلايو وڃي. جنهن لاءِ هو ايتريون سختيون برداشت ڪن ٿا.

## 11_ اخبار

هن ڪهاڻي ۾ روزاني اخبار ”نائيٽ“ جي سب ايڊيٽر جي ڪهاڻي آهي. جنهن ۾ ايڊيٽر جو ڪردار ۽ هڪ غريب ابوجهه بي پهچ سادي سودي پوڙهي جو ڪردار بيان ڪيل آهي. جيڪو اخبار جي دفتر ۾ اچي ٿو. سندس شڪل شبيهه قد بت هن ريت آهي. ...... ٻه ٽاڪائين صدري، ٻا فتي جي جهولدار سٿڻ سنڌي سليمي موچڪي جتي، وڏو پٽڪو مٿي تي اجرڪ ۾ ٻڌل هڙ ڪلهين ڪيو، سانيڪو سال عمر جو هڪڙو پير مرد اخباري دفتر ۾ اچي ٿو. رباني ءَ جي هن ڪهاڻيءَ مان ائين معلوم ٿئي ٿو. ته هي پير مرد ڄڻڪ ڪنهن اخباري دفترن پر پوليس جي ٿاڻي ۾ پهتو هجي. رباني صاحب جي ڪهاڻي ۾ اخبار وارن جا وڪا ئي پڌرا ڪري وڌا آهن. هن ننڍڙي ڪهاڻيءَ ۾ وڏو ڪم ڪري ڏيکاريو اٿس. اخبار جو ايڊيٽر هميشه پنهنجي پيٽ جي پورائي لاءِ سوچي ٿو. پئسا وٺي غلط ۽ ڪوڙيون خبرون هلائي ڇڏي ٿو. جو غريبن کان سندس حق کسجيو وڃن.

غريب ماڻهو ڪيتريون ٻه دانهون ڪندي ايڊيٽر تائين پهچن ٿا ته ٻه انهن دانهن تي عمل نٿو ڪيو وڃي. ... سائين ... سائين صاحب سان ملڻو اٿم ٻانهون ٻڌندي ڏچندي وراڻيائين ...اندر وڃو صاحب جن اندر آهن.“(75)

سائين، اسلام عليڪم! وعليڪم السلام ڀلي آئين ”پير مرد“ صاحب وڏيڪ رعب وجهڻ لاءِ ڪنگهار ڪئي خبر ڏي ڪيئن پنڌ پيو آهين؟ سائين جمن منهنجو نالو آهي، تنهنجي اخبار ۾ خبر آئي هئي ته

مون رئيس سوڍي خان وارن کي تنگ ڪيو آهي سائين مون مسڪين جو ڏوهه ئي ڪونهي مون وٽ ڪل بني آهي. ڏيڍ ايڪڙ ۽ رئيس جون آهن...رئيس مون کان گهر ڪئي آهي تہ وڪرو ڪري ڏي سائين منهنجو گذران ئي ان تي سو نهڪر ڪيم ان تان رئيس ڪاوڙجي ويا. ...تنهن پڇاڻان ڪو تنهنجي اخبار ۾ خبر آئي تنهن تہ منهنجا ويل وهائي ڇڏيا. تپيدار جو ڪوٺار ڇئي توتي ڪيس داخل ٿيندو...تنهنجي خبر موٽائي ڪٽي آيو آهيان. تو وٽ تہ سچي خبر ڏي ڪوڙيءَ کي موٽاءِ ....پير مرد پٽڪي جي پلئہ مان ڳنڍ ڇوڙيندي پنجين پنجين جا پنج نوٽ ايڊيٽر جي اڳيان ميز تي رکندي چيو هي تنهنجي في بہ آندي اٿم. ...چڱو چڱو دلجاءِ ڪر ايڊيٽر نوٽن ۾ هٿ وجهندي دريءَ مان مون ڏانهن نهاريو... نوٽ ڪٽي خاني ۾ رکيائين. ... چڱو خدا حافظ چانورن جي ڳالهہ مڙئي ياد رکجو. حاضر حاضر بس وڃڻ سان بيو ڪم ڪار ...اخبار مٿان هي فقرو ... اڄ يادگيري ڪري ڏجو.“(76)

سنڌ جي ابوجهہ عوام جي بنهہ پنهنجي اخبار! هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ صحافت جهڙي عظيم پيشي سان بہ ائين ڪيو وڃي، غلط ۽ ڪوڙيون خبرون هلائڻ سان غريب دانهون ڪندا جنهن ايڊيٽر تائين پهچن ٿا تہ بہ هو انهن تي عمل نٿو ڪري بلڪ هٿ ۾ جيڪي پئسا اٿس اهي بہ ونيس ٿو ۽ ٺاري ڇڏيس ٿو، تہ اها ترديد واري خبر هلائي ڇڏيندا سين.

ٻئي پاسي وڏيرو جيڪو ايڊيٽر کي ڪارائي ٿو. گيهہ، چانورءِ پئسا ڏئي ٿو تہ پوءِ هو هميشہ ان سان گڏ ساٿ نڀائي ٿو. هن غريب تي وڏيري سان ملي ننول ڪري ٿو. هن جي سادگي ۽ هن جي ابوجهائي تي هن ڪهاڻي ۾ اهڙن رشوت خور ايڊيٽر جي ڪردار کي وائکو ڪيو ويو آهي. جيڪي ظاهر طرح چوندا آهن تہ هي اخبار هتي جي غريب ابوجهہ ۽ بي پهچ ماڻهن جي آواز آهي.

## 12 _ پن ٻوڙين پاتال ۾

غلام رباني سنڌ جي انهن قلمڪارن مان هڪ آهي جنهن جي ڪهاڻين ۾ فسلفياڻوعمل نظر اچي ٿو ۽ ان ۾ غريبن لاءِ همدردي بيان ٿيل آهي. مذڪوره موضوع تي سنڌ جي قديم ۽ روايتي ٻن ڪردارن جو ذڪر آهي. اهو ساڳيو ئي سنڌ جي رت ۽ ست چوسيندڙ وڏيري جو

ڪردار آهي. جيڪو مسڪينن سان ظلم به ڪري ٿو ته زبردستي ووٽ به وٺي ٿو. اهو رباني جو ڪمال آهي جو ٻنهي ڪردارن کي سهڻي انداز سان ڪردارن ڪان ڪم وٺي سنڌ جي وڏيرڪي نظام جو نقصانڪار نقشو چٽيو آهي.

”هڪ سنڌي سباجهڙي جي تصوير هن ريت ڪڍي اٿس... اگهاڙا پير ۽ پنيون جن تي گپ جا چاپڙ چڙهيل، گوڏن تائين ڪاري ڪپڙي جي گوڏ جنهن ۾ هينيون حصوڪانڊيرن ۽ ڪرڙڻ ۾ رهڙجي جهالر ٿي ويو هو، پنن تي تاڪيائين صدري جنهن مان هسليءَ جو هڏو ۽ ڪلهي جي ڦٽي صاف اگهاڙي نظر ٿي آئي مٿي تي ڪپڙي جي ميري ٽوپي...ٻاجهريءَ جي پاچاٽي پوک جيان ڪٽل ڪنين واري ڏاڙهي ۽ ڏرا ڏئي ويل اکيون.“(77)

واهه رباني واهه تنهنجا سورما جن کي چؤ طرف وڏيرا سرمائيدار وڏيڪ رت چوسڻ لاءِ ڪنگلو ڪري ڇڏيو آهي. ڇا ته هن ڪهاڻي ۾ هڪ غريب لاءِ لفظ آهن. ڄڻ ته هڪ زنده تصوير منهنجي سامهون پئي ڦري جنهن جو وڏيڪ رت چوسڻ لاءِ هڪ ظالم ڪيئن نه وڏيڪ ڏکوئي ٿو. پر رباني جو ارڏو ڪردار ڄڻ پن آهي. جيڪو پاتال ۾ ٻڏيو وڃي ۽ پهڻ مٿان بينو تري. وڏيري کي ووٽ ڪان جواب ڏيڻ سائس سينو ساهڻ ۽ سندس سڏ تي نه وڃڻ جو نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري سندس حق حلال جي ڪيل ڪمائي چور ڏاڙيل ٻهاري ٿا وڃن.

جڏهن پوليس ۾ فرياد ڪري ٿو ته ڪيس پوليس نه ٻڌي جڏهن ووٽ ويجهو آيا. وڏيرو قائم خان پاڻ چڙهي آيو. هنن کي گار گند ڪري چيائين ته سڀاڻي صبح جو ساجهر زالن سميت ووٽ ڪرڻ نه آيا آهيو ته منهنجي بنگلي تي پوءِ ... جئين سمجهو ٿا. تنهن تي صدوري صاف صاف چئي ڏنس ته سائين سدائين ڪيا اٿئي اسان سان اهنج هاڻي جي يلا ووٽن ۾ بينو آهين ته ڪهڙي منهن سان آيو آهين. اسان وٽ ته هلي ووٽ ڏيو؟ تون ڄاڻ تنهنجو ڪم ڄاڻي اسان جو ڪم نه آهي. جي تون ووٽن ۾ ڪٽين ته ڇا هارائين ته ڇا؟ اسان کي ڪهڙو هوند شڪر جو اڇيون ڏاڙهيون ٽنگي ماڻهن جي ميڙ ۾ زالون وٺي اچون. ... بس

ابا صدوري جو ايترو چوڻ ۽ وڏيري جو باھ ٿيڻ ڪتان پيو ايري ڪتان پيو لهي! چي تون آهين ڪير مونکي اها ورندي ڏيڻ وارو، جٽ جا پٽ- تون سمجهين ٿا تو پاڻ کي چئي ڪلتر کي وجهايانءِ اڄ جو اڄ لاڪپ ۾ تو کي ووٽ ڏيڻو آهي. ڪيئن نہ ڏيندين تنهنجو پيءُ بہ ڏيندو. تنهن تي سدوري کي بہ اچي ويو جولان واکو ڪري چيائينس وڏيرا گهڻو نہ ڳالهاءِ - پنهنجي گهران ٿا کائون ... تون اسان جو رب رزاق ڪو نہ آهين نڪي اسين تنهنجا نوڪر آهيون."(78)

... رباني پنهنجي ڪهاڻين ۾ بي زبانن کي زبانون تو ڏئي ۽ ظلم جي خلاف مظلوم ڪردارن کي حوصلو تو ڏئي. هزارن ظلمن سهڻ جي باوجود بہ رباني پنهنجن مظلوم ۽ ماريل ڪردارن کي فتح تو ڪرائي. پر رباني کي اجان بہ گهربو هو تہ پنهنجي ڪهاڻي جي آخر ۾ صدوري جي گهر واري جي مارجڻ ڪانپوءِ صدوري کي ڪو حوصلو ڏياري ها. تاڪَ سماج ۾ رهندڙ ماڻهو صدوري کان بهادري جو سبق سکن ها، پر رباني آخر ۾ صدوري کي پنهنجي ڪهاڻي ۾ ڪل ٽڙيل ڏيکاريو آهي جيڪا هڪ مظلوم ڪردار سان ناانصافي آهي.

## 13_ هونداسي حيات

غلام رباني سماجي مسئلن تي اهڙا تہ، بحث ڪري پنهنجي جي ڪهاڻين جي ڪردارن ۾ جاگيردارن خلاف بغاوت جو منظر ڏيکاريو ٿو. تہ بئي پاسي ڪهاڻين ۾ موجوده معاشري جي ڪمزورين جي نشاندهي تيل آهي، مگر هن ڪهاڻي کي ڏسي چئون ٿا تہ غلام رباني جون ڪهاڻيون نہ صرف انساني ڏکن جو ذڪر ڪن ٿيون پرونس انهن جو علاج بہ آهي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ڪهاڻي جو منڍ آهي، هن ڪهاڻي ۾ جهڙوڪ بغاوت جي باھ بري تي ۽ ڪردار مزاحمت ڪن ٿا. اهڙو پنيٺ مچائين ٿا، جو جاگِيڙ خان جهڙو ظالم ختم تي وجي ٿو. خاص ڳالھ تہ هن ڪهاڻيءَ ۾ سنڌ جي قديم روايتن کي قائم رکيو اٿس. جهڙوڪ اسان پراڻي دور ۾ پيا هلون. هن ڪهاڻي ۾ اهڙا واقع لکيا اٿس جو ماضي اکين اڳيان تري اچي ٿو. "لکي تو تہ ... بنيون تن ڏينهن ۾ توريون ڪاهبيون هيون پر اپت جهجهي ۽ جال ٿيندي هئي. جريب خرار. ملڪ ۾ سکر سهانگ هوندو هو چئن ڪوڏين ۾ ڪير جو سير ۽ بہ آني گيھ جو سير.

... مسافر ۽ مهمان جي هر ڪو وڏيءَ دل سان آجيان ڪندو هو. مهمان آيو ته اڳلو ڪٽي نه ماپندو هو. مزمان به ياڳين جي درن تي ايندا آهن.
ماڻهن ۾ ڏاڍو رس هو. وڏڙا جوانن کان وڌيڪ ۽ جوان وڏڙن کان وڌيڪ قربائتا هوندا هئا.
...يڪتاري جي تڻ تڻ گهاگهرجي ڏڏڪي ۽ چير جي چمڪي تي ڪلام هلندا هئا.
... ڪي ڳاٽا قصا ڳائيندا هئا. قصي جي هلندي ڏوهيڙو ايندو هو. ... ٻڌنڙن مان آواز ايندا هئا. هوءِ ڙي عثمان ماري وڌءِ! چني وڌءِ، وجائي ڇڏيءِ."(79)
... راڳ کان پوءِ ڪچهري ۾ ڳجهارتن ۽ پرولين جو وارو ورندو هو.
... سوابا اهي اوج هئا، تن ڏينهن اڄ اهي ڏينهن ياد اچن ٿا ته يائنجي پيو ته سرڳ مان نڪري اچي نرڳ ۾ پيا آهيون."(80)
وڏيرن جا ڪرتوت هن طرح بيان ڪيا اٿس.
... ڪيو پيٽسان (جيڪا گار آهي) ڪميٽي ڪي ٽڙا متي تي ڏيئي! ڪس تي ويئي. پٽس جي قسمت ڊل به تاوڻ."(81)
هن ڪهاڻي ۾ ائين پيو محسوس ٿئي ته رباني ڪهاڻي نه ماضيءَ جون يادگيريون گڏ ڪيون آهن.
قديم روايتن جو بيان ڪيو آهي، ان وقت جي ايمان ۽ حالتن جو ذڪر آهي،مسافر ۽ مهمانن جو قدر ۽ فرض بيان ڪيو آهي، يڪتاري جو ذڪر جڻ ته سومرن ۽ سمن جي دور جي ياد تازي ڪيل آهي. جڻ ته پٽن ۽ پانن جو بيان آهي. پيرن فقيرن جا اوتارا محفلن ۽ مجلسن ۾ وينل ماڻهن جي واهه واهه جو بيان، لوڪ ادب جو بيان آهي. پراڻي دور ۽ اڄ جي دور جي ڀيٽ ڪيل آهي. پراڻي دور کي جنت ۽ موجوده کي دوزخ ڪونيو اٿس. آخر ۾ ائين پيو محسوس ٿئي اڄ جي دور جي وڏيري جاڳڻ خان جو ظلم بيان ڪيل آهي ۽ هي ڪهاڻي آخر ۾ سمجهه ۾ اچي ٿي ته هن لکڻي ۾ ڪهاڻي سمايل آهي. وڏيرن جون عادتون ڦرون، ڌاڙا، غريبن سان ظلم آخر ۾ ئي ظاهر ٿئي ٿو ته هي ڪهاڻي جاڳڻ خان جي دور سان شروع ٿئي ٿي.

## 14_ شيدو ڏاڙيل

جديد سنڌي ڪهاڻي ۾ اهم ٽي مشهور ڪهاڻيون آهن. جنهن جا ڪردار هڪ ٻئي سان ملندڙ جلندڙ آهن. جمال ابڙي جي ”پشو پاشا“ اياز قادري جي ”بلو دادا“ ۽ غلام رباني آگري جي ”شيدو ڏاڙيل“ ٽئي ڪردار سماج جي مظلوم طبقي جا ئي مددگار آهن. اسان جي سماج ۾ ماضيءَ ۾ اهڙا ڪردار اڀريا آهن. جيڪي سماج جي جبر جي ڪري ٻي واهه نه ڏسي ڪري ڏاڙيل ٿيا آهن. شيدو ڏاڙيل جو مرڪزي ڪردار نهايت وڻندڙ آهي. واقعات توڙي ڪردار نگاري ۾ تمام سادگي ۽ سچائي رکيل آهي، ايتري قدر جو پلاٽ ۾ حقيقت نگاري جو رنگ پريل آهي. ايترين خوبين جي باوجود ليکڪ شيدو ڏاڙيل جي ڪردار کي اڀارڻ ۾ ناڪام ڪيو ويو آهي. ان ۾ ڪو به رت ست ۽ نتيجو اثر نٿو ڇڏي. رباني صاحب جو شيدو ڏاڙيل اهڙو ڪردار آهي. جنهن ۾ رباني جو هن ڪهاڻيءَ ۾ اثر سندس سيني ڪهاڻين ۾ پڻ چوڪو نظر اچي ٿو. اڳ ۾ پرائمري تعليم جي استادن جو نالو وٺي مائرون ٻارن کي خوف ڏيارينديون هيون ته ڇورا ماٺ ڪر نه ته ماستر کي ٿي چوان، ۽ ان چواڻي ڪان ٻارڙن ۾ اثر ويٺل هو. ان وقت جو نقشو ربانيءَ هن ڪهاڻي ۾ چٽيو آهي جنهن ۾، شيدو اسڪول نٿو وڃي گوسڙو ٻارن جي لسٽ ۾ هن جو نالو آهي. گوسڙو ٻارن لاءِ جيڪو استاد حڪم ڪندا هئا. پنهنجي شاگردن واري فوج کي ۽ اهي ڪيئن ٻارن کي گهلي، ڪنيي، ڪڇي سڻي اسڪول ۾ پهچائيندا هئا. اهڙيون وارداتون ربانيءَ جي اکين اڳيان ٿيون هيون، انهي ڪري فرضي نالي سان حقيقتون لکيون اٿس. اگر ان ۾ ڪو به مرچ مصالحو وڌو اٿس ته اها سندس ٻوليءَ جي چاڻ آهي. شيدو هڪ اهم ڪردار آهي. جيڪو زماني جي ستم ظريفي ماحول جي نا آشنائي ڪيس ڏاڙيل بنايو هو. هن ۾ رباني ٻوليءَ جو واهه جو استعمال ڪيو آهي. شيدو سان ماستر جي رويي جو نقشو هن ريت پريو اٿس: ”ڏنب ٻارن جو گهر ۾ گهڙي آيو. ماستر جو آواز آيو. اڙي ڪنيي ڪڻي اچوس ڇوڪرا شيدؤ کي چنبڙي ويا. ڪو ٽنگن کان، ڪو ٻانهن کان ٽنگو ٽالي ڪري، اهي ڪيس ائين ماستر ڏانهن ڪنيو پي ويا. جيئن ماڪوڙيون ڪنهن مئل ڏينيوءَ کي پنهنجي ڏر ڏانهن نينديون آهن.“(82)

... هل اسڪول سائين گپ ۾ ترڪي پيو آهيان. گهڙي ڪن ڇڏيو ته تلاءَ تان ”وهنجي اچان... وهنجي ٿو پٽ، ماستر شيدوءَ جي اگهاڙي پنيءَ تي نم جو لڪڻ هٽندي خار وچان چيو ... پاڻيءَ واري واڍ ڪٽي اچو... ماستر جي حڪم سان شيدوءَ کي بينچ تي پنيءَ ڀر سمهاري ٻڌڻ لڳو... سائين سوگهو آهي ماستر جي گارين جي گجگوڙ بعد جڏهن ٻير جو لڪڻ وچ جيان وراڪو ڏئي. بينچ سان ٻڌل شيدوءَ تي وسڻ لڳو. ته شيدوءَ جون اکيون ساوڻ جي ڪڪرن جيان اوهيرا ڪري وسڻ لڳيون... جيسين ڏيڍ مڻ ڀڃري ڪٽنڊڙ ماستر جي ٻانهن ساٽي تي پيئي.“(83)

”اڙي بس ڪيو ڪتي جا پچ... ها ڪتي جا پٽ چوري نه ڪندا ته ٻيو ڇا ڪندا؟“(84)

هن ڪهاڻيءَ ۾ ٻيو نامر نحاد ڪردار وڏيري جو آهي. هونئن به ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪهاڻين ۾ ساهه هوندو آهي. ”ولين جو پارٽ“ جيڪو رباني طرفان وڏيرن لاءِ نيڪو تيل آهي. ڏسو سندن ڪرتوتن بابت ڪيئن ٿو لکي: ”ڏگاڻو خان اهڙو ته ظالم آهي. شل نه ڪنهن سهٽي ڇوڪريءَ تي اک پويس... ڏينهن ڏٺي جو راهه ويندڙ ماڻهوءَ کي خون ڪرائي ڇڏڻ به رئيس لاءِ ڪا وڏي ڳالهه نه آهي. وٽس وڏا وڏا ناليوارا بدمعاش، ڌاڙيل، خوني ۽ وارتني وينل هئا. هو سڀ ڏگاڻي خان جي راڄ ۾ الوليون ڪندا هئا. شيدو هاڻي رئيس ڏگاڻي خان وٽ رهندو هو. رئيس جي چوڻ تي ڪيترن ئي مخالفن کي ستو ڪيو. سوَن جا جهڳا برباد ڪيا ۽ ڪيئي قتل ڪيا. اوچتو شيدوءَ جي ۽ ريس جي اٽبٽت تي پئي.“(85) وڏيري جي اٽبٽت جو نتيجو - شيدو کي ڦاسي جي ڦندي تائين پهچائي ٿو. هي ڪهاڻي ته زبردست لکيل آهي. سندس ڪهاڻيءَ ۾ ڪردار ته مضبوط آهن. پر ڪٿي ڪٿي ڪهاڻيڪار اهڙيون ڳالهيون به ڪيو آهن. جيڪي سوچڻ تي مجبور ڪن ٿيون هي لفظ چو ڪهاڻي ۾ ڪتب آندا ويا آهن.

مثال: ماستر جو شيدوءَ کي گاريون ڏيڻ حالانڪ ماستر ته ادب ۽ اخلاق جا پابند هوندا آهن. پراڻي دور ۾ استاد هر ڳالهه جا پڻ پابند

هوندا هئا. پر رباني الاهي ڪهڙي ڳالهين ڪري اهڙا لفظ چيا آهن. بهرحال هي ڪهاڻي سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل لازوال ۽ اڻمٽ ڪهاڻي آهي ۽ ڪهاڻين جي ڪيتر ۾ بهترين ڪهاڻي آهي.

## 15_ پيار جي پري

هر ڪهاڻيڪار جي پنيان سندس ڪهاڻي ۾ ڪو نہ ڪو واقعو هوندو آهي. اهي واقعا ڪهاڻيڪار کي متاثر متاثر ڪندا آهن. هر هڪ ڪهاڻي نويس اهو چاهيندو آهي تہ پڙهندڙ جي دلين ۽ ذهنن کي شعور ڏجي. سندس اهو مقصد سماج جي ڀلي لاءِ هوندو آهي. هن ڪهاڻي ۾ هڪ رٽائرڊ پروفيسر جو ڪردار آهي. جيڪو پنهنجي ماضيءَ جو هڪ واقعو ٻڌائي ٿو. جنهن ۾ پيار جي هڪ اڏامندڙ پريءَ جو علامتي ڪردار آهي. هن ڪهاڻي ۾ ڪوڙ خيالي ڳالهيون بيان ڪيل آهن، پرهن ڪهاڻي ۾ ديس جي دردن ماريل انسانن جي دردن جي ڪٿا بيان ڪيل آهي. سنڌي سڀاجهڙن جو بيان هن ڪهاڻي ۾ ڪيل آهي. اهڙا لفظ هي آهن. ”پريرو ايڪپري، نيڏڙي، جوانڙي، سنڪو، نيراڻ، جهڳ، گهوگهاٽ، ٻيڪڙيل جهوتو.“(86)

غلام رباني جي ڪهاڻي ”پيار جي پري“ ۾ اڻ ڏٺل کي شيون ڏيکارڻ جو طريقو ۽ بيان ڏسو. هڪ حور يعني ”اپسرا“ جي سجاڻپ هيئن ٿو ڪرائي: ”سندس پورو پورو جسم ائين پئي جرڪيو. جيئن چانديءَ جي آئيني ۾ اڇي گلاس جو عڪس! ۽ سندس وار پرمان انهن کي وار ڪيئن ڪوٺيان! اهي تہ سون جو تارون هيون. منجهس صندل جي سرهاڻ هئي. سندس چال پٽ ڳيريءَ جي چال کان گهڻو نرم ۽ موهيندڙ هئي.“(87)

تشبيهہ ڏيڻ جو ربانيءَ وٽ ڏاڍو عمدو طريقو آهي. هڪ هنڌ لکي ٿو تہ: ”ڪنهن سمي هي جيئرن جون جايون هيون... ۽ اڄ گدڙ پيا اونايون ڪن.“(88)

غلام رباني آگري جي هر ڪهاڻيءَ ۾ ڪجهہ ناصحاڻا نڪتہ بہ هوندا آهن. اهڙي ريت هن ڪهاڻيءَ ۾ عقل وارا گفتا بہ لکيل آهن. ”جو انسان ابي امڙ جي ساڃاهہ نہ رکي، تنهن مان باقي ڪهڙي توقع رکبي. جو ڏک ونڊي ۽ سک ڏئي، اهڙا انسان مثل پارس آهن.“(89)

”جڏهن آسماني مخلوق مان بہ ڪنهن جي دل اچل ڪائيندي آهي تہ اهو انسان جو روپ وٺي جڳ ۾ ايندو آهي.“(90) ربانيءَ جي هي ڪهاڻي هن ديس جي دردن ماريل انسانن جي ڪردارن جي ڪٿا آهي. هن ڪي انسانن سان هاجا ٿيندي ڏسي تڪليف پهچي ٿي ۽ پوءِ چئي ڏئي ٿو انسان ۾ شعور ۽ سمجهہ جي کوٽ آهي. اها پري جڻ خوبصورت خيال آهي. جيڪو اندر ۾ لڪيل خيال آهي سو ئي سونهن پسائي ٿو.

## 16_آب حيات

آب حيات غلام ربانيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. پهرين 1960ع ۾ شايع ٿيو. ڪهاڻي جي مجموعي ۾ پڻ هڪ افساني جو نالو ”آب حيات“ آهي هي ڪهاڻي ڏند ڪٿائي انداز جي حوالي سان مقبول ٿي. اهو بيڙي جي ملاح جي زباني ٿيو تہ مهراڻ سنڌ جي هڪ شهزادي جو نالو هو. هڪ پيري شڪار تي وڃي ٿو ۽ چشمي مان مڇي هن ڪي گهوري ٿي ۽ چشمي جي پاڻي کي ”آب حيات“ سڏي ٿي. تنهن سان گڏ شهزادي کي ملڪ جي ماڻهن جي حقن جي لحاظ جي تلقين ڪري ٿي. شهزادو متاثر ٿئي ٿو ۽ جڏهن مري ٿو وڃي تہ، رعيت پيار وچان سنڌ جي ساهہ پساهہ سنڌوءَ جو نالو مهراڻ رکي ٿي. هي ماجرا ڪهاڻيءَ ۾ رباني خوبصورتي سان بيان ڪئي آهي. مهراڻ هڪ ارڏي انسان جو ڪردار هو، جيڪو هڪ ڏينهن دوستن سان شڪار ڪندي هرڻ کي ماري ذبح ڪندي ان جي اکين ۾ موت جي پاڇي کي ڏسي ڏڄي وڃي ٿو. جنهن ڪري ڪيس وزير”آب حيات“ جي ڪٿا ٻڌائي ٿو. ... منهنجين اکين موت جو پاڇو ڏٺو ۽ منهنجي ڪنن مرندڙ جو آواز ٻڌو چئي رهيو هو. شهزادا هڪ ڏينهن تنهنجو بہ وارو ايندو پاڻيءَ جو بوڙيو گهٽي ڏينهن چٽاءُ ڪندو.“(91)

... شهزادو ايتري ۾ چپ ٿي ويو ۽ گهڙيءَ کن ڪانپوءِ چوڻ لڳو اوهان مان ڪو ٻڌائي سگهندو. انهيءَ سوال جو جواب؟ ... ٻئي ڄڻا چپ رهيا ويرم رکي وزير زادي چيو شهزادا موتَ مهٺو ناهي. مهٺو ۽ ميار تہ زندگيءَ سان وابستہ هوندي آهي. شهزادي چيو موت تہ هر ڳالهہ

جو خاتمو آهي. ... پر تدبير انسان جي وس آهي. وزيرزادي چيو ... موت کان ڪائي تدبير بچائي ٿي سگهي، شهزادي جواب ڏنو ... ڇو ڪيئن؟ وزيرزادي جواب ڏنو مونکي منهنجي پيءُ ٻڌايو آهي تہ جڏهن سڪندر بادشاهہ هن ملڪ ۾ آيو هو تہ هڪڙي جوڳي ڪيس ٻڌايو تہ هن جبل جنهن جي هينيان پاڻ بيٺا آهيون. ان ۾ هڪ غار آهي، انهي غار ۾ هڪ چشمو آهي ... ان جا ٻہ ڍڪ ٻہ سو سالن جي پوڙهي کي سورنهن ورهين جي جواني موٽي اٿي تا ڏين ۽ ڪيس حيات ابد تا بخشين. موت ان شخص لاءِ بي معنيٰ لفظ آهي."(92) ان پاڻيءَ جو نالو "آب حيات" آهي. جنهن جي تلاشي ۾ سڪندراعظم بہ هتي آيو هو. ساڻس گڏ ٻہ وزير هئا، خضر ۽ ايلياس انهن مان صرف هڪ ڇٽو "آب حيات" واري چشمي تائين پهچي ٿو. مگر مڇي ڪيس ڪيتريون نصيحتون ڪري ٿي. ڪيس ٻڌائي ٿي تہ: "آب حيات" مان پاڻي پي هميشہ زندهہ رهڻ انهن لاءِ عذاب آهي. جيڪي بد ڪردار آهن. جن پنهنجي قوم سان ويساهہ گهاتيون ڪيو آهن. اهڙن ڪردارن جي ڏکهي حياتي انهن لاءِ عذاب بڻجي وڃي ٿي. مڇي شهزادي مهراڻ کي مخاطب ٿي چوي ٿي ... شهزادا بيشڪ ڪاري روح ۽ بي حيا اک کي ڌوئي پاڪ ڪرڻ لاءِ "آب حيات" جا هزارين چشما بہ ڪافي ناهن. تنهنجو روح پاڪ آهي، تہ توکي ڪنهن"آب حيات" پيئڻ جي ضرورت ڪانهي. ڇو تہ پوءِ تنهنجو نالو تيسين قائم رهندو جيسين بقا کي بقا آهي. پوءِ تون امر رهندين هر دور ۾ آدرش هوندي هر انسان لاءِ شهزادي مهراڻ تي اهڙين نصحيتن جو اثر ٿئي ٿو. هو "آب حيات" پيئڻ کانسواءِ واپس موٽي ٿو. مڇي جي نصيحت سندس مٿان ايترو تہ اثر ڪري ٿي.

... غار مان ٻاهر نڪري گهوڙي تي چڙهيو سرتن کي اچي ننڊ مان اٿاريائين ۽ ڪين ساڻ ڪري اوڏي مهل ئي محلات ڏي روانو ٿيو."(93)

ان کانپوءِ شهزادي جي ملڪ ۾ ڪو بہ ڏکر ڪنهن جي بہ حق تلفي نہ ٿي ڪمزورن کي حق وني ڏنا. پنج سال حڪومت ڪري هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. مهراڻ دريا بہ شهزادي مهراڻ جي ڪردار جيان

ماڻهن جي جياپي جو ڪارڻ آهي. اهڙي طرح غلام رباني آگري کي سموري دريا جو پاڻي "آب حيات" نظر آيو. جو ڪيترن ئي زندگين کي سهارو آهي.

## 17_ بدلو

زندگيءَ جي تجربي ۽ مشاهدي سان ٽمٽار/ هي هڪ مختصر ڪهاڻي آهي. ربانيءَ هن ڪهاڻي ۾ به سماجي حقيقت نگاري جي عڪاسي ڪئي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ ٻن بگي هلائيندڙ گهوڙن وارن خيرو ۽ گلاب جا اهم ڪردار آهن. خيرو هڪ موالي ۽ حاسد طبيعت وارو آهي. ٻئي طرف گلاب عام سادو سودو ڪردار آهي. جنهن رئيس جي طرفان مليل گهوڙي جو نالو "پکي" رکيو هو. پکي جو بيحد خيال رکي ٿو. هن گهوڙي ۾ تمام گهڻيون وصفون هيون. تمام گهڻو تکو ۽ تيز ڀڄندڙ چهبڪ کي اصل برداشت نه ڪندو هو، جنهن ڪري گلاب جو هن گهوڙي سان پٽن جيترو پيار هو. هن ثابت ڪري ڏيکاريو ته پٽ ۽ گهوڙا ڏاڍا پيارا هوندا آهن. هي گهوڙو گلاب جو پکي پٽ هو. سندس گهوڙي جي هاڪ هوندي هئي. خاص ٻڌا ٻڌا گراهڪ هوندا هيس، جيڪي سندس بگيءَ تي سواري ڪندا هئا. خيرو کي انهن ڳالهين تي ساڙ ۽ حسد ٿيندو هو، ڇو ته اهو ئي ساڳيو گهوڙو رئيس ڪائنس ڦري گلاب جي حوالي ڪيو هو. سدائين پيو اندر ۾ ڪار ڪائيندو هو، ۽ پيو سٽون سٽيندو هو، گلاب کي اوچتو مدي جو بخار ٿي پيو. وجي خيرو رئيس جا ڪن ڀري گهوڙو حاصل ڪري ٿو. جڏهن گهوڙو خيرو وٽ اچي ٿو ته گگدام تي ظلم شروع ڪري ٿو. بکون اجون ڏنائينس. ڀنگ ۽ پست جي ڏوڏي پياريائينس. پوءِ ڇڙڪنيو ٻڌي رات ۾ نوڪدار ڪِلي نوڪيائين. ٻن مهينن ۾ گهوڙي کي اهڙو ڪري ڇڏيائين. جو رئيس غوث بخش مجبور ٿي گهوڙو وڪڻڻ چاهيو. هوڏانهن گلاب صحتمند ٿيو ته يڪدم گهوڙو خريد ڪري ورتائين ۽ خوب چاريائينس. سندس ننڍڙي زليخان جيڪا گهوڙي سان تمام گهڻو پيار ڪندي هئي، ان جي وڃڻ سان ڏاڍو اداس ٿي هئي. جڏهن گهوڙي جو حشر ڏسي ٿي، ته خيروءَ کي پاراتو ڏئي ٿي ته: "امان خيرو پاپيءَ

ڪي ڏاڍو ڏوھ ٿيندو. گگدامن ڪي مارڻ وڏو پاپ آھي. خدا خيروءَ ڪي ڪڏھن ڪونہ بخشيندو بئي ڏينھن صبح جو جڏھن گلاب گھوڙي ڪي گاڏيءَ ۾ جوٽي اسٽينڊ تي ڪاھي پئي ويو تہ زليخان چيو بابا مان بہ اوسٽائين ھلان. پٽس کيس گاڏي ۾ چاڙھي اسٽينڊ تي وينو. زليخان پنھنجي بگيءَ ۾ ويٺي رھي ۽ گلاب بين بگين وارن ڪان حال احوال وٺڻ لڳو.“(94) پريان خيرو پنھنجي بگي ڪاھي آيو سندس گاڏيءَ ۾ ھڪ ڪمزور گھوڙو جوٽيل ھو جنھن کي ھو بي حساب ماري رھيو ھو. زليخان جي جيئن نظر پيس تہ پنھنجي بگيءَ تان لھي ڏانھن ائين ڊوڙي جيئن تير ڪمان مان ڇٽي جڏھن زليخان خيرؤ جي بگيءَ جي ويجھو پھتي ڪاوڙ ۾ منيون پڪوڙي پنھنجون بئي بانھون وڪوڙي چيو... ”خدا توکي نہ بخشيندو ... گلاب مشڪي اچي زليخان کي ياڪر ۾ ڪنيو ۽ ڪيس پيار مان چمي ڏئي خيرؤ ڏانھن فاتحانہ نموني نھاريائين. جڻ ھن خيرؤ کان بدلو وٺي ڇڏيو ھو.“(95)

رباني جي ھن ڪھاڻي ۾ ڪردار پنھنجي عملن ۾ پڌارا آھن. ھن ڪھاڻي ۾ ڪردارن جي زندگي جو نئين رخ کان مطالعو ڪيو ويو آھي ۽ ان ۾ انساني فطرت جون عام ڪمزوريون معلوم ڪيون ويو آھن. ھن ننڍڙي بظاھر معمولي طبقي ۾ ڪھڙا تعصبات ٿين ٿا. ھو ھڪبئي سان ڪھڙو حسد رکن ٿا. گلاب ۽ خيرؤ جي نفسياتي مطالعي ۾ ڪھاڻيڪار ان طبقي جي فردن ۾ مسرت انگيزين ۽ المناڪين تي روشني وڌي آھي. ننڍڙي زليخان جو ڪردار بہ ڏاڍي خوبصورتي سان بيان ٿيل آھي. اصل ۾ ان جو معصومانہ رد عمل ئي ڪھاڻي ۾ تاثر پيدا ڪيو آھي.

ھڪ جانور جي حيثيت ۾ پکي گھوڙي) جي خصلتن ۽ عادتن جو اپياس ڏنو ويو آھي. رباني صاحب ھڪ قابل فنڪار وانگر، تاثر موضوع، ۽ فن جي ھم آھنگي ۽ توازن جون سيئي تقاضائون پوري ڪرڻ جي ڪوشش آھي، ان سنائي ۽ سيبتائي جي ڪري ھن افساني کي اردو زبان ۾ پڻ ترجمو ڪري بارھين ڪلاس جي ڪورس تي رکيو ويو آھي. ھي مختصر ڪھاڻي نھايت ئي جذب نگاھ ۽ متوجع ڪندڙ آھي. البت ان ۾ ڪردار بلڪل سنوان ۽ سڌا آھن. غلام ربانيءَ

جي اسلوب تي ادبي ۽ تخليقي رنگ سمايل آهي، اها ڪهاڻي ماحول سان مطابقت رکي ٿي.

## 18_ هن لکيو

پڙهڻ آهي "رڪ جا چٽا چٻڻ" پر لکڻ آهي ته اڪريءَ ۾ متو رکي ڪنهن کي چئجي ته متان مهري هڻ لکڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. هي هڪ اهڙو گورک ڌنڌو آهي، جنهن کي لکڻ وارا ئي ڄاڻن ٿا. لکڻ ٿيندو ڇا آهي؟ جذبن جي ساگر ۾ ڇولين جو اڇڻ. اهي ڇوليون ڪڏهن مانار ۾ بدلجي وڃن ٿيون. اهڙي انداز ۾ هڪ ليکڪ جون تحريرون به ڪڏهن تيز ته ڪڏهن مڌهم ٿي وڃن ٿيون. جيئن ته رباني هڪ دور جو نمائندو ليکڪ آهي. اهو به ان ڪيفيت ۾ دوچار ٿيو آهي. اهڙي ڪيفيت کي اسان جي هڪ ڏاهي ۽ ڄاڻو سڄاڻ ۽ سياڻي، ساڄاهه وند سچل سرمست هيئن بيان ڪيو آهي. ڪڏهن اس ته ڪڏهن ڇانوَ، ڪڏهن ناري ڪڏهن نرنائڻ . اڄا به وڌيڪ هن طرح اسان جي سچل سرمست چيو آهي.

ڪڏهن من ماڪوڙو، ڪڏهن ڪيهر شينهن،
سرتيون سارو ڏينهن، هينئون نه هنڌ نه هڪڙي.

هن ڪهاڻي بلڪ (Short Story) ۾ غلام رباني آگري انهيءَ ڪيفيت جو اظهار ڪيو آهي، جيڪا هڪ فيلسوف ۽ باخبر تخليقڪار ۽ مشرقي توڙي مغربي فلسفي ۽ لاڙن کان واقف هجي. غلام رباني آگري پنهنجين ڪهاڻين ۾، انساني زندگي جي هر رخ کي هڪ نفس شناس حڪيم وانگر ڏسي علاج تجويز ڪري ٿو.

... ادل مون ڪڏهن به ڪي مسرتن پريا گيت ڪين لکيا آهن. لکيو اٿم ته به چار درد پريون ڪهاڻيون."(96)

...اڄ سالن ڪانپوءِ وري هن قلم سنڀاليو هو. ... هن ڪنهن جي اميد پوري ڪرڻ لاءِ اڄ وري اگر بتي جلائي هئي. ... هن پنو پينسل پري اڇلي."(97).

پنهنجي حالات ۽ ڪيفيت هن بيت سان کولي لکي اٿس.

مي سازم مي سوزم، چون خون بڪباب اندر
مي گويم مي خندم، چون برق سحاب اندر

هن ڪهاڻي ۾ عجيب قسم جي منظر نگاري ڪئي آهي، جيڪا اندر ۾ تجسس پيدا ڪري ٿي.

## غلام رباني جي پوئين دور وارن افسانن جو تعارف ۽ تبصرو

غلام ربانيءَ جون سڀ ڪهاڻيون پنهنجو مٽ پاڻ آهن. غلام رباني ڪجھ وقت افساني لکڻ جي دنيا کان ڪٽيل رهيو. "آب حيات" جي پيش لفظ ص 238 تي لکي ٿو تہ: "جيڪڏهن سن 1958ع کان ملڪ ۾ فوجي آمريت قائم ٿيڻ بعد مون افسانا لکڻ ڇڏي ڏنا تہ ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ آئون گوشہ نشين ٿي ويو آهيان. سچ جي سربلنديءَ لاءِ جدوجهد منهنجو دين ايمان آهي. انهي واٽ تي وک هميشہ اڳتي رهي آهي. ڪڏهن بہ سستي نہ رهي آهي." ڪهاڻي جو عنوان ڪهڙو بہ هجي ربانيءَ ان کي مهراڻ جي صورت ۾ ڇڪي ڇڪي آڻي ڪيندو. رباني کي شاهہ صاحب سان ايتري تہ محبت هئي، سنڌي ٻولي، ثقافت سان والهانہ حب جو هي هڪڙو بي مثال بہ نوٽ ڪرڻ جهڙو آهي تہ اهڙا افسانہ لکندي لکندي پوءِ اوچتو نوڪرين جي ڪاروهنوار ۽ تمام گهڻين مصروفيتن سبب جڏهن ڪهاڻي لکڻ ڪانئڻ ڪجھ وقت لاءِ ڇڏائجي ويو، ۽ خوش قسمتي سان 1980ع واري ڏهاڪي ۾ جڏهن ورهين جي وٿي کان پوءِ پاڻ وري افسانا لکڻ لاءِ قلم هٿ ۾ کنيائين تہ ٻئي دور جي پهرين افساني جو عنوان بہ پاڻ ڀٽائي صاحب رحہ جي ئي بيتن مان چونڊيائين، جيڪو مٿي بيان ٿيل آهي. "لهرن لک لباس" ٻئي دور وارو هي افسانو 80 واري ڏهاڪي ۾ ٽماهي "مهراڻ" ۾ شايع ٿيو. تازو 2011 ع ۾ رباني صاحب جي سيني افسانن کي سهيڙي الطاف آگري ۽ نصير مرزا "روشني پبليڪشن" طرفان ڪتابي صورت ۾ "آب حيات" ڪهاڻي- ڪليات ۾ ڇپرايا ويا آهن، جنهن ۾ مجموعي "آب حيات" کانپوءِ واريون پنج ڪهاڻيون.

"لهرن لک لباس"، "خواب"، "صبح ازل"، "همسفر" ۽ "محمد موچيءَ جو حج" شامل آهن. هن مجموعي ۾ خراج پيش ڪرڻ لاءِ آب حيات تي بہ اکر- حميد سنڌي لکيا آهن. پيش لفظ غلام رباني آگري

لکيو آهي ۽ ڪتاب جي آخر ۾ رباني صاحب تي چئن ناليوارن اديبن ۽ عالمن جا رايا آهن. انهن ۾ شيخ اياز، رسول بخش پليجو، جمال ابڙو ۽ حفيظ شيخ جا رايا شامل آهن. غلام رباني جي پنجن ڪهاڻين تي هت مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

## 19_ لهرن لڪ لباس:

غلام رباني آگري پنهنجي ڪهاڻين ۾ انساني حقن ۽ رتبن کي وڏو مانُ بخشيو آهي. سنڌ جي ٻهراڙين، ڳوٺن ۽ شهرن جي زندگي کي نمايان ڪندي ڪهاڻين ۾ انساني مسئلا بيان ڪيا آهن. هن ڪهاڻيءَ لاءِ رباني مرحوم جو چوڻ آهي ته: ”ورهين جي وٿي ڪان پوءِ حيدرآباد جي هڪ شاعر دوست جي اصرار تي هي افسانو لکيو آهي.“(98) ڪهاڻي جي شروعات هن طرح ڪري ٿو: ”اسلام آباد برسات ۽ برف جو شهر ... رات ڏينهن وڏ ڦڙي جا وسڪارا ... لاڳيتو برسات مرگلا جي پهاڙ تي برف چمڪندي نظر ايندي.“(99) هن جي ڪهاڻي ۾ هي نڪتا وضاحت ڪيل آهن.

1. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هن ڪهاڻي ۾ ربانيءَ پنهنجي زندگيءَ جي عڪاسي ڪئي آهي.
2. ساڻس جيڪي معمولي يا غير معمولي واقعا نمودار ٿيا آهن. انهن کي رنگيني ڏيڻ لاءِ افساني جو رنگ ڏنو اٿس.
3. صوفيائن جو ڊائلاگ، ان وقت جي دعوتن جو منظر هتان جو ڳالهيون، سياڻن ۽ نامورن شاعرن جا قول عالمي ماحول، رات ڏينهن جا حصا جهڙوڪ رات جا ٻارنهن، سفارت خانن جي صورتحال، قومن جي ثقافت، ڊائننگ هال، لنچ ۽ ڊنر، حاجين جو ذڪر، يورپين جي ٻچار، قديم آثارن جو ڏس پتو، ڊرائنگ روم وغيره. غلام رباني آگري پنهنجي زندگي ۾ ڪيئي منظر ڏٺا. مگر پنهنجي ڳوٺ جي آس پاس وارن نظارن کي وساري نه سگهيو آهي ۽ جتي به رهيو ان کي ياد ڪندو رهيو. لکي ٿو ته: ”اسان جي ڳوٺ وٽ موري نهيل هئي، اتي اسان جي ڳوٺ جا ٻار گرميءَ جي مند ۾ ڊٻ ڪري، وهنجڻ ويندا هئاسين...موري هينيان ڊِڪو نهيل هوندو هو. ...اتي لهرن جا لڪ لباس هئا.

هن ڪهاڻي ۾ جا منظر ڪشي ڪئي وئي آهي، قاري کي اها منظر ڪشي مجبور ڪري ٿي ته سڄي ڪهاڻي پڙهي پورو ڪري.

## 20_ خواب

خوابن جي دنيا ورهين کان پيا ٻڌندا اچون. خوابن جي حقيقتن سان ڪيترو تعلق آهي. ڪي خواب حسين هوندا آهن ته ڪي خواب بڇڙا هوندا آهن. خوابن جا ڪيترائي قسم آهن. ڪي چون ٿا ته ڏينهن جون ڏنل يا ٻڌل ڳالهيون رات جو ننڊ ۾ ڏسڻ ۾ اينديون آهن. ڪي شيطاني خواب به ٿين ٿا. ڪي استخارا لائق خواب به ٿين ٿا. خوابن جا تعبير به ٿين ٿا. مگر ڪو ”راسخون في العلم“ هجي جو خوابن جا تعبير ڪري. هڪ مقدس ڪتاب جنهن جو دنيا ۾ گهڻو ورد ٿئي ٿو. (القرآن) ان ۾ به خوابن جو ذڪر آهي. خوابن جي تعبير حضرت يوسف عليه السلام لاءِ چئي وڃي ٿي. ڪن ڪتابن ۾ هڪ خواب جو ذڪر اچي ٿو ته عباسي شاهي خاندان جي هڪ عورت خواب لڌو ته ملڪ تي ڌارين جو قبضو ٿي ويو آهي. ملڪ ۽ محل ڌارين جي حوالي ٿي ويا آهن، لٽيرن ۽ غاصبن ان سان زنا ڪئي آهي ڇا پاڪ دامن عورت لاءِ هن کان وڌيڪ ڪهڙي سزا ٿي سگهي ٿي. زارو قطار روئندي رهي. ڪائڻ پيئڻ ڇڏي ڏنائين ڳري ڪندا ٿي وئي. ڪنهن سان سور سلي؟ آخر هڪ چولي پائڻ وقت سنگتياڻي هن کان احوال پڇي ورتو، چيائينس ”سائڻ“ هن خواب جو تعبير ٿيندو. اهو احوال هن پنهنجي روحاني رهبر سان ڪيو. جنهن ٻڌي چيو ته اها ته پاڳوند ۽ ڀلاري عورت آهي. ان کي مبارڪ هجي هن کان اهڙو سنو ڪم ٿيندو جنهن مان باقي رهندڙ دنيا مستفيد ٿيندي رهندي. اها حقيقت جڏهن ان پاڪ دامن بيبيءَ سان ڪئي وئي ته هن عربستان ۾ هڪ نهر کوٽايائين جنهن ۾ اڄ تائين ان خطي جا رهاڪو فائدو پيا حاصل ڪن ٿا ان نهر جو نالو ان ڀلاري عورت جي نالي تي رکيو ويو. اها بيبي باقي خوش خورم زندگي گذارڻ لڳي. رباني صاحب هن ڪهاڻيءَ ۾ اهڙا ڪيئي حقائق بيان ڪيان آهن. مثلاً:- شيرين سخن گهر ۾ آئي آهي ۽ ڏاڍي پريشان آهي. منهنجي ٻيڌ تي ويهي مون کي ٻڌائي ٿي ته منهنجي گهر ۾ رات چور گهڙيا هئا. ڏٽي بچايو... منهنجي مدد ڪر.“(100) منهنجا نپ نري ويا جو رات جيڪو خواب ڏٺو هيم... سوساڳيو لفظ به لفظ بيان

ڪيائين."(101) رباني تمام ڏاهو ڪهاڻيڪار آهي. سندس گفتا ڏاهپ سان ڀريل آهن. هن ڪهاڻي ۾ پڻ ڪي اصطلاح ۽ پهاڪا جا بجا ملن ٿا. جنهن ڪري ڪهاڻي پڙهڻ ۾ مزو اچي ٿو.

## 21_ صبح ازل

غلام رباني آگرو هڪ سهڻو سيبتو ۽ وڙائتو اديب آهي. ڪيس لکڻ ۽ سمجهائڻ جو ڏول آهي. ماحول ۽ معاشري جي چڱاين خواهه مناين کي ڇاڻي ٿو. سندس عنوان ڪشش رکندڙ آهن. ربانيءَ جو مطالعو تمام وسيع آهي. جيترو سنڌ جي قدآور شاعرن جي شاعريءَ جو مطالعو ڪيو اٿس. اوترو ئي حافظ سعدي، جامي، رومي توڙي اقبال، فريد، شاهه حسين جهڙن جي شاعريءَ ڪان آشنائي رکي اٿس. هن ڪهاڻيءَ جي ابتدا پڻ حافظ شيرازيءَ جي هڪ شعر سان ڪئي اٿس. رباني ڪنهن سان به مخاطب ٿئي ٿو ته اولين سياڻن جي طرح ٿئي ٿو. هن ڪهاڻي ۾ ايران جي هڪ مانواري شاعره قرت العين ڪان ايترو ئي متاثر آهي، جيترو ميران بائي ڪان اثر ورتو اٿس. ان ڪري هن ڪهاڻي ۾ قُرت العين جو هي شعر ڏنو اٿس.

تو حشم وجاهه سکندري

من ورسم راهه قلندري

۽ پڻ هن شعر جي معنىٰ به لکي اٿس. معنىٰ هن ريت آهي.

تون ۽ سڪندر وارو رعب تاب

مان ۽ قلندر وارو هي فقير نمونو. (102)

هڪ ذات لاءِ رباني جون لکيتون سهڻيون صلاحون آهن. سندس اهڙن صلاح ڀريل گفتن ۽ نڪتن جو ذڪر ڪجي ٿو.

...مان ڪير آهيان، هر اهل دل انسان ۽ عالم جي دروازي تي دستڪ ڏني اٿم. پر ڪتان به جواب ڪونه ٿو مليم.

...آدم ڇاجو ۽ ڪنهن جو نالو آهي. ...آدم هو آ- دم آيو ته آدم دم نه آيو ته مردو ڪڏ ڪوئي ، وچي پوري اچوس متان ڏپ ڪري."(103)

...انسان ذات جي ترقي ۽ روشن مستقبل جو مدار سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ليول تي منحصر نه آهي. ان جو انحصار معاشري جي اخلاقي قدرن تي آهي."(104)

رباني صاحب ڪي جتان ﭘﻨ نصيحت آموز گفتو وڻيو، اهو پڙهندڙن تائين پهچايو! مثلاً :

...پوءِ جنهن ذرڙي جيتري نيڪي ڪئي هوندي. اهو ان ڪي ڏسندو ۽ جنهن ذرڙي جيتري بدي ڪئي هوندي اهو ان ڪي ڏسندو "القرآن"

...ويهارو ورهيه اڳ ، مان هڪ يار جي دعوت تي ڪن دوستن سان گڏ لالو ڪوٽ ويو هئس. اسان جي يار جو اوتارو هو بس ڪچين سرن جو هڪ ڪوٺو هو. گرم گرم ٻوڙ ۽ مانيون اسان جي اڳيان آڻي رکيون اسان ماني ڪائي ڍوءُ ڪيو.

ڪچي ڪوٺي اندر يڪتارن جي لرزندڙ تار تي دل درد جون صدائون بلند ٿيون.

جوڙي قلب بيت ربي، انسان ۾ سمايو
ڏسي ذات ڪي صفت ۾، مَلڪن تي نمايو

غلام رباني نه فقط پنهنجن ڪهاڻين ۾ پر پنهنجي حقيقي زندگي ۾ ٻه غريبن جو يار رهيو هو. انهن غريب يارن جي اوتارن ۽ ڪچن ڪوٺن ۾ دعوتون ڪاڌيون ۽ انهن دعوتن ڪي هيئن ياد ڪيو اٿس. ...صبح ازل! مون ڪي گهڻين ئي وڏين وڏين هوٽلن ۾ رهڻ جو موقعو مليو آهي. روالپنڊيءَ جي انٽر ڪانٽيننل هوٽل، اسلام آباد جي اسلام آباد هوٽل ۽ سيدو شريف جي سوات هوٽل ۾ رهائش جو لطف ورتو اٿم. اهي هوٽلون ڄڻ محلاتون آهن. پر انهي مڙني محلاتن ۾ ڪابه محلات ۽ راڳ جي مجلسن ۾ ڪابه مجلس ڪوٽ لالو جي ڪچيءَ ڪوني ۽ راڳ جي مجلسن ڪان مٿي ڪانهي.

رباني مرحوم وٽ ڇا ته، انسان ذات سان پيار هو، سندس هي ڪهاڻي شاهد آهي. غلام رباني جو غريب دوستن سان ڪيترو پيار آهي ۽ رتبه ماڻهن ڪي عارضي طور وڏو ڪندا آهن، زندگي چار ڏينهن جو چٽڪو آهي، غريب توڙي امير احساس ۽ وفا جو اڪر هجي ته غريبن يارن جا ڪچا ڪونا ﺑﻪ بادشاهي محلاتن ڪان وڌيڪ لڳندا آهن جيئن رباني هن ڪهاڻي ۾ اهڙو ذڪر ڪيو آهي.

## 22_ همسفر

غلام رباني آگري جي 1980ع کان پوءِ جي لکيل ڪهاڻين ۾ اسلام آباد جو ذڪر ملي ٿو. سندس شروعاتي ڪهاڻيون جن ۾، موضوع ۽ مواد ڳوناٽي زندگي مان ڪنيل آهن. ڳوناٽي ٻولي اسلوب بيان ڪردارن جي مُنهن تي سونهن ٿا. اسلام آباد جي هوائن ۾ به ڪو اهڙو هڳاءُ آهي. هن ڪهاڻي ۾ به اسلام آباد جو ذڪر ڪيو اٿس. بهرحال جهڙو ديس تهڙو ويس هن ڪهاڻي جو پلاٽ ٽن مقصديتن وارن اصولن تي ٻڌل آهي. 1 ڪفايت 2- محنت 3- ڪوشش ڪنهن فلم ۾ گانو ٻڌوسون صبح سفر شام سفر، اس دنيا ڪا نام سفر، هاڻي هن ڪهاڻي ۾ به رباني رڳو سفرن جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ ڪهاڻي کي نالو ڏنو اٿس.

”همسفر“...اسان چنيوٽي واپار ۾ جو ڪامياب آهيون سو، ان ڪري جو اسان کي ننڍپڻ ۾ ئي ڪفايت جي ٽريننگ مليل آهي.

...اِمان خرچي لاءِ چار پئسا ڏيندي هئي، چوندي هئي ته، چار ئي پئسا تنهنجا آهن. پر ڪپائڻ لاءِ ڪونهن توکي انهن ۾ هڪ پئسو جوڙڻو آهي اجان به هڪ ڳالهه جو تت جيڪو هن ڪهاڻي جو تت آهي.

...اٿم ڪيتي نيچ نوڪري ، پنڻ بيڪار ۽ وڏنڌڙ واپار هن همسفر ڪهاڻيءَ ۾ واپار جا به فائدا بيان ڪيل آهن. زندگي کي هن ريت بيانن ڪيو اٿس.

نقش باقي نهين ڪوئي پيڇهي. (105)

غلام رباني آگرو ڪٿي ڪٿي پنهنجا حال به بيان ڪيا آهن.

...ماضي جا الائي ته ڪيترا همسفر ياد آيا، مرد به زالون به مون مٿن سالن جا سال پاڻ قربان ڪيو هو. پر هو مون کان پنهنجا مطلب حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ائين اکيون ڦيري ويا جو ڄڻ ته ڪڏهن واقف ئي ڪونه هئا. اڪثر انسان پنهنجي فطري مزاج موجب شايد خود مطلب ٿين ٿا.

هن ڪهاڻي ۾ غلام رباني آگري پنهنجا ڪي تلخ تجربا بيان ڪيا آهن. ڪهاڻي ۾ نصيحت آميز مثال پڻ بيان ڪيل آهن. هي ڪهاڻي به اڳين ڪهاڻين وانگر بي مثال ڪهاڻي آهي.

## 23_ محمد موچيءَ جو حج

غلام رباني آگري هن ڪهاڻيءَ جي شروعات هن طرح ڪري ٿو ته: ”ڳالهه ڪندا ته گهڻا گهڻا سال اڳي، شام ملڪ جي دمشق نالي شهر ۾ محمد نالي هڪ موچي هو جو پنهنجي سٺي سڀاءَ ۽ مهمان نوازي سببان سڄي شهر ۾ مشهور هو. انهيءَ موچي پاڙي ۾ هڪڙو شاهوڪار رهندو هو، جو وري پنهنجي ڌن دولت ۽ بخيلي سببان شهر ۾ مشهور هو.“(106)

هن ڪهاڻي ۾، شاهوڪار ۽ امير جي ڪيفيت کي بيان ڪيو ويو آهي انهن ٻنهي جي سوچ ويچار عمل ۽ ڪردار ۾ ڪيترو فرق آهي. ”هڪ دفعي شاهوڪار شخص محمد موچيءَ کي اچي چيو ته ادا مون سان ڪو سنگتي ڪو نه ٿو ملي ، جو حج ڪري اچجي جو هل ته حج ڪري اچون، پراڻي دور ۾ انن تي سفر ٿيندو هو ۽ رستن تي مهمان سرايون هونديون هيون. هڪڙي رات ٻئي ڄڻا سراءِ ۾ ٽڪيا، جنهن ۾ هڪڙو شخص بيمار ۽ لاچار ٽڪيل هو، جنهن وٽ سمورا پئسا ڏوڪڙ کپي چڪا هئا، ويچارو عذابن ۾ هو: هڪ پرديس ٻيو بيماري مٿان وري پئسي ڏوڪڙ جي کمي، سراءِ جي مالڪ چتاءُ ڏنس ته ميان ڪو خرچ جو بندوبست ڪر بنا پئسي مان توکي ٽڪائي ڪو نه سگهندس. رات جو رڙهي محمد موچيءَ وٽ آيو. جنهن همراهه کي دلداري ڏني ته ڏٺي سڀ سولي ڪندو، ماني ڪائي محمد موچي پنهنجي شاهوڪار سنگتي وٽ اچي ٿو. بيمار شخص جو ذڪر ڪري ٿو ، ۽ چويس ٿو تو وٽ رقم جهجهي آهي هن غريب جي مدد ڪرين ته ڏاڍو چڱو شاهوڪار شخص چويس ٿو اهڙو مورڪپائي وارو ڪم هرگز نه ڪبو...محمد موچيءَ کي پنهنجي سنگتي ۾ وڏي اميد هئي...سو اصل وسامي ويو خير صبح ٿيو، شاهوڪار شخص محمد موچيءَ کي چيو ته ”ميان“ اٿ ته اڳتي رڙهيون تنهن تي محمد موچي انڪار ڪندي اڳتي نه ٿو هلي ۽ چوي ٿو هيل حج منهنجي نصيب ۾ ڪونهي هن بيواهي بيمار شخص کي هڙي حالت ۾ ڇڏڻ تي دل نه ٿي چوي. شاهوڪار شخص اڳتي روانو ٿي وڃي ٿو. محمد موچي غريب جي خدمت چاڪري ڪري گهر موٽي اچي ٿو ڪجهه مهينن ڪان پوءِ پاڙي

۾ هُل ٿيو تہ شاهوڪار شخص حج ڪري موٽي آيو آهي، محمد موچي بہ پنهنجو ڏنتو ڇڏي اچي ٻين سنئون اچي گس تي بيٺو جڏهن شاهوڪار شخص اٺ تان لهي ٿو، سندس مٺ مائٽ، يار دوست ملڻ لاءِ اڳتي وڌن ٿا. پر حاجي سڳوري، انهن مان ڪنهن سان بہ هٿ ملائڻ کان اڳ پاسي کان ڦري اچي محمد موچيءَ کي ڀاڪر پاتو ۽ پوءِ تعظيم وچان سندس هٿن کي چمي ڏنائين ۽ چيائينس تہ ادا تون منهنجي حق ۾ دعا گهر تہ ڏڻي منهنجو حج قبول ڪري. اهو لقاءُ ڏسي هرڪو وائڙو ٿي ويو ٿو، خود محمد موچي بہ عجب ۾ پئجي وڃي ٿو، شاهوڪار کي ماڻهو ڪلي چون ٿا، ميان عقل تہ جاءِ تي اٿئي هي تہ اڌ واٽ تان موٽي آيو هو پوءِ شاهوڪار ماڻهو ڳالهہ ڪري ٿو تہ مان حج ڪري مديني مبارڪ ۾ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي روضي پاڪ جي زيارت لاءِ ويس. رات جو مسجد نبوي ۾ نماز پڙهي پاسي سان ٿي وينس تہ اک لڳي وئيم ، ڇا ٿو ڏسان تہ حاجي سڳورا آهن جن سان گڏ بيٺو ڪعبة الله جو طواف ڪريان پري کان ڪا شيءِ اڏامندي نظر آيم... چار نوراني شخص هئا...انهن شخص جي ڪلهن تي هڪ تخت هو، جنهن تي محمد موچي ويٺل هو! اهي نوراني شخص محمد موچيءَ کي طواف ڪرائي..."(107) منهنجن نظرن کان گم ٿي ويا...بسنت بهار جهڙو جهوٽو آيو، ڪارا ڪڪر آيا...مينهن مان ڪو سوز ڀرئي آواز ۾ ڪو ڳائي رهيو هو. محمد موچي دمشق وارا! تنهنجو حج قبول! مون ٻاڻ پنهنجي ڪنن سان ٻڌو تہ هن جهان جي هر شيءِ هوا، پاڻي، پکي پکڻ ، گاهہ گلزاريون، هي ڌرتي آسمان سڀ گڏجي سيبائيندڙ آواز ۾ ڳائي رهيا هئا: محمد موچي دمشق وارا! تنهنجو حج قبول!

غلام رباني آگرو هن ڪهاڻي ۾ انساني خدمت جو درس ڏنو آهي، اهوئي عالمي ۽ آفاقي پيغام آهي. انسانذات جي خدمت ڪرڻ ۾ ڀلائي رکيل آهي. سڀ ڪجهہ انسانن جي خدمت ۾ آهي انهيءَ معيار کي سامهون رکي هي ڪهاڻي جوڙي وئي آهي. هن ڪهاڻي جي شروعات توڙي آخر ۾ سٺي ڪردار نگاري ۽ بهتري منظر ڪشي

ڪئي وئي آهي. ٻولي ۽ اسلوب بيان نهايت ئي وڻندڙ آهي. اهو ميناج ۽ ڏانو پڙهندڙن جي ذهن کي گرفت ۾ وٺي ٿو جنهن مان ڪهاڻيڪار جي سوچ جو پتو پوي ٿو سندس انقلابي سوچ جي هي ڪهاڻي چرڪائيندڙ موضوع، اسٽائيل، ڊائلاگ چرڪ ڪيرائي ٿا ڇڏن. ڪهاڻيڪار پنهنجو مقصد سامهون رکي هي ڪهاڻي جوڙي آهي ان مقصد ۾ ڪامياب نظر اچي ٿو، جنهن مان سندس شعور جي بيداري، حب الوطني ۽ انسان شناسائي وارا سمورا قدر نروار ٿي بيهن ٿا.

## غلام رباني آگري جي قلمي پورهئي تي تبصرو

غلام رباني آگري جو شمار سنڌ جي وڏن نثر نويس عالمن ۾ ٿئي ٿو. اسان کي سندس ادبي ڪمن جي جائزي مان جا ڳالهه آڏو اچي ٿي ته، مرحوم غلام رباني آگري سنڌي ادب ۾، مختلف موضوعن تي قلمي پورهيو ڪيو آهي، جن ۾ ڪيترائي پهلو آهن. افسانن جي دنيا جو وڏو افسانا نگار، ڪهاڻيڪار، سوانح عمريون لکندڙ، خاڪانگار، تاريخ نويس، سندس نثر جي صنفن ۾ سفر ناما، خط، انٽريو، تقريرون، ڊائريون، ادارن جا احوال، ادارن جون خدمتون مطلب هر قسم جون علمي ادبي خدمتون ساراهڻ جوڳيون آهن. ربانيءَ جي تحريرن ۾ اعتقادي مسئلا اخلاقي، هدايتون، عبرت، تنقيد، دليل، تاريخي ۽ نيم تاريخي قصا، ماضيءَ جا حقائق، آثار ڪائنات، اشارن ۽ ڪناين ڪان علاوه گفتا لفظ صاف ۽ چٽا بيان ڪيل آهن.

سرزمين سنڌ جي مردم خيز زمين تي ڪيترن ئي عالمن، اديبن، شاعرن، مذهبي اسڪالرن جنم ورتو آهي جن مسلسل پنهنجي وطن جي خدمت لاءِ پنهنجي زندگي صرف ڪئي ۽ پنهنجي ذوق شوق ۽ مطالعي کي جاري رکندي وقت بوقت پنهنجي وطن جي علم ۽ ادب کي مٿاهون ڪان مٿي پد تي آڻڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي. پنهنجي ٻولي جي قلم کي سدائين سائو رکيو ۽ ان جي مس سُڪڻ نہ ڏني، تن جي ذهني ۽ فڪري ڪوششن سان سنڌي زبان جو خزانو وڌندو رهيو، ۽ انهيءَ ادبي سرمايي مان سنڌي ڳالهائيندڙن جا ايندڙ نسل هميشہ فائدو حاصل ڪندا رهندا. جڏهن اسين هن هيٺ، غلام رباني آگري جي ادبي خدمتن جو تنقيدي جائزو وٺون ٿا.

"آب حيات"، "ڪليات ڪهاڻيون" ڪتاب ۾ ٿيويھ ئي ڪهاڻيون تخليقي ادب جو بي مثال نمونو پيش ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾، غلام رباني آگري پنهنجي ابتدائي ادبي زندگي يعني سال 1953ع کان 1960ع تائين جيڪي ڪهاڻيو لکيون، تن جي جائزي مان معلوم ٿئي ٿو، تہ انهن ابتدائي ڪهاڻين ۾ ٻهراڙي جي ٻولي ۽ رنگ ڍنگ ۽ ماحول نظر اچي ٿو. هن ڪتاب جي آخري حصي واريون پنج ڪهاڻيون لهرن لک لباس، خواب، صبح ازل، همسفر، جن مان شهري زندگي نظر اچي ٿي ۽ آخري ڪهاڻي "محمد موچيءَ جو حج" انساني خدمتن تي لکيل هڪ بهترين ڪهاڻي آهي. هن ڪتاب ۾ غلام رباني آگري سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي حفاظت ڪئي آهي. ٻئي طرف سماجي نظام جي اوچ نيچ واري طبقي جي سوچ کي اجاگر ڪيو آهي. هي ڪتاب پهريون ڀيرو 1960ع ۾ شايع ٿيو هو ۽ ان کان پوءِ سن 2011ع ۾ ڪهاڻي ڪليات جي نالي سان روشني پبليڪيشن شايع ڪيو آهي.

"جهڙا گل گلاب جا" پهريون ۽ ٻيو حصو ۾، هنن ٻنهي حصن ۾، غلام رباني آگري پاڪستان جي سياسي، سماجي ۽ علمي ادبي شخصيتن جا يادگيرا، تذڪره، سوانح عمريون ۽ خاڪا پيش ڪيا آهن. پهرين حصي جو مقدمو صفحي 11 کان 88 صفحي تائين آهي. مقدمو ڇا آهي؟ هڪ سنڌي ادب لاءِ لازوال مقدمو آهي جنهن ۾، اهڙو تہ رنگ ڀريو ويو آهي جو سموري مقدمي پڙهڻ کان سواءِ قاري رهي نہ سگهندو. چاڪاڻ جو هن مقدمي ۾، رامائڻ تلسي، راوڻ جو سيتا کي اغوا ڪري وڃڻ، رام ۽ لڇمڻ جي سندس ڳولا ۾ نڪرڻ، کان ويندي غلام رباني آگري پنهنجا مشاهدا ۽ تجرا بيان ڪري انهن ڪردارن جي ڪار گذارين مان مثال ڪنيا آهن. دانائن ۽ دشمنن، بادشاهن، شاعرن جي شاعري، درسي ڪتابن جون ڳالهيون، اوهينري جي افساني عيسيٰ ۽ شيطان مان مثال ڏنا ويا آهن. پهاڪا چوٽيون، سائنس، ادب ۽ روح جون ڳالهيون ذڪر هيٺ آڻي هن مقدمي جي مواد ۾ اهڙي تہ، رس چس رکي وئي آهي جو هن مقدمي ۾ رڳو سنڌي بيتن مان مثال نہ ڏنا ويا آهن، پر البرٽ آئنسٽائين جي ڪن ڳالهين جا مثال ڏنا ويا آهن. مهاپاري

لڙائي ۾ آمريڪين جپانين مٿان جيڪي بم ڪيرايا تن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ابن خلدون، عيسائي مذهب ۽ ان جي پوئلڳن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انسانن جي رنگ نسل، قوم، ذات، زبان، مذهب، ثقافت جي تفاوتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم جا اخلاق جا مثال ڏنا ويا آهن. انصاف بابت ٻڌايو ويو آهي ته انصاف معنيٰ حق ۽ ناحق جي وچ ۾ ليڪو ڪڍڻ. مصر جي راڻي قلوپطره پنهنجي ڀاءُ سان شادي ڪئي هئي، جنهن ڪان پوءِ ان کي مارائي ڇڏيائين. سعادت حسن منٽو جي افساني جا مثال ڏنا ويا آهن. انهيءَ افساني جي جملن کي پڙهي اڄ جو اڪثر معاشرو اڳيان نظر اچي رهيو آهي. مطلب ته جارج برناڊشاهه، علامہ آءِ آءِ قاضي، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، ۽ البرٽ آئنسٽائين جي وچ يعني صفحي 46 ڪان پوءِ تصوير ڏني وئي آهي. عمر خيام، ڪشنچند بيوس، ابن سينا جا قول، غلام فريد، پلاري پٽ ڏٽي، نواب نور احمد لغاري، سائيڪل هارٽ، جي ڪتاب: A Ranking of 100 Most Influential person in Human History مان حوالو ڏنو ويو آهي جنهن ۾ لکيو آهي:

He was only man in history, who was supremely successful, on both the religious and secular levels.

Today 14 centuries after his death his influence is still powerful and pervasive. It is his UN _ paralleled combination of secular and religious innocence, which I feel entitled Muhammad to be considered the most influential in human history.

غلام رباني آگري، هن مقدمي ۾ ثابت ڪيو آهي ته تاريخ ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم واحد شخص هو، جنهن کي مذهبي توڙي دنياوي لحاظ ڪان ڪاميابي حاصل آهي. اهڙي طرح هن مقدمي ۾ اهو لکيو ويو آهي، ته: 'انگلستان' جي عظيم اديب، ٿامس ڪارلائيل، پنهنجي ڪتاب 'Heroes and Hero-worship' ۾ پيغمبر کي عقيدت جا گل پيش ڪيا آهن جنهن مان هڪ حوالو ڏنل آهي ته: "ڪنهن ٽي ڄاتو ته عربستان جي ريگستان ۾، واريءَ جو اهو داڻو، جڏهن جرڪندو، تڏهن غرناطہ ڪان دهليءَ تائين، ملڪن پنيان ملڪ، سندس روشنيءَ ۾ تجلا ڏيندا." ("جهڙا گل گلاب جا" مقدمو: ص: 54، 55)

اهڙي طرح هن مقدمي ۾، ليکڪ پنهنجي ڏاڏي جي يارهن حجن جو ذڪر ڪري مقدمي کي لاجواب ڪري پيش ڪيو آهي. تنهن کان پوءِ هن ڪتاب ۾ پهرين نمبر تي علامہ آءِ.آءِ قاضي جي يادگيرين کي ساريو ويو آهي. ۽ آخري پير حسام الدين راشدي کي ساريو ويو آهي. ٻئي حصي کي پهرين حصي سان صفحن ۾ ڳنڍيو ويو آهي.

غلام رباني آگري جيڪو علمي ادبي خدمتن وارو ڪم ڪيو آهي، ان کي ڏسي سنڌ جي معمر شاعر، اديب ۽ ڏاهي انسان شيخ اياز اها علمي اڳڪٿي ڪئي آهي تہ، "رباني جو نالو سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو، شيخ اياز جي اها اڳڪٿي سورهن آنا سچي ثابت ٿي رهي آهي، جو سندس ڪتابن "جهڙا گل گلاب جا" ٻئي حصا ۽ آخري ڪتاب "سنڌ جا ٻَرَ، ٻَحَرَ ۽ پهاڙ" سنڌ جي علمي ادبي حلقن ۾ ايترو تہ، مشهور ۽ مقبول ٿيا جو اهي بڪ اسٽالن ۽ ادارن مان ختم ٿي ويا. سنڌي ادبي بورڊ کي مذڪوره ڪتابن کي وري ٻيهر شايع ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي ۽ اهي وري ٻيو ڀيرو شايع ڪيا ويا آهن. مذڪوره ٽنهي ڪتابن جي مواد ۾، علمي ۽ ادبي معلومات ڏنل آهي جن ۾، شاعرن، اديبن، استادن ۽ بزرگن جو احوال دلچسپ نوع ۾ ڪيو ويو آهي، پر مفيد ۽ معلومات ڏئي ان تي علمي، ادبي بحث مباحثا ڪري تنقيد جا نڪتہ بہ اڏو آندا ويا آهن. "جهڙا گل گلاب جا" ڪتابن جي ٻنهي حصن ۾، ٽيويهن شخصيتن جي علمي ادبي ۽ سماجي ڪانامن کي آڏو آڻي انهن جا سمورا رخ روشن ڪيا ويا آهن. سندس هڪ ڪتاب "سنڌ جا ٻَرَ، ٻَحَرَ ۽ پهاڙ" هن ڪتاب ۾، سنڌ جي ٻن بزرگن پير محمد راشد روضي ڌڻي جو سبق (تعليم) وٺڻ جو اول ذڪر ڪيو ويو آهي، جيڪو صفحي نمبر 1 کان 80 تائين ڦهليل آهي. جنهن ۾ پير محمد راشد روضي ڌڻي جي، ولادت 1170ھ ۽ وفات 1223ھ کان ابتدا ڪئي وئي آهي. ان کان پوءِ سندس تعليم، علمي حيثيت کان ويندي بزرگي ۽ خليفن جي معلومات ۽ ٻيا ڪيترائي بحث تاريخ جي روشني ۾ بيان ڪيا ويا آهن. پير صاحب جيڪا تبليغ ڪندا هئا سا فارسي بجاءِ پنهنجي مادري زبان ۾ ڪرڻ فرمائيندا هئا. ان کان علاوه هن موضوع ۾، مريدن کي هدايت

ڏيڻ ۽ رهنمائي ڪرڻ جا ڪي رهنما اصول ٻڌايا ويا آهن. ان ڪان علاوه سندس مضمونن جي حوالن ۽ اضافن بابت معلومات ڏني آهي ۽ پير صاحب جي 'ملفوظات شريف' جي سنڌي ترجمي بابت معلومات ڏني وئي آهي. هي سمورو ذڪر غلام رباني جي ذهني فڪري عمل کي ظاهر ڪري ٿو. اهڙي طرح هن ڪتاب ۾، هڪ ٻئي بزرگ غوث بهاؤ الدين ملتاني بابت هرلحاظ ڪان يعني ڪتاب جي صفحي نمبر 81 ڪان سندس زندگيءَ جي سفر ۽ حياتيءَ جو پس منظر بيان ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ڪيترين تاريخي ڳالهيون هن بزرگ جي زندگيءَ کي اجاگر ڪن ٿيون جيڪي اسان غلام رباني آگري جي هن عنوان مان استفادو حاصل ڪيون سين. هن ڪتاب ۾، هڪ ٽئين بزرگ، سيد عثمان مروندي قلندر لعل شهباز، جو ذڪر ملي ٿو جيڪو هن ڪتاب جي صفحي 145 ڪان 386 صفحي تي پورو ٿئي ٿو. جنهن ڪان پوءِ هن ڪتاب جي آخر ۾ پس نوشت ڏهن صفحن ۾ ڏني وئي آهي. غلام رباني آگري پنهنجي حياتي ۾، جيڪي ادبي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن تن بابت سنڌ، پاڪستان ۽ دنيا جي لڳ ڀڳ پنجاهه ڪن عالمن، اديبن، شاعرن ۽ محققن جا سندس زندگي ۽ خدمتن بابت مضمون ۽ تاثرات ملن ٿا. جنهن مان ڪنهن قدر اڻپورائي محسوس ٿي رهي آهي، پر اجا ٽائين تحقيق واري تشنگي محسوس ٿي رهي آهي. جيڪا ڪوشش ڪري هن تحقيق ۾ پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. غلام رباني آگري جي ادبي خدمتن تي هي پهريون پيرو تحقيق آهي. غلام رباني سنڌ ادب ۽ ٻولي جي حوالي سان اسان جي تحقيق موجب ٻارهن ڪتاب ۽ ٻيا ڪيترائي مضمون ۽ مقالا مختلف موضوعن تي قلمبند ڪيا آهن انهن جو تعداد جيڪو هن تحقيق ۾ ذڪر هيٺ آيل آهي. هن تحقيق ڪان پوءِ وڌي بہ سگهي ٿو. ڇاڪاڻ جو تحقيق جو علم هڪ جڳهہ تي بيهڻ وارو نہ آهي هي عمل سمنڊ جي عميق ۽ ان ڪان مٿي لهرن وانگر هوندو آهي، ۽ تحقيق جي طريقيڪار ۽ عمل ۾ هميشہ نوان نوان وڌارا پيا ٿيندا رهنداآهن. هر دورجي تحقيق اڳ واري تحقيق جي روشنيءَ ۾ اسرندي آهي. اسان جڏهن غلام رباني آگري جي مضمونن، مقالن، يادگيرين، ترجمن، تقريرن ۽ خاڪن جي وڏيڪ ڳولا

ڪندا سين تہ اسان ڪي هڪ ڪتاب ”تيا قلبَ قرار“ جو مطالعو ڪرڻو پوندو. هن ڪتاب کي الطاف آگري ۽ نصير مرزا مذڪوره چيزن کي سهيڙي هن ڪتاب ۾، جيڪي موضوع شامل ڪيا آهن تن جو تعداد اُوڻٽيهہ آهي. هن ڪتاب جو انتساب سنڌي بولي جي نامياري عالم محمد ابراهيم جويي ڏانهن منسوب ڪيل آهي. هن ڪتاب کي سهيڙيندڙ ساٿين هن ڪتاب کي انن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي. 468 صفحن جو هي ڪتاب، غلام رباني آگري جي ادبي خدمتن کي متعارف ڪرائي ٿو تہ غلام رباني آگري دين اسلام جي عظيم هستين تي قلم کنيو آهي تن ڳالهين کان علاوه قرآن شريف جا ترجما ۽ جتوئي صاحب واري انگريزي ترجمي کي مرڪز بڻائي هن مقالي ۾ ٻين ترجمي نگارن بابت جاڻ ڏنل آهي. انهيءَ کان علاوه هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ جي پهرين ڪتاب فتح سنڌ ۽ چچ نامي متعلق هڪ تعارف تحقيق پيش ڪئي وئي آهي. غلام رباني آگرو گهڻ پاسائو عالم هو ان ڪري سندس موضوعن ۾ سنڌ جو تاريخي منظر تي هڪ مقالو تيار ڪري ويو آهي. ان کان علاوه سنڌ جي بمئي کان جدائي جو سربستو احوال ڏنو ويو آهي. غلام رباني جي ادبي خدمتن ۾ سنڌ جا سرڪاري ۽ نيم سرڪاري علمي ادبي ادارا بہ موضوع رهيو آهي، جنهن ۾ سنڌي ادبي بورڊ ۽ ان جي اسڪيمن ۾ سنڌ جي تاريخ جي اسڪيم، سنڌي لوڪ ادب جي اسڪيم، جامع سنڌي لغات، سنڌ جي صوفي شاعرن جا ڪتاب ڇپائڻ، ترجمن جي اسڪيم، قرآن پاڪ جو فارسي ترجمو، عربي فارسي ڪتابن جي اشاعت، سنڌي زبان ۾ ٻارن جو ادب شايع ڪرڻ جي اسڪيم، عوامي ڪتابن واري اسڪيم، مهراڻ رسالو شايع ڪرڻ، بورڊ جي لائبريري، بورڊ جون آفيسون وغيره کان علاوه انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي جي ڪم ۽ ڪارڪردگي ۽ ان جي مقصد کي آڏو آندو ويو آهي. انهيءَ خيال کان تہ سنڌ جو ماڻهو پنهنجي علمي ۽ ادبي ادارن جي ڪم ۽ ڪارڪردگي کان آگاهہ رهي. ادارن واري معلومات ۾ سنڌ پراونشل لائبريري ۽ ميوزم، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي مرڪز، اشاعتون، شمس العلماءُ دائود پوٽا سنڌ گورنمينٽ پبلڪ لائبري، مهراڻ آرٽس

ڪائونسل حيدرآباد ۽ شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد، جي علمي ادارن بابت قوم کي آگاهه ڪيو آهي ته، اهي قوم جا پنهنجا ادارن آهن جيڪي ڪن خاص ماڻهن جي مقصد لاءِ ڪونه ناهيا ويا آهن. سنڌ جي سمورن ماڻهن جا ادارا آهن، غلام رباني آگري جي ادارن بابت معلومات ڏيڻ مان اهوئي مقصد نڪري ٿو. سنڌس ادبي خدمتن جي حوالي سان هن ڪتاب جو هڪ موضوع، "مهراڻ" ادب جو "سنڌ نامو" رکيل آهي جنهن ۾، ماهوار "نئين زندگي" ۽ "مهراڻ" بين رسالن ۽ انهن جي واڳ ڌڻين بابت معلومات ڏني وئي آهي. غلام آگرو لکي ٿو ته: "پاڪستان پبليڪيشن اردوءَ ۾ "ماه نو"، فارسيءَ ۾، "هلال"، عربيءَ ۾، "الوعي" ۽ انگريزيءَ ۾، "Pakistan Quarterly" رسالا ڪيندي هئي. پر ڪوبه رسالو "نئين زندگيءَ" جيترو شايع ڪونه ٿيندو هو. اهو سڀو نتيجو سائين عبدالواحد سنڌيءَ جي محنت جو هو."(108) غلام رباني آگري انهيءَ ڳالهه جو به، افسوس جو اظهار ڪيو آهي ته، "نئين زندگي" ۽ "مهراڻ" بئي سرڪاري رسالا آهن ايڏو وڏو عرصو هليا آهن، جيڪا هڪ حقيقت آهي، پر اهو حرف حساب ته سنڌ جي جاگيرادر طبقي تي اچڻ گهرجي. ڪنهن زماني ۾، انهيءَ طبقي جي ڪن اشرافن، نوشهرو فيروز ۽ ٺٽي باگي ۾ اعليٰ پايي جا درسگاهه نهرايا. هن وقت انهن کي الائجي ڇاتي ويو آهي، جو ڪڪڙن جي ويڙهه ۽ ڪتن جي ٻچ ڪان سواءِ ٻيو ڇگائي وارو عمل نه ٿا ڪن! غلام رباني آگري جي خدمتن کي ڏسي ويساهه ٿئي ٿو ته، سنڌ ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ٿين جن جي سوچ تعليم ۽ علم ادب، هنر ۽ سائنس ڏانهن هجي ته، سنڌ جو ڪوبه ٻچو بُک وگهي نه مرندو نه ئي ڪنهن لاحق بيماريءَ جي ور چڙهي لوڙي لوڙي قبر پيڙو ٿيندو موت ته برحق ليڪن بيروزگاري، بک ۽ بدحالي وارو موت ايذائيندڙ آهي. غلام رباني آگري سنڌ ۽ سنڌي ادب بابت جيڪو به لکيو آهي سو انسانن کي هڪ درس آهي ته، پلائي ڪيئن ڪجي ۽ معاشرو ڪيئن سڌارجي ان کي صحيح دڳ تي آڻجي. هڪ ٻيو موضوع هن ڪتاب جي زينت آهي، سو آهي، شاهه ولي الله جا مخدوم معين ٺٺوي ڏانهن خط، هن مضمون ۾ ٻنهيءَ عالمن جي بزرگي ۽ علمي ذات جو ذڪر ڪيوويو آهي. غلام رباني آگرو لکي ٿو ته:

”هندستان ۾ ائين ڪونہ ٿيو. اتي شاهہ ولي الله جي سمورين تحريرن کي ڪمال ادب ۽ احترام سان ذري پرزي سانديو ويو. سندس خطن جو مڪيہ مجموعو حيدرآباد دکن جي نظام جي عثمانيہ يونيورسٽيءَ ۾ محفوظ آهي، جنهن ۾ جملي ٽي سو پندرهن خط آهن. اهي مختلف عالمن ڏانهن لکيل آهن، جن ۾ مخدم معين ٺٽوي بہ شامل آهي.“(109) هن مضمون ۾، غلام رباني آگري، مخدوم محمد معين ٺٽي کي نام، جي حوالي سان ڪي نمونا ڏنا آهن. اهڙي علمي ڪم کي ڏسي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، غلام رباني آگري ڏانهن هڪ خط لکيو، جيڪو تاريخ 29 -8 - 2000 تي لکيو ويو ان خط جو عڪس هن مضمون ۾ ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾، ٻيا موضوع پڻ آهن. ”اقرار نامو“: سنڌي ترجمو، تمسڪ شرعي دستاويز: هن ڪتاب ۾، هڪ اهم موضوع آهي، ڪمرو نمبر30- مينارام هاسٽل، هن موضوع ۾، غلام رباني آگري پنهنجي يادگيرين کي سهيڙيو آهي. ۽ مضمون جي آخر ۾ هي شعر ڏنو ويو آهي.

يہ دنيا رين بسيرا ہے

ان کان پوءِ هن ڪتاب ۾، قليلي ڪاليج جون يادگيريون کان وينڊي، تاج تائين اهم موضوع شامل آهن. هن ۾ ڪتاب شامل اوڻٽيهہ ئي موضوع، غلام رباني آگري جي ادبي خدمتن جو بي مثال نمونو آهي. جنهن سان، غلام رباني آگري جي ٽڙيل پکڙيل ادبي خدمتن کي هڪجاءِ تي محفوظ ڪيو آهي. انهن ٽيٽيهن ئي موضوعن جي جائزي مان جا ڳالهہ آڏو اچي ٿي، غلام رباني آگرو سنڌي ادب ۾ اعليٰ صلاحيتن وارو اديب آهي جنهن سنڌي ادب لاءِ ڪيتريون خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. سرڪاري ادارن کي پلوڙ منتظم طور هلايائين. ادبي خدمتن جي حوالي سان اعليٰ صلاحيتن وارو اديب نظر اچي رهيو آهي. ٻارهن ڪتابن جو مصنف ۽ مترجم آهي. غلام رباني آگرو پنهنجي والد بابت لکي ٿو تہ: ”بابا سائين جي زندگي جو پويون عرصو تنهائي ۾ گذريو فقط سائين مير محمد گهانگهرو چاچي عبدالعليم اڄڻ ، چاچي نصرالله جلباڻي سان اڳ وانگر قرب جو رستو قائم رکيو

جڏهن بابا سائين جي حياتي جو پيالو پرجي آيو، تڏهن هڪ ڏينهن مون کي چيائين ته: ”پٽ“ بهشت جي وڏي ڳالهه ٻڌجي ٿي. پر هن جهان جا نظارا به وڏا وڻندڙ آهين، جو ڪنهن به انسان جي انهن کي ڇڏڻ لاءِ دل ڪانه ٿي ٿئي. بابا سائين، امان مٺي ٻئي ڄڻا هي، جهان ڇڏي ويا آهن، پر هو اسان جي ڳوٺ جي قبرستان ۾ ابدي آرامي آهن. مان جڏهن ٻارهين مهيني، ٻئي سال ڳوٺ ويندو آهيان، تڏهن قبرستان ۾ حاضري ڏيڻ ويندو آهيان جڏهن سندن تربتن وٽ وڃي ويهندو آهيان، تڏهن ڌرتي لُڏڻ لڳندي آهي ۽ آسمان ۾ سخت گجگوڙ ٿيندي آهي پر ڪڪر ڪو نه هوندا آهن، ان ڪري منهنجون اکيون وسڻ لڳنديون آهن.“(110)

غلام رباني آگري جي نثر ۾ ڪهڙي نه زبردست وڻندڙ ٻولي بيان ٿيل آهي. رباني اهڙو ليکڪ آهي، جنهن جي لکڻين ۾ ڀرپور فڪري ۽ فني حسن سان گڏ پنهنجي تحريرن ۾ خارجي ۽ ڳوناڳون زندگي کي موضوع بنايو آهي. جتي ابوجهه ۽ سادا ماڻهو رهن ٿا. سندس لکڻين ۾ ڪهاڻين ڪان ويندي خاڪانگاري تائين سندس هرهڪ تحرير سماجي ۽ اخلاقي قدرن جي پرچار آهي. جيڪو ادب جو بنيادي ڪم آهي، اهو سندس لکڻين ۾ موجود آهي. انساني سماج، معاشرو ۽ ڪردار سنوارڻ. جڏهن هن جي ڪهاڻين جو مطالعو ڪجي ٿو ته، سندس ڪهاڻيون سماج جي ڀرپور عڪاسي ڪن ٿيون. جنهن ۾ فني فڪري پوراءُ نظر اچي ٿو، اخلاقي ۽ نصيحت ڀريا نڪته انسانن کي تربيت ڪن ٿيون. پنهنجي دور تي پڙهندڙ مٿان هڪ خاص اثرات مرتب ڪن ٿيون. غلام رباني سنڌي سماج جي نبض تي هٿ رکي موضوعن جي چونڊ ڪئي آهي. هن سنڌي سماج کي زندگي ۽ موت جهڙن مسئلن ڪان آگاهي ڏني آهي. رباني جون ڪهاڻيون ”هوندا سي حيات“، ”ٻري هن ٻنيور ۾“ جاگيرداري خلاف بغاوت جو منظر ڏيکاريو ويو آهي. ڪهاڻي جو بيان انداز وڻندڙ پر پڙهندڙن کي ٽڪائي ٿي وجهي ٿي. ”شيدو ڌاڙيل“ غلام رباني جي مشهور ڪهاڻي آهي. شيدوڌاڙيل ڪهاڻي ۾ اسان جي سماج ۾ اهڙا اهڙا ڪردار اڀريا آهن، جيڪي سماج ۾ وحشت ۽ جبر ڏسي ڌاڙيل ٿيا آهن. ليکڪ ڌاڙيل کي ظالم نه مگر اصل وڏيرن کي ظالم ڏيکاريو آهي. رباني جا اڪثر بيان بيان جامع ۽

مفصل آهن. ڪجهڙو به سندس موضوع ڪٿو ان ۾ تضاد وارا نڪتا به اتي بيان ڪيا اٿس. هڪ مضمون بيان لکندي ان سان تعلق نه رکندڙ ڳالهيون پڻ بيان ڪيون اٿس. هڪ مضمون جي وچ ۾ ٻيو مضمون اچي وڃي ٿو. اهڙي طرح ذهن ۽ توجهه هر هنڌ بدلجي وڃن ٿا. سندس بيان جو رخ رکي رکي جدا جدا طرفن ڏانهن ڦري ٿو. جزن يا پاڱن توڙي مضمونن جي ڳنڍجڻ يا ٽُٽڻ جو ڪٿي سنڌو يا نشان نظر نٿو اچي گويا ربانيءَ جون تحريرون هزار داستان يا الف ليلا واري داستان جو چڻ ته نقل آهن. رباني جي اسلوب ۾ ڪٿي مبالغه آرائي به محسوس ڪئي وئي آهي، جيڪا افسانه نويس ڪي روا آهي. ڪي اهڙيون به تحريرون پيش ڪيل آهن، جن ۾ مستند عالمن جي تحريرن تان استفادو حاصل ڪري اعليٰ مقام قائم ڪيو اٿس. علمي ۽ ادبي تحقيق جي لحاظ کان به، غلام رباني آگري جي اسلوب ۾ سادگي ۽ جاذبيت ۽ انهيءَ سادگيءَ ۾ سونهن پسي سگهجي ٿي.

## غلام رباني جي سوانح نگاري جو جائزو

جيئن ته مذڪوره عنوان ۾ پنهنجي تحقيقي حوالي سان غلام رباني آگرو بحثيت سوانح نگار جي حيثت ۾ جائزو پيش ڪجي ٿو. غلام رباني آگري جا ادبي لحاظ جن موضوعن تي ڪم ڪيل آهن تن ۾ سوانح نگاري وارو فن سندس پسنديده موضوع رهيو آهي. هن فن جي حوالي سان غلام رباني آگري جو بهترين انداز ڪم نظر اچي ٿو جنهن ۾ هوهڪ برک اديب طور پنهنجي صلاحيتن سان مطالعو ڪري سنڌ ۽ دنيا جي ناميارن عالمن، اديبن، سگهڙن ۽ مشاهيرن جي احوال کي قلبند ڪيو آهي. سندس ڪم جي مطالعي ڪرڻ سان اهي سموريون شخصيتون پنهنجي سمورين خوبين، ڪمن ڪردارن سان اسان جي آڏو اچن ٿيون. انهن بزرگن جي علمي ادبي ڪمن کان اسان استفادو حاصل ڪريون ٿا. هن حصي ۾ سوانح نگاري جي فن بابت جائزو وٺندس ته سوانح نگار ڇاڪي چئبو آهي؟ ۽ ان سان ملندڙ جلندڙ ٻيون ڪهڙيون صنفون آهن جن جا هڪٻئي سان ڪي جزا ملن ٿا. ان لاءِ اسان کي ڪن ڄاڻو ماهرن جي راين کي پيش ڪرڻو پوي ٿو، جيئن

چڱيءَ طرح معلوم ٿي سگهي ته، سوانح نگاري ڇا آهي؟ ماهرن جي اصولن جي آڌار تي غلام رباني جي سوانح نگاري جي بابت وضاحت ڪندس.

## سوانح نگاري ڇا آهي؟

فيروزُ اللغات (اردو)، جي معنيٰ هن طرح ڪيل آهي: "سوانح نگار( ع- ف- صف)، ڪنهن شخص جي حالات زندگي جي لکڻ وارو."(111)

جيئن ته، جامع سنڌي لغات ۾ هن لفظ جي وصف هن طرح آهي: "سوانِح نگارُ جمع جمع سوانح نِگارَ، ز.(ع. سوانح +ف. نگار< نگاريدن = لکڻ) واقعات لکندڙ، واقع نگار، افسانہ نگار، ڪهاڻي نويس. اخبار نويس. نامہ نگار."(112) انهيءَ لفظ جي وضاحت کان پوءِ انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو ته، غلام رباني آگري ڪيترن ئي صنفن تي لکيو پر سوانح نگاري جي فن ۾، ڪيترين ئي شخصيت جا احوال ۽ واقعا پڻ قلمبند ڪيائين. هن فن جي وضاحت ڪري الڳ حيثيت يا تعين ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. ننڍڙي ڪوشش ورتي اٿم. ته هن فن سان لاڳاپيل صنفن آتم ڪهاڻي، خاڪا، تذڪرا، جيون ڪهاڻي، سوانح عمري جي ڪجهه وضاحت ڪريان ۽ ان کانپوءِ پنهنجي مقصد ڏانهن اچان ۽ غلام رباني آگرو جي ٽن ڪتابن جو مختصر جائزو پيش ڪريان ان لاءِ هڪ ننڍڙي پڙهندڙ شاگرد وانگر ڪچڙي ۽ علم کان اڻڄاڻ ذهن کان ڪم وٺان ته سوانح عمري يا سوانح حيات جو سنڌي ادب ۾ ڪافي مواد موجود مٿي ذڪر ڪيل صنفن يعني آتم ڪهاڻي، سوانح عمري، تذڪره نويسي، خاڪا نويسي جي وضاحت کان اڳ ايترو چوندس ته انهن صنفن جو تعلق ڇٺن ويڳين ڀنيرن يا ڀائرن وانگر آهي. جن ۾ ٿورو گهڻو فرق موجود آهي.

(1) سوانح عمري لکڻ وقت ليکڪ انهي ڳالهہ جو پابند هوندو آهي تہ ڳالهہ جي حقيقي ڇنڊ ڇاڻ ڪجي.

(2) سوانح عمري ۾ جنهن شخص بابت لکيو ويندو آهي تہ ان ۾ سوانح نگار مرضي شامل نہ ڪندو آهي.

(3) سوانح عمري ۾ مختصر بيان ۽ ليکڪ ڪنهن شخص جي جنم جو سال ڏيندو آهي ۽ فوت ٿيل آهي تہ وفات جي تاريخ ڏيندو آهي.
(4) سوانح نگار لکڻ وقت ليکڪ ڪنهن شخصيت جا حالات ٻين کان حاصل ڪري مواد ڪٺو ڪندو آهي. اهو مواد مختلف جاين اخبارن، رسالن يا خود پاڻ پڇي لکندو آهي.

آتم ڪهاڻي ۾ ليکڪ پنهنجي زندگي جو احوال لکندو آهي. جنهن ۾ خود ليکڪ پنهنجي باري ۾ لکي ٿو. اها سندس ذاتي آهي. ان جو علم سواءِ ٻي ڪنهن کي ڪونهي. ڇو تہ ان ۾ ان شخصيت جا ڪجهہ پهلو شامل هوندا آهن.

الف: ذاتي زندگي
ب : شخصي آزمودا
ت : ماحولياتي تجربو
ث : سياسي ۽ سماجي پسمنظر

خاڪا نويسي بابت ڊاڪٽر قاضي خادم لکي ٿو تہ ”خاڪو بنيادي طرح جيون ڪهاڻيءَ جو ئي قسم آهي، فرق صرف اهو آهي، تہ هن صنف ۾ جيون ڪهاڻيءَ واري طوالت ۽ تفصيل کان پاسو ڪيو ويندو آهي.“(113)

الف : جيون خاڪا
ب : ادبي خاڪا يا شخصي خاڪا

جيون خاڪا گهڻو ڪري، مذهبي سماجي ۽ سياسي شخصيتن جي باري ۾ هوندا آهن. جن ۾ ڪنهن بہ قسم جو وڏاءُ کان ڪم نٿو وٺي سگهجي ۽ هنن جو احوال جيئن جو تيئن بيان ڪرڻو پوي ٿو.

## جيون خاڪا

گهڻو ڪري مذهبي ، سماجي ۽ سياسي شخصيتن جي باري ۾ هوندا آهن. جن ۾ ڪنهن بہ قسم جي وڏاءُ کان ڪم نٿو وٺي سگهجي. خاص ڪري مذهبي شخصيتن جي حياتيءَ جي بيان ۾ ڪا بہ تبديلي پسند ۾ برداشت نہ ٿي ڪئي وڃي ۽ نہ ئي تاريخي انگن اکرن ۾ ڪا بہ قير ڦار ڪرڻ ممڪن نہ آهي.“(114) موضوع ڏانهن ايندي

غلام رباني آگري جي ٽن ڪتابن جن کي خاڪا چيو وڃي ٿو. انهن ڪتابن ۾ ”جهڙا گل گلاب جا“ (2 ڀاڱا) ”سنڌ جا بر بحر ۽ پهاڙ“، ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“ انهن ڪتابن کي خاڪا نويسي چيو وڃي ٿو. جڏهن مذڪوره ڪتابن جج مطالعو ڪجي ٿو.

تہ ماهرن جي مٿي ڏسيل اصولن تي پرکجي ٿو تہ، غلام رباني صاحب جا ٽئي ڪتاب ظاهر ۾ جيئن خاڪا آهن. پر ادبي پرک جي اعتبار کان سنڌس لکيل ڪتابن کي هينئين طرح جي اپياس کان پوءِ هن ريت نتيجو آڏو اچي ٿو:

## جهڙا گل گلاب جا (پهريون حصو)

هن ڪتاب ۾ غلام رباني آگري سنڌ جي ناميارن شخصيتن جو ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ ۾ سڀ کان پهرين نمبر تي ڪتاب جو مقدمو آهي. مقدمي کانپوءِ سنڌ جي ڏاهي شخصيت علامہ آءِ.آءِ قاضيءَ جو ذڪر ڪيل آهي. هن خاڪي ۾ علامہ امداد علي قاضي جي ڪتابن ۽ سندس علمي ۽ علمي ڳالهين ان سان وابستگي بابت فلسفيانہ ڳالهيون ڪيل آهن، پر علامہ امداد علي قاضي جي جنم جي تاريخ وغيره جو ڪٿي بہ ذڪر ٿيل نہ آهي، پر نوڪري دوستن يارن ۽ ٻين مامرن مسئلن جو ذڪر ڪيل آهي. هن ۾ بہ رباني جو ياد گيريون سمايل آهن.

1- عبداللطيف آگرو جيڪو رباني صاحب جو والد محترم هيو. هن شخصيت جي ذڪر ۾ رباني پنهنجي ننڍپڻ ۽ تعليم بابت، استادن ۽ شاگردن بابت ذڪر ڪيو آهي. پنهنجي اوس پاس بابت پنهنجي يادگيرين کي سهيڙيو آهي. هن ۾ بہ پنهنجي والد جي جنم وفات جون تاريخون ڪونہ ڏنيون اٿس.

2- ڊاڪٽر عمربن محمد دائود پوٽو: علامہ امداد علي، عبداللطيف آگري، وانگر هن شخصيت جو ذڪر اڈ ۾ مان ڪيو اٿس. پر علامہ عمر دائودپوٽي جي زندگيءَ جا ڪي اهم پهلو بيان ڪيل آهن ۽ هن ۾ مذڪوره شخصيت جي وفات جي تاريخ ڏني اٿس. چو تہ غلام رباني جڏهن سنڌي ادبي بورڊ جو نائب سيڪريٽري ٿيو هو. تڏهن رباني لکي ٿو تہ: ”ان وقت علامہ عمر دائود پوٽي جو پيالو پرجي آيو هو. سندس گهرائپ ۽ گهاٽائيءَ جو موقعو ڪونہ مليو

هو. غلام رباني آگرو علامہ عمر دائود پوٽي جي والد جو نالو ۽ سندس ڏنڌي بابت ذڪر ڪيو آهي.

3- عثمان علي انصاري : مذڪوره شخصيت بابت لکي ٿو تہ جي.ايم.سيد چوي ٿو تہ انصاري جا ابا ڏاڏا باهران آيا هئا. بهر حال هن ۾ رباني صاحب اڳين شخصتن وانگر جنم ۽ وفات جا سال ڪو نہ ڏنا آهن.

4- ميران محمد شاھ: هن شخصيت جو احوال لکندي. رباني جي تحريرن ۾ معلوم ٿئي ٿو تہ،رباني هن شخصيت ۾ بہ پنهنجون ڪجھ يادگيريون سهيڙيون آهن.

5- پير احسام الدين راشدي: هن ڪتاب جي آخر ۾ پير حسام الدين راشدي کي رکيو ويو آهي ۽ هيٺ فوٽ نوٽ ۾ پير حسام الدين راشديءَ جي جنم جي تاريخ 1911ع ڏنل آهي. جنهن ۾ حسين شاھ راشدي جي حوالي سان لکي ٿو تہ، جنهن جي چاچي جيڪا بائيوڊيٽا نهرائي هئي، ان ۾ جنم جو هنڌ بهمڻ لکايو هئائين 1911ع. مذڪوره ڪتاب جي جائزي ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ ”جهڙا گل گلاب جا“ (پهريون حصو) ۾ غلام رباني سهڻي ريت پنهنجين يادگيرين کي سهيڙيو آهي. انهن عظيم شخصيتن سان همدرديءَ ۽ ان جي ادبي خدمتن تي ڀرپور نوٽ لکيا آهن ۽ ان وقت جي حالات ۽ واقعات جي روشني ۾ شخصيتن جي خدمتن کي ساراهيو آهي.

## جهڙا گل گلاب جا (حصو ٻيو)

هن ڪتاب کي بہ نہ کي خاڪا چوندس نہ وري سوانح عمري، چو تہ هي ڪتاب پهرين حصي وانگر. سترنهن جن شخصيتن جو ذڪر ڪيل آهي ۽ انهن شخصيتن سياسي، سماجي ۽ ادبي ميدان ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. هي ڪتاب غلام رباني آگري جي يادگيرين تي ٻڌل آهي. جهڙي طرح پهريون حصو باڪمال نموني لکيل آهي، انهن يادن کي جهڙي طرح سهيڙيو ويو آهي، ۽ انهيءَ ۾ خوبصورت لفظن جملن واقعن جو بيان آهي. اهڙي طرح هن ڪتاب جي جيتري ساراھ

ڪجي اها گهٽ آهي. هن ڪتاب ۾، سترنهن 17 امر ڪردارن جي زندگي بابت ڪيتريون ئي دلچسپ ۽ انوکيون ڳالهيون بيان ڪيل آهن، اهي بيان اسان تائين اهڙي معلومات فراهم ڪن ٿا، جن جي تمام گهڻي ضرورت آهي. انهيءَ کوٽ کي پوري ڪرڻ جي سني ڪوشش ڪيل آهي. هي ڪتاب سنڌي ادب ۾، ماضيءَ جي تاريخي داستان هئڻ سان گڏ تاريخي ماخذ جي حيثيت پڻ رکي ٿو.

## غلام رباني آگري جي قلمي پورهئي جو تنقيدي جائزو

هر هڪ شعبي ۾، اصلاحي تنقيد شين کي اجاريندي آهي، ليڪن شرط اهو آهي نقاد ڄاڻو ۽ سڄاڻ هجي ۽ ان کي شين جي اصليت بابت ڪفايہ سرائي جي ڏات هجي. سنڌي ادب ۾، غلام رباني آگري جو نالو وڏي احترام سان ورتو وڃي ٿو. انهيءَ لحاظ کان وڏي مطالعي ۽ مشاهدي سان سندس تحريرن جي ڪٿ ڪرڻ لاءِ علم، عقل ۽ شعور جي ضرورت پوي ٿي تنهن کان پوءِ سندس تحريرون اجاگر ٿي تابناڪ روشني ڏينديون. راقم الحروف کي سندس تحريرن جي اپياس مان اهو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته، غلام رباني جو قلمي پورهيو علم ادب ۽ ادبي تخليق جي راهہ ۾ پانڌيئڙن لاءِ رهبر ۽ رهنمائي وارو ڪم ڪري ٿو. سنڌ جي نئين نسل کي ان جي ڪم کان آگاهہ ڪرڻ گهرجي جيئن وڌ کان وڌ ان مان استفادو حاصل ڪري ۽ پنهنجي ٻولي، ادب، تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت کان واقف ٿي، غلام رباني آگري وانگر ڏيهہ ۽ پرڏيهہ ۾ پنهنجي ادب جو نالو روشن ڪري. غلام رباني جا سمورا مضمون، مقالا لکيل ڪتاب تمام وڏي ڏاهپ ۽ اتساهہ سان لکيل آهن. سندس لکڻين مان ماديت سان گڏوگڏ روحانيت جو پڻ درس ملي ٿو. سندس سڄو سارو فڪر ۽ فهم اسلامي تصوف جي رنگ ۾ رتل آهي. سندس ڪتابن ۾ معنيٰ جا موتي پوئيل آهن جيڪي املهہ آهن، سندس بيان ڪيل نڪتن جي ٻولي سولي ۽ سهڻي آهي. رباني مرحوم جي لکڻين ۾ وڏي مفيد معلومات درج ٿيل آهي. ان جي ضرورت جهڙي ڪالهہ هئي، ۽ اڄ آهي ۽ سڀاڻي رهندي. سندس ادبي اصول ادبي دنيا لاءِ سونهري اصول آهن. ربانيءَ مرحوم جيڪو ادبي دنيا ۾، مواد ۽

معلومات سنڌ جي ادبي خزاني ۾ داخل ڪيو آهي سو قيمتي وڪريل وٿڻ جي صورت ۾ ڳولي هٿ ڪري ان جي اهميت کي اجاگر ڪيو آهي. هن وقت اهي ڇاپايل يا ايڊٽ ڪيل تحريرون نهايت ئي ڪارائتيون آهن. هن جيڪا جاکوڙ ۽ جستجو ڪئي آهي، اهو ڪم ساراهڻ جهڙو آهي. هن هڪ پل به سنڌ سنڌيت ۽ ان جي ادب ۽ ڪلچرل جي خدمت کانسواءِ نه گذاريو بقول شاهه لطيفؒ:

تتي ٿڌي ڪاهه، ڪانهي ويل ويهڻ جي.

اجا به ان کان وڏيڪ سائين سلطان الاولياءُ لنواري شريف جي باني جي قول مطابق

سجڻ ڏنو جن، تن ڏسڻ غير گناهه،
جني لڌي راهه، ويهڻ تني وهه ٿيو.

غلام رباني آگري جي جدوجهد ۽ جتن جيڪا هن جي تحرين ۾ موجو آهي. تن کي سمجهڻ لاءِ صرافن جي ضرورت آهي جن جو ملهه ڪتي سجاڻي سندس لڪتن جي اندر گهرائي سان جهاتي پائي هڪ معلومات کي دماغ ۾ ويهارڻ کانپوءِ جائزي مان معلومات آڏو آئي ته، هر هڪ تحرير ۾ وڏي محنت ڪري جهڙيءَ طرح پڙهڻ سان مخاطب ٿيو آهي تن خيالن ۾ ادائگي جو واهه جو رنگ ڀريل آهي. ٻئي طرف لکت جي طريقيڪار ۽ مهارت کي ڏسندي ايئن چوڻو پوي ٿو ته، رباني مرحوم سنڌ جو تمام وڏو ليکڪ آهي جيڪو ادبي دنيا جي اچي پد تي نظر اچي ٿو. غلام رباني آگري جي هرهڪ تصنيف اسان توڙي اسان جي ايندڙ نسلن لاءِ هڪ ادبي تحفو ۽ سوکڙي آهي. جنهن مان هر ادبي ذوق رکندڙ انهن تحريرن مان وڏو فائدو حاصل ڪندا رهندا. رباني سنڌي ٻوليءَ جي جيڪا خدمت ڪئي آهي. منڙي زبان استعمال ڪرڻ ڪري ان جا انفرادي توڙي اجتمائي فائدا نظر اچن ٿا. سندس عبارت ته مختلف رنگن روپن ۾ ڏسي پسي سگهجي ٿي، جنهن ۾ سنڌ جو فڪر ۽ فهم هڪڙو ئي سبب آهي. اهو ته انسان ذات جي فلاح ۽ ٻهبودي ۽ جملي قومن جو ادب سانڍڻ هر وقت ۽ هر جاءِ تائين الاهي جو قائل ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي سيرت مبارڪ جا

حوالا ڏيڻ ۽ پڻ مشائخ ڪرام ۽ صوفي عظمتن جا قول حوالي طور پيش ڪرڻ، هڪ مضمون ۾ لکي ٿو ته: ”محمد هاشم جا سڪايل وڻ اجا ساوا ڪونه ٿيا آهن. حالانڪ اهو مقولو مخدوم شهيد عبدالرحيم گرهوڙي جو آهي.“(115) سندس تنقيد به اهڙي جو پڙهندڙ توڙي ٻڌندڙ جي دل تي اثر ضرور ڪري مگر بار نه ٿي ڪري جئين ته هن ئي مقالي ۾ محمد هاشم ٺٽوي تي تنقيد ڪندي لکي ٿو ته: ”مخدوم صاحب مهراڻ درياءَ (سنڌو دريا) جي اٿڪٺ موجن ۽ بيشمار لهرين هوندي به سنڌ کي عربي صحرا سمجهي! ”هاشمي ڪوزا“ ايجاد ڪيا هئا.“(116) ڊاڪٽر ڊيوڊ چيز، پنهنجي مضمون ’غلام رباني آگرو- ياد گيريون‘ ”غلام رباني آگري جي وفات پاڪستان جي ثقافتي ۽ علمي زندگي لاءِ ۽ خاص طور تي هن جي اباڻي صوبي سنڌ لاءِ وڏو نقصان آهي. هو هڪ لائق احترام ليکڪ ۽ عالم هو. هن سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ لکيو. ساڳيو مضمون نگار لکي ٿو ته: ”غلام رباني آگرو هڪ بافخر پاڪستاني هو پر هن پنهنجي اصلوڪي سنڌي ڳوٺاڻي زندگيءَ کي ڪڏهن به نه وساريو. غلام رباني آگرو سنڌ جي مرڪز ۾ ڪنڊياري جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. هن کي سنڌ جي اصل روح جي ڄاڻ هجڻ ڪري اسان ٻئي 77-1976ع ۾ هڪٻئي سان ملياسين. مان يونيورسٽي آف لنڊن طرفان سنڌ جي تاريخ تي پي.ايڇ.ڊي ڪري رهيو هيس. مان جڏهن هن سان مليس ته هو يوسنڌ نيورسٽيءَ جو پرو وائيس چانسلر مقرر ٿيوهو، هن مون کي يونيورسٽي جي لائبريري تائين رسائي ڏياري ۽ ان کان علاوه هن مون کي مختلف عالمن سان ملايو.“(117) انهن ڳالهين کي ٻڌي سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان ته، ساهتي جي ماڻهن سدائين علمي ۽ ادبي لحاظ اڳواڻ وارو ڪردار ادا ڪيو آهي.

غلام رباني جي تحرير فاسدرت ڪيڻ واري نشتر جهڙي به آهي. هن ئي مضمون ۾ لکيو اٿس. ”سنڌ جي بي رحم معاشري ۾ اهڙي سني اميد رکڻ ٻٻرن کان بير گُهرڻ وانگر آهي.“ انهي ساڳئي مقالي خط شاهه والي الله دهلوي جا مخدوم معين ٺٽويءَ ڏانهن. تازو اخبارن ۾ هڪ خبر آهي. جنهن مان وري هن دور جي سنڌ جو احوال معلوم

ٿئي ٿو تہ، سنڌ جي فلاڻي ضلعي ۾ ڪتن ۽ سوئرن جي ويڙهہ جي ٽورناميٽ وڏو مقابلو ٿيندو، جنهن ۾ خفتي وڏيرا پنهنجي ڪتن جون لوڌون ڪاهي ايندا ۽ سوئرن تي ڇڏيندا. پنجاب جو وڏيرو پنهنجا ڪتا ڪاهي ايندو ۽ پنهنجي پائرن سنڌي وڏيرن جي هن شاهاڻي شغل ۾ ساڻن شريڪ ٿيندو. غلام رباني جون تحريرون ۽ ان ۾ اعتقادي مسئلا، اخلاقي هدايتون، عبرت، تنقيد، دليل تاريخيءَ نيم تاريخي قصا ماضيءَ جا حقائق، آثار، ڪائنات، اشارن ۽ ڪناين، ڪان علاوه چٽا ۽ صاف بيان ڪيل آهن. آگري جا عنوان جامع ۽ مفصل آهن. ڪهڙو بہ سندس موضوع ڪڻو تہ ان سان تضاد وارا نڪتا بہ اتي بيان ڪيا اٿس، هڪ مضمون بيان ڪڻندي ان سان تعلق نہ رکندڙ ڳالهيون پڻ اتي اظهار ڪيون اٿس. رباني جي مضمونن ۾ پڻ ڪٿي ڪوٺ نظر اچي ٿي مثال هڪ مضمون جي وچ ۾ ٻيو پڻ مضمون اچي ٿو. اهڙي طرح مخاطب ۽ هَٿَ قَلَمَ هر هنڌ بدلجي وڃن ٿا. سندس بيان جو رخ رکي رکي جدا جدا طرفن ڏانهن ڦري وڃي ٿو. جزن يا ڀاڱن توڙي مضمونن جي ڳنڍجڻ يا ٽٽڻ جو ڪٿي سنڌو يا نشان نظر نہ ٿو اچي. گويا رباني جي تحريرن ۾ ڪي ڳالهيون هزار داستان يا الف ليلان واري داستان جو نقل آهن، تہ ڪٿي رباني پنهنجي مضمونن ۾ جو فني اوج پڻ سمايو آهي.

منجهس انسان دوستي ۽ خيرخواهي اقوام عالم جي سمايل آهي، تہ ڪٿي مغربي ليکڪن جي اثر ۾ اچي اسان جا سنڌي ليکڪ مست قلبي ۽ دلي ڪشادگي ۽ روحاني پاڪائي ۽ ذهني بلندي کان بي خبر آهن. وٽن تعميري جذبو ۽ غائب آهي. مگر اسان جو آئيڊل ۽ آدرش رباني صوفي منش پنهنجي محبت آميز، الفت انگيز ۽ حيات آفرين، جذبي ومستي سان زنده ليکڪن جي غلاظتن ۽ ڪثافت کي يڪ لخت ميساري اڇو اجرو ڪري ڪايا پلٽي ڇڏي آهي.

غلام رباني جي حسن انتخاب کي داد ڏيڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهجي. هن سنڌ واسين کي صوفين، درويشن جي حيات ۽ ڪلام سان روشناس ڪري وڏو ڪم ڪيو آهي. سندس تحريرن ۾ سطحي ڳالهہ ڪيل نہ آهي.

سنڌس قلم ڳوڙهائي ۽ عميقائي سان بيان لکيو آهي. مثال طور "وحي" جي حقيقت ۾ تمام گهڻي جستجو ڪئي آهي. جهڙوڪ وحي جي معنيٰ، وحي جي اصطلاحي معنيٰ وحي جي ڪيفيت يا وحي جي نازل ٿيڻ واري حالت وحي جي نازل ٿيڻ وقت حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي بدني حالت يا وجودي "پوزيشن" جيڪا وحيءَ جي نازل ٿيڻ وقت وحي جي پذيرائي بيان ڪئي اٿس سا، وڏي اتساهه ۽ سڪ ۽ معلومات تي مبني آهي. جهڙوڪ: وحي جي اچڻ وقت حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن گهنڊڻين جا آواز ٻڌندا هئا. جئين هن دور ۾ موبائيل تي ڪو پيغام ايندو آهي ته قسمين قسمين ڪال جا آواز ايندا آهن. ڪڏهن ڪو آدمي صورت وارو شخص روبرو سلام ڏئي ويهندوهو. گفتگو ٿيندي هئي. جيڪا صرف پاڻ سڻندا هئا. بعضي سڄي ڪچهري ۾ آواز ٻڌو ويندو هو. ڪڏهن سنڌس منهن مبارڪ ڳاڙهو ٿي ويندو هو. ته ڪڏهن سڄو بدن پگهر ۾ پسي ويندو هو. مطلب ته متن جڻ وڏو بار اچي پوندو هو. غلام رباني آگري جيڪو به لکيو سو وڏي جانفشانيءَ سان بيان ڪيل آهي. جيڪو لفظ جملو لکيو اٿس. اهو چڱي ريت سوچي ۽ سمجهي لکيو اٿس. هن دور ۾ رباني جي تحريرن کي مطالعي ۽ اپياس جي ضرورت آهي. سنڌس ڪم اسان کي ذهني اوسر ۽ ترقيءَ جو رستو مهيا ڪري ٿو.

غلام رباني آگري جي تحريرن ۾ ٻوليءَ جو ورجاءُ سڀاجهو ۽ سولو آهي. پڻ مناس ۽ نمڪيني به آهي، سنڌس لکڻي سهڻي ۽ سٿري آهي. مطلب ته رباني جي لکيت ۾ اکيچار خوبيون آهن، اها پر لطف ۽ پر ڪشش آهي، نزاڪت ۽ نفاست پڻ منجهس آهي، جڻ رنگ برنگي گلن جو گلدستو آهي. گهڻي جاذبيت ۽ هماگيريت سڀبان دلنواز ۽ دلفريب آهي، سنڌس نثر نويسي سدا بهار آهي. منجهس اڪٿ صلاحيتون ۽ اٿاهه استعداد آهي. نثري ادب جي کيتر ۾ زرخيزي آندي اٿس. هن سنڌي ادب جي نثري پهلوءَ کي ترقي ڏيارڻ ۾ مالامال ڪرڻ ۾ گوناگون ڪوششون ۽ ڪاوشون ڪيون آهن. سنڌس پورهيو تصنيف ۽ تاليف سان گڏوگڏ ترجمو به انتهائي اهميت رکي ٿو. رباني جي دور ۾ ڪن نام نهاد عالمن توڙي بي راهه روين صوفين ۽

دقيانوسي ليڪڪن ڪجهه غلط فلسفيانه نظرين کي اسلامي لاب ۾ فاسد خيالات کي جنم ڏنو. ليڪن هن دور ۾ ڪي مصلح ۽ مفلح مجدد به هئا. تن پنهنجي اجتهاد سان سنڌي ادب ۾ اهڙي صورت پيدا ڪري وڌي. جو معتقدانه ۽ مشترڪانه اثرات زائل ٿيندا رهيا. اهڙي گروهه جي دائري ۾ غلام محمد گرامي، انجم هالائي، محمد ابراهيم جويو، حيدر بخش جتوئي، برڪت آزاد، رشيد ڀٽي، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ڊاڪٽر گل حسن لغاري، ڊاڪٽر غلام علي الانا، علي محمد راهو، ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، جمال الدين مومن، سائين جي.ايم.سيد، تاج صحرائي، ڊاڪٽر اياز حسين قادري، جمال ابڙو ۽ ٻيا ڪيترا جن ۾ غلام رباني آگرو به اهم جاءِ والاري ويو آهي. سندس مکيه خاصيت هئي "خارجيت" ليڪڪن جي ليکن ۾ هڪ اعليٰ معيار، پوري علميت، اظهار ۾ چٽائي ۽ مضمونن توڙي تنقيد جي ڪيتر ۾ خارجي پرک جو اظهار انهن سببن ڪري غلام رباني نه رڳو عظيم افسانه نگار، مترجم، محقق ۽ مورخ جي روپ ۾ ڄاتو وڃي ٿو، بلڪ ڪيس ساهت جي سائين جو درجو ڏنو ويو آهي. اگر رباني سان ڪنهن جي ڀيٽ ڪريون ته اهو سندس هڪ همدوش آهي. ڊاڪٽر تنوير عباسي جنهن کي به سنڌي ساهت جو مهان تارو سڏيو ويوآهي، ٻنهي شخصن ۾ عبرت انگيز فرق ۽ هڪجهڙائي آهي. رباني وڏي سگهه ۽ سوچ جو مالڪ هو، جيڪو پنهنجي پوئيان معيار جون اعليٰ تخليقي رچنائون ڇڏي ويو. سندس ڪتابن مان "جهڙا گل گلاب جا"، "سنڌ جا بربحر ۽ پهاڙ" توڙي "ٿيا قلب قرار" جن جي وڏي اهميت آهي، تنوير جي ڪتابن "رڳون ٿيون رباب"، "ڪلام نانڪ يوسف"، ڪلام خوش خير محمد توڙي جو "سچل جو سنيهو" وغيره ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ٻئي حيات ۽ ادب کي اندروني طور ڳنڍيل ۽ مجيندڙ هئا، پنهنجي صحيح سهڻي لکٽي جا توڙي لطيف ذوق ۽ سالم پرک جا ماڻ پرماپا مقرر ڪرڻ جي شروعات ڪئي ۽ ٻنهي سنڌ جي صوفي بزرگن جي ڪلام کي آدرشي مددگار ڪري تسليم ڪيو آهي. ڏنو وڃي ته ربانيءَ جو

سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ اُيرڻ اپ ۾ سج جي ايرڻ سمان آهي بطور افسانہ نويس رباني عظيم تہ هو نقاد جي ناتي ۾ بہ نام ڪنيو هو. مگر تخليقي فنڪار جي نالي ۾ نئين سجاڳي جي حوالي سان سندس ادا ڪيل پارٽ ۽ تنقيدي ويچار ۽ عمل کي جهڪو ڪري ڇڏيوآهي، سندس تنقيد ڪمال جي آهي. اها تيز ۽ چست ۽ درست قوت جي آهي. هن راءِ رکندي غلام رباني کي اهو ڄاڻي سڃاڻي سگهندو جنهن ساڻس چند گهڙيون گهاريون هونديون جنهن لاءِ ڀِٽ ڪبير چوي ٿو.

گهڙي آڌي گهڙي، گهڙي ڪاپي آڌ

سات سنگت هوجائي، تہ هو جائي پرساد

اهي غلام رباني کي سمجهي سگهن ٿا، جنهن سندس تحريرن جو گهرو اڀياس ڪيو آهي. سندس مقصد ۽ مدعا، مرڪزي خيال انداز بيان، اصطلاح، چوڻيون، سطحي ٻوليءَ ۾ نہ آهن. اهو هڪ وڏو عميق بحر آهي، جنهن ۾ تاريخي حقيقتون بيان ڪيل آهن، سندس تخليقات جو مرڪزي نڪتو، سنڌ ڏيهہ جي سچي تاريخ، سنڌي ماڻهن ۽ انهن جي تهذيب ۽ ڪلچر جي سڌ بڌ آهي. هو ڪٿي بہ ويو تہ اتان جي قديم ڪتابن جي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ان ڪري ڪيائين تہ من هن ڪتاب مان سنڌ ڏيهہ ۽ ان جي زبان ڪلچر ۽ تهذيب بابت ڪا معلومات ملي وڃي، چين ۾ اتان جي ديوار جي ساخت کي ڏسندي، اهو خيال اتي پيش ڪيائين تہ ههڙي ساخت سان ملندڙ جلندڙ ”رني ڪوٽ“ اسان وٽ آهي. رباني سان رهاڻ ڪرڻ جو جسماني موقعو تہ نٿو ملي سگهي. باقي ساڻس روحاني ڪچهري جنهن کي ڪرڻي آهي تہ ان جي تحريرن کي پڙهي جيئن مان واري زيب النساءَ ڏي اورنگزيب جو چوڻ آهي تہ اگر ڪو مون کي ڏسڻ گهري تہ مون کي منهنجي شهرن ۾ ڳولي.

## محمد صلي الله عليه وآله وسلم ڪارڻي:

اهو ڪهڙو انسان آهي، جو رب العزت ﷻ سان محبت نہ ٿو رکي. محبت جو سرچشمو حق تعالىٰ آهي. دنيا جي مائرن، انسانن، جانورن، پکين ۽ جيتن جي محبت پنهنجي اولاد سان مجيل حقيقت آهي. مگر هڪ مثال وڏا عالم ۽ مفڪر ڏين ٿا تہ اگر محبت سڄي ڪائنات جي حصا هڪ سو ڪجن. هڪ حصو مخلوق جي مائرن وٽ

آهي ۽ نوانوي حصا خلق جي خالق وٽ پنهنجي مخلوق لاءِ آهن، اهو به مجيل اصول آهي ته هر شيءِ کان پنهنجو محبوب ئي پيارو هوندو آهي. هر مخلوق جي فرد جو محبوب ضرور هوندو آهي. جنهن کي پنهنجو آئيڊل بنائيندو آهي. بلڪل انهي اصول تحت مالڪ حق پاڪ رب تعاليٰ ﷻ جو پڻ هڪ محبوب آهي. اهو ڪائنات جو ڪارٽي آهي. جنهن جو اسم مبارڪ حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم آهي.

ان کان وڌيڪ رب فرمايو آهي. اي مومنو! آءُ ان پنهنجي محبوب محمد صلي الله عليه وآله وسلم جن تي دورود و صلوٰت پڙهان ٿو ملائڪ به اهو ورد ڪن ٿا ۽ اوهان به ان عبادت جي شڪل ۾ مون سان شامل ٿيو. قرآن فهمي ڪندي اهو معلوم ٿئي ٿو ته ربي محبت، حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن سان چٽي ۽ پڌري صاف بيان ڪيل آهي.

جئين ته، هر مسلمان اديب، ليکڪ، شاعر ۽ فلاسافر حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي بابت ساراهه ڪري آخرت سنواري آهي. تئين رباني صاحب به آخرت جو ثمر ۽ توشو گڏ ڪيو جو حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن بابت محبت ۽ عشق جو ڳالهيون لکيون آهن. بلاشڪ اهو رباني صاحب علمي پنهنجي خانداني بزرگن جي پيروي ڪئي اٿس.

## غلام رباني آگري جي لکڻين بابت عالمن ۽ اديبن جا رايا

غلام رباني آگري بابت سنڌ ۽ پاڪستان جي ڪيترن ئي ناميارن عالمن، اديبن، شاعرن، محققن، نقادن ۽ تعليمي ماهرن پنهنجا رايا قائم ڪري اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته، غلام رباني آگرو سنڌ جو هڪ وڏو نثرنگار هو ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو ته: ”غلام رباني بلند پايه افسانه نويس آهي. هن انهيءَ زماني ۾ افسانا لکڻ شروع ڪيا، جڏهن اياز قادري ۽ جمال ابڙو افسانا لکي رهيا هئا. سندس افسانا سه ماهي ”مهراڻ“ ۽ ماهوار نئين زندگيءَ ۾ ڇپيا. هن اياز قادري کان متاثر ٿي، پهريان ئي هڪ ڪردار افسانو:

شيدو ڏاڙيل لکيو."(118) اسان جي خيال موجب، غلام رباني آگرو سنڌي ادب جي دنيا ۾، هڪ مڪمل يونيورسٽي جو درجو رکندڙ هو جنهن وٽ سنڌ جي تاريخ ۽ ادب بابت اڪيچار موضوع هئا جن تي ويهن سالن جي عمر کان لکندو رهيو ۽ اهو سلسلو 2010ع اڪ ٻوٽڻ تائين جاري ساري رهيو. هن وٽ لکڻ لاءِ پنهنجا ماڻ ۽ ماپا هئا. سنڌس زبان گهڻ اکيون وڏيڪ ڳالهائيندڙيون هيون. هر انسان کي ايتري عزت ڏيندو هو. جيترو هو پاڻ کي مان ڏيندو آهي. هو انسانيت کان وڌيڪ انسانيت کي وسهندو هو. محمد پناهه کان ٻڌو هيم ته هڪ دفعي پاڻ سندس ادبي بورڊ جي آفيس ۾ مليو ته ملاقات دوران هن کي ٻڌايائين ته ماڻهپو ماڻهوءَ لاءِ ائين آهي جيئن عورت لاءِ سينگار ۽ انسان ٿيڻ ته سولو آهي. مگر انسانيت حاصل ڪرڻ مشڪل ۽ اٽانگو ڪم آهي. مون کي مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب رات هڪ مقالو ڏيکاريو آهي، جنهن ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي ته، انسان کان انسانيت وڌيڪ آهي. ان جو مطلب ٿيو ته انسانيت حاصل ڪرڻ لاءِ سخت ۽ گهڻي محنت حاصل ڪرڻي آهي."(119) غلام رباني آگري جي لکڻين جي جائزي مان هي ڳالهه معلوم ٿي آهي ته هو هر هڪ واقعي کي اهڙي ته، سچائي ۽ صداقت آهي جو سندس لکڻين جي مطالعي ڪرڻ سان دل ۽ دماغ تي ڇانيو وڃي. هو پنهنجي لکڻين ۾ طرز بيان سادن ۽ سليس زبان ۾ اهڙي ته نموني ادا ڪري ٿو جو سندس هر هڪ ڪردار، افسانن جي ٻولي ۽ مضمون نگاري ۾ حقيقي جذبات جي ترجماني ڪري ٿو. غلام رباني آگري جي لکڻين جي جائزي مان اها ڳالهه به آڏو آئي آهي ته هو شاهه لطيف جي شعرن ۽ خوبصورت استعارن ۽ تشبيهن جو سهڻو استعمال ڪري مختلف معاملن ۽ واقعن ۾ صحيح ۽ اصلي رنگ ڏنا ويا آهن. غلام رباني آگري جي مضمونن ۾ بلند خيالي جو اظهار ملي ٿو.

لفظ ڇا آهن؟ جيئرا جاڳندا ڪردار آهن. جن تي حقيقت ۾ رباني‌ءَ جهڙي ڏاهي اديب تي انهن کي لکڻ گهرجي، جيڪي سالن گهڻو وقت گڏ رهيا يا سالن گهڻو سفر ڪيو آهي. اسان کي ڪيس سا گڏ رهڻ جو موقعو حاصل نه ٿيو مگر انهن شخصن سان مليا آهيون.

جيڪي ساڻس ٿورو يا گهڻو گڏ رهيا. پيو ته سندس تحريرن کي پڙهيو آهي. اهو به سندس هڪ ملاقات جو ذريعو آهي. غلام رباني آگرو بنيادي طور ته مذهبي ماڻهو هو. مگر سنڌيت جو جذبو سندس اندرِوڏڙن کان وديعت ٿيل هو، هو چوڏهن سو سالن کان مسلماني ڪردارن جو معتقد هو ۽ آدجڳاد کان سنڌيت جي محنت سان سرشار هو مگر سندس لکڻين ۾ پنهي ثقافتن جو سنگم مليو ٿو. سندس لکڻين جي روشني ۾ اسان اهو به پسيو آهي ته هن جو خيال آهي ته، چڱا ڀلا ماڻهو خاص طور تي سکيا ستابا پنهنجي ٻارن کي سنڌي اسڪولن ۾ موڪلڻ بدران اردو سيکاري يا انگريزي پڙهڻ لاءِ ڪانوينٽ اسڪولن ۾ ويهاروي- جڻ ته شاهه، سچل، مخدوم معين، مخدوم نوح ۽ لنواريءَ شريف جي لعل محمد زمان (سلطان الاولياءَ) جي ٻولي هن غير مهذب هئي.

ربانيءَ تي لکڻ ترڻ تي ڏيئو ٻاري سج جي روشنيءَ کي ڳولڻ يا اجا به ائين ته اچري ٿر مان هڪ هڪ واريءَ جو چمڪندڙ داڻو ڪڍي ان کي ڪٿائڻ برابر آهي، ادبي دنيا ۾ جيئن ڪي ڪي قدآور هوندا آهن، تيئن رباني به قدآور شخصيت هو. سندس قد ۽ پورهيو ماپي نٿا سگهجن. چو ته هو گهڻ رخو ۽ هر وجهه لائق ۽ فائق شخصيت جو مالڪ هو. سندس ذهن يادگيريءَ لاءِ بي مثال هو. سندس تحرير کي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ڪيس ٻالڪ پڻي واري اوستا کان وٺي معمولي واقعا به ياد هوندا هئا. جڏهن ٻاراڻي ڪلاس ۾ داخل ٿيو. اسڪول گاهي خان جلباڻيءَ ۾ ان وقت جي شاگرد ۽ ڳوٺ جي ماڻهن جا نالا ملاقاتين سان ڪٺندو هو، پڻ انهيءَ دور جي مسئلن ۽ سماجي توڙي معاشي حالات جا ذڪر ڪندو هو. سندس ڪلاسي دوستن مان قاضي شمس الدين، قاضي محمد معروف، علي محمد قرڙو، احمد نواز قرڙو، حسين بخش قرڙو، غلام مصطفىٰ سومرو، عبدالغني سومرو، رسول بخش قرڙو، جان محمد جلباڻي، محمد پناهه قرڙو، گلزار علي دايو، جلال الدين قاضي، محمد بچل قاضي، ليلومل، ٻولومل هينئر هندستان ۾ زنده آهي. تازو 2010ع تي ڳوٺ گاهي خان جلباڻي ۾ آيو

آهي. رباني صاحب جي لکڻين ۾ ڪٿي ڪٿي جهڙوڪ ڪتاب "جهڙا گل گلاب جا"۾ هن ڳوٺ جي ماڻهن جو ذڪر مليو ٿو. ۽ ان وقت جيڪي استاد هي هئا، تن ۾ ڪن جا نالا . عبداللطيف آگرو سندس والد محترم، محمد يوسف چنه، ڪندن مل، نظر محمد ڪونئر، غلام فريد ملاح ذڪر لائق آهن. غلام رباني آگرو هڪ نثر نويس آهي، جنهن سنڌي ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. سندس لکڻين، ڪهاڻيون، افسانا، سوانح، ڪالم، مضمون، سفرناما، مقالا، ايڊيٽوريل، خط- رپورٽون، نثري ٽڪرا، خاڪا پڻ شامل آهن. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته رباني جيڪو به موضوع کنيو ان کي پوري طرح نڀايو اٿس. شيخ اياز لکي ٿو ته مان رباني لاءِ جيڪو لکندس، ان تي هن لاءِ منهنجي ذاتي محبت ضرور اثر وجهندي رباني‌ءَ جون ڪهاڻيون "غريبن جي جهوپڙي"، "پن بوڙين پاتال ۾"، "هوندا سي حيات"، "شيدو ڏاڙيل" ۽ "ٻُري هن ڀنڀور ۾" ٻولي ڪهاڻي جي اوسر ۽ پڄاڻي، ٻهراڙي جي عڪاسي سنڌ جي پيڙهيل ۽ ڏتڙيل عوام سان گهري دلچسپي‌ءَ ۽ همدردي سبب سنڌي ادب جو لازوال حصو بنجي چڪيون آهن."(120)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ : خط عنوان "سون برابر سڱڙا" ۾ لکي ٿو ته: "ادا غلام رباني السلام عليڪم مهرباني ڪري ، اوهان جو گلن وارو ڪتاب موڪليو. اوهان جي گلن جي واڙي‌ءَ جو سير ڪيم ۽ اوهان جا چونڊيل گل ڏٺم. جيتوڻيڪ اوهان پنهنجو وڙ ڪري، مون کي گلاب جو گل ڪونه بنايو آهي، ته به بيڙي فقير جي حوالي سان جيڪي لفظ لکيا آهن، سي سچا آهن. ان انصاف لاءِ اوهان کي مبارڪ!"(121)

ولي رام ولڀ : پنهنجي مضمون "جلي پئي جوت" ۾ لکي ٿو ته: "غلام رباني بنيادي طور سنڌي ادب جي افق تي ڪهاڻيڪار ٿي اڀريو."(122)

ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو ته: "غلام رباني آگرو بنيادي طرح افساني جي دنيا جو ماڻهو آهي. ليڪن بعد ۾ خاڪا نگاري به ڪيائين ۽ ٻين عنوانن تي به قلم کنيائين، راشدي ڀائرن کانپوءِ موجود دور ۾ رباني صاحب کي پلوڙ نثر نويس تسليم ڪيو وڃي ٿو."(123)

گل محمد عمراڻي مقدمي ”جهڙا گل گلاب جا“ جو نفسياتي ۽ سماجياتي جائزو ۾ لکي ٿو ته: ”رباني صاحب جو هي ڪتاب واقعي پنهنجي جاءِ تي هڪ اهڙو ڪتاب ڪري لکجي ٿو، جنهن ۾ سنڌي ادب ۽ زبان کي وڏي ضرورت هئي. هي ڪتاب سوانح عمري جي کيتر ۾ ڄڻ هڪ بلندو بالا درخت آهي، ان کوٽ جي پورائي ڪري ٿو ۽ ائين لڳي ٿو ته ان ڪتاب جي لکڻ جي پويان علامه آءِ.آءِ قاضي صاحب جي هدايت ۽ ان کان متاثر ٿي انهن قدآور علمي ۽ ادبي شخصيتن جا خاڪا لکيا ويا، جيڪي ويهينءَ صديءَ جي تاريخ ۾ پنهنجو پاڻ ميجرائي چڪيون هيون.“(124)

قاضي جاويد لکي ٿو ته: ”غلام رباني آگرو ڏاڍو مٺ ٻوليو هو. افسانه نگار هجڻ جي ڪري جڏهن ڳالهائيندو هو ته معلوم ٿيندو هو ته، ڪو افسانو پيو ٺهي.“(125)

حافظ مهراڻ سڪندري لکي ٿو ته: ”آگري صاحب ڪڏهن به سياست جي پيچرن تي ڪم ڪو نه ڪيو هو، پر هڪ ئي وقت ”ملتان“ ير ڳوٺ ۽ هالا جي مسند نشين سان چاه جون سرڪيون پرڻ وارو فن به رباني آگري جو ڪمال هو. سندس زندگيءَ جي ٻنهي پاسن ساجي کابي پاسي وارا منظر به سندس شخصيت جي گهرائيءَ جي خوب عڪاسي ڪن ٿا، پر انهن کان به وڌيڪ سندس تحريرن سنڌي ادب لاءِ ”آب حيات“ کان گهٽ ڪونه هيون. سندس شاهڪار تخليق ”جهڙا گل گلاب جا“ کان وٺي ”سنڌ جا ٻر ٻحر پهاڙ“ توڙي ”مهراڻ“ ۾ ڇپجندڙ مقالن ۽ سفرنامن تائين بس اهو اونو رهندو هو، ته آگري صاحب جي قلم جي چاشني چکجي ٿي، سندس زندگيءَ جي آخري تحرير جيڪا مهراڻ ۾ ڇپي آهي. ان جي چا ڳالھ ڪجي... سندس فڪر جو انداز تعميري ۽ نظر ڏکهي هئي. سفرنامن ۾ اهڙي منظر ڪشي ڪندو هو، جو پڙهندڙ کي تصور ئي تصور ۾ پاڻ سان گڏ وٺي هلندو هو.“(126)

عبدالغفار صديقي لکي ٿو ته: ”اهو ئي اهو ئي دور هو جنهن ۾ ون يونٽ خلاف سن ۾ تحريڪ زور تي هئي. سنڌي اديب، شاعر، دانشور، سنڌ زبان ۽ سنڌ صوبي جي اصلوڪي حيثيت بحال ڪرڻ لاءِ

رات ڏينهن مصروف هئا. ادا رباني به انهن جذباتي نوجوان مان هڪ هو.“(127)

محمد هاشم لغاري لکي ٿو ته: ”ورهاڱي کانپوءِ جمال ابڙو، غلام رباني آگرو ۽ ٻيا ڪجھ ليکڪ بهترين نثر نويس ٿي ابريا ۽ قومي جدوجهد ۾ پاڻ ملهايائون.“(128)

سيد زوا نقوي لکي ٿو ته: ”رباني صاحب جي لکڻيءَ جي اها خصوصيت آهي جو هو جيڏي مهل مولانا عبدالواحد سنڌيءَ جي سنڌالاجيءَ ۾ ڪيل آخري تقرير جو عڪس چٽي ٿو ته اکين ۾ پاڻي تري اچي ٿو ۽ وري جڏهن رشيد ڀٽيءَ سان ڪيل ڪل ڀوڳ جو ذڪر ڪري ٿو ته پڙهندڙ پنهنجي منهن مسڪرائي ٿو.“(129)

اياز پاٽولي لکي ٿو ته: ”محترم غلام رباني اهڙين لياقتن ۽ صلاحيتن جو مالڪ هو جنهن جو اعتراف سڀاڻي سنڌ جا ماڻهو ڪندا رهندا، اهڙيون شخصيتون امر آهن ۽ امر رهنديون.“(130)

امام راشدي لکي ٿو ته: ”نيٺ رباني راهه رباني وٺي وڃي مالڪ حقيقي سان مليو سنڌ جو هي املهه ماڻڪ اديب، پنهنجي لاجواب لکڻي سبب تاحيات زنده رهندو. غلام رباني قلم جو بادشاهه هو. سندس تحريرن جو محور سنڌ رهيو. سنڌي ادب ۾ افسانن ۽ مضمونن جي حوالي سان منفرد مقام رکندڙ رباني صاحب ملڪ جي آعلىٰ اديبن ۾ شمار ڪيو ويندو هو.“(131)

غلام رباني جي وفات جي موقعي تي ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر1، جنوري - مارچ 2010ع واري پرچي ۾ غلام رباني آگري لاءِ لکيل آهي ته: ”سنڌي ادب، هڪ بيمثال قصه گو اديب کان محروم ٿي ويو. سنڌ جو اهو حيرت انگيز one and only ڪٿاڪار غلام رباني آگرو نالي وارو هڪ عجب شخص هو.“(132)

سراج ميمڻ ”آب حيات“ جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته: ”غلام رباني آگرو ٿي به اکر لکڻ منهنجي خوش نصيبي آهي. هو نه صرف منهنجو همعصر به هو، پر پنجاهه جي آخري ڏهاڪي ۾ سن سٺ ستر تائين اسان چند چرين جو لڏو هوندو هو.“(133) جسٽس (ر) ديدار حسين شاهه پنهنجي مضمون ”وساريان نه وسرن“ ۾ لکي ٿو ته: ”آگرو صاحب هڪ

ٻهراڙيءَ جي ڳوٺ مان نڪري ڪري پڙهي ڪري محنت ڪري ترقي ماڻي سنڌي ادبي ۾ شامل ٿي پنهنجي زندگيءَ جو آغاز ڪيو.“(134)

حڪيم اعجاز حسين چانڊيو ”خطِ غبار“ ۾ لکي ٿو ته: ”رباني صاحب سچ پچ ته تمام وڏو ماڻهو هو، سو ڪيس صحبت به وڏن ماڻهن جي نصيب ٿي، جيڪي صحيح معنيٰ ۾ وڏا ماڻهو هئا. سندس پسند جا ڪي اهڙا اعليٰ انسان جن جي ڪيس رفاقت ميسر نه ٿي سگهي- تن مان گهڻا ته ڪانئس اڳ ٿي گذريا ۽ ڪي وري دنيا جي هن پيڙ پاڙ ۾ ڪيس ملي نه سگهيا. ان ڪمي جو تدارڪ هيئن ڪيائين جو انهن هستين جي ڪتابن جا مطالعه ڪري ساڻن روحاني رفاقت جو رستو هموار ڪيائين.“(135) ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي پنهنجي تحقيقي مقالي ”آزادي کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر“ ۾ لکيو آهي ته: ”سنڌي مختصر ڪهاڻي جي طرقيءَ ۽ مدارج کي سمجهڻ لاءِ، ان کي مختلف مرحلن ۾ ورڇيو ويو آهي. سنڌي ڪهاڻيءَ جي نئين دور جو آغاز، جيڪو1947ع ۾ شروع ٿيو هو، تنهن جو ابتدائي ترقيءَ جو مرحلو 1960ع تائين اختتام تي رسيو.“(136) انهيءَ عرصي دوران يعني 1953ع کان غلام رباني آگري ويهن سالن جي جواني ڀرين ڪهاڻي ”اتر ڏاهي ان جا“ جي عنوان سان لکي، ادب ۾ ابتدا ڪيائين.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو ته: ”رباني واقعات کي ڪهاڻيءَ جي توڙ تائين مڪمل ڪري ٿو.“(137) نواب ڪاڪا لک ٿو ته: ”ربانيءَ جي سمورين ڪهاڻين ۾ سنڌ ڌرتي جو عڪس ۽ ڌرتي واسين جا جيئرا جاڳندا ڪردار نظر اچن ٿا. هو سماج جي ناسورن کي سيني سامهون کولي ٿو. انهن ناسورن جو علاج ۽ دوا ٻڌائي ٿو.“(138) موهن ڪلپنا، جمال ابڙو، رشيد ڀٽي ٻين وڏن عالمن غلام رباني آگري جي قلمي پورهئي ۽ لکڻين جي پڻ وڏي ساراهه ڪئي آهي. مٿين عالمن کانپوءِ ٻين ڪيترن ئي محققن ۽ اديبن غلام رباني صاحب جي ڪردار ۽ تحرير ۽ تصنيفات کي وقت به وقت پئي ساراهيو آهي. جهڙوڪ: اعجاز منگي، نصير مرزا، الطاف آگرو، محمد قاسم ماڪا، الهه ڏتو وگهيو، ڊاڪٽر فهميده حسين، سيد مظهر جميل، بدر ابڙو، نواب

ڪاڪا، حميد سنڌي، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، نفيس احمد شيخ، عنايت بلوچ، محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، نواز احمد ميمڻ، شيخ راز وغيره. غلام رباني آگري جي تصنيفات تي سنڌس علمي ۽ ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ تعريفي نوٽ لکيا آهن.

## حوالا:

1. لاکو غلام محمد، ”غلام رباني آگرو: شخصيت جو هڪ پهلو“، ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر 2، جلد 60، اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2010ع، ص: 168
2. ايضاً، ص: 168، 169
3. آگرو غلام رباني، ”آبِ حيات“، ۽ ٻيون ڪهاڻيون: (ڪهاڻي- ڪليات)، سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا (ڇاپو پهريون)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، سنڌ، 2011ع، ص: 7
4. لاکو غلام محمد، ”غلام رباني آگرو: شخصيت جو هڪ پهلو“، ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر 2، جلد 60، اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2010ع، ص: 170
5. ايضاً، ص: 171
6. ايضاً، ص: 171
7. آگرو غلام رباني، ”سنڌ جا بَر، بَحَر ۽ پهاڙ“، (ڇاپو ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2005ع، ص: 375
8. لاکو غلام محمد، ”غلام رباني آگرو: شخصيت جو هڪ پهلو“، ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر 2، جلد 60، اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2010ع، ص: 169
9. ايضاً، ص: 172
10. سراج ”منهنجو يار جمال ابڙو“ ڪتاب: ”آئون جاڳي پوندس- جمال ابڙو“، سهيڙيندڙ: بدر ابڙو (پهريون ڇاپو)، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2009ع، ص: 669
11. ايضاً، ص: 722
12. جوڻيجو عبدالقادر، ”گلاب جي گلن جهڙو ڪتاب“، ڪتاب: ”سڏ پڙاڏو“ جهڙا گل گلاب جا ڪتاب تي ٽيليويزن، ريڊئي، اخبارن ۽

رسالن ۾ اديبن ۽ دانشورن جا تبصرا ۽ پڙهندڙن جا خط: مرتب: نصير مرزا، مدگار: نفيس احمد شيخ، احمد سولنگي ۽ الطاف آگرو: (ڇاپو پهريون)، شاهه عبداللطيف سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي، سال 1993ع، ص:13

13. لاکو غلام محمد "غلام رباني آگرو: شخصيت جو هڪ پهلو"، ٽماهي "مهراڻ" نمبر 2، اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2010ع، ص: 171
14. ايضاً، ص: 168
15. آگرو غلام رباني، "جهڙا گل گلاب جا"، پهريون حصو: (ڇاپو ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 2007ع، ص:22
16. آگرو غلام رباني، "جهڙا گل گلاب جا"، ٻيو حصو: (ڇاپو ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 2007ع، ص: 477
17. غلام رباني آگرو، "سنڌي ڪلچر" هي ڪتاب ڪيئن لکيو ويو؟ نفيس احمد شيخ،
18. آگرو غلام رباني، "تيا قلب قرار"، سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، (ڇاپو پهريون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 2013ع، ص: 116 ۽ 117
19. آگرو غلام رباني، "سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر"، (ڇاپو پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ، 2013ع، ص: 60، 61
20. آگرو غلام رباني، "تيا قلب قرار"، مرتب: نصير مرزا، الطاف آگرو، (ڇاپو پهريون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو، 2013ع، ص: 9
21. ايضاً، ص 14
22. ايضاً، ص: 8.
23. غلام رباني آگرو "رڻ جا راهي" ٽماهي "مهراڻ"، نمبر 4، جلد 39، آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو/ حيدرآباد، سنڌ 1990ع، ص: 188
24. ايضاً، ص: 188

25. آگروغلام رباني، ”سنڌ جا ٻرندڙ جبل“ سنگم پبليڪيشن، پوسٽ باڪس نمبر 89، حيدرآباد، سنڌ، ص: 9
26. آگرو غلام رباني، ”پير علي محمد راشدي“، ٽماهي ”مهراڻ“ نمبر 1، جلد 46، جنوري- مارچ، سنڌي ادبي بورڊ - ڄام شورو، سنڌ، 1997ع، ص:35، 36
27. آگرو غلام رباني، ”اکيون مينگهه ملهار“، ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر1، 2 (تنوير عباسي نمبر)، جلد 50، جنوري- جون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ، 2000ع، ص: 111
28. آگرو غلام رباني، ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“، (ڇاپو ڇهريون)، سنڌي ادبي بورڊ - ڄام شورو، سنڌ 2012ع، ص: 349
29. آگرو غلام رباني، ”دارا جا پويان ڏينهن“ ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر 4، جلد 62، آڪٽوبر- ڊسمبر، سنڌي ادبي بورڊ - ڄام شورو، سنڌ 2012ع، ص: 82
30. خط غبار- غلام رباني آگري جا خط حڪيم اعجاز ڏانهن، سانيندڙ ۽ سارينڌڙ، حڪيم اعجاز حسين چانڊيو، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2010ع
31. ٽماهي ”مهراڻ“، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، (خاص نمبر)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، جنوري - مارچ 2013ع
32. لاکو غلام محمد ڊاڪٽر ”غلام رباني آگرو شخصيت جو هڪ پهلو“، ص: 170-169
33. جوٽيجو عبدالجبار ڊاڪٽر ”سنڌي ادب جي تاريخ“ (جلد ٽيون) ڇاپو ڇهريون، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، حيدرآباد- سنڌ، 2006ع، ص: 69
34. ملڪاڻي منگھارام ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ٽيون ايڊيشن، روشني پبليڪيشن حيدرآباد - ڪنڊيارو، اپريل، 1993ع، ص: 39
35. عرساڻي شمس الدين ڊاڪٽر ”آزادي کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر“ باب ٻيو- انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي- ڄام شورو، 1983ع، ص: 9 ۽ 18
36. قاضي خادم”ادب ۽ روايتون“ ڇاپو ڇهريون، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد سنڌ، 1993ع ص: 72

37. شيخ ”راز“، ”1955ع جي مختصر افساني جو جائزو“، ماهوار ”نئين زندگي“، نمبر 11، ايڊيٽر: عبدالواحد سنڌي، ماه نومبر، ڪراچي، 1956ع، ص: 15
38. غلام رباني سنڌي ”فتويٰ“، ماهوار ”نئين زندگي“، نمبر 8، (آزادي نمبر)، ايڊيٽر: عبدالواحد سنڌي، آگسٽ، ڪراچي، 1955ع، ص: 29
39. شيخ ”راز“، ”1955ع جي مختصر افساني جو جائزو“، ماهوار ”نئين زندگي“، نمبر 11، ايڊيٽر: عبدالواحد سنڌي، ماه نومبر، ڪراچي، 1956ع، ص: 19
40. اتر ڏاهي ان جا
41. غلام رباني آگرو، ”آبِ حيات“- ڪهاڻي ڪليات: (ڇاپو ٻهريون)، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2011ع، ص: 20.
42. ”آب حيات“ ۾ اکر - اسان پاران، ص: 8 ۽ 9
43. ٻوهيو الهداد، ”سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج“، (ڇاپو ٻهريون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي، 1978ع، ص:176
44. غلام رباني آگرو ”آب حيات“ ڪهاڻي- ”ڪليا“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2011ع، ص: 27
45. ايضاً، ص: 33
46. غلام رباني آگرو ”آب حيات، ڪهاڻي- ڪليات“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2011ع، ص: 33
47. ايضاً، ص: 40
48. (ڏسو ڪتاب ”آب حيات“، ڪهاڻي ”نيٺ بهار ايندو“، ص: 41
49. ايضاً، ص: 42
50. ايضاً، ص: 42
51. ايضاً، ص: 43
52. ايضاً، ص: 46.
53. (ڏسو ڪتاب ”آب حيات“ ڪهاڻي ”نيٺ بهار ايندو“، ص: 45
54. ايضاً، ص: 45
55. ايضاً، ص: 45

56. ايضاً، ص: 46
57. ايضاً، ص: 48
58. ايضاً، ص: 51
59. ڏسو ڪتاب "آب حيات- ڪهاڻي- ڪليات"، ص: 55
60. ڏسو ڪتاب: "آب حيات- ڪهاڻي- ڪليات"، ص: 56
61. ڏسو ڪتاب : "آب حيات- ڪرڪٽ : ڪهاڻي"، ص: 57
62. ڪتاب :"آب حيات" (ڪرڪٽ: ڪهاڻي)، ص: 58
63. ڏسو ڪتاب: "آب حيات- ڪهاڻي- ڪليات" ڪهاڻي: "جي پل هجان ها"، ص: 61
64. ڏسو ڪتاب: "آب حيات، ڪهاڻي- ڪليات"، ڪهاڻي، "جي پل هجان ها"، ص: 62
65. ايضاً، ص: 66
66. ايضاً، ص: 70
67. "آب حيات، ڪهاڻي ڪليات" ڪهاڻي: "غريبن جي جهوپڙي"، ص: 72.
68. "آب حيات" ڪهاڻي، "غريبن جي جهوپڙي": ص: 75
69. ايضاً، ص: 76.
70. ايضاً، ص: 77.
71. "آب حيات" ڪهاڻي، "غريبن جي جهوپڙي"، ص: 78
72. "آب حيات" ڪهاڻي، "غريبن جي جهوپڙي"، ص: 79
73. ايضاً، ص: 82
74. ايضاً، ص: 84
75. "آب حياب - ڪهاڻي ڪليات"، (ص 93 کان 95) نواب ڪاڪا "اخبار"، ص: 60
76. ڪاڪا نواب "غلام رباني آگري جي افسانن جي ڪردارن جو جائزو"، تحقيقي جرنل، "ڪارونجهر" جون، 2011ع، ص: 60-61
77. غلام رباني آگرو "آب حيات"، ڪهاڻي - ڪليات. ص: 97
78. غلام رباني آگرو "آب حيات" ڪهاڻي - ڪليات، ص: 99
79. "آب حيات" ڪهاڻي: هوندا سي حيات، ص: 102

80. ”آب حيات“، ڪهاڻي: ”هوندا سي حيات“، ص: 103
81. ايضاً، ص: 104
82. ڪهاڻين جو ڪتاب ”آب حيات“ ڪهاڻي ”آبِ حيات“، ص: 110
83. ڪتاب: ”آب حيات“ ڪهاڻي: ”شيدو ڏاڙيل“، ص: 110
84. ايضاً، ص: 111
85. ايضاً، ص: 114
86. ڪتاب: ”آب حيات“ ڪهاڻي: ”پيار جي پري“، ص: 120
87. ايضاً، ص: 120
88. ايضاً، ص: 121.
89. ڪتاب: ”آب حيات“ ڪهاڻي: ”پيار جي پري“، ص: 12
90. ايضاً، ص: 126
91. ايضاً، ص: 127، 130
92. ”آب حيات“ ڪهاڻي ڪليات، ص: 134کان 135
93. ”ڪارونجهر“ ريسرچ جرنل شمارو، 4 جون، 2011ع، ص: 63.
94. ”ڪارونجهر“ ريسرچ جرنل- شمارو، 4 جون، 2011ع، ص: 62.
95. ”آب حيات“ - ڪليات ڪهاڻي، ص: 137-142-144 ۽ 145
96. ”آب حيات“ هن لکيو، ڪهاڻي، ص: 148. (87) ”آبِ حيات“ ڪهاڻي: ”هن لکيو“، ص: 148
97. ”آب حيات“ ڪهاڻي: ”لهرن لک لباس“ پهرين صفحي جو فوٽ نوٽ، ص: 151
98. ”آب حيات“ ڪهاڻي - ڪليات:، ص: 1 ۽ 2 151۽167
99. ايضاً، ص: 167
100. ”آب حيات“ ڪليات ڪهاڻي ۾، ڪهاڻي ”خواب“، ص: 184
101. ايضاً، ص: 185
102. ”آب حيات“، ڪهاڻي: ”صبح ازل“، ص: 211
103. ايضاً، ص: 212
104. ”آب حيات“. ڪهاڻي - ڪليات، ص: 217، 218
105. ”آب حيات“ ڪان پوءِ واريون ڪهاڻيون)، ص: 219-221 ۽ 230

106. ”آب حيات ڪانپوءِ واريون ڪهاڻيون“ ڪهاڻي: ”محمد موچي جو حج“، (ص: 231-234.
107. چاندپيو جامي، ”سنڌي ادب ۾ تنقيد اينٽالاجي“ (حصو ٽيون). ”افسانوي ۽ فڪري ادب“ پهريون ڇاپو، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2007ع.
108. آگرو غلام رباني، ”تيا قلبَ قرار“، سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، (ڇاپو پهريون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو 2013ع، ص: 174
109. ايضاً، ص: 212
110. غلام رباني آگرو ”جهڙا گل گلاب جا“، عنوان: ”عبداللطيف آگرو“، پهريون حصو، (ڇاپو ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو 2007ع، ص: 140
111. فيروزُ اللُغات: (اردو)، فيروز سنز پرائيويٽ، لميٽڊ، (پهريون ڇاپو)، 2007ع، ص: 471
112. بلوچ ڊاڪٽر نبي بخش خان، ”جامع سنڌي لغات“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي.
113. قاضي خادم ”ادب ۽ روايتون“ (ڇاپو ٻيو)، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، سنڌ، 1992ع، ص: 49
114. ”سنگت پبليڪيشن“، جولاءِ، آگسٽ- سيپٽمبر- خاڪا نمبر، 2013ع.
115. ڏسو ڪتاب: ”تيا قلب قرار“ ص: 197
116. ايضاً، ص: 198
117. ڊاڪٽر ڊيوڊ جيز مين، ”غلام رباني آگرو يادگيريون“، ڪتاب: ”ڏُور ڀه اوڏا سپرين: غلام رباني آگرو فن ۽ شخصيت“، مرتب: الطاف آگرو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو، 2014ع، ص: 131، 132
118. ميمڻ عبدالمجيد، سنڌي ڊاڪٽر ”سنڌي ادب جو تاريخي جائزو“، (ڇاپو پهريون)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2002ع، ص: 191
119. 15 جون 2012ع ۾ استاد محمد پناهه ڦرڙو سان ملاقات.

120. آگرو غلام رباني "آب حيات" ڪهاڻي:ڪليات: (ڇاپو پهريون)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، هن ڪتاب جي مصنف بابت رايا، 2011ع، ص: 240
121. "سڏ پڙاڏو"، مرتب - نصير مرزا، 1993ع، ص: 103
122. ايضاً، ص: 57.
123. غلام محمد لاکو "غلام رباني آگرو- شخصيت جو هڪ پهلو"، ٽِماهي "مهراڻ" نمبر 2، جلد 60، اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ، 2010ع، ص: 168.
124. گل محمد عمراڻي، مقدمي "جهڙا گل گلاب جا" جو نفسياتي ۽ سماجي جائزو: ساڳيو رسالو، ص: 147.
125. قاضي جاويد "آگري صاحب جون ڪي يادون"، ساڳيو رسالو، ص: 182
126. حافظ مهراڻ سڪندر "آگري صاحب جو وڇوڙو"، ساڳيو رسالو، ص: 183.
127. عبدالغفار صديقي "جوڳي ڇڏي ويا جوءِ"، (ساڳيو)، ص: 195
128. محمد هاشم لغاري "غلام رباني جي جدائي"، (ساڳيو)، ص: 200.
129. سيد زوار نقوي "صفحن ۾ نظر"، (ساڳيو)، ص: 203.
130. اياز پاتولي "ڪو ڪو ماڻهو موتي داڻو"، (ساڳيو)، ص: 204.
131. امام راشدي "هن دنيا جي حياتي هڪ ڏينهن وانگر"، (ساڳيو)، ص: 206.
13؛ طارق عالم، "سنڌي ادب هڪ بيمثال قصہ گو اديب کان محروم ٿي ويو"، ٽماهي، "مهراڻ" جنوري- مارچ 2010ع.
1؛ سراج "آب حيات" مقدمو: ص: 14.
4. روزاني- عوامي آواز، چنچر، 23 جنوري 2010ع

135. خطِ غبار: (غلام رباني آگري جا خط حڪيم اعجاز ڏانهن)، سانديپندڙ ۽ سارپندڙ:

136. عرساڻي شمس الدين، 'آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر"، (ڇاپو پهريون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1982ع، ص: 259

137. جوٽيجو عبدالجبار ڊاڪٽر "سنڌي ادب جي تاريخ"، (جلد ٽيون) سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد ، سنڌ 2006ع، ص: 78

138. ڪاڪا نواب، "غلام رباني آگري جي افسانن جي ڪردارن جو جائزو"، ڪتاب "ڏور ٻه اوڏا سپرين- غلام رباني آگرو فن ۽ شخصيت"، مرتب: (ڇاپو پهريون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو، 2014ع، ص: 299، 300

باب ٽيون:

# غلام رباني آگرو بحيثيت نثر نگار اديب

سنڌ جي نثر نويسن ۾ غلام ربانيءَ جو نالو پنهنجي ڇاپ سان آهي. مطلب ته، سنڌس لکڻين ۾، اسلوب معياري ۽اعليٰ پئماني جو هڪ شاندار مثال آهي ۽ زبان توڙي لهجي جي لحاظ سان معياري ساهتي واري لهجي ۾ ڳوڻاٽو عڪس نظر اچي ٿو. غلام رباني جو تخليقي ادب وارو لهجو هر لحاظ کان استعمال ٿيندڙ تخليقي ادب سان منسلڪ آهي. غلام رباني آگري وچولي لهجي سان سڀنڌ رکندڙ جي وابستگي فطري طور محسوس ڪرڻ لازم امر آهي. ان جي باوجود به هُو معياري زبان کي سڄي سنڌ لاءِ مفيد ڄاڻي ان جي ئي استعمال کي اهميت ڏئي ٿو. اُن لاءِ هن کي آفرين آهي ۽ جس لهڻي ٿو، جو پنهنجي انفرادي اسلوب کي دائم ۽ قائم رکي پنهنجي لکتن جي سڃاڻپ ڇڏي ويو آهي. پهرئين ادبي شاهڪار جو نالو ”آب حيات“ آهي. جيڪو پڻ ڪهاڻين جو ڪتاب آهي ۽ ان ڪانپوءِ مشاهيرن جي تذڪري تي ٻڌل سندس نشانبر ڪتاب آهن. مثال ”جهڙا گل گلاب جا“، ”سنڌ جا ٻر بحر ۽ پهاڙ“، ”سنڌي ڪلچر“ ۽ ”اجهو هاڻي“، ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“ ڄاڻو ڄاڻن ٿا ته رباني جي تحرير ۾ جا دلڪشي ۽ اسلوب جي ندرت هميشه کان سندس نثر جو خاصو رنگ رهي آهي. نصير مرزا لکي ٿو ته ”ادبي مؤرخ هن جي هر تحرير بابت هيئن به چوندا آهن ته هو پنهنجي نثر ۾ رڳو لفظ ئي ڪتي؟ چڻ ته موتي پوئيندو آهي ۽ جئين مٿي بيان ڪيو آهي. ”آب حيات“ رباني صاحب جي پهرئين شاهڪار جو نالو آهي. سندس آخري ڪتاب ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“ جڏهن پڙهجي ٿو ته واهه واهه ڪرڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهجي. ڪتاب ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“ ڇپائيندڙ لکي ٿو ته ڪتاب ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“ سنڌي ادب جي نامور نثر نگار سائين غلام رباني آگرو جن جي آخري تصنيف آهي جيڪا

پڻ سندن اڳين تصنيفن جيان تحرير جي دلڪشي ۽ اسلوب سبب ڏاڍي دلپذير آهي ۽ لکڻ جو اهو انداز اتساهيندڙ ادب جو هڪ اهم حصو آهي. هن زندگي جي مختلف مرحلن ۾ تجربي ۽ تلخيءَ جي وهه کي ماکيءَ ۾ ملائي عجب جهڙو ڪم ڪيو آهي."(1)

رباني جي مذڪوره تخليق ڏيهي ۽ پر ڏيهي ادبي ثقافتي سماجي ۽ سياسي شخصيتن جي مختلف رخن تي روشني وجهي ٿي. محترم غلام محمد لاکو پنهنجي مضمون "غلام رباني آگرو شخصيت جو هڪ پهلو" ۾ لکي ٿو ته: "راشدي پائرن ڪانپوءِ موجوده دور ۾ رباني صاحب پلوڙ نثر نويس تسليم ڪيو وڃي ٿو."(2)

غلام حسين "مشتاق" سچاروي پنهنجي مضمون "سي لاهوتي لڏي ويا" ۾ غلام رباني آگري بابت لکيو آهي: "ايم سيد، ڊاڪٽر عمر بن محمد خان دائود پوٽو، پير حسام الدين راشدي، پير علي محمد راشدي، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، شيخ اياز، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، علامه غلام مصطفىٰ قاسمي، جمال ابڙو، رشيد ڀٽي، حفيظ شيخ جهڙن مهان شخصيتن ۽ ٻين ڪيترن ئي عالمن اديبن ۽ دانشورن سان گڏجي ڪم ڪرڻ ۽ ويچار ونڊڻ ته رباني کي ڊاڪٽر اينمري شمل، جي ۾ صحبت ياران نصيب ٿي. سندس يارن جي خزاني ۾ ڪيترائي ڪتاب ۽ لائبريريون لکل هيون. رڳو ورق ورائيندو ويندو هو ۽ ماضي کي حال جي آئيني ۾ اريپيندو، ٻڌندڙن ۽ پڙهندڙن جو من موهي ڇڏيندو هو."(3) رباني جي نثر ۾ خوش پوشي سان گڏ خوش طبعي ۾ به سندس اچو اجرو رنگ لڳندوهو. خداوند ڪريم کيس سهڻي شڪل شباهت، طبعي نفاست،علمي لياقت، گفتگو ۾ سنجيدگي سان گڏ ظرافت جو عنصر وڏي سخا ۽ عطا سان عنايت ڪيو هو. جنهن به چند گهڙيون گڏ گذاريون ته هميشه هميشه سندس دوستي ۽ عقيدت مندي جي دائري ۾ داخل ٿي ويو. غلام رباني جو شمار سنڌي ٻوليءَ جي چند چوٽيءَ جي مثالي نثر نگارن ۾ ٿئي ٿي. سنڌي ٻوليءَ ۾ سندس ادبي حوالو سنڌي ڪهاڻي جي جديد بانيڪارن ۾ ٿئي ٿو. ورهاڱي کانپوءِ جن ليکڪن جديد سنڌي ڪهاڻي کي اڳتي آندو ڪهاڻي جي ميدان ۾ پاڻ کي ملهايو انهن ۾ رباني جو نالو سر

فهرست آهي. غلام رباني جو شمار جن نثر نويس ۾ ٿئي ٿو. تن ۾ اهي وڏا نالا عرض ڪري چڪو آهيان. رباني جو شمار سنڌي ڪهاڻي جي ٺمورتي ۾ ٿئي ٿو. جنهن ۾ غلام رباني آگرو، اياز قادري، جمال ابڙو اچن ٿا. رباني جي سفر نامن، جيون خاڪن، سوانح عمرين جي نثر ۾ ميناج ۽ چاشني شامل ڪئي آهي. نصير مرزا پنهنجي مضمون ”سنڌي ٻوليءَ جو منفرد نثر نگار“ ۾ لکي ٿو تہ: ”رباني صاحب جون ڪهاڻيون ”شيدو ڏاڙيل“ هجي ”ٻري هن پنيور ۾“ يا ”آب حيات“ مشاهيرن جا خاڪا، تذڪرا، سفر ناما، ادارن بابت تفصيل يا ساروڻين جا احوال پاڻ جيڪي صفحا لکيا آهن. انهن ۾ سنڌس نثر ۽ اسلوب جي دلفريبي بيشڪ پنهنجي جاءِ تي پر سنڌس هر تحرير جا مکيہ موضوع جيڪي سدائين رهيا آهن.

اهي هئا سنڌ، شاهہ لطيف، ماروئڙا ۽ جهانگيئڙا. رباني پنهنجي ذات ۾ ذات ۾ ڇا هو؟ هڪ دلبر انسان ڳالهين جو ڳهير، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو ۽ ايڪهين صديءَ ۾ سنڌي نثر جو سڀ کان منفرد نثر نگار غلام رباني هڪ مڪمل يونيورسٽي هو، هن وٽ پنهنجا ماڻ ۽ ماپا هئا. سنڌس زبان گهٽ اکيون وڌيڪ ڳالهائينديون هيون، ربانيءَ جي نثر ۾ ميناج ۽ چاشني رکيل آهي، ان سان گڏ سنڌس نثر ۾ جا بجا اصطلاح، پهاڪا، چوڻيون، ورجيسون، ٻوليءَ جو درست ۽ صحيح استعمال پڻ ملي ٿو.“(4)

## غلام رباني آگري جو علمي ادبي دائرو

غلام رباني دنيا ۾ آيل نئين فڪري ڦير گهير ۽ سنڌي ادب ۾ پڻ ان تبديليءَ سنڌ جي اديب ۽ تاريخ نويس ۽ مترجم پڻ سجاڳيءَ سبب علمي ۽ عملي جدوجهد لاءِ نئين سري کان ادب جي نئين عمارت جي پيڙهہ جو پٿر رکڻ جي شروعات ڪئي. ان واضح تبديليءَ ڪي جنهن نوجوان ڪهاڻيڪار ۽ خاڪا نگار غلام رباني آگري نئين حوصلي، جذبي ۽ جوش سان پنهنجي ادبي سفر جي شروعات ڪئي. پنهنجن همعصر ساٿين سان گڏجي پنهنجي خاص ادبي دائري ۾ رهي پنهنجي فهم ۽ فڪر ڪي چٽو ڪيو. پنهنجي متعين ڪيل علمي ۽ ادبي ڪم

زور شور سنڌ جي مختلف جريدن ۾ شايع ڪرايو. سندس تصنيف ۽ تاليف جي مطالعي مان اهو بخوبي ظاهر ٿئي ٿو ته سندس نثر نه رڳو علم ادب ۽ سيرت سوانح نگاري، افسانه نگاري، ترجما نگاري، تاريخ، تنقيد وغيره ۾ سهڻو لڳي ٿو، پر سفرنامن، ادارن جي موضوعن متعلق اصلاحي، انقلابي ۽ جامع تصنيف جو ڪم به ڏئي ٿو. هن ادب جي ميدان ۾ معياري ڪم ڪيو آهي. هن معاشي، ديني، ادبي اصلاح خاطر اثرائتا اپاءَ ڏسيا آهن. شروع ۾ سندس علمي ۽ ادبي مضمون مختلف اخبارن، رسالن ۾ شايع ٿيڻ لڳا. جنهن ڪري سندس نالو ادبي دنيا ۾ مشهور ٿيڻ لڳو.

غلام رباني جو شمار موجوده دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي چوٽيءَ جي مثالي نثر نگارن ۾ ٿئي ٿو. سندس بنيادي ادبي حوالو سنڌي ڪهاڻي آهي. سندس شمار سنڌي ڪهاڻي جي باني‌ڪارن ۾ ٿئي ٿو. غلام رباني آگرو، جمال ابڙو، ۽ اياز قادري جن جو شمار جديد سنڌي ڪهاڻي جي ٽمورتي ۾ ٿئي ٿو. سنڌي ڪهاڻي کي نوان موڙ ۽ لاڙا ڏنا. سندس ڪهاڻين جي ڪتاب "آب حيات" کي سنڌي ڪلاسڪ ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. رباني ڪهاڻين کان علاوه مختلف ادبي ثقافتي، سماجي ۽ سياسي شخصيتن جي زندگيءَ تي روشني به وڌي آهي. سندس ڪتاب "جهڙا گل گلاب جا" جنهن جو هن تحقيق ۾ بار بار ذڪر ڪيو ويو آهي سو ٻن حصن ۾ لکيو آهي، انهي ۾ هن سهڻي ريت پنهنجن بزرگن، عالمن، سگهڙن جي يادگيرين کي سهيڙيو آهي.

رباني مرحوم سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي آهي. سندس سفر نامن جي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهه" ۾ اٺ سفر ناما شامل آهن. غلام رباني تمام سجاڻ ۽ اعلىٰ پايه جو ليکڪ آهي. سندس مضمونن، مقالن، يادگيرين، ترجمن، تقريرن ۽ خاڪن جو احوال سندس ڪتاب "ٿيا قلب قرار" ۾ آيل آهي. سندس تقريرون، خاڪا، مقالا، مضمون، يادگيريون ۽ ترجما سنڌ ۽ سنڌي ادب ۾ اهم جاءِ والارين ٿيون. سندس تقريرن جي هن بي مثل ڪتاب مان ائين سمجهو ته سندس لکيل غير افسانوي ۽ شاهڪار تحريرن جو باب چڻ مڪمل سهيڙجي چڪو آهي. رباني جئين ته تمام گهڻ پاسائين شخصيت هوندا هئا ۽ سندس شخصيت جا ڪيترائي حوالا آهن.

1 رباني تخليقي ڪم جا قائل هئا.
2 رباني جي تقرير ۽ تحرير جا پهلو روشن آهن.

غلام رباني آگري جو شمار اهڙن جڳ مشهور اديبن ۾ ٿئي ٿو. جن جي لکڻين کي دنيا جي مقبول ۽ معروف ٻولين ۾ ترجمو پڻ ڪيو ويو آهي جن ۾ انگريزي، هندي ۽ چيني وغيره شامل آهي. غلام رباني وٽ لفظن جي رنگارنگي به هئي، سندس تحريرن جا موضوع وٽندڙ ۽ دلچسپي ڏياريندڙ آهن جن ۾ سيرت پاڪ، ازواج مطهرات، ڪلامي الاهي جي ترجمن جي تاريخ، سنڌ جي تاريخ، تاريخي مامرا، اوائلي تعليمي ادارا، ميناارام هاسٽل گورنمينٽ ڦليلي ڪاليج، ريڊيو حيدرآباد، سنڌي صحافين جو ذڪر، نشانبر شخصيتن جا خاڪا، ڪتابن جا مهاڳ، ادبي ادارن مان انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ادبي بورڊ، مقدمہ نگاري، مشاهيرن جا خاڪا ۽ سفرناما لکيا. هي سنڌي نثر جو هڪڙو نئون درياهہ هو جيڪو سندن تخليقي وجود مان نڪري سنڌي ادب ۾ روان ۽ دوان ٿي ويو ۽ ائين ڪهاڻيون هجن يا خاڪا، يا ڪالم، غلام رباني آگرو هر صنف ۾ اول يا آخر تخليقڪار بڻجي اڀرندو ۽ چمڪندو رهيو.

غلام رباني آگري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد لاءِ هڪ گيتن ڀري ڪهاڻي پڻ تحرير ڪئي. "سيلاني" جيڪا اڄ به سندن ريڊيا ئي تحريرن ۾ شاهڪار شمار ڪئي ويندي آهي."(5)

## غلام رباني آگرو بحيثيت افسانہ نگار/ ڪهاڻيڪار

غلام رباني آگري جي ٽيويهن افسانن جو مٿي جائزو پيش ڪيو ويو آهي. گويا هڪ ڪهاڻيڪار يا افسانہ نگار لاءِ ڪهڙا ضروري لوازمات هوندا آهن جن جي آڪار تي چٽي سگهجي ٿو ته، هي ڪهاڻيڪار آهي ۽ ڪهاڻي يا افساني جون گهرجون پوريون ڪري رهيو آهي. پنهنجي ڪهاڻين بابت لکي ٿو ته: "مون پنهنجي ننڍي جمار ۾ جيڪي واقعا ڏٺا ۽ ٻڌا آهن، تن مان ڪن کي ڪهاڻين جو ويس ڍڪائي عام ماڻهن اڳيان پيش ڪيو اٿم ۽ کي ڪهاڻيون اهڙيون بہ

آهن، جي رڳو خيالي آهن. جيئن تہ ”آب حيات“ جي پڇاڙي واريون ٻہ ٽي ڪهاڻيون، هر ڪهاڻي ۾ منهنجي ڪوشش، بهر صورت اها رهي آهي تہ ڪوڙ کي سندس اصلي روپ ۾ نروار ڪريان منهنجي لکڻ جو مقصد اهو ئي آهي، حاصلات ڇا ٿيندي ؟ تنهن باري ۾ ايترو چوندس تہ ڪاري رات جي پويان چمڪندڙ صبوح اچڻ هڪ لازمي امر آهي، تيئن مون کي يقين آهي تہ هڪ اهڙو ڏينهن ضرور ايندو، جڏهن نيڪيءَ جي پري گهر گهر ايندي ۽ پوءِ دلين تي خوف جو نہ، پيار جو راڄ هوندو، پوءِ سموري انسان ذات هڪ ڪٽنب وانگر گڏجي پورهيو ڪندي، انهن مقدس مقصدن جي حاصلات لاءِ دنيا مان بک، بيماري ۽ گناهہ ختم ٿئي، چوڌس سونهن خوشي ۽ پيار پکڙجي، آدم جو اولاد ، هن ڌرتيءَ تي وجايل جنت وري هٿ ڪري.“(6) ڪهاڻي جديد ادب جي هڪ نهايت مقبول صنف آهي. جنهن ۾ ليکڪ ڪردار ۽ واقعن جي ذريعي هڪ ڀرپور تاثر پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اديب جو موضوع انساني حياتي ۽ هر دور جي تقاضائن سان هوندو آهي.“(7) پٿر جي دور واري انسان کان وٺي هن سائنسي دور تائين جيڪي ترقيءَ جا ڏاڪا طئي ٿيا آهن انهن مان هر ڏاڪو پنهنجي جڳهہ تي هڪ وڏي حيثيت ۽ اهميت رکي ٿو. پراڻي ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ اجوڪو دور بلڪل بدليل آهي. سواءِ بنيادي انساني قدر جن ۾ پيار، نفرت، ڪل، خوشي، بهادري، ڪاوڙ، بزدلي، ۽ چالاڪي وغيره اچي وڃن ٿا. لغوي لحاظ کان هر ڪهاڻي کي افسانو چئي سگهجي ٿو. پر مختصر طور افساني لاءِ فني لوازمات مقرر ڪيل آهن. وحدت، تاثر، ۽ مواد جي فنڪارانہ ترتيب مختصر ڪهاڻي سماجي تعمير اصلاح جو سڀ کان وڏو ڪارگر ۽ روز اثر ذريعو ثابت ٿيو آهي. جديد سنڌي افساني لاءِ اهو چوڻ بيجانہ ٿيندو تہ ان جي شروعات ڪندڙ مرزا نادر بيگ، لعل چند امر ڏنو مل ۽ ان جا ٻيا اديب هئا.“(8)

قاضي خادم لکي ٿو تہ: ”سن 1914 ع مرزا قليچ بيگ ”شريف بيگم“ نالي هڪ افسانو لکيو جنهن جي سٽاءُ اڄڪلهہ جي افساني کان الڳ آهي. پران مان اڄ جي افساني جا اهڃاڻ ملن ٿا. قاضي خادم وڌيڪ لکي ٿو تہ: ”سن 1932ع ۾ شڪارپور مان ”سنتو“ نالي هڪ

رسالو نڪتو. جنهن سنڌ ۾ وڏو انقلاب آندو. ان رسالي ڪي سنڌي ادب جي جديد دور جو سنگ ميل چئون ته به بجاءِ آهي. هن رسالي ۾ اسان کي ڪيترائي اهڙا افسانه نگار ملندا، جن سنڌي ادب ۾ افساني جو پايو وڏو سنڌي افساني تي بحث ڪرڻ کان اڳ ان دور جي چند افسانن جو ذڪر ضروري آهي. "انار ڪلي" پير حسام الدين راشدي، "اسڪول ماسترياڻي" عبدالله عبد، "غريبت" عثمان انصاري وغيره.

سنڌ اوائلي افسانا نگارن ۾ مرزا نادر بيگ ۽ ان کان علاوه لطف الله بدوي، شيوڪ ڀوڄراج ۽ شيخ اياز پڻ "سنڌو" رسالي ۾ ڪهاڻيون لکيون."(9)

1940ع کان 1947ع تائين نوان ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا جن ڪراچي مان نڪرندڙ ماهوار رسالي "ڪهاڻي" لاءِ ان کانپوءِ شيخ اياز جي ايڊيٽري هيٺ "ڳتي قدم" رسالو نڪتو. جنهن ۾ پڻ نوان ليکڪ پنهنجي لکڻين سان ظاهر ٿيا. انهن ۾ محمد عثمان ڏيپلائي، ڊاڪٽر نجم عباسي، جمال ابڙو. ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڪهاڻي ۾ تبديلي آئي. ٻاهرين دنيا جي هلندڙ تحريڪن، انقلابن، تبديلين جو اثر اسان جي ٻولي ۽ ادب تي ٿيو. جنهن ۾ هڪ مخصوص سماجي توڙي سياسي پس منظر هيٺ ملڪي مسئلن توڙي ملڪن جي باشندن جي ذهني ۽ جسماني مسئلن جو ذڪر ڪيو ويو. سنڌي هندن جي لڏ پلاڻ هندستانين جي آمد سنڌ جي اديبن تي وڏو اثر ڪيو."(10)

1947ع کانپوءِ جن ڪهاڻيڪارن ڪهاڻيون لکيون. انهن ۾ ع-ق شيخ ، جمال ابڙو، شيخ اياز، غلام رباني آگرو، اياز قادري، سوبو گيانچنداڻي، حفيظ شيخ، عبدالرزاق راز، نجم عباسي، محمد عثمان ڏيپلائي، بيگم زينت، عبدالله چنه، ثميره زرين، خيرالنساءِ جعفري، مهتاب محبوب، نسيم کرل، امر جليل، عبدالقادر جوڻيجو، طارق اشرف، مني، آغاسليم، غلام نبي مغل، بشير مورياڻي ذڪر لائق آهن، هر هڪ ليکڪ وٽ پنهنجا پنهنجا مشاهدا ۽ تجربا هوندا آهن. هر هڪ وٽ انداز پنهنجو پنهنجو هوندو آهي. مذڪوره ليکڪن نه صرف ڪهاڻي کي ترقي وترائي پر موضوع توڙي فني لحاظ کان سنڌ ۾ ڪهاڻي کي ڪلاسڪ جي درجي تي پهچايو.

سنڌ ٻوليءَ ۾ ڪهاڻي جي ڪامياب سفر ۾، غلام رباني آگري جو اهم ڪم آهي. جنهن پنهنجي دور ۾ وڏي مڃتا ماڻي. پنهنجي ڪهاڻين ۾ فڪري ۽ فني اصولن کي قائم رکندي خاص اسلوب قائم ڪري ورتو. ”پشو پاشا“، ”شيدو ڌاڙيل“، ”ٻلو داد“ اهڙيون ڪهاڻيون آهن. جيڪي چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر تابناڪ آهن. واقعي کي قلمبند ڪرڻ جي تربيت ته، ڪو غلام رباني آگري کان ڪو سکي. ڪهاڻي گهڙي انهن جا ڪردار ناهي ۽ انهن کان انهن جي منهن تي سونهندڙ ٻولي ڳالهرائڻ جو هنر ۽ ڪهاڻي کي ابتدا کان آخر تائين هڪڙي تسلسل ۾ رکڻ هر هڪ جي وس جي ڳالهه نه آهي. پر هر هڪ جي ڪوشش ساراهه جوڳي هوندي آهي. مٿين ليڪڪن مان سيني پنهنجي پنهنجي نموني ڪهاڻي جي صنف کي ترقي وٺرائي پر موضوع توڙي فن جي لحاظ کان سنڌ ۾سنڌي ڪهاڻي جي ڪيتر ۾ عروج واري ڏؤرڪي جنهن انداز سان غلام رباني آگري توڙ تائين پهچايو ۽ ڪهاڻي جي سفر کي ڪامياب ۽ مقبول ڪيو. رباني ڪهاڻي جي ميدان ۾ وڏو رول ادا ڪيو هو. پنهنجي دور ۾ هڪڙو وڏو نالو آهي. ڪنهن به ڪهاڻيڪار جي ڪهاڻي ڏسڻ کان پهريائين، غلام رباني آگري جي ڪهاڻي جا مثال ۽ دليل نه ڏنا وڃن ته ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻي تي جائزي يا تنقيد ۽ تحقيق وارو پهلو اڌورو ۽ اڻپورو رهجي ويندو. غلام رباني سنڌي ڪهاڻيءَ جو اهڙو ڪهاڻيڪار هو جنهن وٽ تاريخي واقعن ۽ مظلومن جي آهن جي دانهن جي ترجماني ڪيل آهي، جنهن وٽ هڪڙو منفرد ۽ مخصوص انداز آهي ان مخصوص انداز جي وسيلي سنڌي ٻولي جي، وِڪ وِڪ تي پهاڪن چوڻين، ورجيسن ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام کي آڻڻ ڪري ڪردار وٽندڙ ۽ دل کي لڀائيندڙ ۽ پاڻ ڏانهن ڇڪيندڙ ۽ ڪهاڻي پڙهڻ ۾ دلچسپي پيدا ڪرائين ٿا. نوان ڪاڪا لکي ٿو ته: ”غلام رباني اهو واحد ڪهاڻيڪار آهي. جنهن سنڌيءَ ۾ پهريون ڪهاڻي ۾ فلسفيانه نڪتن تي بحث ڪيو ۽ پنهنجي ڪهاڻين ۾ فڪري بحث کي علامتي انداز ۾ پيش ڪيو.“(11)

غلام رباني آگرو پنهنجي لکڻ بابت لکي ٿو ته: "مون جيڪي ڪجهه لکيو آهي. اهو شعوري طرح مارن سان هڪ قول اقرار هو ته اسان سڀ هڪٻئي جي ڏک سک ۾ شريڪ آهيون. اسان هر ظلم جي خلاف احتجاج ڪنداسين، قلم سان، زبان سان ۽ ٻئي هر ممڪن ذريعي سان."(12)

غلام رباني جي ڪهاڻين جا ڪردار، ٻولي، واقعا، ماحول يا منظر نگاري اهڙا بيان ٿيل آهن. جن وسيلي سندس ڪهاڻيون مڪمل ٿين ٿيون. سندس لکڻ جو فن مضبوط آهي تڏهن ته سندس ڪهاڻي مقبوليت ماڻي آهي ۽ پڙهندڙ جي ذهن تي اثر ڇڏيا آهن. منهنجي نظر ۾ رباني جو ڪهاڻيون موضوع توڙي فن جي لحاظ کان افسانا نگاريءَ جو هڪ اهڙو عمدو شهپارو آهي. جو ان کي دنيا جي ٻين ترقي يافته ٻولين جي بهترين افسانن سان بنا ڪنهن هٻڪ جي کلهو ڪلهي سان ڏياري بيهاري سگهجي ٿو."(13)

## سنڌي افسانو غلام رباني آگري جي دور ۾

هر دور پنهنجي دور جي عڪاسي ڪندو آهي. پاڪستان ۾ سنڌي افساني جو نئون دور 1950ع ۾ شروع ٿيو. سنڌي ادبي جمود کي ٽوڙڻ ۽ افساني کي عام ڪرڻ ۾ ماهنامي "نئين زندگي" ۽ ٽماهي "مهراڻ"، ماهوار "ادا"، "رهنما" رسالن جو افسانه نويسيءَ جي فن ۾ نهايت ئي اهم ڪم آهي. پاڪستان قائم ٿيڻ کانپوءِ جيڪي نوان افسانه نگار منظر عام آيا تن جي افسانن ۾ پنهنجي ماحول ۽ پنهنجي زماني جون ڪهاڻيون تيار ٿيون. نون افسانه نگارن پراڻن افسانه نويسن جي نگراني ۾ نئين رنگ ڍنگ سان ظلم ۽ ڏاڍ جي خلاف ڏاڍو بيباڪيءَ سان سينو تاڻي لکيو ويو آهي. انهن جو مختصر جائزو وٺڻ کان پهرين ان وقت جي ادبي ڪوشش جا ڪي روشن نشان ڪجهه ڪتابن ۽ رسالن پڻ ۾ موجود آهن، جن مان "پرهه ڦٽي" ۽ "اڳتي قدم" پنهنجو پاڻ موکيو. ڪجهه افسانن جا مجموعا "ڊاڪ بنگلو"، "پنهل ڪانپوءِ"، "گل مکڙيون" وغيره منظر عام تائين اچي ماڻهن جي هٿن تائين پهتا جن جي پڙهڻ سان ساڃاهه پيدا ٿي. آزادي کانپوءِ افسانن جي

دنيا ۾ مضبوط مقام جو ماڻيو، 1953ع ڌاري "سنڌي ادبي سنگت" جو نئين سر بنياد پيو. انهيءَ پليٽ فارم تان سنڌي ۾ افسانن جي ترقي لاءِ اهم ڪم ڪيو ۽ سنڌي ادبي سنگت، سنڌي افسانن جي چٽا ڀيٽي ڪرائي انعام پڻ ڏنا. جن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڪيترن ئي افسانا نگارن حصو ورتو ۽ انهن ۾ جن افسانا نگارن کي سندن افسانن لکڻ تي انعام مليو. تن کي وڏو حوصلو مليو ۽ انهن مان ڪن افسانن کي پوءِ سماهي "مهراڻ" ۾ ڇپرايو ويو. بهر حال آزاديءَ کانپوءِ سنڌي ادب ۾ انقلابي تبديليون آيون. هر موضوع تي طبع آزمائي ڪئي وئي- 1955ع ۾ ون يونٽ جي قيام ۽ ان کانپوءِ ستت ئي 1958ع ۾ ايوب واري مارشل لا سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ رڪاوٽون آنديون ۽ رنڊڪون پيدا ڪيون. 1955ع ۾ ٽيهر سه ماهي "مهراڻ" جاري ٿيو. جنهن ادب جي راهه ۾ روشن راهون پيدا ڪيون. جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي ته سنڌي ادبي سنگت طرفان افسانن جي چٽا ڀيٽي ۾ حاصل ڪيل انعام وارن افسانن کي مذڪوره رسالي ۾ ڇپرايو ويو ۽ ان کان علاوه ٻيا به رسالا هئا. جن سنڌي افساني کي عام ڪرڻ ۾ قابل فخر ڪوشش ورتي. انهيءَ ۾ "تقاضا" سکر مان نڪرندو هيو. "مارئي" حيدرآباد مان "ادا" ۽ "رهنما" نواب شاهه مان جاري ٿيا. انهن رسالن ڪيترائي افسانه نگار پيدا ڪيا. ڪجهه افسانه نگارن جو ذڪر هت پيش ڪجي ٿو:

"ڪڏهن بهار ايندو" سوڀو گيانچنداڻي. "بدمعاش"، "خميسي جو ڪوٽ"، "مان مرد"، "چاچي ڪنوار"، عبدالحي "جهانگي جو"، "مهرباني" ۽ "شاهه جو قر"، جمال ابڙي جا افسانه ، "انسان ۽ زندگي جي ڪنارن تائين" ( سراج) "ٻري هن ٻنيور ۾" غلام رباني آگرو "نئون مڙدو"، "ڇهڙي"، "پريم تڪري" ۽ زندگي جو روڳ: بشير موريائي) "مان انسان آهيان" (اياز قادري) "ٻه ڳوڙها ۽ ٻه پاڇا" (شيخ حفيظ) جن پاڻ موڪيو ۽ ڏاڍو بيباڪي سان افسانه لکيا. بهرحال آزادي واري دور کانپوءِ سنڌي سماج جي سماجي مسئلن جو ذڪر وڌيڪ آهي. انقلابي ڳالهيون آهن. بين الاقوامي مسئلن جو ذڪر آهي. هن دور جو سنڌي اديب بين الاقوامي ادب جو پڙهندڙ هيو. ۽ ان کان گهڻو متاثر ٿيندي نظر اچي پيو. جيئن مٿي ڪجهه رسالن جو ذڪر ڪيو اٿم. انهن رسالن

سنڌي افساني کي عوام تائين پهچائڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو هو. انهن ۾ ڪجهه رهجي ويل رسالن جو ذڪر، ”پرهه ڦٽي“، ”روح رهاڻ“، ”مارئي“، ”سهڻي“ ۽ ”فردوس“ افسانن جي دنيا ۾ خوب گرمايو. انهن رسالن افساني جي ترقيءَ لاءِ اهم هئا. بين دورن جي مقابلي ۾ هن دور ۾ لکيل اڪثر افسانا اسان جي ادب جو بيحد قيمتي سرمايو آهن. هن دور جي افسانن ۾ پڙهيل ۽ مظلوم طبقي جي نمائندگي تيل آهي. سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جي خلاف مظلوم ڪردارن کي زبان ڏني وئي آهي ۽ انهن جي خلاف پنهنجي حقن جي وڙهڻ جي سگهه ۽ مهاڏي اٽڪائڻ جي صلاح ۽ ترغيب ۽ تربيت ڏني وئي آهي. فني لحاظ کان آزادي کانپوءِ جي دور جو افسانو وڌيڪ چڱو آهي.

غلام رباني آگري جي دور جي افسانا نگارن ۾ اياز قادري، جمال ابڙو، شيخ اياز، ع-ق شيخ شيخ حفيظ، نجم عباسي، غلام علي الانا، سراج ميمڻ، رشيد ڀٽي، ابن حيات پنهور، بشير موريائي، قمر شهباز، رسول بخش پليجو، حميد سنڌي، امر جليل، علي احمد بروهي ۽ جمال رند وغيره اچي وڃن ٿا. ذڪر ڪيل افسانہ نگارن وٽ پنهنجي پنهنجي حيثيت، پنهنجي راهه ۽ پنهنجو نظريو آهي.

## غلام رباني جي دور جو فني ۽ فڪري جائزو

غلام رباني جي افسانن ۾ فني اوج سمايل آهي ۽ سندس افساني ۾ اڪثر ڳوٺاڻي زندگي جو عڪس ملي ٿو ۽ هن ليکڪ جنهن منفرد ۽ مفرد انداز سان پنهنجي افسانن ۾ رنگ ڀريا آهن. اهڙا رنگ جمال ابڙي، يا اياز قادري نہ ڀريا آهن هن جي افسانن ۾ خالص سنڌي ڳوٺاڻن جي گفتگو آهي. هن پنهنجي افساني ”شيدو ڌاڙيل“ ۾ انداز گفتگو ۽ ڪهاڻي کي جنهن نموني ۾ پيش ڪيو آهي. اهڙو انداز بيان جمال ابڙي جي ”پشو پاشا“ ۾ نہ آهي انهن ٽنهي افسانن سنڌي افسانوي ادب ۾ خاص ڇاپ ڇڏي آهي. هي ٽئي اهڙا ڪردار آهن. جيڪي وڏيرن ۽ سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ ڦورو طبقي کي ڏسي لکيا ويا آهن.

سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ انهيءَ دور کي سنڌ جي محققن سنڌي ادب جو عبوري دور سڏيو آهي. چاڪاڻ جو، هن دور ۾ مختصر ڪهاڻي جو بنياد پيو خيال آرائي بدران حقيقت نگاري جي خشڪ ۽ پٿريلي زمين تي رکيل آهي. هن دور ۾ ڳوناڻي ۽ مقامي زندگيءَ جي مسئلن جو عڪس چٽيل آهي ۽ هن دور جي ڪهاڻيڪارن جي خصوصيت آهي، جو هن دور جي افسانہ نگارن جي مشاهدي ۽ تجربي ۾ هڪ نئون افسانوي ڍنگ ڏنو ويو آهي. جنهن ۾ مقاميت واري اميزش سان هڪ نئون موڙ پيدا ٿيو جنهن ڪري انهن افسانہ نگارن جي افسانن ۾ نئين رنگ جي تمام وڏي لهر شامل آهي. هن دور جي ڪهاڻيڪارن جا پڙهندڙ مٿان تمام گهڻا اثرات مرتب ٿيا ۽ بري ڀلي جي تفاوت کي عوام سمجهڻ شروع ڪيو ۽ انهن افسانن جي ڪردارن جا چرچا عام توڙي خاص ماڻهن جي زبانن واتان ٻڌا ويا. اها ٽنهي ڪهاڻيڪارن جي وڏي ڪاميابي چئبي جو انهن جهڙا ڪردار تخليق ڪرڻ جي ڪوشش ٿي. علمي ادبي محفلن ۾ مذڪوره ڪهاڻين تي بحث مباحثا بہ شروع ٿي ويا. غلام رباني آگري- جمال ابڙي- اياز قادري- جي ٽنهي ڪهاڻين ۾، جڏهن تہ هڪڙي مشابهت نظر اچي ٿي، ليڪن ٽنهي ڪهاڻين جي جائزي مان جا ڳالهہ آڏو اچي تہ، جمال ابڙي، اياز قادري ۽ غلام رباني آگري جي ڪهاڻين ۾، ٻولي جو استعمال، ڪردارن کان جو ڪجهہ چورائڻ جي پيشڪش، اسلوب ۽ سماجي شعور پڙهندڙن جي دل ۽ دماغ تي گهرا اثر ڇڏي ٿو. غلام رباني آگري جي ڪهاڻين ۾ استعمال ڪيل ٻولي نج ساهتي لهجي سان صاف سٿري علائقائي اثر سبب مقامي محاوريدار آهي. هن ڪهاڻي ۾، ڪڇي ۽ پڪي جي ڳوناڻن جي لهجي جو هڳاءُ پيو اچي. اها غلام رباني آگري جي خاص انفراديت آهي، جيڪا جمال ابڙي ۽ اياز قادري ٻنهي ڪهاڻيڪارن کان ڪيس جدا پد تي بيهاري ٿي. جمال ابڙو، اياز قادري ۽ غلام رباني آگرو سنڌي ادب جي ٽمورتي جو ڪردار ادا ڪيوآهي ۽ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ کي جنهن نهج تي پهچايو انهيءَ خوبي سبب سندن دور کي شاندار ليکيو وڃي ٿو. ٽنهي ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين ۾ سنڌ جي رهواسين جا ڏک تڪليفون پڙهندڙ پاڻ تي محسوس ڪن ٿا سنڌي

نالا سنڌي ماڻهو ۽ ان سان وڏيرن ۽ جاگيردارن جو ناانصافيون اهڙي نہ انداز ۾ پيش ڪيل آهن جڻ تہ، سڀ ڪجهہ اکين اڳيان ٿي رهيو آهي. ٺنهي ڪهاڻيڪارن جا ڪردار ڪي اوپرا نہ،

حقيقي ڪردار آهن ۽ انهن ڪردارن سان پيش ايندڙ واقعن ڪي محرومين کان نکرڻ لاءِ ڪهاڻيڪارن رستا مهيا ڪيا آهن ۽ سندن ڪهاڻين ۾ ڪردارن جي واتان معاشري ۽ سماج ڪي صلاحون ڏنل آهن. جنهن ڪري سنڌي ڪهاڻيڪارن جي هڪڙي نسل کي متاثر ڪيو آهي ۽ سندن ڪهاڻين جي معاشري ڪي گهڻي گهرج ٿي ۽ هن دور جي ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين جي ماڻهن ڪي ضرورت پيش آئي ۽ ان وقت جي ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون مختلف رسالن ۽ ادبي مجموعن ۾ بار بار ڇپيون رهيون هيون. هن دور ۾ جن ڪهاڻين پنهنجي اهم جڳهہ والاري انهن ۾ غلام رباني جون ڪهاڻيون. ”غريبن جي جهوپڙي“، ”پن ڀوڙين پاتال ۾“، ”هونداسي حيات“، ”شيدو ڏاڙيل“، ”ٻري هن پنيور ۾“ هي غلام رباني جون اهڙيون ڪهاڻيون آهن. جنهن ۾ ليکڪ ”عام ڊگر کان هٽي هڪ حقيقت نگار جي طريقي ڪار ڪي اپنايو آهي. مذڪوره ڪهاڻين ۾ زندگيءَ سان لاڳاپيل اهي مسئلا بيان ڪيل آهن، جن ۾ جاگيرداراڻا اثر، سنڌ جا ڳوٺ ۽ انهن جي رهواسين جو خاص لب ولهجو، مسڪيني حال ۾ ابوجهائپ ۽ سچائي آهي جنهن ڪري ٻري ۽ ٻلي جي فرق نہ ٿا رکن.“(14)

هن دور جي ڪهاڻيڪار جي ڪهاڻين تي مختصر تقابلي جائزو وٺڻ کان پهرين، هن عبوري دور جي سنڌي ڪهاڻيءَ جي موضوعات ۽ ان جي مجموعن جي خصوصيتن تي الڳ نموني سان روشني وجهجي تہ جيئن هن دور جا سمايل سيئي تجربا مختصر بيان ٿي سگهن. مثال ورهاڱي کان اڳ اسان وٽ تمام ٿلوڙ ڪهاڻيڪار هئا. پر سنڌي ڪهاڻيءَ جي صورت واضح ڪانہ ٿي هئي. هندو اديب لڏي ويا ۽ مسلمان ڪهاڻيڪار مايوس ٿي لکڻ ڇڏي ڏنو ۽ سنڌي ڪهاڻيڪارن جا ڪتاب اٽلي ٿي ويا. آزادي کانپوءِ ڪجهہ اهڙين معاملن ۽ مسئلن تي سوچ ويچار ٿيڻ لڳو. جنهن جي ڪري آهستي آهستي ادبي ماحول جڙڻ لڳو ۽ ادب ۾ تيز رفتاري اچي وئي. ان ميدان ۾ ڪم ٿيڻ شروع

ٿيو. انهن مسئلن مان جن هڪدم اديبن جو ڌيان ڇڪرايو سي هئا، هيڻيون ۽ مٿيون طبقو دولت جي ڦرلٽ، فرقيواريت ۽ مذهب جو بي دريغ استعمال، جاگيردارن جي معاشري ۾ ناانصافي سان پريل ظلم، لڏپلاڻ مان اٿيل نوان تهذيبي مونجهارا ۽ مسئلا جن ڪر ڪنيو. عبوري دور جي ڪهاڻيڪارن انهن بد ديانتين ۽ بڇڙاين کي هن دور جي ڪهاڻيڪارن پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. ٿوري مختصر نظر هن دور جي خاص خاص موضوع تي مٿي بيان ڪري چڪو آهيان ته غلام رباني جون ڪهاڻيون. "بري هن پنيور ۾"، "هونداسي حيات" ۽ شيخ اياز جي "چار ايڪڙ ٻني" ابن حيات پنهور جون "زن طلاق"، "واهه وڏيرا" محمد عثمان ڏيپلائي جي "مهربان خوني" جمال ابڙو جون "بدمعاش"، "شاهه جو ڦر"، "خميسي جو ڪوٺ"، "سينڌ ۽ منهن ڪارو"، رشيد ڀٽي جي "اوسيڙو" حفيظ شيخ جي "مبارڪون" اسي سيئي اهڙيون ڪهاڻيون آهن. جيڪي وڏيري ڪلاس جي ظلمن ۽ هارين جي مظلوميت تي لکيل آهن. علي احمد جي "رانجهو مداري" اياز قادري جي"فرشتو"، شيخ رازجون "گريجوئيٽ" ۽ "ناڪام محبت" ع.ق شيخ جي "پريشان انسان" بشير مورياڻي جي "ٽڪري ۽ زندگيءَ جو روڳ" وغيره طبقيوار سماج ۾ پرماريت باعث بک ۽ بيروزگاريءَ جا اهم مسئلن بابت لکيل ڪهاڻيون آهن.

هرهڪ ڪهاڻيڪار وٽ پنهنجو پنهنجو ماحول سوچ ويچار جو عمل آهي جنهن سان ڪهاڻيڪار واقعن تي رد عمل ڏيکاري ٿو، بشير مورياڻي جي "ڇهڙي" بيگم زينت چنه جي "مني" وغيره سپ اوچ ۽ نيچ طبقي جي پيداوار ڪهاڻيون آهن. هن دور بابت آغا سليم لکي ٿو ته: "اهو دور اسان جي ڪهاڻين جو عبوري دور آهي. جنهن ۾ ڪهاڻي جي موضوع سان گڏ ٽيڪنڪ ۾ نوان تجربا ڪيا ويا. ع.ق شيخ، جمال ابڙو، حفيظ شيخ، بشير مورياڻي، رباني، سراج رشيد ڀٽي، رشيد آخوند، ثميرزرين، خواجه سليم، ابن حيات پنهور، ابن الياس سومرو، اياز قادري، مراد علي مرزا، ممتاز مرزا، نذير احمد زئي، رشيده حجاب، نجم عباسي، سيني گڏجي رت ست ڏئي سنڌي ڪهاڻي کي اڳتي وڌايو. ڪهاڻين جي مٿئين جائزي کانپوءِ ان نتيجي تي پهچجي ٿو ته ان وقت جي ڪهاڻيڪارن ۽ جي ڪهاڻيڪارن جا معاملا ۽ مسئلا ته ساڳيا رهيا

ساڳئي سماج جي پيداوار هئا. تنهنڪري سندن ڪهاڻين جا موضوع جنهن ۾ هڪجهڙائي نظر آئي.
مثال طور:- هڪڙي ئي مرڪزي خيال واريون ڪهاڻيون اسان کي متعدد اديبن جون ملن ٿيون. جن ۾ اياز قادريءَ جي ڪهاڻي "بلو دادا" غلام رباني آگرو جي "شيدو ڏاڙيل" جمال ابڙو جي "پشو پاشا" ڪهاڻين ۾ ٽئي ڪهاڻيون جنهن ۾ ٽنهي اديبن جو هڪٻئي تي اثر انداز ٿيڻ جا ڪي اهڃاڻ نظر اچن ٿا، پر مٿي چئي آيا آهيون ته ٽنهي ڪهاڻين ۾ موضوع، ٻولي، ڪردار ۽ ڪردار نگاري اسٽائيل ۽ پيشڪش ۽ سماجي شعور جدا آهي."(15)
مطالعي مان هي به نتيجو آڏو آيو آهي ته ٻوڏ جي عنوان تي غلام رباني آگرو جي "بري هن پنيور ۾" جمال ابڙو جي "ڪارو پاڻي" سراج جي "اوندهه جو وڻ" هڪڙي ئي انداز ۽ مرڪزي خيال تي ٻڌل آهن. انهيءَ سموري مطالعي مان ظاهر ٿيو آهي ته، سنڌ جي ڪهاڻيڪارن جا هڪٻئي جي ڪهاڻين جي مطالعي جا اثرات پاڻ تي مرتب ڪيا آهن. انهيءَ کان علاوه، ع.ق شيخ جو "پريشان انسان" شيخ راز جو "گريجوئيٽ" ۾ ڪنهن قدر هڪجهڙائي نظر اچي ٿي. ڇا ان وقت ادب جي ميدان ۾ ڪوٽ هئي. ڇا مارڪيٽ ۾ يا پڙهندڙن وٽ ڪهاڻين جي ايتري گهرج هئي. مسائل جي صورت ۾ ڪچو مال ميسر هو. ڇا هن دور جي ليکڪن مختصر ڪهاڻي جي روپ ۾ ڇا آندو.ڇا هن دور جي ڪهاڻيڪارن جذباتي طور هڪ ٻئي تي چڙهت ته ڪانه ڪئي. انهيءَ تي آغا سليم هيئن روشني وڌي آهي." انهن ڏينهن ۾ جڏهن اسان ٻين ٻولين جي اديبن ڏانهن نهاريو ته اسان کي انهن ٻولين جي ادب ۾ وڏا وڏا ڪهاڻي نويس ۽ نقاد نظر آيا. اسان کي يڪدم احساس ڪمتريءَ کي متاثڻ لاءِ اسان جمال ۽ ربانيءَ کي عظيم ڪهاڻي نويس ڪٺي بنايو."(16)
"عبوري دور جي ڪهاڻيڪارن ۾ سوچڻ ۽ فن جو رياض وڏي ڳالهه هئي. هنن پنهنجو پاڻ کي نقالي کان آجو به ڪرايوهو ۽ هنن پنهنجن ڪهاڻين ۾ اصليت تي زور رکيو جيڪي شيءِ اڳي گهٽ

موجود هئي. جمال ابڙو، غلام رباني ، حفيظ شيخ ويندي بشير موريائي، تائين روس جي افسانوي ادب کان متاثر آهن. هنن جي فن ۽ مقاصد ۾ دوستو- وسڪي، ٽالسٽاءِ ۽ گورڪي گوگول جو اڻ لکو رنگ سمايل آهي. هنن وٽ اڪثر ڪري بياني ۽ مڪالماتي انداز آهي. پر هنن جو فن پيچيده ناهي. سندن پلاٽ صاف ۽ سترا آهن. هنن مان ڪنهن به موپاسا، چيخوف، اوهينري، يا سمر سيٽ ماهم جي مڪمل طور تي طرز اختيار نه ڪئي آهي. هن عبوري دور ۾ صرف ڪن ڳاڻ ڳڻين نالن کي سنڌ اديبن جي قطار ۾ بيهاري سگهجي ٿو ۽ انهن مان صرف ٻه فنڪار جمال ابڙو ۽ غلام رباني آگرو اهڙا آهن. جن جو نالو خصوصي طور وٺي سگهجي ٿو، هنن جي تجربي ۾ مشاهدو، ڄاڻ ۽ جذبو ڪافي حد تائين شامل هو."(17) ڪنهن حد تائين پڙهندڙن جو توجع پاڻ ڏانهن ڇڪائڻ ۾ ڪامياب ويا . نون لکندڙن کي فني واٽ ڏيکاري. اسين ٽن ڪهاڻيڪارن جمال ابڙو، اياز قادري ۽ غلام رباني آگري جي ڪهاڻين جو جائزو وٺنداسين. ڪهاڻي جي تاريخي معلومات مان حاصل ڪيل مطلب مان ظاهر ٿيو ته غلام رباني ۽ جمال ابڙو ۽ ايازقادري عبوري دور جي ڪهاڻيڪارن ۾ بنيادي پيڙهه جو پٿر رکندڙ آهن. جڏهن جمال ابڙو پنهنجي ڪهاڻي "پشوپاشا" محمد ابراهيم جويو ڏانهن موڪلي ته ان سان گڏ خط لکيائين، جنهن بعد ان ڪهاڻي ۽ جمال جي خط تي مهراڻ ۾ ڪافي بحث هليو. جمال ابڙو محمد ابراهيم جويي صاحب کي لکيل خط جي شروعات هن ريت ڪري ٿو: "ادا سائين مون پنهنجو پشو اوهان طرف موڪليو آهي، اميد ته پهتو هوندو.مون "پشو" بلو دادا، (اياز قادري) ۽ شيدو ڏاڙيل (غلام رباني آگرو) تان متاثر ٿي لکيو آهي. غلام رباني- اياز قادري- جمال ابڙو اهڙا ڪهاڻيڪار آهن، جنهن جي ڪهاڻين ۾ مقامي رنگ ملي ٿو. سنڌس ڪهاڻين جي جائزي وٺڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته جمال ابڙو، اياز قادري ۽ غلام رباني جي ڪهاڻين پڙهڻ کانپوءِ لڳي ٿو ته هي اهڙو سماج آهي، جنهن ۾ انسانيت سڪرات ۾ آهي."(18)

هن دور جي ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون ۽ انهن جا ڪردار اهڙي قسم جا ڪردار آهن. جيڪي سنڌ جي سنڌي ليڪن سنڌ جي

وڏي آبادي جا ڳوٺن ۾ رهي ٿي. جن جي نقاشي صحيح نموني ڪيل آهي. جتي ظلم جو رد عمل به آهي. ڪردار خوني هوندي ته به گناهنگار نٿا لڳن. اگر رباني ۽ ان جي همعصر ڪهاڻيڪارن جو جائزو وٺنداسين ته هڪڙي وڏي لسٽ ٺهي ويندي. جنهن ڪري مذڪوره ڪهاڻيڪارن ۽ سندن ڪهاڻين جي روشني مان ثابت ٿيو ته عبوري دور جي ڪهاڻيڪارن ۾ غلام رباني سنڌ بولي ۽ ادب جو اهو واحد ڪهاڻيڪار آهي، جنهن جون ڪهاڻيون پنهنجي دور جي ڪهاڻيڪارن ۾ بنيادي حيثيت جون حامل آهن ۽ غلام رباني کي پنهنجي دور جي ڪهاڻيڪارن ۾ پهرين درجي حيثيت حاصل آهي. جمال ابڙي به پنهنجي هڪ انٽريو ۾ اظهار ڪيو هو ته غلام رباني جو انداز ڏاڍو پيارو آهي ۽ ان جو لهجو منو آهي جيئن فيض احمد فيض جي شاعريءَ جو لهجو آهي. غلام رباني پنهنجي شروعاتي دور جي ارڙهن ڪهاڻين ۾ ”اتر ڌاهي ان جا“، ”بري هن پنيور ۾“، ”اڪڙيون اجايون“، ”نيٺ بهار ايندو“، ”ڪرئڪ“، ”جي پل هجان“، ”غريبن جي جهوپڙي“، ”بک بڇڙو ڏول“، ”نئون مڙدو“، ”اخبار“، ”پن ٻوڙين پاتال ۾“، ”هونداسي حيات“، ”شيدو ڌاڙيل“، ”پيار جي پري“، ”آب حيات“، ”بدلو“، ”هن لکيو“ جن جو شمار شاندار ڪهاڻين ۾ ٿئي ٿو. ان کان پوءِ يعني ٻئي دور جون ڪهاڻيون جيڪي 1980ع کان پوءِ لکيون ويون. ”لهرن لڪ لباس“، ”خواب“، ”صبح ازل آهي“، ”همسفر“ ۽ ”محمد موچيءَ جو حج اڇي وڃن ٿيون. غلام رباني جيتوڻيڪ تعداد جي لحاظ کان ته ٿوريون ڪهاڻيون لکيون آهن، پر اهي فني فڪري معنوي ۽ ادبي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ خاص جاءِ جوڙين ٿيون.

غلام رباني آگري جون ڪهاڻيون سنڌي ماڻهن ۽ سنڌي سماج جي ڌار ڌار مسئلن جي بيان سان ڀريل آهن. هن جي ڪهاڻين ۾ هارين، نارين، مزدورن، عام ماڻهن جي مسئلن جو ذڪر آهي. غلام رباني آگرو جديد سنڌي ڪهاڻيڪارن جي علمبردارن مان هڪ آهي. رباني ڪانسواءِ هن دور جي ٻين ڪهاڻي نويسن ۾ جمال ابڙو، اياز قادري، حفيظ شيخ ، عبدالغفور انصاري، علي احمد بروهي، شيخ اياز، ابن

حيات پنھور، محمد حسن ڪروڙپتي، بيگم زينت عبدالله چنه، نسيم ڪرل، امر جليل، سراج الحق ميمڻ، بشير مورياڻي، ثميره زرين، ع-ق شيخ، شيخ عبالستار، راز بلڙائي، آغا سليم، محمد بخش جوھر، حميد سنڌي، شمس صديقي، خواجه سليم ۽ جمال رند جا نالا اهم آهن.

ورهاڱي کانپوءِ سنڌ ۾ غلام رباني آگري کي اهم مقام حاصل آهي جو هي پهريون ڪهاڻيڪار آهي. جنهن جي مختصر ڪهاڻي کي عالمن، اديبن سگهاري روپ ۾ ڪهاڻيون پيش ڪندڙ ڪهاڻيڪار سڏيو آهي. توڙي جو ان کان اڳ ۾ حقيقت نگاريءَ جي ابتدائي شڪل ۾ ڪهاڻيون ڏيندڙ امر لعل هنگوراڻي، آسانندمامتوراءِ، ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي، گوبند مالهي، گوبند پنجابي، ڪيرت ٻاٻاڻي، سندري اتمچنداڻي، موهن ڪلپنا، ايشور چندر، گورڌن محبوباڻي، عثمان علي انصاري، مرزا نادر بيگ ۽ ٻين ڪهاڻيڪارن ۾ ملي ٿي، پر انهي شيءِ کي جنهن شڪل ۽ انداز سان غلام رباني آگري پيش ڪيو آهي ۽ سندس ڪهاڻين ۾ اسان کي فن ۽ فڪر جو خوبصورت سنگم ملي ٿو. سندس ڪهاڻيون موضوع جي لحاظ سان منفرد حيثيت رکن ٿيون.

اڄ جي دور ۾ غلام رباني آگري جي ڪهاڻين ڪانسواءِ سندس ڪهاڻي جو نالو وٺڻ ۽ مثال ۽ دليل نه ڏيڻ ڪانسواءِ سنڌي ڪهاڻي ۽ ان جي تاريخ ڏيڻ جو تصور اڻپورو ۽ اڌورو آهي، ڇو ته غلام رباني جون ڪهاڻيون فني ۽ فڪري لحاظ سان اسلوب بيان، ننڍن جملن واري عبارت، سليس ۽ عام فهم ٻولي تشبيهن، استعارن، اصطلاحن، پهاڪن ۽ چوڻين ۽ ٻين خوبين سان ڀريل آهن.

غلام رباني آگري جي سنڌي ادب ۾ وڏي سڃاڻپ آهي. هن عنوان ۾ غلام رباني جي افسانن جو مقام بابت ڇا حيثيت آهي. موضوع جي حساب سان افساني يا ڪهاڻيءَ جي فن ۽ فڪر بابت مکيه رخن تي چند ڇاڻ ڪجي ٿي.

## سنڌي افساني يا ڪهاڻي ۾ غلام رباني جي افسانن جو مقام

### 1 _ موضوع

غلام رباني آگري جون ڪهاڻيون فن ۽ موضوع جي حوالي کان جيڪي ادبي روايتون قائم ڪيون آهن، تن ۾ هن ڌرتي ۽ سماج

جي مسئلن جي حل جا رستا ٻڌايا آهن. موضوع ڪانسواءِ هر تحرير اڻپوري ۽ اڌوري هوندي آهي. موضوع تمام گهڻي اهميت رکندو آهي تخليقڪار جي چونڊ مان ئي خبر پئجي ويندي آهي ته ان جو ڪهڙن رخن ۽ پاسن ڏانهن لاڙو آهي. موضوع ۾ مرڪزي خيال سمايل هوندو آهي. ان مان ئي واقعن حالتن ۽ نظرين جي ڄاڻ ملندي آهي. ليکڪ پنهنجي لکڻين ۾ جيڪي تجربا بيان ڪيا آهن. ان جي ڪيتري ضرورت آهي. موضوع رحجانن ۽ لاڙن جي نمائندگي جو ڏس ڏين ٿا. لکين ڪروڙين مسئلا آهن. هر معاشرو مسئلن جي لپيٽ ۾ آهي. فنڪارن تي ڪهڙين تحريڪن جو اثر ٿيو آهي. جنهن جي زيرِ اثر اهو ليکڪ جي نظرياتي شعور تي منحصر آهي ته هو انهن مان ڪهڙن مسئلن کي پنهنجي فن جو موضوع بنايو آهي. هن عبوري دور ۾ خاص طور تي جيڪي رجحان رهيا آهن. انهن سماجي مسئلن جو ليکڪ ڪيئن رنگ ڀريو آهي. غلام رباني جي ڪهاڻين ۾ جنهن انداز سان رنگ ڀريل آهن، اهي رنگ ڏاڍا خوبصورت ۽ پابندي سان پنهنجي تحرڪ ۾ نظر اچن ٿا. هن پنهنجي معدبانہ اظهار سان حقيقتن جي تلاش ڪئي آهي. غلام رباني، جمال ابڙو ۽ اياز قادري، اهڙا فنڪار آهن، جن پنهنجن ڪهاڻين ۾ ڳوناٽي زندگيءَ کي موضوع بنايو آهي. غلام رباني آگري مقامي زندگيءَ جي رنگ ڍنگ کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائڻ ۾ سيني ڪان پيش رفت ڪئي آهي. هن ڪان اڳ پيدا ٿيل روايت کي اڳتي وڌايو ۽ ذوق ۽ مطالعي جي آڌار تي ان ۾ اجان بہ وڌيڪ پختگي آندي اٿس. هو ٿوري وقت ۾ ئي وڏو فنڪار نظر اچڻ لڳو. مرحوم غلامرباني جي ڪهاڻين جي موضوع جن کي مقالي ۾ بار بار بيان ڪيو اٿم تن ۾ مهارت ۽ ادبي حسن جو ثبوت ملي ٿو. هن جي ڪن ڪهاڻين ۾ چرڪائيندڙ پڄاڙي آهي. ڪن ۾ دردناڪ انجام سان تاثر پيدا ڪيو آهي ته، ڪن ۾ وري مستقبل جو اميد افزا پيغام ڏنو ويو آهي. فن توڙي موضوع جي لحاظ ڪان غلام رباني جون گهڻيون تڏيون ڪهاڻيون شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي شعرن مان چونڊ ڪيل آهي جيڪي مواد جي اعتبار ڪان زيادهہ ڪامياب آهن. جن کي فئنٽسيءَ جي خوبصورت رنگت ۾ جوڙيو ويو آهي.

## 2_ ٻولي

غلام رباني آگري پنهنجي ڪهاڻين ۾ اهڙي ته وڻندڙ ۽ ڪردارن سان ٺهڪندڙ ٻوليءَ استعمال ڪئي آهي ۽ محسوس ٿئي ٿو ته هر مڪتبہ فڪر سان تعلق رکندڙ ۽ ڪردار سان ٺهڪندڙ ٻوليءَ جو استعمال ڪيو آهي. هن جي ڪهاڻين ۾ استعمال ٿيل ٻولي هٿرادو ناهيل ۽ سينگاريل نہ آهي. ننڍڙن جملن ۾ وڏيون ڳالهيون چوي ٿو. سندس پهرين ڪهاڻي "اتر ڏاهي ان جا" ۾ مهراڻ دريا جو ذڪر ڪيو اٿس، هڪ ڪردار ٻچل بابت چوي ٿو: "ٻچل جا ابا ڏاڏا بہ اهائي ڪرت ڪندا هئا ڪاريون ڄاريون ڇڄ ڇپريون جن جي محبت مڇي ساڻ، ماءُ تہ ٽئين موڪلائي وئي هيس، پر مڇن جي ساول ٿيس تہ پٽس بہ پني ڏگهيري... هتي پني ڏگهيري اصطلاح آهي. ڇا تہ، رباني پنهنجن ڪهاڻين ۾ ڪيئي. اصطلاح، چوڻيون، پهاڪن، محاورن جو استعمال ڪري ثابت ڪيو آهي نہ تہ فقط ڪهاڻيون لکڻ پر منفرد انداز جو بہ مالڪ هو. سندس ڪهاڻين ۾ خوبصورت ۽ وڻندڙ ٻوليءَ جو استعمال بهترين انداز سان ڪيو آهي، پر اها ٻولي روز مرد جي زندگيءَ ۾ ڪتب ايندڙ ٻولي آهي، اها عام پڙهندڙ لاءِ سولي ۽ آسان آهي. رباني جي ڪهاڻين ۾ هو زندگيءَ جي مختلف واقعن ڪي پنهنجي مشاهدي تجربي آذار خوبصورت ٻوليءَ جي ذريعي بيان ڪرڻ جو ماهر آهي ۽ ان ۾ پڻ ڪاميابي حاصل ڪئي اٿس ۽ سندس ڪهاڻين پڙهڻ محل ائين محسوس ٿيندو آهي تہ انهن ۾ ڪي بہ اجايا ۽ غير ضروري بيان نہ آهن، پر ٻولي ماحول ۽ ڪردار موضوع ۽ اسلوب ۾ پوري پوريءَ حق ادائيءَ سان استعمال ڪيا اٿس. سندس ٻوليءَ ۾ سگهڙائپ موجود آهي.

## 3_ ڪردار ۽ ڪردارنگاري

غلام رباني آگري جي ڪهاڻين ۾ اسان کي شاندار ڪردار نگاري ملي ٿي، جيئن تہ ادب جو واسطو انساني حياتي سان آهي ۽ مواد بہ اتان ئي کنيو وڃي ٿو، ڪردار، ٻولي، واقعو، حادثو، انداز بيان، منظر نگاري ماحول وغيره فني جزا آهن. جن جي ترتيب سان ڪهاڻي مڪمل ٿئي ٿي. غلام رباني پنهنجي روز مره جي زندگيءَ ۾ جيڪي ڪردار کنيا آهن. اهي سڀ جو سڀ اسان جي زندگيءَ سان وابستا آهن.

غلام رباني پنهنجي ڪهاڻين جي ڪردارن وسيلي ڪافي ڪوشش ورتي آهي ته، اهي اوپرا نه لڳن ۽ ان ۾ ڪامياب به ويو آهي. ڪردارن ۾ ليکڪ جي مرضي ته ڪو نه هلندي آهي. پر اهي پنهنجي مزاج ۽ نفسيات موجب چرپر ڪن ٿا. ليکڪ صرف پڙهندڙ جي اندر ۾ ڪردارن لاءِ همدردي جاڳي پوي ٿي ۽ نا انصافي خلاف اُڌما اٿن ٿا. رباني انهن جاتل سڃاتل ڪردارن ۾ رنگ ڀريو آهي، جو هو پنهنجي ماحول ۾ ايري بيهن ٿا. غلام رباني جي ٽيويهن ئي ڪهاڻين جا ڪردار پنهنجي سماج کي صحيح صحيح راهه مهيا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. سندس ڪهاڻيون ادب ۾ پنهنجي پنهنجي جاءِ والارين ٿيون ليڪن سندس هڪ ڪهاڻي جنهن کي سنڌي سماج ۾ مقبوليت حاصل آهي سو آهي، "شيدو ڏاڙيل". اسان جي سماج ۾ ماضي توڙي حال ۾ اهڙا ڪردار ايريا ۽ ايري رهيا آهن. جيڪي سماجي نا انصافي ۾ جبر جي ڪري بي واهه نه ڏسي ڏاڙيل ٿيا آهن. ليکڪ ڏاڙيل کي ظالم نه پر وڏيرن کي ظالم ڏيکاريو ته اهي ڪيئن نه ڏاڙيل پاڻ پيدا ڪرائي ۽ پاڻ ئي ان جو ساٿ ڏئي پاڻ ئي ان کي موت جي گهاٽ تي پهچائي ڇڏين ٿا.

## 4_ تجربو ۽ مشاهدو

غلام رباني آگرو لکي ٿو ته "مون پنهنجي ننڍيءَ ڄمار ۾ جيڪي واقعا ڏٺا ۽ ٻڌا آهن. تن مان ڪن کي ڪهاڻيءَ جو ويس ڍڪائي عام ماڻهن جي اڳيان پيش ڪيو اٿم."(19) ان مان ثابت ٿئي ٿو ته، غلام ربانيءَ جي نگاهه پنهنجي معاشري جي تڪليفن تي هئي جن کي ڪهاڻين جو ويس ڍڪائي پيش ڪيو آهي. غلام رباني وسيع تجربو رکندڙ هڪ اهڙو فنڪار هو جو سنڌي ادب لاءَ هڪ ئي وقت زندگيءَ جي مختلف شعبن مان ڪهاڻيون ڪڍي انهن تي تمام گهرائيءَ سان نگاهه وڌي هئي، انهن جي تخليق ڪئي آهي جنهن مان هن جو مثبت ڪردار منجهيل ماڻهن کي سجاڳ ڪرڻ واري سوچ نظر اچي ٿي. سندس پيڙهيل ۽ ڏتڙيل ماڻهن سان همدردي هئي. سندس ڪهاڻين جا ڪردار پڙهندڙن سان ڳالهائيندا رهندا آهن. غلام رباني آگري جي

ڪهاڻين جي مطالعي ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهچجي ٿو ته ربانيءَ جو مشاهدو ۽ مطالعو تمام وسيع هو جنهن پنهنجي تجربن آڌار ڪهاڻيون جوڙيون آهن. سندس ذهن تي بيروزگاري، فرسوده قديم روايتن، طبقاتي ڇڪتاڻ، تاريخي واقعا ۽ حالتون، رباني جي ڪهاڻين جو موضوع رهيا آهن. سندس ڪهاڻين جي ڪردارن ۽ واقعن مان ثابت ٿئي ٿو ته، هن ڳوٺن جي ماحول ڏاڍن مڙسن جي ڏاڍين، ڪمزورن جي مجبورين جا قصا رباني جي ڪهاڻين جا موضوع رهيا آهن. غلام رباني سنڌ جو اهو واحد ڪهاڻيڪار آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ پهريون پيرو ڪهاڻيءَ ۾ فلسفيانہ نڪتن تي بحث ڪيو آهي ۽ پنهنجي ڪهاڻين ۾ فڪري بحث کي علامتي انداز سان پيش ڪيو آهي. غلام رباني آگري جو ”آب حيات“ اهڙو فلسفيانہ افسانو آهي. جنهن ۾ هن شهزادي ”مهراڻ“ جي آڙ ۾ افسانا نگار انسان دوستيءَ ۽ نيڪيءَ ۽ سچائي تي عمل ڪرڻ لاءِ اهڙا ڪردار جوڙي انساني خدمت جي عظمت جهڙي فلسفي کي پيش ڪري هڪڙو نظريو پيش ڪيو آهي تہ جيڪڏهن انسان جو روح پاڪ آهي، ۽ هن جا سنا عمل ڪيل آهن تہ پوءِ سندس نالو تيسين قائم رهندو. جيسين بقا کي بقا آهي. هن ۾ رباني انساني عظمت جي بقا جي اصول جو فلسفو پيش ڪري ثابت ڪيو آهي تہ ”آب حيات“ جا بہ ڍڪ پيئڻ سان انسان جو روح پاڪ نٿو ٿي سگهي، اهو نظريو ڪاميابي سان پيش ڪيو آهي.

## 5_ منظرنگاري

غلام رباني جي ڪهاڻين جو موضوع ۽ مواد ڳوٺاڻي زندگي مان ورتل آهن. منظر نگاري ۽ سنڌي ثقافت جڏهن هڪ ٿي وڃن ٿا تہ سونهن وجود وٺي ٿي. غلام رباني ڪهاڻين ۾ اهڙي تہ منظر نگاري پيش ڪئي آهي، جو دل تي چوي تہ دل کي فرحت ونرائڻ لاءِ ڳوٺن، دريائن، ٻيڙين، سانوڻي جي مينهن ۽ برسات جو مزو چکجي. منظر نگاري چکڻ تہ ڪو غلام رباني کان سکي مثال: ٻري هن ينيور ۾ جو منظر: ”عيسو چوهاڻ ڪچي ۾ واهہ جي ڪڙ ۾ رهندو هو، هو روز صبح جو گڏهہ ڪاهي پڪي تي گذارن لاءِ ويندو هو. هڪ سال سانوڻيءَ ۾ گهٽي ٻوڏ اچي تي ۽ سڄي رات برسات بہ زور سان وسي هئي. ان ڪري بند پڇڻ جو

امڪان هو... باک ڦٽي صبح ٿيو. مينهن بس ٿيو. عيسو چؤنري کان ٻاهر نڪتو ڪٽي جو نظر ڪري ته چوڌاري اڇ لڳي پئي آهي. ... رباني جي هن ڪهاڻي ۾ ڪهڙو نه خوبصورت منظر چٽيل نظر اچي ٿو، جيڪو دل کي وندرائي به ٿو ته سڪون به مهيا ڪري ٿو. ۽ ٻئي طرف عيسي جون تڪليفون ذڪارو ڪري ٿيون ڇڏين.

## 6_ واقعہ نگاري

غلام رباني آگري جي سمورين ڪهاڻين ۾ خوبصورت مقامي رنگ جو ماحول بيان ڪيل آهي، ۽ سنڌ ڌرتي واسين جا جيئرا جاڳندا ڪردار نظر اچن ٿا. هو سماج جي ناسورن کي سيني سامهون کولي رکي ٿو ۽ ان ناسورن جو علاج به پاڻ ٻڌائي ٿو. "واقعہ نگاري جي حوالي سان رباني جا افسانا فني خوبين جي اعتبار کان تمام روشن ۽ چٽا آهن. "ٻري هن ٻنيور ۾" واقعہ نگاري جي اعتبار کان هڪ شاهڪار افسانو آهي جو ته، هن کي غير ملڪي ٻوليءَ ۾ ترجموبہ ڪيو ويو آهي ۽ هن ڪهاڻي کي ڪيترن ئي حلقن وٽان ساراهيو ويو آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڪيترن ئي نقادن به ان تي تبصرا ڪيا آهن. هن ڪهاڻي ۾، غلام رباني ڪيترن ئي واقعن کي خوبصورت انداز سان بيان ڪيو آهي. غلام رباني آگري جي مٿي بيان ڪيل روشني ۾ سندس ڪهاڻين جي ايپاس ڪانپوءِ معلوم ٿيو آهي ته، غلام رباني آگري جون ڪهاڻيون فني ۽ فڪري حوالي سان بهترين ڪهاڻيون آهن. سندس چند ڪهاڻين جي روشني ۾ اهي دليل پيش ڪيا ويا آهن، جن مان ثابت ٿئي ٿو. غلام رباني آگري پنهنجي دور جي افسانن ۾ وڏو افسانا نگار هو. جنهن پنهنجي افسانن جي ذريعي سنڌي قوم جي ڀلي لاءِ عالمي معيار جون ڪوششون ونيو، سنڌي ادب جي گلشن کي مالا مال ڪيو آهي. تحقيق جي شاگرد جي حيثيت سان ماهرن جي ڏسيل اصولن آڌار تي هڪ ننڍڙي مطالعي جي آڌار تي رباني جهڙي وڏي اديب تي قلم کڻڻ جي هڪڙي ننڍڙي ڪوشش ڪئي اٿم ۽ پڻ ڪهاڻين ۾ لکڻين جي روشني ۾ ايترو چوندس ته، رباني ويهين صدي

جو عظيم ليکڪ هو. جنهن جي لکڻين ۾ عالمي پيغام سمايل آهي ۽ پلوڙ ليکڪ جون جيترن موضوعن تي لکڻيون موجود آهن، اهي نہ فقط سنڌ ۽ سنڌي ٻولي لاءِ پر عالمي معيار تي پورو لهن ٿيون.

## غلام رباني آگرو بحيثيت مضمون نگار

مضمون هڪ نهايت دلچسپ ۽ انوکي ادبي صنف آهي. ان لاءِ ڪنهن بہ موضوع تي ڪابہ پابندي ڪانهي. مضمون ذاتي ۽ شخصي بہ ٿي سگهن ٿا ۽ علمي ادبي ۽ سائنسي بہ جديد دور ۾ ان کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. ذاتي ۽ شخصي تجربن ۽ ڪوجنائن جي آڌار تي لکيل لکڻين کي "مضمون" ڪوٺيو وڃي ٿو تہ علمي ادبي ۽ سائنسي تجربن ۽ ڪوجنائن جي آڌار تي لکيل مضمون کي "مقالو" ڪوٺيو وڃي ٿو. انهن مان پهرين قسم جي مضمونن ۾ ڪو شخص پنهنجي اردگرد جي حالات، واقعات ، حادثات تجربن جو بيان ڪندو آهي. هن فن جي شروعات تڏهن کان ٿي جڏهن لکڻ وجود ۾ آيو تہ مضمون نويسي بہ شروع ٿي. عربيءَ ۾ "مقامہ" پارسي ۾ "مقالہ" ۽ انگريزي "Essay" اهڙي قسم جون شيون آهن. انگريزي لفظ "Essay" فرانسيسي لفظ "Essay" جي انگريزي صورت آهي، جيڪي وري عربي لفظ "اسمعي" جي فرانسيسي شڪل معلومات ٿئي ٿي، ٻئي لفظ ڪوشش جي معنىٰ ۽ مفهوم کي ظاهر ڪن ٿا. ذاتي يا شخصي مضمون کي انگريزيءَ ۾ "Essay" ۽ اردو ۾ انشائيہ پڻ چون. جڏهن تہ علمي ۽ تحقيقي مضمون کي انگريزيءَ ۾ "Research Article" ۽ اردو ۾ مقالہ چون. سنڌي ٻوليءَ ۾ ورهاڱي کان اڳ واري دور ۾ هن صنف ڏاڍي ترقي ڪئي. خاص ڪري ذاتي ۽ شخصي مضمون تہ ڏاڍا مشهور ٿيا. ڪيترائي ڌارين ٻولين مان مضمونن جا مجموعا ترجمو ٿيا. مثال.

1863ع "پکو پهہ" ديوان ڪوڙو مل

1877 ع "مقالات الحڪمت" بيڪن جي مضمونن جو ترجمو مرزا قليچ بيگ

1907ع "گلدستو" ترتيب: ديوان ڏيارام وسٽمل ۽ ديوان ليلارام پريمچند

1925ع ۾ ”گل قل“ جوت اخبار ۾ ڇپيل مضمونن جو مجموعو پرمانند ميوارام جو
ٻيو حصو. 1936ع ۾ شايع ٿيو.
1940ع ”ادبي گلشن“ چونڊيل پروفيسر نارائڻ داس يمپاڻي
1941ع ”ادبي آئينو“ ليکراج ڪشنچند عزيز
1944ع ”ويچار“ لالچند آجواڻي
1945ع ”ادبي غنچو“ پروفيسر رام پنجواڻي ۽ نارائڻ داس يمپاڻي
1947ع ”ڪلاڪار جي دنيا“ پروفيسر خوشي رام واسواڻي

**ورهاڱي کانپوءِ ڇپيل مضمون جا ڪي اهم مجموعا هي آهن.**

1957ع ”ادبي گل“، موتي پرڪاش
1974ع ”چار مقالا“، محمد اسماعيل عرساڻي
1974ع ”اثار الڪلام“، مولانا ابوالڪلام آزاد جي مضمونن جو ترجمو، علي محمد راهو
1975ع ”هٻڪار“ ڊاڪٽر نواز علي شوق
1977ع ”ٻولي منهنجي ماءُ“، پوپٽي هيرا نندڻي
1979ع ”مضمون ۽ مقالا“ (علامہ عمر دائود پوٽو) سهڙيندڙ: خانم خديجہ دائود پوٽو
1980ع ”نياريون وتيون“ (ٻارن لاءِ مضمون) محمد اسماعيل عرساڻي
1980ع ”چونڊ سنڌي مضمون ۽ مقالا“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
1983ع ”ڪچان تہ ڪافر“، ناز سنائي
1983ع ”مضامين خليل“، مرتب: عبدالقيوم صائب
1984ع ”آئينو ۽ اولڙو“، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ انهيءَ کان علاوه ٻيا ڪوڙ سارا ٻيا بہ مجموعا پڻ ڇپجي چڪا آهن. منهنجو موضوع آهي رباني جا مضمون پر انهن جي شروعاتي تاريخ تي ان ڪري نظر وڌي اٿم، تاڪ هن صنف جي باري ۾ نون پڙهندڙن کي مضمونن جي مجموعن جي ڄاڻ ملي. حالانڪ مونکي تہ صرف غلام رباني آگري جي مضمونن تي تحقيق ڪري پيش ڪرڻي آهي.

غلام رباني آگري جو مضمون لکڻ جو ڍانءُ پنهنجو آهي، سندس تحرير جو طريقو نرالو آهي. رباني جو جنهن به مضمون يا مقالو پڙهيو هوندو ته اهو سندس لکيل شاهڪار ڪي پلي اهو سواءِ نالي جي لکيل هجي، ان کي پڙهڻ سان چوندو ته هي لکيت رباني جي آهي. جنهن ۾ هو ڪنهن شخصيت تي لکي ٿو ته سندس هر طرف جي خدوخال کي چٽو ۽ صاف ڪري لکي ٿو: "سنڌ جي نامور ۽ قدآور عالم ۽ دانشور سائين غلام علي الانا رباني جي باري ۾ لکي ٿو ته: "غلام رباني آگرو قابل مصنف، هڪ باخبر، با صلاحيت ليکڪ ۽ اهو ڄاڻندڙ اديب هو جو هو ڪنهن جي باري ۾، ڪهڙي مضمون واقعي تي لکي رهيو آهي. سو هن جڏهن به لکيو هر لفظ، فقرو، جملو ۽ پئراگراف سوچي، سمجهي، سنڀالي، توري تڪي پوءِ لکيو. سندس ٻين ڪتابن وانگر "سنڌي ڪلچر" به سنڌ جي هڪ دور جي پوري تاريخ آهي. جيڪڏهن ان جي مضمون ۽ عنوانن کي الڳ الڳ ڪري هر هڪ تي ويهي ڏار تحقيق ڪجي ته منجهائنس گهڻو ئي مواد ملي ويندو."(20)

جهڙي طرح رباني ڪهاڻين، خاڪن، سوانح عمرين، سفر نامن، خطن، ۾ ادبي ۽ وڻندڙ جملا ۽ لفظ ڪتب آهن. اهڙي طرح مضمونن جي ڪتاب "سنڌي ڪلچر" ۽ "ٿيا قلب قرار" ۾ پڻ ٻولي ۽ ادب جي خدمت ڪئي آهي. مضمون لکيا ته هڪ روزانه "اخبار" لاءِ ويا آهن، مگر انهن مضمونن جي اهميت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي.

غلام ربانيءَ جا مضمون ڇا آهن؟ مصريءَ جون منيون ٽڙون، ماکيءَ جي شڪر، ڪمند جي رس، انبن جو ٻور، گلن جي خوشبو، ڪير جي مهڪ، سنتوءَ جو پاٽي مينهن جو پلر، پلي جو پلاءُ، گهوگهاري ،سڳداسي چانور، ڪڻڪ جا آنيو، نسيم شملا يا ڏکڻ جي هير، شهيدن جو خون، عالمن جي مس، ميهڙ جي ميندي،لاڙ جا زيور ۽ نوٽن جي سرهاڻ وغيره آهن. جئين ٿر ۾ پنجين موسم وسڪارو چئبي آهي. تيئن رباني جي مضمونن کي سنڌي ادب جو وسڪارو چئي سگهون ٿا. سنڌي ادب ۾ غلام رباني آگري جو شمار سر فهرست ڪهاڻيڪارن ، محققن ۽ دانشورن ۾ ٿئي ٿو. شاندار ادبي ڪارنامن جي ڪري رباني صاحب جو نالو سنڌي ادب جي تاريخ ۾ ڪيترن ئي همعصرن ۾ جن

سنڌ جي جدوجهد ۾ نهايت اهم حصو ورتو آهي، جن جي لڳاتار جاکوڙ نئين سنڌ انهي تاريخ جي منتظر آهي، جنهن ۾ هن جو نالو سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو". (21)

مذڪوره ڪتابن ۾ آگري مرحوم ثابت ڪيو آهي تہ سنڌ جي ثقافت سنڌ ڌرتي جي اصل ثقافت آهي. جهڙي طرح تهذيب ۽ ثقافت الڳ ۽ نج سنڌ جي آهي، تهڙي طرح هو ان جي اصليت ۽ نج پڻي کي بہ ظاهر ڪري ٿو، اها حقيقت آهي تہ، سنڌ جي ثقافت ۾ ڪنهن بہ شاهوڪار ثقافت جون سموريون خوبيون موجود آهن. غلام رباني آگري جا هي مذڪوره ڪتاب "سنڌي ڪلچر" پڙهندڙن لاءِ چاهہ ۽ دلچسپي جو سبب بڻيو." (22)

بقول رباني جي تہ: مون ويهن سالن جي ڄمار ۾ لکڻ شروع ڪيو." اسان ڪيس ان دور جي تحريرن کي پهرين اوستا ڄاڻون ٿا، پر اها ابتدائي اوستا جي لکيت پنهنجي همعصر ڪهاڻيڪارن ۾ ڪيس انعام يافتہ ڪهاڻي نويس بنايو، سندس ٻيو دور مضمونن لکڻ جو اچي ٿو. هن دور جي تحريرن ۾ سندس تجربن ۽ مشاهدن جو نچوڙ اچي وڃي ٿو. پهرين لکي چڪو آهيان تہ ربانيءَ جا مضمون جن کي اخباري ڪالم ئي چئجي ٿو، مگر انهن جا موضوع زمان ۽ مڪان تمام وڏو وکر آهي. انهن اخباري مضمونن کي سيد سليمان ندوي جي "خطبات مدارس" جيان وسهي سگهجي ٿو، انهن مضمونن ۾ هم گيريت ۽ عالمگيريت وارو ذخيرو آهي. اهڙن مضمونن ۾ ربانيءَ جو ادبي چهرو چٽو ۽ صاف نظر اچي ٿو. سندس لکڻين ۾ سنڌي ثقافت ۽ اسلامي تمدن جو بحر بيڪران سمايل آهي ۽ پڻ سندس مطالعي ۽ گهري مشاهدي جو عڪس ۽ جلوو ظاهر پيو پسجي. سڀ کان سهڻي ۽ سچي ڳالهہ تہ سندس مضمونن جو سلسلو ڳنڍيل نظر اچي ٿو. ربانيءَ جو ذهن ڪمپيوٽر جيان آهي. جيڪي لکيو هئائين. اهو ياد هيس. جنهن ڪري سندس تحريرن هڪبئي جون تسلسل نظر اچن ٿيون. غلام علي الانا لکي ٿو تہ: "غلام رباني آگرو قابل مصنف هڪ باخبر باصلاحيت ليکڪ ۽ ڄاڻندڙ اديب هو. هو ڪنهن جي باري ۾ ڪهڙي موضوع يا

ڪهڙي واقعي تي لکي ته سندس هر لفظ، فقرو، جملو ۽ پئراگراف سوچي سمجهي سنيالي تکي توري پوءِ لکيو."(23) جئين اسانکي هر سماج ۽ معاشري ۾ متقي، پاڪيزه روشن دل ۽ دماغ شخصيت جي تلاش ڪرڻ جڳائي جنهن وٽ نه صرف شخصي ۽ انفرادي فلاح وارو فعل هجي، پر اجتماعي ۽ بني آدم لاءِ پروگرام هجي. اهو پروگرام علمي ۽ ديني هجي يا ادبي هجي. اهڙي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ بعد اسان کي ربانيءَ جي شخصيت پوري ۽ ٺهڪندڙ نظر اچي ٿي. سندس ڪهاڻي هجي يا مضمون يا خاڪو، سيني ۾ اتحاد انساني ۽ قومي وحدت جو جذبو نمايان ۽ نشانبر نظر اچي پيو. ربانيءَ جي ذهانت وسعت فڪري ۽ ان جي اخلاق حسنه جي اردگرد نظر اچي ٿي. اها حقيقت اسان جي لاءِ نهايت خوشي ۽ سرور جو باعث آهي ته اسان جي لاءِ غلام رباني آگرو هڪ قوي ترين ادبي سرمايو هو.

ربانيءَ جي تحريرن جو مطالعو هر طرف ۽ رخ کان ڪيووينڊو ته سندس لکڻين ۾ ٻولي سهنجي ۽ صاف آهي. ڪنهن به موضوع تي سندس تحرير مڪمل ڪوائف سان ڀرپور آهي. پوءِ اهو موضوع مذهبي هجي يا ادبي هن اسلام ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي حقيقت کي کولي بيان ڪيو آهي.

اسان جا ڍاهَا ۽ ترقي پسند عالم توڙي اديب ربانيءَ جي پورهئي کي دانشورانه ۽ ڍاهَا گفتا ڪونين تا انهن ربانيءَ جي مفيد ارشادات ۽ قيمتي آراءِ کان استفادو ونڻ جي لاءِ زبردست آرزو رکي آهي. ڇاڪاڻ ته ربانيءَ جا گفتا اسان جي قومي وحدت لاءِ مشعل جو سنگ ميل ثابت ٿي سگهن ٿا. ڏسڻ ۾ اهو به اچي ٿو ته هن قوم جي ڀلائي لاءَ بغير اجوري ۽ مخلصانه جذبي تحت مضبوط ذريعي سان ڪم ڪيو آهي. هن آخري دور ۾ توڙي اصلاح پسند شخصن ۽ قومي اتحاد لاءِ جدوجهد ڪئي، انهن مان هڪ قدآور شخص غلام رباني آگري جي به آهي جنهن پنهنجي مضمون ۾، انسانذات کي برادريءَ ۽ اخوت جو درس ڏنو آهي.

**غلام رباني آگرو بحيثيت سفر نويس:**

سفر نامو سنڌي ادب ۾ اهم جاءِ والاري ٿو. سنڌي ادب جي هي صنف نه ڪي قديم آهي نه ته وري ڪا جديد ان جي تاريخ ضرور

آهي. انساني فطرت ۾ گهمڻ ڦرڻ جو عادي آهي هونئن به چر پر ۽ تحرڪ ۾ ئي زندگي آهي. ماڻار ۽ بي حسي جو ٻيو نالو موت آهي، جڏهن به ڪو ٻار چمندو آهي ته اهو چرپر نه ڪندو آهي ته دائي چوندي آهي ته ٻار ڻريل آهي. جنهن جو مطلب هوندو آهي ته ٻار مئل آهي. اهڙي ريت جيڪو انسان ٿورو يا گهڻو سير ڪري ٿو، اهو ئي جيئرو جاڳندو ماڻهو آهي، وري گهمندڙن ۾ جڏهن ڪي ڏاها ۽ دانشور شخص شامل هوندا آهن ته اهي پنهنجي سير سفر جو احوال لکندا آهن ۽ جيڪي سفر جي احوال کي پڙهندا آهن، اهي چڻ ته سياح سان گڏ سفر ڪندڙ آهن. اسان وٽ ڪي سياحن جا نالا مشهور ۽ معروف آهن. جن پنهنجي سياحت جو احوال لکيو آهي. جن ۾ ابن بطوط ۽ ابوريحان جي سفر نامن کي وڏي اهميت حاصل آهي ۽ جديد سنڌي ادب ۾ محترم الطاف شيخ ۽ عبدالحئي پليجي کي وڏو مقام حاصل آهي. سندس تمام قيمتي ۽ ڪارائتا سفر لکيل آهن ٿوري نگاهه سفرنامن جي تاريخ تي وجهنداسين ته سنڌي ادب ۾ سفر نامن جي شروعات انگريزن جي دور ۾ ٿيل نظر اچي ٿي جنهن جي ابتدا مرزا قليچ بيگ ۽ لالچند امر ڏني مل، پيرومل مهر چند آڏواڻي ۽ ٻين ڪئي. ورهاڱي کان اڳ سير سفر بابت مضمون نموني سفر ناما ملن ٿا. جي سنڌي ادب ۾ سفر نامن جي ابتدائي ڪوشش ڪئي آهي. ورهاڱي کانپوءِ سفرنامن جو نئون دور شروع ٿئي ٿو.

هن دور ۾ سنڌي ادب جي شروعات ڪندڙن ۾ سيد غلام مصطفيٰ شاهه، قاضي عبدالمجيد "عابد"، الطاف شيخ، سليم، رشيد احمد لاشاري، محمد اسماعيل عرساڻي، ميران محمد شاهه، سليم قريشي، مهتاب محبوب، محمد خان سيال، انور بلوچ، احمد خان راڄپر، اشتياق انصاري، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، بدر ابڙو، ڊاڪٽر سليمان شيخ، قاضي عمر، عبدالحي پليجو، عنايت بلوچ، فهميده حسين ميمڻ، تنوير عباسي، عبدالجبار جوڻيجو، فريده بشير، فقير محمد لاشاري، پرگڙي عبدالغفور، غوث محمد گوهر، محمد بخش جوهر، پڻ سفرناما لکيا آهن. انهن سفر نويسن ۾ غلام رباني آگري جي سفرنامن جو

متي ذڪر ڪري آيا آهيون سندس سفر نامن جي حيثيت تمام گهڻي آهي ان ڪري سندس سفرنامن جو ذڪر ڪرڻ لاءِ لازم آهي جيڪي هن طرح جا آهن:

بنگلاديش ۾ ڏهه ڏينهن، هندستان ۾ سارڪ سيمينار، ايران اڳي ۽ هاڻي، رني ڪوٽ ،سير ۽ سفر چين ۽ ولايت جو (چين)، چين جو سفر (چين)، ڪوهه قاف جون پريون (چين) مذڪوره سفرنامن جو ذڪر هڪڙي ئي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهه" ۾ شامل آهن. رباني جي گهميل ڏٺل وائنل ماڳن مڪانن جو احوال آهي. هن پنهنجن مختصر سفرنامن کي نهايت ئي سهڻي انداز سان تحرير ڪيا آهن. سندس اهي سفرناما هر طرح جي جاڻ سان ڀريل آهن. هونئن ته هر سفرنامو لکندڙ صرف ان ملڪ جي منظرن کي بيان ڪندو آهي. مگر رباني پنهنجي لکيت ۾ ان جي ملڪ جي سياسي مذهبي، اقتصادي، معاشرتي احوالن سان گڏ ماضيءَ جي تاريخ به بيان ڪئي آهي. اها به رباني جي خوبي آهي جو ٻاهرين ملڪن ۽ شهرن جي دوري وقت ساڻين سان احوال ڪندي، سنڌي پهاڪن ۽ چوڻين کي مثال طور بيان ڪندو رهي ٿو. محترم ڊاڪٽر فهميده حسين رباني جي سفر نامن جي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهه" جي مهاڳ ۾ لکي ٿي ته: "سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپجندڙ ڪوبه نئون سفر نامو پنهنجي جاءِ تڏهن ناهي سگهي ٿو. جڏهن ان ۾ خوبصورت منظر نگاريءَ سان اسلوب بيان ۽ ڊڪشن جي به سونهن هجي واقعن جو بيان محض بيان نه پر دلي ۽ جذباتي ڪيفيتن جي عڪاسي ڪندڙ هجي ۽ تحرير ۾ اهڙو اثر هجي جو هڪ ڀيرو پڙهڻ شروع ڪجي ته ان کي پورو ڪري پوءِ اٿجي، ۽ اهڙي تحرير سنڌي ڪهاڻي جي وڏي نالي سنڌي نثر جي اعليٰ ترين ليکڪن ۾ منفرد لهجي ۽ ڊڪشن جي مالڪ غلام رباني آگري جي هجي ته اها پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ کي گرفت ۾ ڪئين نه وٺندي."(24) غلام رباني آگرو چين ملڪ ۾ ٻه دفعه سرڪاري دوري تي ويا آهن. الطاف آگرو، غلام رباني جي سفرنامن بابت لکي ٿو ته: "هنگلاج ۾ چانهه" رباني صاحب جي سفرنامي جو ڪتاب آهي. جنهن ۾ پاڻ هنگلاج، چين، هندستان، ايران ۽ بنگلاديش جا مختصر سفرناما نهايت ئي دلچسپ انداز ۾ تحرير ڪيا اٿن. جيڪي

هرطرح سان ڇاڻ ۽ معلومات سان ڀرپور ۽ مڪمل آهن. رباني صاحب جي ٻين مشهور ڪتابن وانگر هي ڪتاب پڻ ”موتين جي مالها مثل، نثر ۾ پويل آهن.“(25)

اهو محسوس ڪيو ويو آهي تہ رباني جو مشاهدو تمام اونهو آهي، جو ڪجهہ هن ڏٺو اهو ديس اڳيان اهڙي انداز سان پيش ڪيو اٿس، جو جڻ ساڻس گڏ آهيان. سفرنامي لکندڙن جي هڪڙي ٽولي جي لکڻ جو اهو نئي طريقو آهي، جيڪي سڌي يا اڻ سڌي طرح رباني؏ جا همسفر اديب چئجن تہ بجا آهي اهي آهن.

ساهتيءَ جي ٻن عالمن ميان غوث محمد گوهر جيڪي پاڻ الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي محمد جا باني آهن تن هڪ سفرنامو ”سا سفر هليا“ جي عنوان سان لکيو آهي ۽ محمد پناهہ ڦرڙو- ڊئريڪٽر الڪبير اڪيڊمي جنهن ”ڀارت ياترا“ لکيوآهي. اڪبر سومري ”چهرا چهرا“ لکيو آهي. بهرحال رباني؏ سير سفر تمام گهڻو ڪيو آهي. اهڙا اشارا ڪنايہ سندس ڪهاڻين، مضمونن، توڙي سوانح احوالن مان ملن ٿا. سنڌ جي چپي چپي جو سير ڪيو اٿس. اهو ريگستان هجي يا ڪوهستان لاڙ هجي يا سرو، وچولي جو تہ هي پاڻ آهي، پاڪستان جو ڪهڙو صوبو آهي، جنهن جي ڪنڊ ڪڙڇ جو ديدار نہ ڪيو اٿس. بلوچستان جو هنگلاج هجي، سرحد جو غني؏ جو ڳوٺ هجي، اترين علائقن جو سوات هجي، ڪاغان هجي، ڪيلاش يا ڪا فرستان هجي، پنجاب جا منڻ ڪوٽ ، داتا جي نگري لاهور، راولپنڊي، اسلام آباد، نٿيا گلي، ڪوهہ مري، ايوبيہ ، توڙي هڙاپا هجن، سيني ماڳن کي چڱي طرح گهميو ۽ ڏٺو اٿس. ٻاهرين ملڪن مان بنگلاديش، ڀارت، چين، ايران ۽ ڪي روس ڪان آزاد ٿيل رياستون ۽ افغانستان بہ گهميو آهي. پاڻ پنهنجي سفرنامن جي انفراديت ۽ واقعن جو رخ اهڙي انداز سان پيش ڪيا اٿس ۽ سير ڪيل جڳهين کي حوالن سان بيان ڪيو آهي. سندس جو مطالعو وسيع هو ۽ سندس گهرائي تمام اونهي آهي. جنهن جو ثبوت سندس سفرنامن جو ڪتاب آهي. هو جڏهن ڪا تصوير، ڪا محل، ڪو هوٽل، ڪو تاريخي ماڳ ڏسي ٿو. پڙهندڙن کي ٻڌائي ڪونہ

تو، بلڪ پوري جاڻ ڏني تو، محمد قاسم ماڪا لکي ٿو ته: "غلام رباني آگري صاحب جن ذاتي طور مون تي تمام گهڻا احسان ڪيا ۽ هميشه مون کي پنهنجي اولاد جيان پيار ڪندا هئا.

سندن هيءُ سياحت نامو 'هنگلاج ۾ چانهه' دنيا جي ڪن مشهور ملڪن ۽ تاريخي ماڳن مڪانن جي شاندار سفرنامن تي مبني آهي. جنهن جي سنڌي ادب ۾ تيل سفرنامن ۾ اهميت "سدا گلاب" جي ٽڙيل گل جهڙي رهندي. سرهاڻين سان واسيل هن سفرنامي جي پني پني کي اوهان جي نظر ڪندي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي فخرمند آهي."(26)

غلام رباني آگري جا سفرناما سنڌي ادب جي تاريخ ۾ اهم جاءِ والارين ٿا. جڏهن ڪو محقق سفرنامن جي تاريخ تي تحقيق ڪندو ۽ رباني جي لکيل سفرنامن جو ذڪر نه ڪندو ته سفرنامن جي تاريخ اڻپوري ۽ اڌوري رهندي چو ته، رباني جا سفرناما سنڌي اديب جي تاريخ جا اهم حصا آهن.

## سفرناما

غلام رباني آگري کي سياحت جا موقعا ان ڪري مليا جو هن سنڌ پاڪستان جي علمي ۽ ادبي ادارن ۾ نوڪريون ڪيون انهيءَ حيثيت ۾ دنيا جي ملڪن جا دورا ڪيا. جيئن ته، مختلف هنڌن ماڳن مڪانن تي گهميل منظرن ۽ ملڪن شهرن جون ذڪر ڪري آيو آهيان. هاڻ هن ئي عنوان ۾ غلام رباني آگري جي سفر نامن جو ذڪر ڪبو ته غلام رباني آگري سفر نامي جي صنف ۾ پنهنجو پاڻ کي ڪهڙي انداز سان پاڻ مجرايو آهي ۽ غلام رباني آگري جا تمام مختصر سفرناما آهن، اهي سڀئي سفرناما جنهن جو تعداد اٺ آهي. اهي اٺ ئي سفرناما هڪڙي ئي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهه" مجموعي ۾ شامل ڪيل آهن. هن ڪتاب کي محترم الطاف آگري صاحب ۽ نصير مرزا سهيڙيو آهي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آگسٽ 2012ع ۾ ڇپيو آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄام شورو هي ڪتاب شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب جي ارپنا غلام رباني آگرو جي پن پٽن عزيزالرحمان مجيب الرحمن سندس نياڻي قرة العين ۽ انهن جي والده ماجده نورجهان جي نالي تيل آهي. هن ڪتاب جي شروعات ۾ ٻه اکر محمد قاسم ماڪا

ڊئريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جا لکيل آهن. مهاڳ هوائون هنگلاج ڏي. سنڌي ادب جي نالي واري ليکڪا ڊاڪٽر فهميده حسين جو لکيل آهي. مذڪوره مختصر سفر نامن جي هنڌن جا نالا هن ريت آهن. هنگلاج ۾ چانهه، بنگلاديش ۾ ڏهه ڏينهن، هندستان ۾ سارڪ سيمينار، ايران اڳي ۽ هاڻي، رني ڪوٽ، سير ۽ سفر چين ولايت جو، چين جو سفر نامو، ڪوهه قاف جون پريون.

مذڪوره ڪتاب ۾ ڪل 230 صفحا آهن ۽ ان کان پوءِ "هنگلاج ۾ چانهه" ۾ البم ڏنل آهي. جنهن ۾ غلام رباني آگرو ۽ خضدار جي ڊپٽي ڪمشنر علي رضا، جرمن اسڪالر اينيمري شمل جي هٿن ۾ چانهه جا ڪپ آهن. هنگلاج جو پوڄاري سنڌن پويان بيٺل نظر اچي ٿو. رباني جي هن سفر جي ساٿي ڪئرن به بنا ڪوپ جي ويٺل نظراچي ٿي. منهنجي تحقيق جو موضوع تصويرون بيان ڪرڻ ته ڪو نه آهي. پر سفر نامي هن مجموعي جو نالو ئي هنگلاج ۾ چانهه آهي، انڪري هن جو ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهيم. هن مجموعي ۾ ڪي يادگار تصويرون پڻ ڏنل آهن.

جيئن ته :- هن مجموعي ۾ پهريون سفر نامو آهي.

## 1_ هنگلاج ۾ چانهه

هن سفر نامي ۾ غلام رباني آگري هنگلاج ياترا جي تاريخ بابت ڪجهه حوالا به ڏنا آهن ته قديم زماني ۾ السند والهند هندي ۽ انگريزي ڪتابن ۾ ان جو ذڪر اذڪار هنگلاج ناني جي نالي سان ملي ٿو."(27) غلام رباني لکي ٿو ته: "يلارو پٺائي جوڳين ۽ سنياسين جي سنگت ۾ به دفعا هنگلاج ياترا تي ويو هو. رباني هن سفرنامي بابت لکي ٿو ته ويهه پنجويهه سال ورهيه ڪن تي پڙلاءُ پيو ته هنگلاج هلڻ لاءِ

هڪ قافلو تيار ٿيو آهي. جنهن ۾ سنڌي زبان جو وڏو عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سندس دوست (مرحوم) محمد اسماعيل نون ۽ ٻيا ڪي ساٿي شامل آهن. اها ڳالهه ٻڌي اندر ۾ ڏاڍا اڌما ٿيا ته جيڪر ان قافلي ۾ شامل ٿجي... غريباڻي حال ڪي ڏسي... هنگلاج ڏسڻ جي حسرت ڀهر صورت دل ۾ رهي. قرآن ڪريم ۾ خداوند ڪريم جون جيڪي صفتون بيان ٿيل آهن تن ۾ هڪ اها به آهي ته هو ظاهر ۽ لڪل (غيب) جو ڄاڻندڙ آهي. ...... ويهه پنجويهه ورهيه اڳ مونکي اهو خواب خيال ڪونه هو ته الله هڪ ڏينهن اهڙو آڻيندو جو مان هنگلاج هن طرح ڏسڻ ويندس."(28) جيپ بدران هيليڪاپٽر ۾ سوار ٿي وڃي هوا مان هيٺ لهندس! جيئن ٿي پير پٽ تي رکندس ته فوج جا جوان مون کي سلامي ڏيندا ۽ هنگلاج جي ويراني ۾ گلم غاليچا وڇايا ويندا."(29) ... صدر پاڪستان وٽان مون وٽ اڪادمي ادبيات پاڪستان جي آفيس ۾ هدايتون پهتيون ته ڊاڪٽر شمل ملڪ جي قابل قدر علمي خدمت ڪئي آهي، هؤ جڏهن دوري تي اچي ته سندس خاص خيال رکيو وڃي ۽ ميزباني جا فرائض اڪادمي ادبيات پاڪستان سر انجام ڏئي. ... مون ڊاڪٽر شمل کي خط لکي پڇيو ته گهمڻ لاءِ ڪاڏي هلڻو آهي؟ پنهنجي طرفان ڪيس سڪردو هلڻ جي صلاح ڏنم جتي سنڌو درياءُ پاڪستان ۾ داخل ٿئي ٿو. ڊاڪٽر شمل واديءَ ڪاغان ۾ سيف الملوڪ ڍنڍ ڏسڻ جو شوق ڏيکاريو."(30) سڪردو وڃڻ لاءِ هيليڪاپٽر بدران بوئنگ جهاز جي سواريءَ کي ترجيع ڏني رهائش لاءِ شنگريلا هوٽل ۾ انتظام ٿيو. جنهن جي اشتهار ۾ دعويٰ ڪئي هئي ته هي هوٽل ڌرتيءَ تي بهشت جون سڪون ٿي لاهي."(31)

غلام رباني هن سفر نامي ۾ سني منظر ڪشي ۽ اتان جي ماڻهن جي زندگي گذارڻ جي اصولن تي سني نموني لکيو آهي. ... لسٻيلي لهڻ کان اڳ خضدار ۾ لٿاسين جو هيليڪاپٽر جي عملي کي اتي تيل پرائڻو هو. ايئر پورٽ اڃان زير تعمير هو. خضدار جو نوجوان ڊپٽي ڪمشنر اسان جي استقبال لاءِ اتي موجود هو....شهر جا معزز ماڻهو اسان جي استقبال لاءِ موجود هئا. چاءِ پيئيسون، رابعه خضداريءَ جو قصو نڪتو جا ٿينءَ چوٿيءَ صديءَ جي عربي زبان جي وڏي شاعره

هئي. پنهنجي نوڪر سان رومانس ڪيو هئائين. پاڻس ان ڪري ڪيس ماري ڇڏيو سندس دوست وري پاڻس کي ماري ڇڏيو. هاڻي ته ڪنهن جي قبر جو نشان ڪونهي.“(32) هن سفر نامي ۾ رباني لسٻيلي جي سگهڙن ۽ ڳائڻن لوڪ ناچن جي ڊپٽي ڪمشنر طرفان انتظام جو ذڪر ڪيو ته شمل، ڪئرن ۽ مان اتان جي ڊپٽي ڪمشنر علي رضا سان گڏ هڪ شامياني ۾ اچي ويناسين جتي (100) سو کن ماڻهو اسان جا منتظر هئا. هو سنڌي ، بلوچي ۽ مڪراني ڳالهائي رهيا هئا. اسان جي پهچڻ سان راڳ ۽ ناچ شروع ٿيا. راڳ جا ٻول گهڻو ڪري بلوچي يا مڪراني هئا. البت زالن جي ڳيچن ۽ سهرن جي لئه، لب ولهجي ۾ سنڌي جهلڪ نمايا هئي. مقامي هندو فنڪارن جيڪو ڏانڊ يا ناچ ڏيکاريو اهڙو ساڳيو ناچ مان ويهارو ورهيه اڳ شڪارپور ۾ ڏسي چڪو هوس. البت شيدين جو مگرما ناچ جنهن جو نالو سنڌي ادبي بورڊ جي فائيلن ۾ پڙهيو هو، سو پهريون ڀيرو لسٻيلي ۾ ڏٺم.“(33) هتي غلام رباني، سنڌ جي ثقافت جو منظر ۽ بلوچستان جي منظر ۾ هڪجهڙائي ڏيکاري آهي. هن سفر نامي ۾ شيرين فرهاد جي قبر ڏسڻ جو ذڪر ڪيو آهي، تربت ۽ گوادر ويندڙ رستي جبل ۾ داخل ٿيڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي، شاهراهه ريشم قراقرم هماليه جبل پاڙ ۾ ملن ٿا. شاهراهه ريشم جي هڪ طرف جتي سنڌو درياهه جي ڪڙڪي ڪرڻ جو ذڪر ملي ٿو. رباني لکيو آهي ته: ”مون کي ايئن سمجهه ۾ آيو ته پراڻي دور ۾ ايران ۽ ڪيچ مڪران کان ايندڙ واپارين قافلن کان شيرين فرهاد جو قصو ٻڌي ڪنهن شخص اها مصنوعي قبر ناهي آهي.“(34)

هنگلاج جي تاريخ جون خبرون چارون هن ريت بيان ڪري ٿو ته: ”ستت هڪ پنڊت لس ٻيلي جي هندن سان گڏ آيو. مون کانئن هنگلاج جي تاريخ بابت سوال ڪيا، رباني لکي ٿو ته: ”ڏند ڪٿائن کان وڌيڪ ڪجهه به معلوم نه هو، البت پنڊت کي سنسڪرت ۾ ڪي اهڙا ڀڄن ياد هئا، جي ياتري هنگلاج ۾ پڙهندا آهن. ربانيءَ جو هي سفرنامو بهترين نموني لکيل ۽ بيان ڪيل آهي، انن تي هنگلاج ياترا ڏانهن وڃڻ ۽ ڊاڪٽر شمل جڏهن اُت تي چڙهي ٿي ته ڪو به پولو پؤڪونه ٿو

ٽئيس...اڻ جيئن ئي لوڏو ڏئي اٿيو تہ پهرين سٽ ۾ رباني جا پگهر نڪري وڃن ٿا."(35)

واٽ تي چپ پئي هئي، جت چيو سائين هي "گٽيش" آهي، مون مٿس نگاهہ ڪئي ايئن محسوس ڪيم تہ غالباً انساني ذهن جو هڪ مسئلو اهو بہ آهي تہ هي هو بي معنيٰ شين ۾ معنيٰ ڳولي توءِمفروضن جي بنياد تي عقيدا قائم ڪري پاڻ کي ڏچي ۾ وجهي ٿو."(36)

ڏچي ۾ وجهڻ هڪ سوالي ڳالهہ آهي، ڪٿي ائين تہ ناهي ڪٿي نہ ڪٿي انسان پنهنجي تسڪين جي لاءِ ايئن بہ ڪيو هجي...آسا پوري ڪان اڳتي انن جي هلڻ جي واٽ ڪانہ هئي. باقي سفر اسان کي پيادل ڪرڻو هو...اڳتي وڌندا رهياسين هڪ هنڌ ننڊي غار جي منهن تي رت جا نشان هئا. چيائون تہ ياتري اتي ٻڪري قربان ڪندا آهن، ان غار کي ڪالي ماتا جي غار ڪونبو آهي، سنڌ جي ممتاز عالم دين مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ مون کي ٻڌايو هو تہ اڄ ڪان هزارين ورهيہ اڳ هنگلاج تي حج ٿيندو هو ۽ زالون ۽ مرد طواف ڪندا هئا. مون ڏي هنگلاج جي ياترين کي گيڙو لباس ڏسي ياد آيو تہ مير عبدالحسين خان سانگيءَ "لطائف لطيفيءَ" ۾ لکيو آهي تہ ڪجهہ وقت پنائي صاحب پڻ سناسين جي سنگت ڪري گيڙو ڪفني پائيندو هو. رباني لکي ٿو تہ اسان جا حاجي سڱورا پڻ حج جو مخصوص سفيد احرام ٻڌندا آهن. هاٺي ٻڪر جي قرباني جو ٻڌي حج جي رسم ياد آئي."(37)

پنج پندرنهن ٻيون وکون ڪنيوسين پاٽيءَ جو تلاءُ نظر آيو. جنهن جي پنيان هڪ چگي "وڏيٽڙي" غار هئي. جنهن ۾ هڪ پوڄاري پلٽي ماريون وينو هو. هنگلاج ۾ ڪنهن مندر يا مڙهي جو نالو نشان ڪونہ هو..

پوڄاري گورڌن ٿرپارڪر ضلعي چيلهار جو وينل هو... سندس اڳيان ڪي پراڻا پستڪ رکيل هئا، جن لاءِ چيائين تہ هندي ۽ سنسڪرت ۾ آهن. انهن پستڪن ۾ هنگول ديويءَ جي ساراهہ جا ڀڄن آهن. پڙهي اسان کي مطلب سمجهايو......

هنگلاج لاءِ چيائين تہ هي متبرڪ مقام آهي. هتي سري رامچندر، گروگورڪناٿ، گرو نانڪ آيا هئا. پلاري پٽ ڏٺي پنهنجا پير گهمايا هئا، ديوتا عبادت ڪندا هئا.

هن سفر نامي لکڻ جو مطلب ڏنو آهي، تہ هنگلاج اهو هنڌ آهي، جتي ايامن ڪان وني اهل دل انسانن پنهنجي پاڻ کي سڃاڻڻ لاءِ ايندا رهندا آهن پر رباني ڪجھ فلسفي ڳالهيون پڻ هن سفرنامي ۾ بيان ڪيون آهن. مختصر ۾ چند مثالن ذريعي هن سفر نامي کي پڙهندڙ آڏو پيش ڪيو آهي.

چيتن گارگ ونشي پنهنجي مضمون هنگلاج تيرٿ ياترا ۾ نانيءَ جو ميلو لکيو آهي، تہ جبل کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، هڪ پٿر تي هنگلاج ماتا جي مور تي اُڪريل اڄ بہ نظر اچي ٿي. هنگلاج ديويءَ جو آستان ڪان اڌ ڪلو ميٽر جي مفاصلي تي اڌ وچ ۾ ڪٽيل جبل اندر ڪالي ماتا جو مندر آهي.” (38)

جڏهن رباني لکي ٿو تہ پاڻيءَ جو اتي تلاءُ نظر آيو جنهن جي پنيان هڪ چڱي وڏيٽڙي غار هئي. جنهن ۾ هڪ پوڄاري پلٽي ماريو ويٺو هو. هنگلاج ۾ ڪنهن بہ مندر يا مڙهي جو نالو نشان ڪونہ هو، شايد غلام رباني آگرو اهو مندر نہ ڏٺو هجي.

## 2. بنگلاديش ۾ ڏهہ ڏينهن

هي غلام رباني آگري جي سفر نامي ”هنگلاج ۾ چانهہ“ جي مجموعي ۾ ٻيو نمبر سفر نامو آهي. جڏهن ڍاڪا ۾ ايشيا جي ملڪن جي شعري و شاعري ۾ ادب بابت پاڪستان سرڪار کي دعوتناما موڪليا هئا تہ اوهان پنهنجو وفد موڪليو. ان وقت حڪومت پاڪستان غلام رباني آگري کي وفد جو اڳواڻ ڪري موڪليو هو. جشن ڍاڪا لاءِ پاڪستان، هندستان، نيپال، سريلنڪا، ايران، ترڪي

۾ ڪوريا ملڪن جا وفد به شامل ٿيا. ڍاڪا ۾ ادبي اجلاسن ۾ مختلف ٻولين جي اديبن پنهنجا ادبي پيپر پڙهيا هئا، انهيءَ اجلاسن جو ذڪر هن سفر نامي ۾ مليل ٿو. غلام رباني لکي ٿو ته: ”هڪ ڏينهن صبح جو ادبي اجلاس جي وقفي ۾ بنگلاديش جي صدر جنرل ارشاد، سمورن مندوبين Delegates جي مان ۾ پارٽي ڏني. جڏهن سڀ مهمان چانءِ تي ڳالهه ٻولهه ۾ مشغول هئا ته هن پنهنجي يارهن ٻارهن سالن جي پٽ کي آڱر سان اشارو ڪري چيو ته هو مهمان پاڪستان مان آيل اٿئي ساڻس وڃي مل. مون کي پاڪستاني لباس پيل هو، سو ان ڳالهه تي حيرت ڪانه ٿيم ته جنرل ارشاد کي ڪيئن خبر پئي مان پاڪستاني آهيان، پر سوچڻ لڳس ته سمورن مهمان جي وچ ۾ هن پنهنجي پٽ کي رڳو مون سان ملڻ لاءِ ڇو چيو؟ اوچتو منهنجي اکين اڳيان هڪ تيز رفتار فلم وانگر پاڪستان جي ٽٽڻ ۽ اوير پاڪستان جي جدا ٿيڻ جا منظر لحظي ۾ لنگهي ويا ۽ شدت سان احساس ٿيم ته مار! مان هت ڪو سئر ۽ تفريح ڪرڻ ڪونه آهيان، پر عظيم اجتماع ۾ پنهنجي ملڪ جي نمائندگي ڪرڻ آيو آهيان. جنرل ارشاد جو نينگر مون تائين پهچي ئي پهچي تنهن کان اڳ مان تڪڙو تڪڙو ڏانهنس وڌيس ۽ کيس مٿي تي هٿ گهمائي دعا ڪري وڃي جنرل ارشاد سان مصافحو ڪيم. جنرل ارشاد نهايت سباجهي لهجي انگريزيءَ ۾ پڇيو ته رهائش ۾ ڪا تڪليف ته ڪانهي؟ مون سندس شڪريو ادا ڪيو.“(39) پروفيسر علي حسن غلام رباني آگري کي هڪڙي ڳالهه ٻڌائي هئي ته پاڪستان ٽٽڻ ڪانپوءِ ملڪ جو وزيراعظم پنهنجي بيگم سان گڏ اوير پاڪستان جي دوري تي آيو. پاڻ کنهن دعوت ۾ ويو ته پنيان ڍاڪا جي وڏ گهراڻين خواتين اڌ گول ۾ ڪرسيون وجهي- ويٺيون هيون، جڏهن بيگم صاحبه گاردن پارٽيءَ ۾ پهتي ۽ پنهنجي ڪرسيءَ تي ويٺي تڏهن سڀني ڪٻي نهاري نرڙ ۾ گهنج وجهي چيائين ته اوهان هي هندوانه لباس ڇو پاتو؟ غرارو ڇو نه ٿيون پايو؟

اهو ٻڌي هڪ نوجوان بنگالي خاتون جوش ۾ اچي وئي ۽ اٿي بيٺي تيزيءَ سان چيائين ته بيگم بيبي عائشه به غرارو پائيندي هئي؟.“(40)

پاڪستاني سفارتخاني، پروفيسر علي حسن جي ميزباني، بنگلا ايڪيڊمي، ڍاڪا شيرين هوٽل، چاٽگام ڪان ڪاڪس بازار جو سفر ۽ هڪڙي اهم ڳالهه رباني لکي ٿو ته: ”بنگلاديش ۽ برما جي سرحد تي ڪي اهڙا قبيلا به آهن، جن ۾ عورت ڪي اهو درجو مليل آهي، جيڪو اسان وٽ مرد ڪي مليل آهي، جنهن مارڪيٽ غلام رباني پنهنجي وڃڻ جو ذڪر ڪري ٿو ته هي مارڪيٽ انهن ئي قبيلن جي عورتن جو آهي انهن قبيلن ۾ روزگار جا سڀ ڪم مثلاً واپار، نوڪري ۽ کيتي ٻاڙي عورت ڪري مرد گهر ۾ ماني پچائي. چند فوڪ ڪري ۽ ٻار سنڀالي. زال ڪاوڙجيس ته هٿ مان ڏوئي ڪسي نڙڙ ۾ نڪاءُ ڪرائيس ته، بد افعالا، اڄ ٻوڙ ۾ لوڻ گهٽو وڌو اٿئي.

ڪا ڏاري زال گهر ۾ اچي ته مرد ڊوڙي وڃي پردو ڪري چو ته ڪي زالون لٺ ٻاني ۽ بندوق جي زور تي ٻين عورتن جا خوبصورت مرد اغوا ڪري ويندڻيون آهن... ڳالهه جو نبيرو عورتن جي جرڳي ۾ ٿيندو آهي.“(41) هن سفرنامي ۾ ايئن محسوس پيو ٿئي رباني جڻ ته ڪنهن پراڻي دور جي قصن جي ڪردارن جي ڳالهه پيو ڪري پر هن سفرنامي ۾ سچا پچا حقائق بيان ڪيل اٿس. جيئن ته الطاف جي ڪنهن سفر نامي ۾ پڙهيو هيم ته انهي ملڪ جا ڳيرا ايترا وڏا آهن جيئن اسان وٽ جيتريون ڳجهون آهن ايترا وڏا آهن. هن سفر نامي ۾ اتان جي ريتن رسمن ۽ تاريخ جي حقيقتن جي خبر پوي ٿي.

## 3. هندستان ۾ سارڪ ڪانفرنس

غلام رباني آگرو جي سفرنامن ۾ هن سفر نامي ۾ جيڪا منظر ڪشي ۽ هندستان جي تاريخي ماڳن مڪانن جو ذڪر دل کي ليائيندڙ آهي. غلام رباني هن سفر نامي ۾ پنهنجي شروعاتي تعليم جو ذڪر ڪري ٿو ته: ”جڏهن انگريز هندستان ڇڏي

ويا تہ مان تيرهن سالن جو هئس ۽ ٽيون درجو انگريزي پڙهندو هئس. ان زماني ۾ انگريزي ست درجا پڙهي مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻو پوندو هو. اسڪولن ۾ سنڌ جي رنگين تاريخ سان گڏ هندستان جي تاريخ بہ پڙهائي ويندي هئي. سو شاگردن کي مغل بادشاهن جي نهرايل عاليشان عمارتن ڏسڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. خاص ڪري دهليءَ جو لعل قلعو، ديوان عام، ديوان خاص، جامع مسجد موتي مسجد، قطب مينار، همايون جو مقبرو ۽ آگري ۾ تاج محل تہ ننڍپڻ ۾ اسان جو خواب هو."(42) هي 1984ع جي ڳالهہ تہ دهليءَ ۾ پاڪستاني سفارتخاني مان گهر ٿي هئي تہ ڪلڪتي ۾ سارڪ ملڪن ۾ جو سيمينار آهي. پاڪستاني وفد موڪليو وڃي، انهيءَ وفد جي سرواڻي غلام رباني آگري ڪئي. هن سفر نامي ۾ غلام رباني هند جي تاريخ خصوصاً تاج محل بابت، پنهنجي سوانح حيات، الڙپائي جا قصا، يارت جي اديبن جي بي وفائي، اهڙي ڳالهہ اسان جي پاڙيسري محمد پناهہ ڦرڙو بہ ذڪر ڪندو آهي تہ واقعي اتي بي وفائي جي بوءِ نظر ايندي آهي. رباني جي هن سفرنامي ۾ هند جي شعرن جي جاگرافي جاگرافيائي پوزيشن، ڪن تحريرن بابت، ون يونٽ بابت، ادبي مشاهيرن ۽ سنگيتن بابت، مکيہ ڏسڻ جڙيون جايون- تيمورن جي ڪوس بابت، مغلن جي زواليت جا ڪارڻ بيان ڪيل آهن. ڊاڪٽر فهميده حسين هن سفرنامي بابت لکي ٿي تہ: "هندستان جي سفر نامي دوران حاصل ٿيل تجربن مان بہ ڪي مون کي بلڪل پنهنجن تجربن جهڙا لڳا، جيئن رباني صاحب مهيندر سنگهہ بيديءَ جي وهنوار ۽ رويي جو احوال لکيو آهي، بلڪل اهڙو ئي وهنوار مون کي 2008ع ۾ دهليءَ جي ڪن سنڌي اديبن ۽ اديبائن جو نظر آيو جن سان هتي وي.آئي.پي ورتاءُ ٿيندو آهي ۽ اتي هنن اسان کي ڪنگهيو بہ ڪونہ! سو اهي زندگي جا تلخ تجربا ۽ مشاهدا جتي گهڻو ڪجهہ سيکاريندا آهن. اتي احساس دلين ۾ ڏک جي هڪڙي ننڍڙي چيت بہ چڏي ويندا آهن، جيڪا هر هر پئي ڏکندي آهي."(43) غلام رباني جو هي سفر نامو گهڻي اهميت رکي ٿو جيڪو هميشہ ياد رهندو.

## 4_ ايران اڄ ۽ هاڻي

غلام رباني آگري جي هڪ ٻي تصنيف "هنگلاج ۾ چانهه" ۾ سفر نامو مختصر هوندي به وڏي اهميت رکي ٿو، ڇاڪاڻ غلام رباني آگري هن سفر نامي ايران مختلف سياسي، سماجي ۽ مذهبي حالات کي قلبند ڪري اتان جي انقلاب کي روس اشتراڪي انقلاب، ان کان اڳ يورپ جي صنعتي انقلاب ۽ فرينچ انقلاب ۽ انهن انقلابن کان اڳ اسلامي انقلاب بابت ڳالهيون ڪيون آهن تنهن کان ايران جي انقلاب کان وٺندي ان جي زوال ۽ ترقي بابت معلومات ڏني آهي. هن اڳ کان ۾، غلام رباني آگرو سن 1977ع، ۾ به، ايران گهمي آيو هو، ان وقت جا حالات ۽ ويهن کان پوءِ، جڏهن ايران ويا ته، هرهڪ شيءِ ۾ تبديلي ڏسي اتان جي عوام ۽ حڪمرانن جي عملي حڪمت کي ساراهيو آهي. غلام رباني آگرو لکي ٿو ته: "ايران هڪ عظيم ملڪ آهي. اڄڪلهه "عظيم ملڪ" ته آمريڪا آهي، پر تاريخي لحاظ کان ايران جو تحزيبي سرمايو ان کان گهڻو وڌيڪ آهي. شخصيتن، قومن، قبيلن، ملڪن ۽ تهذيبن جي عظمت جي پرک تاريخ جي ورقن سان ٿيندي آهي."(44) غلام رباني آگري پنهنجي سفرنامن ۾ هر طرح جي معلومات پڙهندڙن تائين پهچائي تن جي علم ۾، هر طرح اضافي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري وڌيڪ لکي ٿو ته: "اسلامي انقلاب کان اڳ به ايران هڪ مهذب ۽ تمدن وارو ملڪ هو، پر "هفت اقليم (SUPER-POWER) هو. آمريڪا، انهيءَ زماني ۾، نيم- مهذب ماڻهن جو پنتي پيل ملڪ هو."(45) غلام رباني رباني آگري پنهنجي سفر نامي ۾ مختلف ملڪن جي انقلابن حالتن ۽ سياسي ۽ صنعتي ترقي جو ذڪر ڪيو آهي، اُتي لکي ٿو ته: "چون ٿا ته، ڪو پاڪستاني وَفدُ، چين جي اڳواڻ چيئرمئن مائوءَ سان مليو هو. ملڪن ۽ معاشرن ۾ عام خرابين جو ذڪر نڪتو، ته وفد مان ڪنهن شخص چيو ته: "اسلامي تعليم تي عمل ڪرڻ سان معاشري جون مڙئي خرابيون دور ٿي وڃن ٿيون."

چيئرمين مائوءَ جواب ۾ چيس "توز پوءِ دنيا ۾ هيترا سارا مسلمان ملڪ آهن ٻڌايو تہ ڪهڙي ملڪ اسلامي تعليم تي عمل ڪري رهيو آهي."(46) ايران جو قديم تختگاهہ تخت جمشيد (پرسي پولس) جنهن کي سڪندر بادشاهہ دارا کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ ساڙائي ڇڏيو هو. تخت جمشيد جا فلڪ بوس پٿر جا منارا هزارن سالن گذرڻ کانپوءِ بہ اجا صحيح ۽ سالم بيٺا آهن."(47) ايران جي ماضيءَ تي رباني لکيو آهي تہ: "ماڻهن ۾ مذهبي بيگانگي ۽ عياشي ڇڙٻ چڙهيل هئي. شراب، رشوت ۽ حرام ڪاري عام هئي، مٿئين طبقي ۾ چرس، آفيم ۽ ٻين نشيدار شين جو واهپو وڌي ويو هو. شاهہ جي عياشين ۽ پيٽس (شهزادي اشرف پهلويءَ) جي فرعونيت جا داستان عام هئا."(48) هن سفر نامي ۾، پروفيسر حجاريءَ جو حوالو ڏنو ويو آهي تہ، "لاهور جي "دن" اخبار ۾، 18 جون 98ع تي ايران جي دوري بابت، پنهنجي تاثراتي مضمون ۾ لکيو آهي، جنهن جو هت اردو مان سنڌي ترجمو پيش ڪجي ٿو: "جناب غلام رباني آگرو ڪي پاڪستان جا سمورا اديب ۽ شاعر بلڪ تمام گهڻا ماڻهو سڃاڻن ٿا. هُو شاهہ ايران جي حال احوال کان بہ واقفڪار هو ۽ مختلف دورن ۾ پاڪستانين جي بابت ايرانين جي راءِ جي صورتحال کان بہ واقف هو."(49)

ايرانين ۾ ترڪن جو رت شامل آهي، ترڪ ۽ ايراني نسل جا ماڻهو عام طرح خوبصورت ٿين ٿا، سندن وصف پيشاني، ڀرون، اکيون، نڪ، چپ ۽ ڳل ڏاڍا سهڻا ٿين ٿا."(50) رباني هر شهر لاءِ سنو لکيو آهي، ان شهر ۾ جهڙوڪر عڪس ڪڍيو اٿس تہ، تهران جي پنهنجي سونهن آهي، پر، مشهد وڌيڪ سهڻو شهر آهي، چئو طرف ساوڪ، وڻڪار ۽ وڻندڙ نظارا اٿس، امام علي رضا جو روضو پري کان پترو آهي، انسان وٽ اڪثر روضن تي ڳالهيون ڪثرت سان نظر اينديون آهن فقير، ڪتا ۽ مکيون پر سڄي مشهد شهر ۾ اسان کي گداگر ۽ ڪتو نظر ڪو نہ آيو. تہ وري ڪاڏي پيتي جي نشين تي مکين جا يونيات ٻڌڻ ۾ آيا."(51)

...دنيا ۾ قرآن ڪريم جي ناياب نسخن جو سڀ کان مشهور ڪتب خانو مشهد ۾ آهي."(52) ايران ۾ اسلامي انقلاب کان پوءِ

فردوسيءَ جو مجسمو بہ ڪنهن طرح بچي ويو. سچو پٽر جو آهي ۽ انهيءَ انداز سان ٺهيل آهي، تہ فردوسيءَ کي ڏکهو ڪوٽ پيل آهي. مٿي تي دستار اٿس، جنهن جو نمونو سنڌ ۾ دستار ٻڌڻ وارو آهي."(53)

چين ۾ "سن يات سين" جو عاليشان مقبرو آهي، سنگمرمر ۾ ٺهيل سندس مجسمو آهي."(54)

سنڌ چيف ڪورٽ جي اڳيان ڪوي مهاتما گانڌيءَ جو مجسمو هوندو هو... ڪراچيءَ جي فريئر هال گارڊن ۾ راڻي وڪٽوريا جو هڪ خوبصورت مجسمو هوندو هو."(55) اچو تہ رباني سان گڏ، اسان بہ ايران جي هڪ علمي شهر جي زيارت ڪريون. تهران ڪان روڊ رستي ٻن ڪلاڪن جو سفر آهي علائقو جابلو آهي. اهڙوئي جهڙو حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ آهي."(56) هي سمورو سفرنامو ايران جي تهذيب، تاريخ، ثقافت، ايراني انقلاب ڪان اڳ ۽ پوءِ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هي سفرنامو ٽماهي "مهراڻ" 1998ع ۾ بہ شايع ٿيل آهي ۽ ان ڪان پوءِ، غلام رباني آگري جي سفر نامي جي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهہ" جي صفحي نمبر 95 ڪان 144 تائين پکڙيل آهي.

سندس وڏيڪ تحرير جو لطف هن لکيت ۾ ڏسو...اها بہ خبر ڪانهي تہ اهو سفر ڇو اختيار ڪيائون؟ زندگيءَ جا آخري ايام بيابان جي هن خيابان ۾ ڇو اچي گذاريائون؟ پنهنجي ناني سائينءَ حضور پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جن جا متبرڪ ڪک ڪهڙي مجبوري هيٺ ڇڏيائون؟ ليڪن ايترو تہ پڌرو پيو آهي. اسان مسلمانن تي ساڻن اهي عقوبتون ڪيون، ڪين پنهنجن اباڻي ڪکن، ڇڏڻ تي مجبور ڪيوسون، ڪٿي بہ قرار ونڻ ڪو نہ ڏنوسون، دربدر ڪيوسون، بيبي صاحبہ تہ "قم" ۾ علالت ڪري وفات ڪئي، پر امام علي رضا کي، زهر ڏئي، شهيد ڪيائون جن اهو ڪارنامو سرانجام ڏنو، تن ۾ ڪير بہ مجوسي يهودي يا عيسائي ڪونہ هو، سڀ جو سڀ سندن ناني سائينءَ ، حضور پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جن تي پنج وقت ڪلمو پڙهندڙ مؤمن مسلمان هئا."(57) ايران جي سياسي تاريخ: هن عنوان لاءِ ربانيءَ مسلسل صاف ۽ چٽو لکيو آهي. شاهہ ايران جي حڪومت ۾ امام خميني اول

گرفتار ٿيو پوءِ نظر بند ٿيو ۽ آخر ۾ جلاوطن ٿيو...امام خميني ئي شاهه جي مخالفن جو هيرو هو. تاريخ پاسو ورايو ته شاهه کي تخت تاج ۽ وطن ڇڏڻو، پيو امام خميني فرانس ۾ جلاوطنيءَ جا ڏينهن پورا ڪري ايران آيو لکين ماڻهن سندن استقبال ڪيو. اقتدار جون واڳون ورتائين ۽ ايران جي مغرب زده معاشري ۾ اسلامي انقلاب آندائين."(58) ايران جي تڏهوڪي هلچل جو هيرو، محمد مصدق هو. جيڪو ملڪ وزيراعظم هو. قومي خيالن جو ماڻهو هو ايران جي ڪميونسٽ پارٽي سندس ڇپر ڇانو هئي. مغربي ملڪن ايراني فوج سان سازباز ڪري، شاهه کي واپس ايران آندو ۽ تخت تي ويهارو، شاهه ڀهريون ڪم اهو ڪيو. جو مصدق کي گرفتار ڪري، تا عمر قيد تنهائي ۾ رکيو جتي هن اُداسائيءَ ۽ اڪيلائيءَ ۾ دم ڏنو."(59) مصدق کي ختم ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش وجهي، شاهه ايران وڏي آرام سان ملڪ تي حڪومت ڪرڻ لڳو، فوج سان تعلقات پڪا ڪرڻ لاءِ جنرل زاهديءَ جي پٽ کي پنهنجي ڌيءَ پرڻايائين."(60)

مغربي ملڪن جي مشوري سان "ساوڪ" نالي هڪ جاسوسي تنظيم ناهيائين، جيڪا ملڪي سرگرمين تي ڪڙي نظر رکندي هئي. سندس مخالفن کي ڪچلڻ سختي کان ڪم ورتائين ليڪن ساوڪ ڏاڍاين ڪري شاهه جي حڪومت بدنام به ڏاڍي ٿي. عام ماڻهن جو ذهني ڪلچر مذهبي هو... شاهه جي پوليس ۽ فوج ڪيترا ڀيرا قم جي مدرسن تي فائرنگ ڪئي."(61)

حڪومت جي باري ۾ رباني جا خيال هن ريت آهن. "شاهه ايران ٻين ملڪن جي بد اخلاق حڪمرانن وانگر ايران ۾ ڪرپشن ۽ رشوت کي زور وٺايو... شاهه جي وزيرن اميرن ۽ درٻارين جا ڀيڀ ڀريا اقتدار جي نشي ڪري هو پنهنجا پير پختا ڪري نه سگهيو ، ذهني توازن قائم رکي نه سگهيو."(62)

اقتدار جو نشو ڏاڍو سخت ٿئي ٿو. شاهه پنجويهه سو سال بادشاهت جي حقيقي جانشين پاڻ کي سمجهڻ لڳو، جنهن لاءِ وڏو جشن ملهايائين...جنهن ۾ انگستان جي راڻيءَ سميت دنيا جي گهڻن ئي ملڪن جا سربراهه سڏيائين."(63)

اهڙا شاهاڻا شوق اهڙن ماڻهن کي ڪونه ٿا جڳائين. دنيا جي يهودين ۽ عيسائي حڪمرانن منجهانئن هٿ ڪڍي ڇڏيا، نتيجو اهو نڪتو ته هڪ ڏينهن اوچتو ڌڌڪوتيو، اعليٰ حضرت شهنشاهه ايران محمد رضا شاهه پهلوي آريا مهر پٽ تي اڇي ڦهڪو ڪيو.“(64)

... هينري ڪسنجر چئي ڇڏيو هو ته اسان کي ٽن شخصن کي احسان فراموشيءَ جو سبق سيکارڻو آهي، هڪ ايران جو شاهه ٻيو پاڪستان جو ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ٽيون لبيا جو معمر قذافي.“(65)

غلام رباني آگرو، ايراني ۽ پاڪستان ماحول کي ڪنهن قدر هڪجهڙو سمهجندي ڪچهرين جو ذڪري ٿو ۽ پنهنجي هن سفر نامي ۾ لکي ٿو، ته: ”قدرت جا نوازيل ڪي ڪي انسانَ، حسن خمينيءَ وانگر، ”ڪرشمه ساز شخصيت“ جا مالڪ ٿين ٿا. جڏهن هُو محفل ۾ آيو، ته چڻ نُور جي شمع روشن ٿي وئي، ۽ جڏهن اٿي ويو ته:

قِر چراغُون ۾ روشني نه رهي.(66)

هن سفر نامي ۾ غلام رباني آگري ايران جي تاريخي حقيقت کي بيان ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏي آهي. مطلب ته، هر لحاظ هي سفر نامو غلام رباني آگري جي علمي، ادبي ۽ اخلاقي گڻن ۽ مطالعي ۽ ذهانت کي چٽو ڪري ٿو.

## 5_رني ڪوٽ

غلام رباني آگري جا مختصر سفر نامه علمي ۽ ادبي دنيا ۾ وڏي حيثيت جا حامل آهن، سندس سفر ۾ جا فڪري گهرائي رکيل آهي اها پڙهڻ، سمجهڻ ۽ غور ڪرڻ آهي. مذڪوره سفرنامي ۾ غلام رباني آگري، سنڌ جي تاريخي ماڳ رني ڪوٽ جو ذڪر ڪيو آهي. هن ننڍڙي سفرنامي ۾ غلام رباني آگري هن سفرنامي جي شروعات هنن لفظن ۾ ڪئي آهي: ”اڄڪلهه رني ڪوٽ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو سمجهيو وڃي ٿو ۽ اهو خيال رباني ڪرنل خواجه عبدالرشيد جي هڪ مضمون مان حاصل ڪيو آهي ۽ هن ڪوٽ بابت مختلف مضمونن

جي ليکڪن جا احوال ورتا آهن. روزانہ هلال پاڪستان جي مضمونن جو حوالو ڏنو آهي ۽ رني ڪوٽ جي تعميرات بابت ڪجھ خيال بيان پڻ ڪيا آهن. ان کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو ڪوٺيندي چيو آهي تہ رني ڪوٽ 18 ميلن ۾ آهي ۽ اها ڳالھ ان جناب فضل الحق قاضي جي حوالي سان ڪئي آهي، ۽ ان ڳالھ کي درست قرار ڏيندي چوي ٿو تہ: ”اهو بيان صحيح آهي تہ رني ڪوٽ ارڙهن ميلن ۾ آهي، ۽ وڌيڪ اهو بہ لکي ٿو تہ: ”منهنجي خيال موجب، رني ڪوٽ کي دنيا جي وڏن قلعن ۾ تہ بلاشبہ شمار ڪري سگهجي ٿو. پر ان کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو سڏڻ لاءِ تحقيق ۽ ثابتيءَ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن جناب فضل الحق اضيءَ جو اهو بيان صحيح آهي، تہ رني ڪوٽ ارڙهن ميلن ۾ آهي، تہ پوءِ رني ڪوٽ دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو ٿي نٿو سگهي، ڇو تہ سنڌ جي اوڀارينءَ سرحد تي راجستان ۾ هڪ قلعو موجو آهي، جو چويهن ميلن ۾ آهي. مورخن ان کي ”ديوار چين“ سان تشبيھ ڏئي ”ديوار هند“ سڏيو آهي ۽ ٻڌايو آهي تہ، اهو قلعو راجستان جي راڻي، ”ڪميا“، اٽڪل 500 ورهيہ اڳ، مسلمانن جي ڪاهن کي روڪڻ لاءِ اراولي پهاڙين تي ٺهرايو هو. راڻي ”ڪميا“ اهڙا ٻتيھ قلعا ٻيا بہ ٺهرايا هئا.“(67) ان ڪان علاوه هن سفرنامي ۾ بہ راجستان جي هڪ قلعي جو ذڪر ڪيو آهي، هن قلعي بابت آمريڪا مان شايع ٿيندڙ نيشنل جاگرافيءَ جي فيبروريءَ 1977ع واري پرچي ۾ شايع ٿيل خبر جو ذڪر ٿيل آهي. غلام رباني آگرو هن قلعي بابت سني جاڻ ڏني آهي. ايچ ٽي لئمبرڪ، يوناني جاگرافيدان هڪيٽس. محمد ابراهيم جويي، ايچ.ايم.پنهور، علي احمد بروهي جا حوالا ڏنا آهن ۽ پڻ پنهنجو خيال ظاهر ڪندي چوي ٿو، تہ ”رني ڪوٽ جي تعمير جو معاملو تيسين فيصلو نہ ٿي سگهندو، جيسين محڪمہ آثار قديم وارا ان طرف توجھ نہ ڏيندا ۽ رباني ڪجھ ڳالهيون لکيون آهن. جنهن ۾ اهو بہ لکي ٿو تہ: ”رني ڪوٽ جيڏو يا ان کان بہ وڏو قلعو سنڌ جي اوڀارينءَ سرحد تي موجود آهي. تہ پوءِ رني ڪوٽ کي دنيا جي وڏي ۾ وڏو قلعو سڏڻ ڪيتري قدر درست آهي.“(68) رني ڪوٽ جي عمارت سازيءَ جي فن کي شاهڪار سڏيو اٿس. لکي ٿو تہ هي فن پنهنجي جڳھ تي هڪ مڪمل سائنس آهي ۽ اڄوڪي دور

بابت به پيٽ ڪئي اٿس ته هاڻوڪي دور جي انجنيئرن جي ڪارنامن کي به حيران ڪندڙ سڏيو اٿس ۽ چيو اٿس رني ڪوٽ جي دور جا استاد ڪاريگر هئا. رني ڪوٽ جي قلعي بابت لکي ٿو ته پراڻي ۾ پراڻو نظريو اهو آهي ته غالباً اهو ايران جي انهن ساساني بادشاهن جو نهرايل آهي لکيو اٿس ته فوجي تحفظ لاءِ سرحدن تي قلعا جوڙائيندا رهندا هئا. 1976ع ايران جي دعوت جو ذڪر ڪيو اٿس 1982ع پاڻ جڏهن چين ويو هو ته انهي بابت لکي ٿو ته دوري جي اختتام تي اسان جا چيني ميزبان اسان کي دنيا جي عجائبن مان اهو واحد عجوبو يعني ”ديوارِ چين“ ڏيکارڻ وٺي ويا. ... جڏهن اسان ديوار چين وٽ وڃي پهتاسين ۽ منهنجي مٿس پهرين پهرين نگاهه پيئي تڏهن مون ائين محسوس ڪيو ته، رني ڪوٽ اچي پهتا آهيون جيڪڏهن هزار ڪن والن جي مفاصلي تان رني ڪوٽ ۽ ديوار چين جون تصويرون ڪيبيون ۽ اهي ڪنهن ٻئي هنڌ ماڻهن اڳيان پيش ڪبيون ته حالي ته هو آساني سان چئي نه سگهندا ته رني ڪوٽ ڪهڙو آهي؟ ۽ ديوار چين ڪهڙي آهي، ۽ انهن ٻنهي تاريخي ڪوٽن جي فن ۽ ڪاريگري ۾ رکيل هڪجهڙائي مان رباني هڪ نتيجو ڪڍيو آهي. قديم زماني کان ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ اچ وڃ هئي ۽ ٻنهي ديوارن جي مفاصلي جي پڻ ڄاڻ ڏني اٿس. ته انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته، رباني ديوار چين جي ماپ پندرهن سو ميل ڄاڻائي آهي ۽ رني ڪوٽجي ماپ ويهن ٻاويهن ميلن ۾ ته پوءِ دنيا جي وڏي ۾ وڏو قلعو ڪيئن ٿيو؟ غلام رباني آگري مرحوم هن سفر نامي ۾، رني ڪوٽ جي تعمير بابت ڪن روايتن جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ رني ڪوٽ جي آڏاوت ۽ ساخت کي ڏسي چيو آهي ته، اڏاوت جي فن جو هڪ شاهڪار آهي، ۽ ان دور جي استاد ڪاريگرن جي ساراهه ڪري ٿو. اهو به چوي ٿو ديوار چين جي تعمير ۾ سوين ورهيه لڳا هوندا. رني ڪوٽ هڪ ئي بادشاهه ٺهرايو يا گهٽ ان جي اڏاوت ۾ گهڻا ورهيه لڳا هوندا. انهيءَ سموري ڳالهين کان پوءِ، ان نتيجي پهتو آهي ته، محڪمه آثار قديمه وارن کي توجهه ڏيڻ کپي ۽ تحقيق ڪري ان رپورٽ ظاهر ڪرڻ گهرجي. جنهن مان ثابت ٿيو پنهنجي طرفان قلعي جي آثارن ۽ اهڃاڻن

ڪي ڏسي ڪوبہ حتمي فيصلو يا ڪو نہ ڪيائين، ليڪن انومانن ۽ قياس جي سلسلي کي ختم نہ ٿيڻ تي ڳالھہ ڇڏي ڏنائين.

## 6_ سيرءِ سفر چين ولايت جو

تحقيقي نگاھہ سان غلام رباني آگري جي سفر نامن کي ڏٺو وڃي اھي مختصر سفر نامہ آھن، جن ۾ چند صفحا لکيا ويا آھن "چين جو سفر" جنھن ۾ چين بابت وڏيڪ روشني وجھندس چو تہ غلام رباني آگري چين ملڪ بابت ٽي سفر ناما لکيا آھن. (1)- مذڪوره سفر نامو (2)- چين جو سفر(3)- ڪوھہ قاف جون پريون جيڪي ننڍڙا ڪجھہ صفحن ۾ سمايل آھن. ھن سفر نامي جي عنوان ۾، غلام رباني آگري چين جي تھذيب ۽ ثقافت بابت، چين جي علمي ساڪت بابت، پاڪستان جي ادبي ادارن بابت، رباني جي ڪھاڻي سندس زباني، چين سوشلسٽ انقلاب کان اڳ، انقلاب ڪانپوءِ ادب تي گفتگو، چين ۾ جاگيرداري دور، وڏڙن جي شين کي سانڍڻ بابت، چين جا باغ کي ڏند ڪٿائون، عقيدائي اصول، ڪاريھر جو سوپ، هارين جي حالت زار، خواب جي دنيا، رني ڪوٽ، ديوار چين جي مشابھت، حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جون حديثون، چين ڏانھن ٻئي دفعي سفر تي وڃڻ جو احوال، ھوٽلن بابت، ادبي ڪچھرين بابت، جبل جا نظارا، پيش آيل واقعا، اخبارن ۽ رسالن بابت، ڳوٺاڻي زندگي ۽ گھرن بابت، مذھب جي آزادي بابت، ريلوي مسافري، مڪيہ فصل، چيني دعوتون، چين جي موسم، مائو بابت خيال آرائي، ڪوھہ قاف جون پريون پڻ چڱو مضمون آھي. ان حالات تي لکيل ھي سفرنامو بہ پڻ رباني جي سرنامن ۾ اھم اضافو آھي ۽ وڏيڪ تفصيل اينڊڙ سفرناما نمبر 7 تي احوال بيان ڪندس. چين جي حالات ۽ واقعات جا مثال رباني جي ٺئي سفرنامي مان ڏيندس.

## 7_ چين جو سفر

غلام رباني آگري جو هي سفر سال 1982ع ۾ ٿيو جيڪو وزارت تعليم پاڪستان طرفان انتظام ڪيل هو. ان وقت ثقافت کاتو تعليم کاتي جي ماتحت هو. ان ڪري هن ثقافتي کاتي طرفان قافلي کي سير ڪرايو هو. هن سفر جو اڳواڻ مرزا اديب هو مگر، اهو ويچارو سادو هو جنهن جي سڃاڻ بہ غلام رباني کي ڪرڻي پئي. هن سفر نامي پڙهڻ سان اها خبر پوي ٿي تہ سياح کي کهڙين هلڪڙين ڳالهين سان بہ خجالت جو منهن ڏسڻو پوي ٿو. جيئن مرزا اديب جڏهن جهاز ۾ پنهنجي سيٽ ڇڏي ٻي خالي سيٽ تي وينو تہ ڪيس ايئر هوسٽس ناشتو ئي نہ ڏنو."(69)

هن سفر نامي ۾ رباني ٻڌائي ٿو، تہ چين جي هوٽلن جو ماحول کهڙو آهي. ڪمرا، ايئر ڪنڊيشنڊ، آرامده ۽ نهايت نفيس فرنيچر سان آراستا هئا. گرائونڊ فلور تي چيني طرز جي کاڌي جو ڪمرو ۽ پنجين ماڙ تي انگريزي طرز جون ڍاڪو ڪن گول ميزون پيل. هر ميز تي هڪ چوڪري کاڌي ڪٽي اچڻ لاءِ مقرر هئي. پر آرڊر هڪ چوڪرو وٺندو هو. چوڪرين وانگر ڪيس بہ سفيد شرٽ ۽ سفيد پينٽ پاتل هوندي هئي. پر هو هڪ ڇٽو هو ۽ چوڪريون ڏهہ ڇٽيون هيون تن لاءِ تہ ڇڻ شڪار هو."(70) هن معلومات مان ثابت ٿيو تہ، غلام رباني آگرو هڪ تخليقڪار ان ڪري سندس سفرنامن ۾ رومانس جون ڳالهيون ڪيل آهن.

اسان وٽ هڪ پهاڪو آهي هڪ ڏنو ڏهہ رنون ان مصداق هي ڪم ٿيو. چيني هوٽلن جي ماحول بابت. وڏيڪ لکيو اٿس ڪا ٻانهن ۾ ڇهنڊي وجهندي هئس...ڪنهن اهڙي تنگ اڙايس جو ڪِرندي ڪِرندي بچيو."(71)

چين جي آخرين بادشاهہ جي محلات جو نقشو هن ريت پريو اٿس. محلات ۾ وڏا وڏا حال نهيل جن ۾ چاندي جو فرنيچر بادشاهہ

جي عياشي جي لاءِ خريد ڪيل حسينائون رهنديون هيون، هر هڪ مان ڪنهن کي هڪ دفعو بادشاهه سان همبستريءَ جو شرف نصيب ٿيندو هو. ٻه هزار چار سو چاليهه (2440) حسينائون پنهنجي واري جي انتظار ۾ هيون... انقلابي بيجنگ ۾ پهچي ويا، بادشاهه کي پڄڻ لاءِ ڪا واهه ڪانه ملي سو محلات جي هڪ باغ ۾ رسي ٻڌي پاڻ کي ڦاهو ڏئي مئو... چيني ميزبانن اسان کي اهو وڻ ڏيکاريو سڪي ڪنڊا ٿي ويو هو. پر اجا بينو هو."(72)

ديوار چين لاءِ رباني هن ريت لکيو آهي ته: "ديوار چين سڄي پٿر مان نهيل آهي. مٿس ست گهوڙي سوار هڪ ئي قطار ۾ ڊهرو ڏئي سگهن ٿا ۽ ڊيگهه ۾ 1500 سو ميل آهي."(73)

رباني جيڪي ڏٺو اهو دل جي نظر سان ڏٺو بقول ڊاڪٽر اقبال"

*دلِ بینا بھی کر خدا سے طلب　　　　آنکھ کا نور دل کا نور نہیں*

ربانيءَ جي نگاهه بي پناهه طاقت رکي ٿي. سندس شهبازي نظر ته ڏسو سؤ ڪروڙن جي آبادي واري ملڪ ۾ اسان هڪ عورت کي لپ سٽڪ لڳل ڪو نه ڏٺي... چيني عورتن جو سينو (ارهه) ته نالي ماتر هوندو آهي. سو پري کان پتو ئي ڪونه پوندو هو ته ڇوڪر اچي رهيو آهي، يا ڇوڪري؟"(74) ڪي ٽوٽڪا وسرندڙ مزيدار ٽوٽڪا! سفر ۾ ڪڏهن ڪي اوچتو ٺهڪڙا ٿيندا آهن، ربانيءَ جي سفر ۾ ٻه اهڙا واقعا بيان ڪيل آهن پلي اهي هلڪڙا هجن مگر معنيٰ خيز ضرور آهن. اهڙو هڪڙو واقعو رباني کي "نانجنگ" جي ريلوي اسٽيشن تي پيش آيو. جڏهن مرزا اديب جو سوٽ ڪيس سندس گائيڊ کنيو ۽ ٽڪاءُ ٿيو، سوٽ ڪيس گهٽي سامان ۽ بار جي ڪري ڦاٽي پيو، اردو مترجم جي هٿ ۾ رڳو منيو Handle وڃي پڄيو مرزا جا خريد ڪيل پلاسٽڪ جا رانديڪا هيڏي هوڏي پکڙجي. ويا گنجيون ۽ ميرا ڪپڙا هڪ طرف ڏاڙهي لاهڻ جو سامان ٻي طرف اگٽ وڃهٽي، نچڪٽو ۽ ڏند ڪوٽٽي ٽيئن طرف هوٽل جي ڪمري مان صوف ڪوڪا ڪولا جا ڪئن ڪنيا هٿائين پيپسي چوٿين طرف... گاڏيءَ جي هلڻ جو سائرن وڳو...مرزا سيٽ تي وينو رهيو. جهڙوڪ پنڊ پاهڻ."(75)

"مون چيو ته مون کي سوپ گهٽو وڻيو، اهو ٻڌي ميزبان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته انهيءَ سوپ ناهڻ لاءِ اسان کي ٽي ڏينهن جهنگ

۾ رلٽو پيو. تڏهن وجي مس مس هڪڙو اصلي ڪاريهر نانگ هٿ آيو اوهان سچ چيو آهي، تہ ڪاريهر نانگ جو سوپ ڏاڍو سنو ٿيندو آهي."(76)

هڪ بجي رات جو ڪئنٽين جي هوٽل ۾ هڪ بجي رات جو پهتاسين. سو بک لڳي هئي، ڪمري ۾ فرج رکيو هو منجهس بادامن، پستن ۽ ڪوڪا ڪولا جا ڪئن رکيا هئا.مون پستن ۽ بادامن جا ٻہ پاڪيٽ ڪائي مٿان ڪوڪا ڪولا جا ٻہ ڪئن پيتا ... اردو مترجم صبوح جو ٻڌايو ميزبان اهي پئسا ٿو گهري، جيڪي خشڪ ميوي جا آهن. مان وائڙو ٿي ويس. حاضر چئي بل ادا ڪيو جيڪو ٻارنهن رپيا هو."(77)

## اصحاب رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي مزار مقدس

اهو ڪهڙو ملڪ آهي جتي اسلام جي روشني نہ پهتي هجي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جا اصحاب سڀ ڳورا سندن قول مبارڪن يعني حديثن تي عمل پيرا ٿي نڪرندا هئا. سندن هجرت حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي حڪم سان ربي منشا پٽاندر هوندي هئي. هڪ حديث شريف ۾ اچي ٿو. "اطلبو العلم ولوكان بالصين".

ترجمو: علم جي طلب لاءِ چين وڃڻو پوي تہ بہ وڃو ملڪ چين ۾ شهر ڪئسنٽن ۾ هڪ مشهور ۽ معروف اصحابي سڀ ڳوري جي مزار مبارڪ آهي، ان ڀلاري بزرگ جو نالو حضرت سعد بن ابي وقاص آهي. هيءَ ثابتي آهي تہ اسلام ۾ پهرينءَ صديءَ ۾ ئي ۽ حضرت ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي دور ۾ چين ۾ پهتو آهي. بقول ربانيءَ جي، تہ هت هڪ مسجد جي پيش امام سان جنهن جو نالو حاجي نور محمد هو هن شهر ۾ چار هزار ست سؤ (4700) مسلمان آهن. هن سفر ڪي رباني هڪ ڏاهي شيڪسپيئر جي قول تي ختم ٿو ڪري." (78)

عظيم انسانن جي ولادت ۽ وفات انساني تاريخ تي وڏا اثر وجهندي آهي. بادشاهن ۾ ٿاڪوڙا پوندا آهن ۽ قومن جي عروج ۽ زوال جا اسباب جڙندڙ آهن ذرتي تي زلزلا ايندا آهن ۽ آسمان ۾ پڇڙ تارا چرپر ۾ ايندا آهن. اهڙيون ڪيئي ڳالهيون شعر، تاريخ جون حقيقتون علمي، ادبي ۽ ديني عالمن جا ڪارناما پڙهي مان ملي ٿو. جن ڳالهين سهڻو درس ملي ٿو.

## 8_ ڪوهه قاف جون پريون

غلام ربانيءَ آگري جي سفرنامي جي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهه" جو آخري سفرنامو آهي. جنهن ۾ پراڻي دور جي روايتن ڪي سارينڌي چيو آهي ته ننڍي هوندي رات جو سمهڻ مهل گهر جي وڏيءَ عمر وارين عورتن کان ڪوهه قاف جي پرين جون ڳالهيون ٻڌندا هئاسون. وڏا ٿياسين ته قصن ۽ ڪهاڻين جي ڪتابن ۾ پڙهيوسين ته پريون ڪوهه قاف تي رهنديون آهن...پرين جي ملڪ ڪوهه قاف کي انگريزيءَ ۾ CAUCASUS ڪوٺيندا آهن. بهرحال هن سفرنامي ۾ رباني روس، چين، پاڪستان، ترڪي بابت ڪجهه خيال ۽ فلسفي وارا نڪته بيان ڪيا آهن. عثمانيه خلافت مدينو منور، مڪو شريف ۽ پنهنجي شاگردي وارو زمانو بيان ڪيو اٿس. رباني جو چين جي دوري بابت هي ٽيون سفر آهي.

جنهن ۾ اڳين سفرن وانگر طعامن هوٽلن ۽ دوستن مهمانن بابت ذڪر ڪيو آهي. چين ۽ ترڪستان جي ڳالهين ۾ ڪوهه قاف جي پرين جو قصو ايئن بيان ڪيو اٿس. جڻ پڙهندڙ ساڻ گڏ ڪوهه قاف پرين جو دلپزير منظر ڏسي رهيو آهي.

**غلام رباني آگرو جي سفرنامن جو جائزو**

سفرناما ته گهڻن ليکڪن لکيا آهن مگر ربانيءَ جو لکڻ جو انداز به وڻندڙ منفرد ۽ اوچو آهي. اهو سچ آهي ته سرمو سيڪا پائي پر اک اک جو قير، ربانيءَ سفرنامي جي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهه" جو ذڪر ڪري آيو آهيان. رباني پنهنجي سفرنامن ۾ جيڪي مفصل ۽ مڪمل حقائق بيان بيان ڪيا آهن، سي سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. سندس لکيل سفرناما به سنڌي ادب صنف ۾ اهم ۽ خاص سفرنامن جي ڪتابن ۾ شمار ٿين ٿا. سندس سفرنامن ۾ تخليقي خوبيون موجود آهن. غلام رباني جا سفرناما پڙهڻ ڪانپوءِ معلوم ٿيو ته اها ليکڪ جي هڪڙي ڊائري به آهي ته سوچن يادگيرين، سوانحي خاڪن ۽ تاريخي ۽

جاگرافي معلومات تي مشتمل هڪ منفرد لکٽي بہ پڻ آهي. جنهن ۾ رباني جا جذبا ۽ احساس ۽ جمالياتي حسن جي جهلڪ بہ ملي ٿي. تاريخي جاين ۽ واقعن جو تفصيل هڪ سهڻي نموني سان پڙهندڙ آڏو پيش ڪرڻ ڪو رباني کان سکي وٺي. سندس سفرنامن ۾ فلسفي، مشاهيرن جي ڪويتا دوستن يارن دل گهرين وفادارين جاڳڻ ڳائڻ جا منظر واهہ جا بيان ٿيل آهن. "هنگلاج ۾ چانهہ" ۾ ڊاڪٽر شمل، ڪٺرن، هيلي ڪاپٽر، جيپ، اٺ جي سواري، ڪن آفيسرن جي اخلاق بابت، شيرين فرهادي جي قبر بابت، خدا جي تصور بابت، هنگلاج جي حج بابت، هنگلاج جي مکيہ ياترين بابت، هنگلاج جي مفهوم ۽ پڄاڻي پٺائيءَ جي بيت تي ڪئي اٿس.

پڙاڏو سو ئي سڏ، ور ورائيءَ جو جي لهين
هئا اڳ ۾ گڏ، پر ٻڌڻ ۾ بہ ٿيا.(79)

غلام رباني آگرو بنگلاديش جو سفرنامي ۾ لکي ٿو تہ: "بنگلاديش تاريخ، جاگرافي، ادب ۽ ثقافت تي ڀرپور نوٽ لکيا آهن. بنگلاديش جي صدر توڙي وزيراعظم، ڪانفرنسن ۽ مشاهيرن بابت، ڪن ڪتابن بابت جهڙوڪ "گيتا نجلي" وغيره بنگالين جي ريتن رسمن ۽ راڳ توڙي ناچ بابت ۽ بنگالين جي سياست بابت احوال ڏئي ٿو. آخر ۾ ٽئگور جي گيت جو پڙلاءُ اچيس ٿو. اگر رباني هندستان ۾ سارڪ سيمينار ۾ وڃي ٿو تہ اهو بہ پنهنجي سفر جو موضوع بنائي ٿو ۽ هند جي تاريخ خصوصاً تاج محل بابت، ڀارت جي اديبن جي بي وفائي توڙي اتي آيل تڪليف بابت احوال پڙهندڙن آڏو پيش ڪري ٿو. هن سفرنامي جي آخر ۾ لکي ٿو تہ: "پنهنجي وطن جي غريباڻن ڪکن ۾ جيڪو قرار آهي سو ڪا ٿي بہ ڪونهي هي آهي رباني جي پنهنجي وطن جي مٽيءَ سان محبت جو اظهار چين جي سفر هجي يا ايران جو، بنگلاديش جو هجي، يا سنڌ جو سندس سفرنامن پڙهڻ سان اها خبر پوي ٿي تہ سياح کي ڪهڙين هلڪڙين ڳالهين ڇڏڻ سان بہ خجالت جو منهن ڏسڻو پوي ٿو جيئن رباني لکيو آهي تہ: "مرزا اديب جهاز ۾ پنهنجي سيٽ ڇڏي بي خالي سيٽ تي وينو تہ کيس ناشتو ئي نصيب نہ ٿيو. ڇو

تہ اها جهاز جي انتظامن جي اصولن ۽ قاعدن جي ڀڃڪڙي جي سزا هئي."(80) رباني جي سفرنامن مان اٿڻ ويهڻ آدابن جي مڪمل ڄاڻ ملي ٿي. رباني جا سفرناما ڪو معمولي سفرناما ڪونهن هو هڪ ڄاڻو سياح وانگر باخبر ۽ حوصلي سان گهمي ٿو. زماني جي لاهن چاڙهن کان پڙهندڙن کي واقفيت ڪرائي ٿو، ماضي کي حال جي آئيني ۾ ارپيندو ٻڌندڙن ۽ پڙهندڙن جو من موهڻ رباني جي ذات هئي. جو تازو سنڌي لئنگيج اٿارٽيءَ پاران تاريخ 10 جولاءِ 2013 تي ريجنٽ پلازا هوٽل ڪراچي ۾ ڪرائون حال جي روم ۾ سنڌي ۾ ڇپيل سال 2011ع ۽ 2012 عيسوي جي مختلف صنفن جي ڪتابن تي ايوارڊ ڏيڻ جي تقريب ٿي هئي جنهن جي صدارت نالي واري اديب امرجليل ڪئي هئي. اسٽيج سيڪريٽري جا فرض اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري تاج جويي ادا ڪيا هئا، ان ۾ جن شخصيتن شرڪت ڪئي تن ۾ خاص مهمان طور سرفراز راڄڙ، نظر محمد ڳاهو اعزازي مهمان طور آر- اي شاهہ وائيس چانسلر شهيد بينظير ڀٽو يونيورسٽي لياري ڊاڪٽر سليمان شيخ، منظور احمد قناصرو، نذير ناز، ڊاڪٽر فهميده حسين جنهن ميزبان جي حيثيت ۾ آيل مهمانن کي آجياڻو ڏنو. آجياڻي واري تقرير کان پوءِ انعام حاصل ڪندڙ ليکڪن کي شيلڊون ۽ چيڪ ڏنا ويا جنهن ۾ سال 2012ع جي بهترين ڪهاڻيڪارن جو ايوارڊ رسول ميمڻ کي امر جليل هٿان، بهترين ناول نگار جو ايوارڊ منور سراج کي، امرجليل ۽ سرفرا راڄڙ هٿان ڏياريو ويو.

سفرنامي "هنگلاج ۾ چانهہ" مرحوم غلام رباني آگري جو ايورڊ الطاف آگري امر جليل کان وصول ڪيو. بهترين ترجمي جو ايوارڊ پروفيسر سليم ميمڻ کي آر.اي شاهہ هٿان بهترين شاعري جو ايوارڊ امر جليل ۽ سليمان شيخ هٿان، سنڌ جي تارخ بابت اياز پاڳت کي ايوارڊ امر جليل ۽ نذير ناز هٿان. "ٻيڙي ۾ چنڊ" ٻاراڻي ادب تي ياسر قاضي کي امر جليل ۽ سرفراز راڄڙ هٿان ڏنو ويو. رباني جي ڪتاب "هنگلاج ۾ چانهہ" کي سنڌي ليئگيج اٿارٽي پاران انعام لاءِ چوندڻ جي اهم خدمت عيوض آهي ڪاش اهو ايوارڊ، غلام رباني آگرو پنهنجي هٿن سان وصول ڪري ها!

## غلام رباني آگرو بحيثيت سوانح نگار

غلام رباني آگرو ڪچهريءَ ۾ تمام منو ڳالهائڻ ۽ تمام سني لکڻ جا ٻئي ڏانوَ چڱيءَ طرح ڄاڻندو هو، اها قدرت طرفان ڏات آهي جنهن کي ملي."(81)

عنايت بلوچ لکي ٿو ته غلام رباني جڏهن ڳالهائيندو هو. ڪو ماڻهو پوري طرح متوجع ٿي غور سان سندس ڳالهه ٻڌندو هو. ائين محسوس ٿيندو هو ته سندس زبان مان نڪتل هر لفظ مصري ڳڙيءَ جيان ٻڌندڙن کي منو لڳندو هو... ۽ جڏهن لکندو هو ته پنهنجي پڙهندڙن کي رباني جي رهاڻ جي مخصوص طرز جي تحريرن ۾ محو ۽ مگن ڪري ڇڏيندو هو."(82)

نصير مرزا پنهنجي مضمون آگرو صاحب - جيئڻ مون ڏنو ۾ لکي ٿو ته غلام رباني آگري جي قلم ۾ جيڪو ڏات حيات جو درياءُ مس جي صورت ۾ موجزن هو، اهو اجان به تارؤن تار وهيو پئي ۽ پوري طاقت سان موجون هڻي رهيو هو...غلام رباني جهڙوڪ ليکڪ ته اهو سدائين زنده رهي سگهي ٿو."(83)

غلام رباني مرحو، پنهنجي ڪتاب "ماڻهو شهر ڀنڀور جا" شڪر ادائي ۾ لکي ٿو ته: "هن ڪتاب ۾ جن شخصيتن جو احوال ڏنل آهي. سي سڀ معزز ۽ محترم آهن. پر انهيءَ احوال کي سندس سوانح خاڪا سمجهڻ شايد صحيح ڪو نه ٿيندو. ڇو ته مون ڪنهن به شخصيت جي ڄم جي تاريخ ۽ هنڌ، سندس تعليم شادي ۽ اولاد تفصيل وغيره ڪو نه ڏنا آهن. جيڪا ڳالهه سوانح خاڪن جي هڪ عام خصوصيت هوندي آهي."(84)

غلام رباني آگرو ساڳي ڪتاب ۾ ئي لکي ٿو ته: "مون انهن مان ڪن شخصيتن سان گهڻو ته ڪن سان ٿورو وقت گڏ گذاريو آهي . ليڪن ٻيانا جو احوال رڳو ڪتابن ۾ پڙهيم يا وري ٻي ويءَ تي ڏٺم گويا مڙئي محترم ۽ معزز شخصيتن بابت هي منهنجا پنهنجا تاثرات آهن. جيڪي نهايت ادب ۽ احترام سان پڙهندڙن اڳيان پيش ڪريان ٿو."(85)

غلام رباني جي پنهنجي زباني آهي ته: ”مون انهن شخصيتن بابت تاثرات لکيا آهن. پر جڏهن غلام رباني جي ٽن ڪتابن ”جهڙا گل گلاب جا“، ”سنڌ جا بر بحرءِ پهاڙ“، ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“ پنهنجي مطالعي هيٺ رکي پڙهي ڏٺم ته، انهن ٽنهي ڪتابن ۾ ائين محسوس ٿيو آهي. غلام رباني آگري سوانح عمرين جي روپ ۾ خاڪا، يادگيريون ۽ انهن 49 شخصيتن جون ڪجهه يادون علمي ادبي خدمتون بيان ڪيون آهن. انهن جي ادبي ڪارنامن ۽ ڪار گذارين جو پتو پوي ٿو. اهڙي طرح ٽنهي ڪتابن ۾ انهن عالمن اديبن، اوليائن، بزرگن جي خاڪن جي روپ ۾ ته ڪٿي سوانح عمرين حوالن سان انداز بيان اختيار ڪيو ويو آهي ۽ ادبي جائزي جو موقعو به مليو ٿو. غلام رباني آگري مشاهيرن جي تذڪرن ۾ به پنهنجي ذات جي جهلڪ ڏيکاري ٿو. انهن ۾ سندس ذاتي تجربا ۽ مشاهدا به شامل اٿس. ”جهڙا گل گلاب جا“ ڇاپو ٻيو مقدمو ۾ لکي ٿو ته: ”انهن اعلىٰ انسانن جي ابتڙ زندگيءَ ۾ اهڙا ادنيٰ ماڻهو به عام جام ڏٺم جيڪي ظاهر ۾ اڇا اجرا پر باطن ۾ بگهڙ هئا. در حقيقت دنيا ۾ اڪثريت اهڙن ئي درندن جي هئي. آخر ڪو ته سبب هوندو. جو ڀنڀورءِ ڪي چوٽو پيو

ڇڪس ڇئي، ماڻهو شهر ڀنڀور جا.(86)

سوانح عمرين جو جيتري قدر تعلق آهي ته رباني مٿين ذڪر ڪيل اهم ڪتابن ۾ جن مختلف شخصيتن جا حوالا ملن ٿا اهڙن حوالن جو ذڪر به گڏريل صفحن ۾ لکي آيو آهيان. هت هاڻي رباني صاحب جي مذڪوره ڪتاب جن ۾ جيڪي تذڪره حالات ۽ واقعات جي ڄاڻ ملي ٿي. انهن شخصيتن جي علمي ادبي خدمتن کان آخري حياتي يعني اڪ پورڻ تائين جو ذڪر ڪيل آهي. جيئن علامه امداد علي قاضي کان رباني سوال پڇي ٿو. مون عرض ڪيو ته: ”سائين اهو مان اوهان کان پڇڻ آيو آهيان. ته ڪير آهيان ۽ هن دنيا ۾ ڇو آيو آهيان... علامه صاحب خاموش ٿي ويو ڪجهه دير بعد پڇيائين ته ابا ڇا پڙهندو آهين...

مون جواب ڏنو ”بائلاجي“... اهو ٻڌي علامه صاحب مون کي وري اچڻ لاءِ چيو...ڪن ڪتابن جا نالا لکي ڏنائين... ڪتاب وٺڻ جو

خيال لاهي ڇڏيم. رباني لکي ٿو ته علامه سان تمام گهڻيون ملاقاتون ٿيون ۽ جڏهن وفات ڪيائين ته علامه صاحب جي وفات جو ٻڌي مان صبح سان جيئن بنگلي تي پهتس ماڻهن جو هجوم گڏ ٿي چڪو هو.

جڏهن ڪمري ۾ گهڙيس ته سندس سينگاريل جنازو برف جي ٻن نادين جي وچ ميز تي رکيل هو.

...منيءَ نِنڊ ۾ ستل علامه صاحب جي معصوم چهري ڏي جڏهن مون ڏکويل دل ۽ پنل اکڙين سان نهاريو تڏهن ٻاجهاري انداز ۾ پاڻ سان هڪدم هم ڪلام ٿيندي ٻڌم فرمايائين!

ابا رباني تون ويهارو ورهيه اڳ مون وٽ سوال ڪٽي آيو هئين ته انساني زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟ توکي انهيءَ جو جواب مليو.“(87)

بهرحال غلام ربانيءَ جي مذڪوره ڪتابن پڙهڻ ڪانپوءِ ڪيس ايئن چوندس ته جنهن انداز سان رباني آگري جن 49 شخصيتن جي بابت لکيو آهي. تن کي حقيقت جي روشني ۾ ڏٺو وڃي ته انهن(49) ئي شخصيتن ۾ سوانح عمرين جهڙي جهلڪ نظر اچي ٿي. جيئن رباني مٿي لکيو آهي ته مون ڪٿي انهن شخصن جا ڄمڻ جا سن ۽ مرڻ جو تاريخون ڪو نه ڏنيون آهن، پر جيئن ته علامه ڊاڪٽر دائودپوٽي، توڙي علامه امداد علي قاضي جون وفات جون تاريخون ڏئي ويو آهي. ڊاڪٽر عمربن محمد دائودپوٽو جو اصل نالو پيءُ سميت ڳوٺ ۽ ڏنڏي بابت احوال شروع ۾ ڪيو اٿس. انهيءَ مان ثابت آهي ته مذڪوره 49 شخصيتن جي تذڪرن ۾ پڻ سوانح عمرين جون جهلڪيون نظر اچن ٿيون ۽ انهن شخصيتن جو تصويرون به ڏنيون ويون آهن ۽ انهن شخصيتن جي سيرت نگاري، واقعات، گڻ، تصويرڪشي، اهڙيون شاهديون آهن. جنهن کي سوانح عمري چئبو ئي ان شيءِ کي آهي. جنهن ۾ انساني زندگيءَ جو تفسير هجي. غلام رباني به قابل اديب آهي. جنهن سوانح عمارت اڏڻ لاءِ هڪ قابل معمار طور ڪم ڪيو آهي. هر شخص جي رخ کي اهڙي انداز سان بيان ڪيو آهي. جو اول کان آخر تائين شخصي جذبن تي وسعت قلب ۽ سنجيدگي دماغ کي

موهي وني ٿو ۽ سوانح طرز کي اُياري ٿو. خداوند ڪريم دنيا ۾ جدا جدا قسمن جا انسان پيدا ڪيا آهن. جيڪي جدا جدا قابليتن ۽ وصفن جا مالڪ آهن. هر هڪ انسان ٻين جي ضرورت پوري ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. غلام رباني آگري به اسان کي جن وڏن قابل ۽ ڏاهن انسانن جي ڪارنامن کان اسان کي واقف ڪرايو آهي. انهن شخصيتن پنهنجي سهڻي عملي، ڪارنامن سان عوام جي ذهن تي اثر ڇڏيو آهي.

ان تحت رباني صاحب سوانح نگاري انهن معتبر ماڻهن جي زندگين کي اهڙي ته سهڻي سليقي سان لکي پيش ڪيو آهي. جنهن کان پڙهندڙ متاثر ٿيڻ ڪانسواءِ رهي نه ٿا سگهن. سوانح عمري جو دائرو ته تمام وسيع آهي، انساني زندگيءَ جو هر عمل ڪنهن نه ڪنهن طرح سان عجيب غريب پهلوئن سان تعلق رکي ٿو، جيئن ته غلام رباني آگري جي لکيل سوانح عمرين ۾ پير سائين راشد روضي ڌڻي، غوث بهاؤالدين ملتانيؒ توڙي قلندر لعل شهبازؒ ٽنهي شخصيتن تي اهڙي انداز سان لکيو آهي جنهن ۾ انساني حياتيءَ جي هڪ پاڳي جو پٽرو شرح ۽ فردن جي آزمودن جو گڏ ٿيل نتيجو آهي. سوانح عمري ۾ ٽنهي شخصيتن جو سچو ڏيک چٽو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اسين ڪي صديون اڳاٽو گذريل شخصيتن سان ڪچهري ڪري ويهون ٿا. پير سائين ”قلندر لعل شهبازؒ“، ”غوث بهاؤالدين ملتانيؒ“ جي ارشادات عمريءَ جو آب حيات سوين ورهين جي مري ويلن جي اخلاقي، معاشي، ديني ادبي ۽ تهذيبي واقفيت ملي ٿي. جو ايئن سمجھ ۾ اچي ٿو ته گويا سوانح عمري جو ادب اسان کي هن ڪارنامن ۽ عام ڪمن جي حقيقت سمجهائي ٿو. عظيم انسانن جا نيڪ ڪردار ڏسي هنن جي علم ۽ عقل مان لذت ونون ٿا. پنهنجا اخلاق سڌاريون ٿا. رباني جي سوانح ڳالهين ذريعي واضع ڪري سگهجي ٿو، هڪڙو آهي مواد ٻيو صورت ۽ ٽيون سيرت.“(88) مواد جو مطلب آهي ته ڪنهن خاص شخصيت جا حالات لکڻ لاءِ ماضي ۾ داخل ٿي حقيقتون حاصل ڪجن ٽيون جو ان سان واسطو پيو هجي. صورت مان مراد آهي ته ان جي خد و خال ڏيک ويک رنگ برنگي ڪيفيتن کي فوڪس ڪرڻ. سيرت- مان مراد ان جي شخصيت جي طبيعت تفريح طبع ڳالهائڻ ٻولهائڻ اٿڻ

ويهڻي چال چلت رنگ ۽ ڍنگ هر پهلوءَ کان چڱي طرح واقف ٿيڻ انهيءَ ٿنهي بزرگن ڪي خاص نقطئہ نظر سان رباني جي سوانح قلم جي نوڪ سان لکڻ ڪري سوانح عمري جو فن ڪمال درجي تي پهچي ٿو، جنهن ڪري چئي سگهجي ٿو تہ: "غلام رباني آگري سنڌي ادب جي واڌاري ۾ اهم ڪم ڪيو آهي.

## سوانح نگاري غلام رباني آگري جي دور ۾

ادبي صنفن ۾ سوانح نگاري جو ڪافي مواد موجود آهي پرهتي غلام رباني جي دور ۾ ڪيل سوانح نگاري جو جائزو وٺنداسين تہ 1953ع کان 2010ع تائين جي دور جي وچ واري دور جي سوانح نگارن هن فن ۾ پاڻ ملهايو آهي.

هونئن تہ 1936ع ۾ محمد صديق مسافر "قرب قليچ" ڪتاب لکيو. جنهن ۾ مرزا قليچ جي سوانح سان گڏ سندس ادبي ڪتابن جو پڻ احوال ڏنل آهي. 1938ع کان 1947ع تائين ڪيترن ئي مختلف شخصيتن تي ڪيتريون ئي سوانح عمريون لکيون ويون. جن مان "ڪبير"، "ميران بائي"، "نام ديو"، "شاهہ لطيف"، "سامي"، "شيخ سعدي"، "شيخ فريد"، "بلها شاهہ"، "خليفو گل محمد گل"، "قليچ" ۽ "خاڪي ليلارام" جو سربستو احوال ملي ٿو. مذڪوره جي جائزي لاءِ وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ، غلام رباني جي ادبي خدمتن ڪي عوام اڳيان آڻيان، ان جي وت ۽ وس آهر ڪوشش ڪئي ئي آهي تہ، جيئن سندس ادبي خدمتون پنهنجي اصل جوهر سان منظر عام تي اچن ۽ هر ادبي ذوق رکندڙ ان مان فائدو حاصل ڪري ۽ ان جي فن فڪر ڪي هن تحقيق جي روشنيءَ ۾ نهاري تہ، غلام رباني آگري سوانح ادب واري فن سان ڪيترو انصاف ڪيو آهي. ان جي طرف ڌيان لاءِ ڪن سوانح ادب تي لکندڙن جو ذڪر ڪنداسين جن جا ڪجهہ اثرات غلام رباني آگري تي محسوس ٿيا آهن.

1. فاروق اعظم: 1952ع مخدوم محمد صالح پٽي
2. ياد رفتگان: 1953ع مؤلف- مرتب- محمد زمان طالب المولىٰ

3. عالمن جو آفتاب: 1961ع
4. تذڪره شهباز: 1964ع ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
5. جنب گذاريم جن سين: 1967ع سائين جي.ايم.سيد
6. اهي ڏينهن اهي شينهن: (ٽي ڀاڱا)، 1966ع، 1980ع، 1981ع پير علي محمد راشدي
7. اسان جي آزاديءَ جا اڳواڻ: 1980ع مرحوم جي - الانا
8. پرين جي پچار: 1980ع ترجمو= محمد موسىٰ ڀٽو
9. مسڪين جهان خان کوسو: 1967 محمد بخش مجنون
10. مائوزي تنگ: 1972ع رسول بخش پليجو
11. تذڪره مشاهير سنڌ: ٽن جلدن ۾ 1985،1974 ۽ 1986ع مولانا دين محمد وفائي.
12. غالب: 1976ع سنڌي ترجمو- نارائڻ شيام
13. هو ڏوٿي هو ڏينهن: 1977ع ايڊٽ پير حسام الدين راشدي
14. وطن جي آزاديءَ جو امام: 1984ع سيد محمود شاهه جي پي - ايچ- ڊي ٿيسز.
15. سوانح حيات قاضي اڪبر درازي: 1985ع مرتب- سندس فرزند علي مردان
16. گانڌي: 1987ع سنڌي (ترجمو) ڊاڪٽر نجم عباسي
17. منهنجو پاڻُ: 1991ع سنڌي ترجمو شيخ عزيز
18. سدا ساوا پن: 1984 ع سنڌي ۾ ولي رام ولڀ
19. تذڪره مشاهير سنڌ: 1985ع مولانا دين محمد وفائي
20. جديد سنڌ جا نورتن: 1986ع سائين جي.ايم.سيد
21. مشاهير اسلام: 1986ع مولوي عبدالرحيم مگسي
22. چار نوان درويش: 1989 ع ناز سنائي
23. سانگي ڪي ساريام: 1971 ع شيخ عبدالرزاق راز
24. جيل گهاريم جن سين: 1977 طارق اشرف
25. شڪليون: 1979ع عبدالقادر جوڻيجو
26. جيءَ جهروڪا: 1982ع مهتاب محبوب
27. ڄام ڄاموٽ ۽ ڄامڙا: 1984ع علي احمد بروهي

28. ماءُ ڪاهوڙي هليا: 1984ع ناز سنائي
29. واٽ ويندي: 1986ع علي احمد بروهي
30. ڏيئا تيل ڦليل جا: 1987ع علي احمد بروهي
31. سڏن مٿي سڏڙا: 1987ع علي احمد بروهي
32. رند ۽ پنڌ: 1989ع پير علي محمد راشدي ( اخباري ڪالم)
33. منهن تنين مشعل: 1990 ع تنوير عباسي
34. پريم تنهنجا پار: 1992ع مرتب عبدالله ملاح
35. هڪڙو پيارو ماڻهو: 1992ع مرتب قاضي منظر حيات
36. ڏنم، ٻڌم، پڙهيم، لکيم: 1995ع شهيد سومرو
37. شهداد ڪوٽ جا قلمڪار ۽شاعر: 2000ع مرتب سيد گل محمد شاهه رضوي
38. نئون ديرو، نوان ۽ پراڻا ورق: 2001ع نئون ديرو هسٽاريڪل سوسائٽي پاران
39. تذڪره مخدومان هالا: 2001ع مرتب مخدوم جميل الزمان
40. ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم: 2000ع مرتب تاج جويو
41. ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌ جو شاهجهان: 2002ع
42. منڇرا مارو: 2002ع ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي
43. عالمن جو آفتاب: علامه غلام مصطفىٰ قاسمي شخصيت ۽ علمي خدمتون 2002ع ايڊٽ- تاج جويو
44. مارو جي ملير جا: 2003ع مرتب خادم چانڊيو
45. انسان دوست اديب ۽ بيباڪ صحافي، محمد عثمان ڏيپلائي: 2003ع، ماڻڪ موتي تنظيم پاران
46. مُوحد شاعر مولانا حاجي احمد ملاح: 2003ع ،مرتب، تاج جويو صاحب
47. جي.ايم.سيد جي سوانح حيات: 2003ع ترتيب، آزاد قاضي
48. سڀاجهو ساجهه وند محمد ابراهيم جويو: 2003ع ماڻڪ موتي تنظيم پاران
49. ڊاڪٽر بلوچ هڪ مطالعو: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو
50. شيخ اياز هڪ مطالعو 1999ع ..............................
51. تنوير عباسي هڪ مطالعو ..............................

52. ڊاڪٽر سنڌيلو هڪ مطالعو ....................
53. محمد سومار هڪ مطالعو ....................

متين ڪتابن کان سواءِ رسالن جا خاص نمبر شايع ڪيا ويا آهن. متي سوانح عمرين جي نالن جي انهيءَ ڪري ڄاڻ ڏني اٿم تہ نون تحقيقن ڪندڙ لاءِ ڏکيايون محسوس نہ ٿين. مذڪوره سوانح عمرين ۾ غلام رباني جو نالو پڻ اهم جاءِ والاري ٿو. رباني جي دور جون متي سوانح عمرين ۽ خاڪن جا ڪتاب بيان ڪيا ويا آهن. پنهنجي همعصرن ۾ غلام رباني جا هينيان ڪتاب ذڪر ڪيل موضوع ۾ اهم جاءِ والارين ٿا.

(1) جهڙا گل گلاب جا (ٻہ ڀاڱا) جنهن جو متي ذڪر اچي چڪو آهي.
(2) ”سنڌ جا ٻر بحر ۽ پهاڙ“ هي ڪتاب غلام رباني جو لکيل آهي. جنهن ۾ ٽن وڏن بزرگن پير سائين محمد راشدي روضي ڌڻي، حضرت غوث بهاءَ الدين زڪريا ملتانيؒ ۽ قلندر شهباز سيوهاڻيءَ جي باري ۾ قدري ۽ تفصيلي بيان آهي. جيئن ”جهڙا گل گلاب“ وانگر هنن بزرگن جي سوانح لکندي بہ رباني پنهنجو خاص منفرد انداز اختيار ڪري ٿو، پر تقليد نہ ڪئي آهي، پر پنهنجي الڳ رنگ ڍنگ ۽ انداز سان بزرگن جي سوانح بيان ڪئي آهي. هن ڪتاب بابت اهم ڳالهہ ڪندس تہ، هن ڪتاب جو نالو اگر رباني پيو ڪو تجويز ڪري ها تہ سهڻو ۽ سنو لڳي ها، ”سنڌ جا ٻر بحر ۽ پهاڙ“هن ڪتاب مان ائين لڳي ٿو ڄڻ تہ هي ڪو جاگرافي جو ڪتاب آهي، پر اندر ڪتاب ۾ اوليائن جا تذڪرا ان ۾ بزرگن جو احوال، پنهنجي جڳهہ تي هڪ سوال ڇڏي ٿو. پر انداز بيان ۽ اندر تاريخي حوالا پڙهي دل کي سڪون ۽ عملي ڄاڻ ملڻ ڪري ڪجهہ راحت بہ ملي وڃي ٿي. اها رباني جي تحرير جي گرفت آهي.

## جهڙا گل گلاب جا

غلام رباني آگري جي هن ڪتاب جو ذڪر ٻئي باب ۾ ڪري آيو آهيان جڏهن تہ سوانح عمرين ۽ خاڪن جي ذڪر جو تعلق آهي تہ انهن ۾ غلام رباني آگري فن کي زنده صورت ڏئي سنڌي ادب ۾ خاص جاءِ جوڙي آهي.

موضوع جي اعتبار سان جهڙي طرح "جهڙا گل گلاب جا"، "سنڌ جا بر بحر ۽ پهاڙ"، توڙي "مائهو شهر ڀنڀور جا" غلام رباني جا اهڙا شاهڪار آهن جنهن ۾ آگري صاحب سنڌ توڙي برڊيهه جي عالمن اديبن ۽ اوليائن بزرگن جي شخصيتن تي ۽ انهن جي ڪارنامن ۽ خدمتن تي ڀرپور نموني سان روشني وجهي پڙهندڙن جي ڄاڻ ۾ علمي اضافو ڪيو آهي.

## غلام رباني آگري جي سوانح نگاريءَ جو فني فڪري ۽ تقابلي جائزو

غلام رباني آگري جو هي سوانح نگاري وارو فن، پنهنجي اندر هڪ وڏو رکي ٿو، جنهن مان غلام رباني آگري فهم ۽ فڪر چٽو نظر اچي ٿو. انهيءَ خوبيءَ سبب سنڌ جي وڏن عالمن چيو آهي ته، سندس شمار سنڌي ادب جي وڏن نثر نگارن ٿئي، اهڙو لقب اڄ تائين ڪنهن به ناهي مليو. ڳالهه ڪٿڻ ڪيڙڻ ۽ سميٽڻ جو فن منجهس پختو ۽ ڀرپور هو. هن جي لکڻ جو ڍنگ سنڌ جي مڙني ليکڪن کان نرالو هو. هن پنهنجن خاڪن ۾ سوانح عمرين کي جنهن باريڪ بينيءَ سان عملي ويس پارايو آهي سو ٻئي ليکڪ کي اهڙو شرف حاصل نه ٿيو آهي. غلام رباني آگري جيڪي گهڙيون پنهنجن دوستن سان گذاريون، يا جن شخصيتن کان متاثر ٿيو، ٻين به اهڙين صنفن تي قلم آزمائي ڪئي آهي، پر غلام رباني جو انداز ۽ بيان ٻين کان الڳ ۽ منفرد آهي. هو هڪ سرڪاري ڪامورو هو، پر علم ادب سان توڙي سنڌ سان سچو عشق رکندڙ هو، تنهن ڪري هن جو گهڻو تڻو احوال پنهنجي خانداني پسمنظر سرڪاري نوڪري سانگي مختلف مشاهيرن سان ميل ملاقات رکڻ ۽ علمي ادبي ڪتاب ترجمو پيش ڪرڻ ڪري هن پنهنجي دور جي عالمن، اديبن، محققن تي لکي انوکن طريقن جو اظهار ڪيو آهي.

متي ذڪر ڪيل ٽن ڪتابن ۾ جن جن شخصيتن جا خاڪا پيش ڪيا آهن، انهن تي ڪن ٻين اديبن به خاڪا لکيا آهن. انهن جي ڀيٽ ۾ غلام رباني جنهن انداز سان نوان رخ اختيار ڪري اڳتي وڌيو آهي ايئن ٻين نه ڪيو آهي. ٻن ٽن صفحن وارو خاڪو ويهن ٽيهن

صفحن واري پڪيڙ ۽ هر پهلوءَ تي روشني وجهڻ جو انداز اهڙو ته وڻندڙ آهي، جنهن ۾ پڙهندڙ گم ٿيو وڃي. ”جهڙا گل گلاب جا“ (پهريون حصو) ۾ جن ڇهن شخصيتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهن ۾ علامه امداد علي قاضي، عبداللطيف آگرو، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، عثمان علي انصاري، سيد ميران محمد شاهه، پير حسام الدين راشدي، هن ڪتاب ۾ عيسوي ويهين صديءَ جي اهڙن مشاهيرن جو تذڪرو آهي، جن ۾ غلام رباني آگري کي زيارت ۽ صحبت ته ڪن سان خط و ڪتابت جي سعادت نصيب ٿيل هيس. سواءِ هڪ شخصيت يعني سندس والد بزرگ عبداللطيف آگرو جي باقي ٻين سڀني بزرگن جو احوال ۽ ذڪر ٻين ليکڪن به ڪيو آهي.

جن ۾ سائين جي.ايم.سيد پنهنجي ڪتاب ”جنب گذاريم جن سين“ 176 شخصيتن ۽ تن جي ڪارنامن جو باضابطه ۽ بل ترتيب بيان ميران محمد شاهه سان ذاتي تعلق به هيس.

”جهڙا گل گلاب جا“ (ٻيو حصو) ۾ جن شخصيتن جو ذڪر ڪيل آهي. انهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولابخش سومرو، نواب نوراحمد خان لغاري، مولانا غلام محمد گرامي، مولانا عبدالواحد سنڌي، ٻيڙو فقير ڪنير، مولوي حافظ عبدالحميد پٺي، صديق سالڪ، ايچ- ٽي لئمبرڪ، محمد امين کوسو، مخدوم محمد زمان طالب مولىٰ، پروفيسر سيد غلام مصطفىٰ شاهه ، محمد ابراهيم جويو، شفيق الرحمان، مولانا غلام مصطفىٰ قاسمي، غني خان. هي ڪتاب هن صديءَ جي پوئين اڌ جي علمي ۽ ادبي مشاهيرن جو تذڪرو آهي. هن ڪتاب ۾ به سياسي سماجي ۽ ادبي شخصيتن بابت يادگيرين تي 17 متحرڪ ڪردارن جي زندگي بابت ڪيتريون ئي دلچسپ ۽ انوکيون ڳالهيون بيان ڪيل آهن. هن ڪتاب ۾ جن شخصيتن جو تذڪرو بيان ڪيو ويو آهي. سي پنهنجي وقت جي همعصرن جي تذڪرن جهڙو آهي. انهن تذڪره نويسن ۾ سائين جي.ايم.سيد جو ڪتاب ”جنب گذاريم جن سين“ پير علي محمد راشدي جو ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ ۽ پير حسام الدين راشديءَ جو ”هو ڏوٽي هو ڏينهن“ وانگر سنڌي ادب ۾ تمام وڏي اهميت لهڻي ٿو. هي ڪتابَ ۾ عظيم شخصيتن جي عظمت پريل

ڳالهين ۽ ڪردار جي چونڊ ڪيل جن جون خدمتون ۽ لکڻيون سنڌي سماج تي اثر انداز ٿيون آهن، انهن ڪتابن مان، غلام رباني جي هي منفرد تحرير جو نمونو آهي. ”سنڌ جا بر بحر ۽ پهاڙ“ جيڪو ادبي دنيا عظيم ڪردارن جي ڪارنامن کي بيان ڪري ٿو.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ٽن وڏن نالي وارن بزرگن جو احوال ڏنل آهي ته هن ڪتاب ۾ به ليکڪ طرفان اتم ڪردارن جي چونڊ ۽ انهن جي زندگي بابت ڏنل تفصيل ۽ سندس حاصلات تي نظر وجهڻ واري نڪتي، جو انمول تحفو ثابت ڪرائڻ تي مجبور ڪري ٿي. هن ئي دور ۾ لکيل ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي لکيل ڪتاب ”تذڪره شهباز“ به موجود آهي ۽ غلام رباني آگري ”قلندر لعل شهباز“ جي ذڪر ۾ سن وفات ۽ جنم جون تاريخون ڏنيون آهن. ان کان علاوه غلام رباني آگري عقيدي جي پردي کي هٽائي ڪيتريون ئي حقيقتون بيان ڪيون آهن ۽ ان ۾ قلندر شهباز توڙي غوث بهاؤالحق جي هڪٻئي سان تعلقاتن جو چٽو پٽو احوال ڏنل آهي ۽ سنڌ جي ٻاهرين ملڪن سان وڻج واپار ثقافتي لڳ لاڳاپن جو تفصيلي بيان به آهي ۽ ڪتاب جي ابتدا به پير محمد راشدي روضي ڌڻي جو تفصيل سان ذڪر ڪيو اٿس.

## ماٺهو شهر ينيور جا

غلام رباني آگري جي هي هڪ آخرين تصنيف آهي. هن ۾ به تحرير جي دلڪشي آهي ۽ پڻ دل کي وڻندڙ آهي اهو پورهيو به سندس تجربن ۽ مشاهدن مان نڪتل آهي پاڻ جتي ڏيهي ۽ ديسي شخصيتن جي رخن کي ڏسي ٿو، اهڙي نظر سان ئي پرڏيهي شخصيتن کي ڏسي ٿو رباني دل جو ڪشادو ۽ ذهن جو صاف آهي، سندس لکڻين مان ڪنهن جي دل آزاري ڪونه ٿي ٿئي چاڪاڻ ته پاڻ لکي ٿو ته هن ڪتاب ۾ جن شخصن جو احوال ڏنل آهي سي سڀ معزز ۽ معتبر آهن. مڙني محترم ۽ منفرد شخصيتن بابت تاثرات آهن جيڪي پڙهندڙن اڳيان ادب ۾ احترام سان پيش ڪريان ٿو.

هن ڪتاب ۾ 26 بزرگن جو تذڪرو آهي. جنهن ۾ ڪن شخصيتن سان سندس گهرا ۽ گهاٽا تعلق به رهيا آهن، انهن ۾ سائين جي.ايم.سيد، پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر اينيمري شمل، سوڀوگيانچنداڻي، جمال ابڙو، حفيظ شيخ، تنوير عباسي، جمال رند، حسين شاھ راشدي، ڊاڪٽر نجم الاسلام، اعجاز قريشي، پير علي محمد راشدي، شيخ اياز، ڊاڪٽر جي ايم مهڪري، حميد سنڌي، محمد حسن پنھو وغيره.

غلام رباني آگرو لکي ٿو ته ڪن شخصن جو وري اخبار، ٽي وي ۽ ريڊيو تان مواد ورتو اٿم. محترم غلام رباني آگري جي هن ڪتاب "ماڻهو شهر ڀنڀور جا" تي سنڌي نمونا ٽيڪا ٽپڻي مانواري سائنڻ مهتاب اڪبر راشدي صاحبہ ڪانسواءِ ٻئو لکي سگهي. انهيءَ سدوري ۽ سياڻپي سنڌ جائيءَ جا الفاظ حوالي طور ڏجن ٿا. هر ڪو ڪنهن به شخص کي پنهنجي نقطۂ نظر سان ڏسندو آهي ۽ پرکيندو آهي پر ان شخص جي هر پهلوءَ کي ايئن اجاگر ڪرڻ ته هو پڙهندڙن جي سامهون پنهنجين سمورين خوبين سميت قدآور شخصيت طور ابري اچي اهو ڪمال ربانيءَ جو قلم ئي ڪري سگهي ٿو.

ائين به ڪونهي ته رباني جو ڪجھ لکيو سوئي سچ آهي. يا رباني جي هر لکيت درست آهي. ڪٿي ۽ ڪيترن ئي جاين تي سندس تحرير تي اعتراضن ۽ نڪته چيني ڪرڻ جو سبب آهي. مگر پوءِ به هي پنهنجي تحريرن ۾ اعلیٰ نشانبر جي صورت اختيار ڪئي جنهن ۾ سندس تحريرون ، تقريرون ڳالهائن ٿيون. اسان کي هن منفرد نثر نگار جي سوانح عمرين، خاڪن، يادگيرين، بابت قلم بند ڪيل ڪتابن "جهڙا گل گلاب جا" ( ٻه ڀاڱا) "سنڌ جا بر بحر ۽ پهاڙ"، "ماڻهو شهر ڀنڀور جا" اهم تصنيفون آهن. جنهن ۾ رباني جي سماجياتي ۽ نفسياتي لاڙن ۽ ڪيفيتن جي خبر پوي ٿي ته رباني صاحب جي من اندر ۾ هڪ سچي ۽ حساس طبيعت جو انسان وڻندڙ آهي جنهن ۾ سچائي ۽ خوبصورتي مثال آهي، مٿيان ڪتاب به سندس جا تحرير ٿيل آهن. جن کي غور سان پڙهڻ ۽ سمجهڻ کانپوءِ ان نتيجي تي پهچجي ٿو ته، غلام رباني آگري اهڙا لاجواب ۽ قيمتي ڪتاب لکيا آهن. جنهن جي سنڌي ادب ۽ زبان

ڪي وڏي ضرورت هئي. سمجهان ٿو ته جيڪڏهن سنڌي ادب ۾ شخصيتن تي خاڪا لکيا وڃن ته هڪ طرف انهن شخصيتن جي گڻن ۽ اوگڻن جي ڇنڊڇاڻ ڪري سگهجي ته ٻئي طرف اسان کي هڪ جيئري جاڳندي تاريخ ملي پوندي ۽ ان سلسلي ۾ اسان جي اڄ جي ٿهيءَ کي آڏو اچڻ گهرجي جن خصوصي طور تي خاڪا لکيا آهن اهي سڀ جاندار خاڪا آهن. جيڪي علمي ادبي شخصيتن جي مختلف پهلوئن کي اجاگر ڪرڻ ۾ مددگار آهن.

رباني جي لکيل خاڪن مان ڪجهه جملا:

سائين جي.ايم.سيد بابت

خودشناسي ۽ خدا شناسيءَ جو پاڻ ۾ گهرو رشتو آهي."(89)

... سائين پيدائشي طور سيد به هو ته زميندار به ، اهي ٻئي ڳالهيون پڻ سڄي عمر سندس سوچ ۽ سياست تي اثر انداز رهيون.

مسجد منزل گاهه وارو فساد ته سنڌ ڌرتيءَ تي زلزلو هو.

غلام رباني پنهنجي سوانح عمرين، خاڪن مشاهيرن جي تذڪرن جو 53 جن شخصيتن جو ذڪر ڪيو آهي، اهي بغير ڪنهن ترجمي جي آهن، انهن اقتباسات مان پروڙ پوي ٿي ته غلام رباني دنيا جي چوند عظيم ڏاهن ۽ ذهين شخصيتن جي سوانح حيات جو مطالعو ڪندڙ هو. گل محمد عمراڻي، مقدمي، "جهڙا گل گلاب جا" جو نفسياتي ۽ سماجياتي جائزو ۾ لکي ٿو ته: "هن مولوي عبدالحق جي سوانح خاڪن واري ڪتاب "چند همعصر" مالڪ رام جي ڪتاب "وه صورتين الاهي" کي پنهنجي سامهون هڪ ماڊل جي صورت ۾ رکي."(90)

غلام رباني آگري جي سنڌي ادب لاءِ هرڪا ڪوشش ساراهه جوڳي آهي. جيڪا سنڌي ادب ۾ سوانح عمرين جي اهميت کي ظاهر ڪري ٿي. هن صنف تي هن عظيم ليکڪ پنهنجي همعصرن ۾ جيڪا طبع آزمائي ڪئي سا هر لحاظ کان سندس ادبي خدمتن کي ظاهر ڪري ٿي. جهڙي طرح مرزا قليچ بيگ "جواهر الانسان" ڪتاب ۾ 42 اهم آمريڪي ۽ يورپي شخصيتن جي جيون خاڪن تي ٻڌل مذڪوره

ڪتاب ڏئي سنڌي ادب جي خدمت ۾ پنهنجو خاص مقام پيدا ڪيو آهي، اهڙي طرح غلام رباني آگري پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا بر، بحر ۽ پهاڙ" جو انتساب شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي عاشقن ۽ پارکن جي نالي ڪري سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان پيار جو ثبوت ڏنو آهي. ارنيسٽ ٽرمپ، ايچ.ٽي سورلي ۽ ڊاڪٽر اينيمري شمل جو نالو سنڌ ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عاشقن ۾ شمار ٿئي ٿو. غلام رباني آگري جو نالو سنڌي ادب ۾ احترام سان ورتو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته سندس تحريرن ۾ امر ڪردار ذڪر هيٺ آندا آهن، اهي ڪڏهن به نٽا مٽجي سگهن. اجا ان تي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي. اميد ته ايندڙ وقت ۾ ٻيا محقق غلام رباني جي شخصيت، علمي ادبي خدمتن ۽ فن تي وڌيڪ فڪري ۽ فني روشني وجهندا، اهڙي اميد ايندڙ وقت تي ڇڏجي ٿي، اميد نه بلڪ يقين آهي اهو ڏينهن ضرور ايندو. اسان جڏهن غلام رباني آگري جي ڪتاب "سنڌ جا بر، بحر ۽ پهاڙ" جو مطالعو ڪيو ته، قلندر شهباز جي علمي ۽ عملي زندگي بابت معلومات آڌو آئي آهي ته، وري ٻئي طرف جڏهن اسين، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي ڪتاب "تذڪره شهباز" جي مطالعي ڪرڻ دوران محسوس ڪيو آهي ته، ٻنهي اديبن جون خدمتون سٺي معلومات ڏين ٿيون. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو تذڪرو 128 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾، مرحوم ميمڻ "قلندر شهباز" جي سوانح حيات، نالو ۽ لقب، نسب، وطن، ولادت، ظاهري تعليم، بيعت، قلندري طريقو، مستي، منصور ۽ شهباز، سهروردي سلسلو، سيد جلال الدين شاهه سرخ بخاري، حضرت بابا فريد گنج شڪر، سير و سياحت، سيوهڻ ۾ اقامت، حضرت بو علي قلندر، ملتان ڪڏهن آيا؟ سيوهڻ آمد، سندن اچڻ وقت سنڌ جي سياسي حالت ۽ رشد ۽ هدايت وغيره جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ اهڙيءَ طرح درگاهه جون عمارتون، نوبت ۽ دمال، لعل سائينءَ جي ميندي ڪان ويندي ٻين ويهن طالب ۽ مستفيض ٿيل بزرگن جو مختصر احوال آندو ويو آهي ۽ هن ڪتاب جي آخري باب چوٿين ۾، قلندر شهباز جي شاعريءَ مان ڪن مثالن ڏانهن ڪي ضروري اشارا ڏنا ويا آهن: "اُن دور جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو نقشو به هن ڪتاب ۾ چٽيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو

آهي ته، انهن حالتن ۾ ڪيئن حضرت شهباز قلندر ماڻهن ۾ پائيپي، امن ۽ آشتيءَ لاءِ پنهنجي فڪر ۽ عرفان کي ڦهلايو آهي.(91) اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾، غلام رباني آگري سهڻيءَ ريت ڪيترن ئي بزرگن جو سوانح احوال ذڪر ڪري ادبي دنيا تي دسترس حاصل ڪري ٿو.

## سوانح نگاري جي شعبي ۾ غلام رباني جي حيثيت

سوانح نگاري تمام ڏکيو فن آهي، هن فن کي ڪندن جي سيج چيوويوآهي. سوانح ادب سهيڙيندڙ لاءِ مطالعي کان وڌيڪ مشاهدي جي ضرورت آهي. جنهن جي سوانح لکجي ٿي. ان جي حياتيءَ جي پهلوءَ کي جاچڻو پوي ٿو. سندس جنم کان وٺي مرڻ تائين، اٿڻي ويهڻي ۽ هلت چلت کان پوري ريت شناسائي هئڻ لازمي آهي. ان جي دوستن جي دائري جي واقفيت، حاصل ڪجي. چاڪاڻ ته ماڻهو دوستن مان ئي سڃاتو ويندو آهي. جئين اسان وٽ چوڻي آهي ته: ”جوءِ جا ڳابا ڏسبا آهن.“(92)

رباني جي سوانح نگاري واري پورهئي کي مفصل بيان ڪرڻ لاءِ الڳ تحقيق ڪرڻ لاءِ جي ضرورت آهي. اسان هن فن تي ربانيءَ جي سوانح عمري بابت ڪجهه لکون ٿا.

”سنڌ جا بر، بحر ۽ پهاڙ“

زير نظر ڪتاب ۾ ٽن شخصيتن جا سوانح مضمون ڏنل آهن

1. پير سائين روضي ڌڻي
2. غوث بهاؤالحق ملتاني
3. قلندر لعل شهباز

## پير سائين روضي ڌڻي

حضرت محمد راشدي ؒ جن جي احوال ۾ سندن جنم بالڪ پڻ، شاگردي جواني ۽ سڄي ڄمار جو احوال لکيو اٿس ان وقت جي سماجي ۽ معاشي حالات سان گڏ اقتصادي ۽ سياسي حالات تي به واقفيت ڏني اٿس سندس احوال لکڻ وقت اهو ٻڌائيندو ويو آهي ته ڪنهن ڳالهه ڪئي ۽ اها ڳالهه ڪٿي لکيل آهي هڪ سني ۽ سچي عقيدتمند جيان لکيو اٿس. هن عنوان تحت جن بزرگن جا نالا ورتا اٿس

اهي هيٺ ڏجن ٿا. مخدوم امير احمد، مخدوم يار محمد، سيد عاقل شاهه، مخدوم محمد دائود آگرو، محمد نظاماڻي، ٻاجهي نظاماڻي، خواجه محمد زمان، محمود نظاماڻي، حافظ هاليپوٽو، فاني، ڊاڪٽر گربخشاڻي، حضرت عيسىٰ، بيبي مريم، شمعون، حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم، محمد بن قاسم، علي ڪوفي، قاضي اسماعيل، ڊاڪٽر بلوچ، علي محمد، محمد موسىٰ طائي، يعقوب، مرزا قليچ بيگ، شاهه ڀٽائي ؒ خليفو محمد حسين مهيسر، جابر همايون، اڪبر، جهانگير، شاهه جهان، اورنگزيب، بهادر شاهه، جامي، سعدي، محمد قاسم مشوري، رشيد ڀٽي، شيخ محبوب، محمد خان جوڻيجو، علي محمد چنه، خليفو ميان لقمان، صاحبزادو ميان جمال شاهه، ميان عبدالرزاق، حسام الدين راشدي، خليفو اميد علي، عبدالله فقير، فقير قربان علي، صبغت الله شاهه راشدي، ٽالسٽاءِ، روسو، محمد عارف، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، قلندر شهباز، غوث بهاؤالحق، مخدوم نوح سرور، لنواري جو لعل خواجه محمد زمان، فقير سلطان نظاماڻي، سيد مرتضىٰ شاهه، غازي خان، موليڏنو فقير، حضرت ابوبڪر صديقؓ، مير رستم، مير سهراب، قاضي محمد عاقل، سيد موليڏنو شاهه، خواجه محمد معصوم، فقير الله علوي، حاجي ايوب قدس سره، شاهه شجاع، مخدوم محمد اسماعيل، مظفر خان، خليفو ميان سلطان، اميد علي ٽالپر، ملا واحد ڏنو، حضرت بلاولؓ، صاحبزاده ميان هدايت الله، امين فقير، شيخ طيب، بيبي خديجهؓ، حضرت عبدالله، يعقوب فقير، محمد ذاڪر، ميان محمد حسن شاهه، محمد عالم، مير بهرام خان، مير چاڪر، ميان احمد شاهه، محمد وارث، ڊاڪٽر سورلي، خليفو الهه رکيو، مير فتح علي، عبدالنبي، نادر شاهه، مدد خان پٺاڻ، احمد شاهه ابدالي، رحيم بخش سومرو، ابوالخير ڏاهري، افلاطون، ابوالحسن، ندوي، شاهه ولي الله، مصباح الدين، عبدالرحمٰن، غلام مصطفىٰ قاسمي، امام غزالي، حاجي ابراهيم فقيرجي ماءُ، ايلزبيٿ، نيلسن منڊيلا، مولوي عبداللطيف سڪندري، خليفو محمد حسين مهيسر، مخدوم محمد دائود آگرو.

## غوث بهاول الحق زڪريا ملتاني

غلام رباني لکي ٿو تہ: ”سنڌ ۽ ملتان جا تاريخي لاڳاپا نهايت قديم آهن ۽ ملتان ۽ سنڌ جي جاگرافيائي حالت جي هڪجهڙائي بيان ڪئي اٿس لکي ٿو تہ: ”آڳاٽي زماني ۾ ماڻهو پاڻيءَ جي سهنج سانگي چشمن ، ڍنڍن ، ڍورن، دريائن ۽ واهن جي پاسن سان ڳوٺ ٻڌي رهندا هئا. ريلون ۽ لاريون ڪونہ هيون تڏهن سوداگروڻج واپار جو سامان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ خشڪي تان انن جي قافلن وسيلي ۽ دريائي ٻيڙين جي وسيلي آڻيندا هئا.“(93)

غلام رباني آگري، هن سوانح عمري ۾ غوث بهاول الحق جي زندگي تي روشني وڌي آهي، ان سان گڏوگڏ ان وقت جي حالات واقعات، ماڻهن جي اٿڻي ويهڻي ۽ زندگي ڪي گذارڻ جي ڍنگ ڪي بيان ڪيو اٿس. ملتان جي ڪاشيءَ جي هنر ۽ جاين ڪي سينگارڻ لاءِ ”شيشا ڪاريءَ“ جو استعمال ۽ هنر بابت ٻڌايو اٿس هن تحرير ۾ خوشبو دار تيل عطر عنبير، ٽيبل لئمپس جي شيڊن ۽ ٻي سامان جو ذڪر ملي ٿو. رباني لکي ٿو تہ: ”غوث بهاول الحق جو زمانو سن 578 هجريءَ کان سن 661 هجريءَ آهي لکي ٿو تہ ان حساب سان ڪين هن جهان کان پردو اختيار ڪئي، پريا ست سؤ سال گذريا آهن ليڪن رباني جي حساب مطابق تہ غوث بهاول الحق کي ست سؤ نہ بلڪ ساڍا ست سؤ سال گذريا آهن. ڇو تہ رباني جو هي ڪتاب پهريون ڇاپو جون 1997ع ۾ ڇاپو ويو آهي تہ انهيءَ حساب سان ساڍا ست سؤ سال ٿين ٿا. (سنڌ جا بر بحر۽ پهاڙ ص: 94) رباني اڳتي هلي غوث بهاول الحق جون جنم جون تاريخون مختلف اخباري حوالن سان ڏنيون آهن. جنهن ۾ ٿورو گهڻو فرق پڻ آهي. رباني صاحب غوث بهاول الحق جي علم جي تحصيل بابت حرمين شريف جي حاضري بابت مريدن ۽ خادمن بابت گهڻي معلومات شامل ڪئي آهي. غوث بهاول الحق ملتاني جي سوانح عمري ۾ جن شخصن ۾ ذڪر ڪيو اٿس. انهن ۾ چند شخصتون هي آهن.

ناصرالدين قباچہ، شيخ جلال تبريزي، شيخ شهاب الدين سهروردي بابا فريد گنج شڪر، هن سوانح عمري ۾ چار يارن جي ذڪر

۾ غلام رباني لکي ٿو ته: "غوث پاڪ جن تبليغ جي خيال کان گهڻو سير سفر ڪندا هئا، گهڻو ڪري بابا فريد، قلندر لعل شهباز ۽ سيد جلال سرخ بخاري ساڻن گڏ هوندا هئا، انهيءَ ڪري ماڻهو کين "چار يار" ڪوٺيندا هئا.

اها ڳالهه سمجهه ۾ گهٽ ٿي اچي ته، غوث بهاول الدين ملتان جو ۽ قلندر لعل شهباز سنڌ جي شهر سيوهڻ جو سيوهڻ ۽ ملتان هڪٻئي کان تمام گهڻو پري آهن پوءِ به رباني صاحب لکيو آهي ته قلندر شهباز غوث بهاول الحق سان تبليغ لاءِ گڏ هوندا هئا."(94)

بهرحال ربانيءَ جو سوانح انتخاب "سنڌ جا بر بحر ۽ پهاڙ" ڪتاب اها کوٽ پوري ڪرڻ جي حوالي سان هڪ بهترين ڪوشش ڪئي آهي، جو سنڌي ادب جي واڌاري ۾ اهم ادب پيش ڪيو آهي.

هن سوانح عمري جي ڪتاب ۾ تمام گهٽيون تاريخي ڳالهيون واقعا،شخصيتون، حالات زندگي بابت هڪ اضافو آهي. اتم ڪردارن جي چوند ڪري زندگي بابت تفصيل ڏنا آهن، تذڪره بزم صوفياءَ "تذڪره سيرت العارفين" غوث جي جنم ۽ وفات بابت مختلف حوالن سان بيان ڪيو ويو آهي غوث جي زندگيءَ تي ڀرپور ۽ جامع بيان آهي. اهو بيان تاريخي ڪتابن مان ورتو اٿس، جيڪي ربانيءَ جي علمي ڄاڻ جو ڏس ڏين ٿا.

## قلندر لعل شهباز

هن سوانح عمري ۾ رباني مرحوم قلندر شهباز جي سيرت نگاريءَ جو پهلو بيان ڪيو آهي."(95) ان ۾ رباني تاريخي واقعن جو بيان دستاويزي ثبوتن تاريخي حقيقتن مان شاهديون ڪٺي ڪيون آهن، قلندر شهبازءِ واقعات سان شخصيت جي مڪمل تصوير ڪي اڀاري نمايان ڪئي آهي. سوانح قلندر، قلندر لعل شهباز جا ميلا "ڪاميٽيءَ جا ڪتابڙا" ۽ انهن جو بيان، حصي پهرين ۾ حضرت لال شهباز قلندر، سيوهڻ شريف جي تاريخي اهميت، سيوهڻ شريف ڪي ترقي ڏيارڻ، سيوهڻ شريف جي تاريخي اهميت، آثار قديمه جي لحاظ کان خاتمو، حصي ٻئي ۾: حضرت ابوذر غفاري، حضرت اويس قرني، حضرت امام ابو حامد محمد بن الغزالي، حضرت مولانا جلال الدين رومي، حضرت

غوث الاعظم سيد عبدالقادر گيلاني ؒ حضرت رابعہ بصري، حضرت منصور الحلاج، داتا گنج بخش، خواجہ معين الدين چشتي، حضرت مخدوم شيخ جلال الدين سهروردي "سلهٽ"، حضرت بو علي شاهہ شرف الدين قلندر، حضرت علاؤالدين علي احمد صابر ڪلياري، حضرت حافظ حاجي وارث علي شاهہ حسني حسيني، حضرت بابا سيد محمد چشتي صابري ناگپوري، حضرت شيخ فريد الدين شڪر، قلندر شهباز جو احوال ڏاڍو جامع انداز سان لکيو آهي ۽ وڏن وڏن عالمن، اڪابرن، ڏاهن، جي لکڻين جا حوالا ۽ دليل ڏنا اٿس. مثال قلندر شهبار جو احوال. "ماثرالڪرام" ۾ قلندر جواحوال "تاريخ فرشتہ ۾" قلندر جو ذڪر (آبِ ڪوثر ۾) قلندري احوال (مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي تصنيفن ۾ قلندر جو احوال سنڌ جي تارخ ۾ "لب تاريخ سنڌ"، "تحفة الڪرام"، "تاريخ معصومي"، "چچ نامو"، مير معصوم جي "تاريخ سنڌ"، غوث بهاول الدين جي باري وانگر رباني لکي ٿو تہ: "قلندر لعل شهباز کي هن جهان مان گذرئي پريا ست سو سال ٿيا آهن.

غلام رباني لکي ٿو تہ: "پاڻ ڪهڙي سڳوريءَ ساعت ماهہ ۽ سال ۾ تولد ٿيا. ان باري ۾ تاريخ نويسن ۽ تذڪري نگارن ۾ اختلاف آهي صحيح سن ۽ سال معلوم ڪونهي، پر هلي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، "لب تاريخ"، "مظهر شاهہ جهانيءَ"، لاڙڪاڻي جي "گزيٽيئر" ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي ڪتاب "سوانح قلندر" محبوب علي چنہ، ۽ آخر ۾ رباني پنهنجي تحقيق مطابق وفات جو سن 673 هجري ڏنو آهي ۽ ڄمڻ جي تاريخ بابت چوي ٿو تہ: "538ھ کان 583 هجري جي وچ ۾ ڄائو آهي. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي شهباز قلندر جو جنم 565 هجري، خداداد خان، "لبِ تاريخ سنڌ" ۾ قلندر جو جنم 583 هجري، حڪيم فتح محمد سيوهڻ قلندر لعل جي ولادت 538 هجري ڏنو آهي."(96) سوانح نگار غلام رباني آگري کي گهربو هو تہ بجاءِ 538 هجري کان 583 چوڻ جي ڪو هڪ سن هجري سن تحقيق مطابق ڏئي ڇڏي ها. بهرحال رباني ءَ جي هن ڪاوش کي پڻ داد ڏيون ٿا. جنهن پنهنجي علمي لياقت، گهري مطالعي آڌار سوانح نگاري جي صنف کي خوب نڀايو آهي.

تحقيق ۽ محنت ڪري بزرگن جو احوال قلمبند ڪري اجائي خوشامد اجائي پٽاڙ کان با لاتر ٿي نه رڳو سادگيءَ سان ڳالهه ڪرڻ جي هنر کان آشنا آهي. پڙهندڙ ۽ لکندڙ جي وچ ۾ دلي رفاقت پيدا ڪئي آهي. انهيءَ وکر جي اٽاٽ هجڻ ڪري سوانح ادب ۾ اضافو ڪيو آهي. غلام رباني آگري سوانح نگاري ۽ خاڪا نگاري جا ڪي نوان تجربا ڪيا آهن. انهن ۾ ڪٿي تحقيق جو رنگ ڏسڻ ۾ اچي ٿو "جهڙا گل گلاب جا" بن حصن ۾ جيڪا سوانح نگاري ڪئي، انهي ۾ ڪيترا رنگ نظر اچن پيا. جن شخصيتن جا تذڪرا ڪيا ويا آهن، انهن جي لکڻ ۾ غلام رباني جي مطالعي ۽ تجربي جي خبر پوي ٿي، اگر هر هڪ شخص تي جدا جدا مثال ڏئي سمجهايا وڃن ته اهو تمام گهڻو ٿي ويندو، پر مختصر طور ايترو ئي چوندس مرحوم غلام رباني آگري جي سوانح نگاري ۾ ليکڪ جو تجربو سمايل آهي. مختلف شخصيتن جي لاهن چاڙهن جو ذڪر به آهي ته ٻولي جي خوبصورت روانگي، جملن جي ادئگي، مثال ۽ دليل، لطيفي شعر و شاعري ۽ وچ وچ ۾ مختلف شخصيتن جي ذڪر واري تحرير جو سواد سنڌ ۾، پير علي محمد راشدي ۽ علي احمد بروهي، علامه آءِ.آءِ قاضي جي فڪر کان مدد وٺي پنهنجي نوجوان نسل کي فلسفي جون راهون ڏيکارڻ لاءِ پنهنجا مشاهدا بيان ڪيا آهن.

غلام رباني پنهنجي تصنيفات ۾، جن شخصيتن بابت جاڻ ڏني آهي، اهي شخصيتون پنهنجن سمورين خوبين سان اسان آڏو نروار ٿي اچن ٿا، ۽ انهن جا هر لحاظ کان سياسي، سماجي ۽ ديني پهلو به نظر اچن ٿا، جو اسان انهن سان غلام رباني آگري مرحوم جي لکڻين سان متعارف ٿي تن عظيم شخصيتن بابت قيمتي معلومات حاصل ڪري، انهن جي ڪمن کان روشناس ٿيا سين. سوانح نگاري ۾ جن شخصيتن تي سوانح نگاري ڪئي آهي. ان مان سندس تدبر، ڏاهپ، سياڻپ، ڏکن سکن جو وڻندڙ انداز سان سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ خدمتن کي ڀرپور انداز ۾ پيش ڪري عجب جهڙو ڪم ڪيو آهي. غلام رباني آگري سيرت پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم تي وڏو ڪم ڪري ڏيکاريو آهي. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن بابت "سيرت

جا ڪي پهلو" تلخيص ۽ ترجمو ڪري پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي مختلف پهلوئن تي روشني وڌي آهي. انهي ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت، ننڍپڻ ۽ جواني، نڪاح ۽ اولاد، ڪعبي جي تعمير، رسالت، معراج، هجرت، قبلي جي مقرري، غزوهء بدر، غزوهء احد، غزوه خندق، صلح حديبيه، مڪي جي فتح، اسلام جي تبليغ، حجة الوداع ۽ نبوت جي فرضن جو بيان ڪري، آخر ۾ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي وفات بابت ٻڌايو ويو آهي. هن موضوع جي آخر ۾ حضور ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي دعا بابت ٻڌايو ويو آهي، ته پاڻ دعا گهري اتن ته "يا الله، مون کي ڏينهن قيامت جي مسڪينن سان گڏ اٿار". اهڙي طرح جي ڪم عمل ۽ سوچ ويچار ڏسي، غلام رباني جي علمي لاڙي ۽ ڄاڻ جي معلومات ملي ٿي ته، هو هر لحاظ کان علم ادب ۾، هڪ معبر نالي سان اُڀري نروار ٿيو آهي ۽ پنهنجي همعصر دور سيني مڪتبہ فڪر جي ماڻهن لاءِ احترام وارو درجو رکي ٿو."(97)

غلام رباني آگري هي علمي ادبي ميدان ۾ وڏو ڪم ڪري ڏيکاريو آهي. اهي سڀ شخصيتون علمي ادبي، سماجي ۽ سياسي آهن. جن جي علم قرابت کان متاثر ٿيو جنهن مان سندس علمي ادبي ميدان ۾ هڪ قدآور شخصيت نظر اچي ٿي.

## ترجمن ۾ غلام رباني بحيثيت مترجم

ترجمو هڪ فن آهي، جنهن لاءِ سخت محنت جي ضرورت پوي ٿي. غلام رباني هڪ ڏاهو اديب هو، گهڻين ٻولين جي ڄاڻ رکندڙ هو، ٻولين جي مزاج کان واقف هو، انهن ٻولين جي گرامر کان به واقف ۽ ماهر هو. اصطلاح جو ترجمو، اصطلاح ۾، پهاڪي جو ترجمو پهاڪي ۾، نظم جو ترجمو نظم ۾ ڪرڻ جو فن ڄاڻندو هو. ڪراچيءَ ۾ رهائش ۽ ملازمت واري دور ۾، سنڌ جي هن پلوڙ نثر نويس غلام رباني آگرو جو تعلق رچرڊ برٽن جي ڪتابن سان ٿيو. سنڌي ادبي بورڊ گهڻو پوءِ برٽن جو ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌو ماٿر ۾ وسندڙ قومون" ترجمو ڪري ڇپرايو. ليڪن ان کان ڪافي عرصو اڳ برٽن ۽ سندس ڪتابن جي مطالعي وارو ڪم، غلام رباني آگري شروع ڪيو."(98)

غلام رباني برٽن جي ڪتاب "سنڌ ۾ بازن سان شڪار" (انگريزي) لنڊن مان 1852ع ۾ ڇپيو. غلام رباني هن ڪتاب ۾ ڪي ٽڪرا (حصا) ترجمو ڪيا ۽ ماهه نامہ "نئين زندگي" (ڪراچي) ۾ مارچ، اپريل ۽ جون 1962ع جي پرچن ۾ ڇپرايا، ليڪن ڪتاب مڪمل طرح سان ترجمو نہ ٿي سگهيو. برٽن جي ڪتاب جي اشاعت کان 160 سال پوءِ، ان جا ڪي حصا ترجمو ڪري ڇپائڻ واري ڳالهہ نهايت اهميت جوڳي آهي."(99) سنڌي ادبي بورڊ 1977ع ۾ محمد اسماعيل عرساڻي مرحوم جو ڪتاب "سنڌ ۾ پکين ۽ جانورن جو شڪار" ڇاپي پڌرو ڪيو، ڪتاب ۾ عرساڻي صاحب جا عنوان تي لکيل ڇهہ مضمون موجود آهن. جڏهن تہ ضميمي طور رباني صاحب جو 1962ع ۾ برٽن جي ڪتاب جو ڪيل ترجمو "بازنامو" پڻ شامل ڪيو ويو آهي. هي ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ 143 صفحن تي مشتمل آهي. مصنف طور عرساڻي مرحوم سان گڏ غلام ربانيءَ جو نالو بہ ڏنو ويو آهي، حرف آغاز عرساڻيءَ جو، ۽ "پيش لفظ" رباني صاحب جو لکيل آهي، جنهن ۾ وري بہ برٽن بابت مختصر ڄاڻ ڏني وئي آهي."(100)

هت هئي باب ۾ آيل ڪن شين جو ورجاءُ ڪيو آهي نہ تہ هي موضوع بيان ڪري ڪونہ سگهبو. غلام رباني آگرو جيئن تہ سنڌ جو ڏاهو ۽ قابل مترجم هو، پاڻ ۽ سندس ساٿي سراج ميمڻ سان گڏجي "چوند مختصر آمريڪي افسانا" جي نالي سان آمريڪا جي چوٽيءَ جي افسانا نگارن جا چوند چوڏنهن افسانہ پڻ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ترجما ڪيا آهن، ۽ هر افسانو پنهنجي منهن آمريڪي ادب ۾ هڪ بلند ۽ زندهہ مقام رکي ٿو. غلام رباني ۽ سراج مرحوم سنڌي ۾ آمريڪي افسانن کي ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ واڌاري جو ڪم ڪري سنڌ ۽ سنڌي ادب ۽ ٻولي وارن ماڻهن مٿان انصاف جهڙو ڪم ڪري سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ ۾ واڌ ويجهہ وارو ڪم ڪيو آهي ۽ انگريزي افسانن مان هڪڙو وسيلو ۽ ذريعو ڪڍي زندگيءَ جا لطيف ۽ گونا گون پهلو روشن ۽ نمايان ڪري سنڌي ادب ۾ متعارف ڪرائي روشنائي مهيا ڪئي آهي ۽ فني ۽ فڪري لحاظ سان افسانن جي ڪردارن، منظر ۽ ماحول نگاري هڪ مقصد تحت آڻي پنهنجو فرض ڪاميابي سان

نباهيو آهي. هن مجموعي ۾ جن آمريڪا جي چوٽيءَ جي افسانا نويسن جا افسانا آهن، تن جو هر افسانو جنهن آمريڪي ادب ۾ هڪ بلند ۽ زنده مقام رکي ٿو. تن شاهڪار افسانن جي ترجمي جي ضرورتن کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. ترجمن ڪرڻ سان نہ رڳو اسان جي پڙهندڙن کي نئين حقيقتن جون نيون دنيائون کلن ٿيون، بلڪ لکندڙن کي صحيح قسم جي سکيا ملي ٿي. غلام رباني آگري ۽ سراج بہ انهيءَ مقصد جي مناسب حد تائين پورائي ڪئي آهي. ٻين ٻولين جو ترجمو ايڏو آسان ۽ سولو بہ نہ آهي، هي ٻن اديبن جو تخليقي پورهيو آهي. جنهن مان سندن ذات ۽ ڏانو ظاهر پئي آهي. غلام رباني آگري نڪولائي منو چيءَ جي اطالوي زبان ۾ لکيل ڪتاب "سوريا دو موگور" " SORIA DO MORE " مان هڪ مضمون "دارا جا پويان ڏينهن" سنڌي ۾ ترجمو ڪيو جو غلام رباني آگرو جي جنم ڏينهن جي حوالي سان سندس هي اڻڇپيل تحرير ٿماهي "مهراڻ" جي آڪٽوبر- ڊسمبر 2012ع جي پرچي ۾ پيٽا طور پيش ڪئي وئي آهي. مذڪوره ڪتاب "سوريا دو مور" ترجمو ٿيل آهي، اهو ڪتاب سن 1906ع ۾، لندن مان، چئن جلدن ۾ شايع ٿيو هو. آگري صاحب چئن ئي جلدن جو ترجمو پڙهيو هو، جنهن ۾ غلام رباني آگري شهزادي دارا جي پوين ڏينهن جو احوال سندس دل لڀائيندڙ لڳو هو ان ڪري سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپائڻ جو خيال آيس، غلام رباني آگري هن مضمون جي شروعات ۾ نڪولائي منوچيءَ جي بابت لکيو آهي. 1639ع ۾ ڄائو هو ۽ 1717ع ۾ وفات ڪيائين، پوءِ دارا جي زندگي بابت اهڙي تہ سهڻي انداز سان مضمون کي پورو ڪيو ويو آهي، جڻ هي مضمون لکيل ئي ربانيءَ جو آهي، ترجمو اصل نٿو لڳي. اورنگزيب بادشاهہ پنهنجي ڀاءُ دارا تي جيڪي ظلم ڪيا رباني مضمون جي آخر ۾ لکي ٿو، اورنگزيب رڳو پنهنجي ڀاءُ دارا کي ڪو نہ مارايو پر، پنهنجا سڀ ڀائر هڪ هڪ مارايائين. جڏهن پاڻ تخت تي ويٺو تہ "محي الدين" يعني (دين کي جيئرو ڪندڙ) جو لقب اختيار ڪيائين، سو هندستان جي هڪ اديب پنهنجي ڪتاب ۾ متس هيءُ تاريخي جملو لکيو، اورنگزيب مغل

بادشاهه ايڏو تہ ديندار هو، جو تهجد جي ڪابہ نماز قضا نہ ڪيائين ۽ پنهنجو ڪوبہ پاءُ جيئرو ڪو نہ ڇڏيائين."(101) سنڌ ۾ مرزا قليچ بيگ وڏو ترجمي نگار هو. جنهن ڪي سنڌ جو شيڪسپيئر چيو وڃي ٿو. جنهن ڪافي مواد ترجمو ڪري سنڌي ادب جي گلشن کي مالامال ڪيو آهي.غلام رباني آگرو بہ سنڌ جي انهيءَ ڏاهي ۽ ڏاهن واري لسٽ ۾ شامل آهي. جنهن سان محمد اسماعيل عرساڻي مرحوم، سراج ميمڻ ۽ محمد ابراهيم جويي جي رهبري بہ ان ۾ شامل آهي. ترجمي نگار جي اها ڪوشش هوندي آهي بين جي تجربن مان فائدا وٺي، پنهنجي ٻولي جي ڳالهائڻ وارن جي وچ ۾ باهمي ٻڌي ۽ اتفاق ۽ ربط ۽ ضبط جون راهون کوليندو آهي. پنهنجي علم ادب جي ذخيري کي وڌائي ذهني مفاهمت پيدا ڪري ٿو."(102) بين الاقوامي طور ڏٺو وڃي تہ اڄ جڏهن علم ۽ ادب ۽ معلومات حيرت جهڙي آهي، هي هر زبان جي بنيادي ضرورت آهي تہ انهيءَ کي ترجمي جي بند ڪوٺين مان ٻاهر ڪڍي ٻاهر کان اچڻ وارن هوائڻ مان تازگي حاصل ڪجي، نون خيالن، نون خبرن جي بغير ڪا بہ ٻولي پنهنجي زماني جي علمي سرمائي کي نين نين انڪشافن کي، ترجمي ذريعي پنهنجي پڙهندڙن وارن تائين پهچائي ٿو، اها ئي توانائي چئي وڃڻ جي مستحق آهي ۽ اها ئي اڄ جي بين الاقوامي مقابلي ۾ اَگتي وڌڻ جي اهل چئي وڃي ٿي. اڄ جي دور ۾ غلام رباني آگري جهڙن ترجمي نگارن جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي، اسان جي سنڌي ٻولي کي عالمي برابري جي ڊوڙ ۾اڳتي وٺي وڃڻ جي صلاحيت موجود هئي ۽ آهي. سندس مٿي بيان ڪيل ترجمي مان اها ڳالهہ پڻ عيان آهي، جيڪڏهن اديبن جو ۽ ادب جو معيار بلند کان بلند ترين ڪرڻو آهي تہ سٺي ۽ معياري ترجمن جو هڪ سلسلو قائم ڪرڻ ضروري آهي.

# ضميما

**تقريرون:**

جيئن تہ غلام رباني آگرو ملڪ جي مختلف ۽ وڏن نالي وارن ادارن جا سربراهہ رهيا آهن. جتي بہ رهيا آهن اتي سنڌي ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. اسان هن تحقيق ۾ گهٽي ۾ گهٽا جتن ڪري ڪي چيزون مختلف جريدن مان هٿ ڪيون آهن ۽ جيستائين تحقيق جي طالبعلم جي پهچ رهي آهي تن ۾ هي ٽي اهم تقريرون هٿ آيون آهن.
1. سنڌالاجي، سنڌ جي ثقافت جو امين ادارو 2. جي.ايم.سيد خود شناسي جو سبق ڏيندڙ پيامبر3. باراڻي تنظيم "بزم گلزار" ڪنويشن ۾ تقرير مذڪوره ٽن موضوعن تي غلام رباني آگري جون تقريرون ملن ٿيون جيڪي نظر مان گذريون آهن. انهن ۾ ٻن تقريرن جو ذڪر غلام رباني جي ڪتاب "ٿيا قلب قرار" ۾ ڪيو ويو آهي. هڪ ٻارن جي ڪنوينشن واري تقرير جو ذڪر اياز پاتولي جي مضمون "ڪو ڪو ماڻهو موتي داڻو" ۾ ذڪر ٿيل آهي.
1. تقرير سنڌالاجي جي سلور جوبلي تقريبات ڊسمبر 1987ع جي لوڪ سنگيت محفل ۾ مهمان خصوصي طور تقرير آهي، جيڪا پاڻ سنڌ يونيورسٽي جي وائيس چانسلر مظهرالحق صديقي ۽ سنڌالاجي جي ڊئريڪٽر محترمہ مهتاب راشدي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي استاد صاحبان ۽ سنڌ جي عالي مرتبت اديبن قلمڪار ساٿين ۽ ٻين سان مخاطب ٿيندي تقرير جي شروعات ڪئي آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي سلور جوبليءَ جي جشن جي موقعي تي سنڌالاجي ۾ 25 ورهيہ جي پوري سفر جو ڏينهن ملهايو ويو هو. جيڪو ڪجهہ رنگ بہ رنگي ملهايل ڏينهن جو ذڪر ڪيو اٿس. هن تقرير ۾ سنڌالاجي اداري جي شناخت ۽ قدر شناسي بابت ٿيل تقرير جو احوال بيان ڪيل آهي. ابتدائي گفتا روايتي آهن. جيئن هر محفل جو مور واتان ڪيندو آهي. ايئن ئي هن تقرير ۾ ملڪي ۽ ادبي محفل جو ذڪر آهي. سنڌ تي لکيل ڪتابن تي ڳالهايل آهي. مشاهيرن جو ذڪر ڪيل آهي. سنڌالاجي

جي مڪمل تاريخ آهي. سنڌ ۾ ٿيل اهم واقعن جنگين بابت بيان آهي، سنڌي تهذيب تي لازوال بيان ڏنل آهي. هن تقرير جو خاتمو دعا سان آهي، جيڪو رباني پنهنجي تقرير ۾، هيئن ٻڌوي ٿو. ”خاوند ڪريم سنڌ کي سدائين شاد ۽ آباد رکي ۽ ان جي خدمت گذار عالمن ۽ اديبن استادن، شاگردن ۽ ادارن کي زنده ۽ پائنده رکي.

## 1_ جي.ايم.سيد خود شناسي جو سبق ڏيندڙ پيامبر

هن تقرير جي بہ شروعات ساڳئي طرح روايتي آدابن سان ڪيل آهي ۽ اسٽيج تي توڙي هيٺ نامور عالم ۽ ڏاها ويٺل هئا. جن ۾ سائين جلال محمود شاهہ، سائين محمد ابراهيم جويو ٻيا اديب پائر دوست ۽ سنڌ سان محبت ڪندڙ ساٿي جن جو سنڌ ڌرتي سان پيار آهي. تقرير ۾ رباني شروعات سائين جي- ايم- سيد سان نياز مندي بابت ڪري ٿو تہ جي- ايم -سيد سان سندس نيازمنديءَ جو عرصو تقريبن پنجاهي کن ورهين جو آهي، جنهن ۾ پهرين ملاقات جو سال 1954-1953ع ۾ ڄاڻايو آهي.”(103) هن تقرير ۾ رباني جون سائين جي.ايم.سيد سان جيڪي سيني سانديل يادون آهن تن کي ساريو ويو آهي. جن ۾، ڪن مشهور عالمن ۽ مشاهيرن، محفلن ڄو احوال- سنڌ جي تاريخ بابت، رني ڪوٽ جو ذڪر- گورک هل جو ذڪر ۽ جي.ايم.سيد جون ادبي ڪاوشون ۽ ادارن جو احوال سائين جي.ايم.سيد جي رٿن سان ڪيترائي ادارا وجود ۾ آيا. هي تقرير سائين جي.ايم.سيد بابت لفظن جي پڄاڻي تي لکيو اٿس تہ: ”هو سنڌ جي روشن مستقبل جو پيامبر آهي ۽ اسين سڀ سندس سلامي آهيون ۽ سندس خادم آهيون. جو هن اسان کي خود شناسائي جو سبق ڏنو. آءُ اهي لفظ چئي اجازت وٺان ٿو، اوهان جي وڏي مهرباني.“(104)

## 3_ ٻاراڻي تنظيم ”بزم گلزار“ ڪنوينشن ۾ تقرير

مذڪوره تقرير غلام رباني آگرو جي سال 1967ع ۾ ڪيل آهي. جيڪا ٽنڊو محمد خان شهر جي ٻاراڻي تنظيم ”بزمِ گلزار“ پنهنجي بالڪ ڪنوينشن تي رباني کي مهمان خاص طور تي گهرايو هو. انهيءَ موقعي تي رباني پنهنجي صدارتي تقرير ۾ ٻارن جي گهڻي حوصلا افزائي ڪئي هئي. ڪين اڳتي وڌڻ ۽ ادبي ميڙاڪا منعقد ڪرڻ جي

صلاح ڏني، تہ جيئن اڄوڪوٻاررلڻ بجاءِ علمي ادبي تنظيمن ذريعي پاڻ کي اجاري قوم جو ڀلو سوچي."(105)

**ڊائريون:**

ڊائري انهيءَ کي چئبو آهي. جنهن ۾ ماڻهون روز مره جي ڳالهہ لکندو آهي. روز مره جي روئداد ڪن ماڻهن جي عادت هوندي آهي. ڪير آيو؟ ڪير ويو صحت ڪيئن رهي. گهر جو خرچ ڪهڙو ٿيو. ان جي داخلا روز نامچي ۾ رکندا آهن. ڪي رڳو گهر جي بجيٽ جي ڪٽ خاطر لکندا آهن. غلام رباني آگرو پنهنجي هڪ مضمون "پير علي محمد راشدي" ۾ لکي ٿو تہ: "سنڌ يونيورسٽيءَ واري زماني ۾ هڪڙو واقعو ٿيو. جنهن مان راشدي جي سياءَ جو اندازو ٿيو. مون انهن ڏينهن ۾ ڊائري لکڻ شروع ڪئي هئي. وقت بہ وقت ڪي دلچسپ قصا آئنده جي لاءِ يادگيريءَ لاءِ لکندو رهندو هيس. انهي دور جو لکيل هڪ واقعو نقل ٿيل آهي. ڪالهہ صبح غلام نبي ميمڻ (اڳوڻو وزير قانون) مغربي پاڪستان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پنهنجي پٽ جي داخلا لاءِ مون سان ملڻ آيو. ان سلسلي ۾ بہ چار دفعا اڳ بہ مون وٽ آيو هيو معاملي ۾ ڪو اٽڪاءُ آهي. هر دفعي ساڻس سٺي ڪچهري ٿيندي هئي. هر ڀيري ٻڌايائين تہ ايوب خان جي دور ۾ جڏهن پاڻ ون يونٽ حڪومت ۾ وزير قانون هو. تڏهن راشدي صاحب سان اهو طع ٿيو هو تہ هو حڪومت جي حمايت ۾ اخبارن ۾ آرٽيڪل لکندو ۽ مون موٽ ۾ ڪيس ماهيانو. پندرهن سؤ (1500) روپيہ معاوضو گلبرگ ۾ بنگلو ۽ اچڻ وڃڻ لاءِ ڪار ملندي. هن چيو تہ انهي خرچ پکي جو سڄو بار ڪراچيءَ جي هڪ سيٺ تي رکيو ويو هو، جنهن جا نواب ڪالاباغ سان گهرا مراسم هئا، هن ۾ انهي سيٺ جو نالو ڄاڻي ٻجهي ڪو نہ ٿو لکان، غلام نبي ميمڻ ٻڌايو تہ راشدي جا مضمون ڪڏهن ڪنهن نالي سان، ڪڏهن ڪنهن نالي سان ڇپبا هئا. هڪ مضمون غلام نبي جي نالي سان ڇپيو هيو. جنهن ۾ فاطمہ جناح جي مخالفت ڪيل هئي." (106)

ڪوشش ورتي هيم تہ ڪٿي نہ ڪٿي رباني جي لکيل ڊائري هٿ اچي ۽ ان ڊائري ۾ ٻيون بہ اهڙيون ڪوڙ ساريون ڳالهيون بيان ٿيل

هوندي. وڏي ڪوشش جي باوجود رباني جي ڪا به ڏائري هٿ نه لڳي سگهي، سنڌي ادب ۾ ڪي چند ڏائري ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيل آهن انهن جو ذڪر به ضروري سمجهان ٿو.

1- قيدياڻي جي ڏائري - 1972ع اختر بلوچ
2- جيل ۾ ٻاويهه مهينا - 1977ع کان 1978ع طارق اشرف
3- جيتامڙي جي ڏائري - 1982ع ڊاڪٽر سرلا ديوي
4- ساهيوال جيل جي ڏائري 1986ع شيخ اياز
5- چين جي ڏائري - 1995ع پير علي محمد راشدي

مٿين ڏائرين ۾ اگر رباني جي يادگيرين ۽ مختلف واقعن تي مشتمل ڏائري شايع ٿي پوي ته يقينن رباني جا اهي لڪل ۽ روشن پهلو ظاهر ٿي پوندا ۽ ذڪر ڪيل ڏائرين جي تاريخ ۾ هڪ تاريخ جو وڌيڪ اضافو ٿي پوندو.

**خط**

غلام رباني آگري جي شخصيت سنڌي ادب ۾ تمام قدآور ۽ علم ادب ۾ توڙي منتظر جي حوالي کان ڪنهن به تعارف جو محتاج نه آهي. جيتري قدر غلام رباني جي شخصيت جو تعلق آهي ته هن ڪوڙ سارن دوستن ۽ يارن ڏانهن خط لکيا آهن. جيئن ته ذڪر ڪري آيو آهيان ته رباني جيڪي حڪيم اعجاز حسين چانڊيو ڏانهن خط لکيا هئا. سي حڪيم اعجاز حسين چانڊيي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ پڌرا ڪيا آهن. ان ڪتاب جو عنوان آهي "خط غبار" هن مجموعي ۾ رباني جا ارڙهن خط شايع ٿيل آهن. ان کان علاوه اڻچپيل خط غلام رباني جا مختلف ساٿين عزيزن ۽ دوستن وٽ موجود آهن. غلام رباني جي عزيزن دوستن ۾ خاص طور الطاف آگرو جنهن کي ايئن چوندس ته رباني جو جانشين آهي. تنهن غلامرباني جي علمي ۽ ادبي ڪم جي حفاظت ڪرڻ جي هر لحاظ کان منظر عام تي آڻن لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي. انهي کان علاوه مختلف ڪتابن ۽ رسالن جي اپياس مان اهڙن خطن جو پڻ احوال مليو آهي. ڪجهه خط غلام رباني آگري جي ياڻيجي رياض آگري وٽ پڻ موجود آهن، ان جو ٻڌائڻ آهي ته رباني جا اهي خط هاڻ ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيا ويندا. بهرحال رباني جا جن

مائٽهن سان قرب ۽ پيار جا رشتا هئا. انهن ۾ چونگاڻي صاحب، صديق سالڪ، ڊاڪٽر تنوير عباسي، زبيده ميتلو، سيد واجد علي شاهه، سائين جي.ايم.سيد، حميد سنڌي، پير حسام الدين راشدي، مسٽر ناشاد، ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، جمال ابڙو، پير علي محمد راشدي، رشيد ڀٽي، سيد انيس شاهه جيلاني صادق آباد وارو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد دائود بلوچ، ڊاڪٽر حميدالله، حسين شاهه راشدي ۽ سائين مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ۽ بين ڪوڙ سارن مائٽهن سان رباني جي نياز مندي هئي. مرحوم غلام رباني جون انهن مائٽهن سان ڪچهريون ٿيل هيون پر تازو هڪڙو مضمون امام راشديءَ جو "هن دنيا جي حياتي هڪ ڏينهن وانگر" ۾ لکيو آهي ته: "مون وٽ رباني جا پنج خط آهن، ٻه خط وڏي اهميت رکن ٿا. ٻنهي خطن ۾ تاريخ جي اوت ٿيل آهي. 11 سيپٽمبر 1994ع واري خط کي مضمون ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ٻيو خط اسلام آباد مان 14-09-1994 جو آهي." ڪجهه خط هٿ آيا آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا ۽ اهي خط غلام رباني جا پنهنجا هٿ اکر آهن، جيڪي پاڻ سيد حسام الدين راشدي ڏانهن لکيا آهن.

## اڻ ڇپيل مواد:

غلام رباني آگري لاءِ هڪڙو ذڪر ڪري آيو آهيان ته، سندس وفات کان پوءِ سندس جانشين الطاف آگرو آهي. جيڪو رات ڏينهن جتن ڪري رهيو آهي ته، غلام رباني آگري جي اڻڇپيل مواد کي ڇاپي پڙهندڙن آڏو آندو وڃي، ۽ سنڌي عوام ۽ ادب سان چاهه رکندڙ ماڻهو ان جي تحريرن کان استفادو حاصل ڪن. هي باذوق ماڻهو ڪنهن اداري ڏانهن به واجهائي رهيو آهي ته، ادارو حامي واري ته، جيئن غلام رباني آگري جا ڪي لڪل پهلو جيڪي اڄان تائين پنن جي صورت ۾، ٽڙيا پکڙيا پيا آهن تن کي يڪجاءِ ڪري ڪتابي صورت منظر عام تي اچڻ گهرجي. غلام رباني آگري جو اهو علمي ادبي پورهيو، جنهن ۾، سنڌ جي تاريخ ۽ ادب جو اهڙو اثاثو شامل ڪيل آهي، جيڪو ماضي جي قدامت ۽ حال جي حقيقتن تان لڪل پردو کڻي ٿو، انهيءَ قيمتي ورثي ۾ وڏي قيمتي معلومات ڏنل آهي. جنهن ۾، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي سماجي قدرن جي ڳالهه ڪيل آهي. انهي جا هرلحاظ کان روشن رخ ۽ پهلو سنڌي عوام اڳيان اچي ويندا، اهڙي جوهر کي سنڌي ادب ۾ داخل ڪجي ته، اڳ جيان هڪ شاندار واڌارو ٿي پوندو. الطاف آگري وڏي جدوجهد ڪري، غلام رباني آگري جي وفات کان پوءِ سندس اهي ڪهاڻيون ڪهاڻيون منظر عام تي آنديون جيڪي اڻڇپيل هيون تن کي، اڳ وارين ڇپيل ڪهاڻين سان ملائي "آب حيات" ڪهاڻي- ڪليات: نالي مجموعي ۾ داخل ڪري، شايع ڪرايون آهن. ٻي سندس اهم ڪاوش هي به آهي ته، غلام رباني جي لکڻين ۾ مثال مضمون، مقالا، يادگيريون، ترجما، تقريرون ۽ خاڪا ڪتابي صورت ۾مرتب ڪري وڏو ڪم ڪيو آهي. انهي خدمت جي سفر ۾ نصير مرزا جون به خدمتون شامل آهن. سندس تئين خدمت کي خراج تحسين ۽ داد ڏجي ٿو، جنهن ۾ غلام رباني جي سفرنامن کي يڪجاءِ ڪنو ڪري سيئي سفرناما کي "هنگلاج ۾ چانهه" جي عنوان سان مجموعي ۾ شايع ڪرايا آهن. الطاف آگري اهو به، ٻڌايو ته هاڻ غلام رباني جي فن ۽ شخصيت تي

جلد هڪڙو ڪتاب ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي. اهڙي جاکوڙ تي الطاف آگري کي جس ڏجي ٿو ۽ اهڙي محنت کي ڏسي سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان. وارث هجن تہ اهڙا، عزيز هجن تہ اهڙا جيڪي رباني جي خاندان جا هوندي اهو فرض بخوبي سرانجام ڏئي رهيا آهن. اجا بہ رباني جو ڪوڙ سارو رهيل ڪم آهي. جنهن کي ڇپائڻ جي ضرورت آهي. مثال ڊائريون ۽ انٽرويو ڳولي هٿ ڪري شايع ڪرائڻ جي ضرورت آهي. اهڙي قسم جي ڪوشش بلڪل ڪانہ ٿي سگهي آهي. جنهن ۾غلام رباني جون ڊائريون ۽ خط جيڪي سنڌي ادب جو اهم حصو آهن. اهي ڇپجي ظاهر ٿيڻ کپن. جيئن سنڌي ادب جو دامن وسيع ۽ سر سبز شاداب رهي قوم کي هڪ ميوو ڏيندو رهي. ايندڙ دور ۾ ڪن محققن لاءِ هي ڪم وڏيڪ مدد گار بڻجي پوندو ۽ سنڌي ادب تازي تحقيق سان گل و گلزار ٿي پوندو. هن تحقيق ۾ پنهنجي حصي جو ڪم ٿيل آهي ۽ ايندڙ محقق ۽ نقاد هن ڪم ۾ جيڪو خال رهجي ويو آهي، انهيءَ رهيل حصي کي اڳتي وڌائي پنهنجي حصي جو ڪم ڪري هن تحقيق ۾ انشاءالله اهم اضافو ڪندا.

**تاثرات:**

غلام رباني آگري جن ماڻهن سان ٿورو يا گهڻو وقت گڏ گذاريو هو. يا ڪن شخصن کان متاثر ٿيو هو. انهن بابت پنهنجا ذاتي تاثرات لکيا آهن. جنهن ۾ سندس ڪتاب "ماڻهو شهر ڀنڀور جا" آهي هن ڪتاب ۾ آيل جن شخصيتن جو احول لکيو ويو آهي. انهي کي پاڻ ذاتي تاثرات ٿو ڪوٺي ۽ اهو بہ لکي ٿو تہ: "هي سوانح خاڪا نہ آهن."(107)

وڏيڪ لکي ٿو تہ: "ايس.ايم ڪاليج ۾ پڙهڻ واري زماني ۾ انهي ۾ جواني جا ڪيئي ماھ ۽ سال کي ڏکيا تہ ڪي سک ۾ گذريا هئا. جڏهن هاسٽل ڇڏيم تہ پنهنجا تاثرات قلم بند ڪيم. جيڪي شيخ اياز سميت گهڻن کي وڻيا" رباني 30 نمبر ڪمري جون يادن ۾ پنهنجي دوستن مقبول سومري ۽ حفيظ جي يادن کي تمام گهڻو ساراهيو ۽ شمس جهڙي پياري دوست جو ذڪر ڪندي لکي ٿو. "شمس منهنجو دلبر دوست هو. ڪِل پوڳ کان سواءِ رهي نہ سگهندو هو. رباني

وڏيڪ لکي ٿو: ”هڪ دفعي مان بيمار ٿي پيس ڪراچي جي گھميل آب هوا مون کي سنڌ جو سور ڪري وڌو. اهڙو سخت جو چري پري نہ سگهان بستري داخل ٿي ويس. راتين جون راتيون لچندي پچندي گذاريم. منهنجي دوست شمس سومري جون بہ خوبيون هونديون هيون. هڪ ڪل پوڳ ڪانسواءِ رهي نہ سگهندو هو. بيماري وارن ڏينهن ۾ منهنجي ڏاڍي سار سنڀال لڌائين. ڊاڪٽري پڙهندو هو، حافظ، رومي سندس مرشد هئا.“ غلام رباني پنهنجي همدرد ۽ هڏ ڏوکي دوست کي ڏاڍن سٺن لفظن ۾ ساراهيو. چو تہ زندگي ۾ جيڪي ڏک ڏيندا يا سک تڪليفن ۽ خوشين ۾ شريڪ ماڻهو ڪو نہ وسرندا آهن اهي دنيا ڇڏي ويندا تہ ويتر انهن جا وڏ ۽ وير خوشيون غم ياد ئي رهجي ويندا آهن. انهن جون پل پل يادون جيءَ کي جهوري ڇڏينديون آهن. غلام رباني بہ انهن شخصيتن بابت پنهنجا تاثرات پڙهندڙن اڳيان بيان ڪيا آهن پلا دوست ۽ يار ڪي وسرڻ جا هوندا آهن ڇا؟

غلام رباني جا تاثرات جڻ تہ سنڌي ادب جي تاريخ جو حصو بڻجي چڪا آهن. جمال ابڙي بابت چوي ٿو: ”جمال ابڙو سنڌي افساني جو امام هو. جمال ابڙي کان وڏو افسانا نگار نہ مون اڳ ۽ نہ مون پوءِ ڏٺو.“ عثمان علي انصاري بابت ۽ ان سان گذاريل گهڙين بابت احوال توڙي پنهنجي همعصرن تي تاثرات لکي انهن کي سهيڙي ڪي ماضي جا تجربا ۽ تلخيون بيان ڪيون آهن. نورالدين سرڪيءَ بابت لکيو اٿس تہ: ”ماڻهو جيڪو ڪجھ آهي. پنهنجي ماحول مطابق آهي.“ نورالدين سرڪي تاثرات ۾ جيڪي رايا ڪنيا اٿس، ان بابت ابن خلدون، ابوالڪلام آزاد، البرٽ آئنسٽائين جا حوالا ڏنا آهن. سنڌي ادبي سنگت شاخ حيدرآباد واري شاخ نورالدين سرڪي کي ڀيٽا ڏيڻ لاءِ غلام رباني لکي ٿو تہ: ”چئن پنجن ڄڻن جي ميڙ ۾ عقيدت جا گل آڇيا تہ سنگت جا اصل در نسل ڪيترا پراڻا اسان پاران ميمبر ۽ ٻيا ميمبر ويجهو ئي وينا هئاسين، انهن کي سڏڻ کان لاچار ٿي ويل ڪجھ دوست ۽ سندن ميڙ ڪيڏو نہ وڏو پئي پانيم، اهو سنگت جو تعزيتي ميڙ ڪيڏو نہ اوپروهو.“ غلام رباني پنهنجن دوستن جيڪي هن دنيا ۾ نہ رهيا هئا.

انهن جون يادون گڏ ڪيون آهن نورالدين سرڪيءَ جي تاثرات ۾ به انهن شخصيتن جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪي هينئر اسان وٽ موجود نه آهن، پر غلام رباني جي تاثراتن ۾ اسان سان ڳالهائيندي نظر اچن پيا. مثال جمال ابڙو، نورالدين سرڪي ۽ تنوير عباسي اهي غلام رباني جا تاثرات دل کي متوجهه ڪندي هڪڙي اسان کي نصيحت ڪن ٿا ته دوست سدائين گڏ نه هوندا آهن. ڪي اڳي ته ڪي پوءِ زماني مان ٿي موڪلائي هليا ويندا آهن. خلوص دل سان دوستن جي عزت ڪريو ملو ته پيار سان ملو. غلام رباني جن شخصيتن تي پنهنجا تاثرات لکيا آهن انهن ۾ تقريبن سيئي سنڌي ادب ۽ ٻولي جا خدمتگار هئا، جن هڙان وڙان خرچ ڪري سنڌي ادب جي تاريخ ۾ پنهنجو نالو روشن ڪري ويا. هن وقت انهن جي علمي ادبي ڪمن ڪان سواءِ سنڌي ادب چڻ ته، اڻپورو رهجي ويندو انهن شهپارا سنڌي ادب جا اڻوٽ حصو آهن اهي رڳو تاثرات نه بلڪ هڪ دور جي تاريخ به آهي.

**انٽرويو:**

غلام رباني آگري جي لکڻين ۾ اهڙي ته ڪشش رکيل آهي، جو پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪرائين ٿيون، وٽس سنڌ ۽ دنيا جي ادب بابت اڻکٽ ڄاڻ هئي ان ڪري، "سندس لکڻين ۾ هڪ دور جي تاريخ به سمايل آهي ته ڪٿي تحقيق جو رنگ به سمايل اٿس. مذڪوره موضوع آهي "انٽرويو" غلام رباني آگري جيڪي خاڪا لکيا آهن، انهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ وارن خاڪن ۾ اهي انٽرويو ڏنا آهن جي سنڌي جي هنن اعلىٰ انسان ڪان پاڻ ورتا هئا."(108)

غلام رباني آگري جا به، ڪيترائي انٽرويو آهن جيڪي سندس حياتي ۾ ورتا ويا هئا. انهن انٽرويوز بابت گهڻن ئي ڪتابن، رسالن، اخبارن ۽ اديبن ڪان معلوم ڪيم ليڪن رباني جو ڪٿي به ڪو انٽرويو وغيره هٿ نه اچي سگهيو. نصير مرزا ۽ الطاف آگري غلام رباني جا مختلف مضمون، تقريرون، مقالا، مشاهيرن جا تذڪرا هڪ ڪتاب "ٿيا قلب قرار" ۾ سهيڙيا آهن. مذڪوره ڪتاب جي صفحه نمبر 9 تي ڪتاب جي باري ۾ الطاف آگري ۽ نصير مرزا لکيو آهي ته:

”اسان جي هي بہ حسرت آهي تہ رباني جي حياتي ۾ ڪائنن جيڪي انٽرويو ورتا هئا ۽ جيڪي طويل انٽرويو سنڌالاجيءَ جي سائونڊ آرڪائيوز لاءِ رڪارڊ ڪرايا هئا. اي ڪاش موقعو مليو تہ اهو بہ ٽيپ تان ٽرانسڪرائيب ڪري سنڌن انٽرويو تي ٻڌل اهڙو ڪتاب پڌرو ڪرائبو.“(109)

غلام رباني آگرو هڪ ناميارو اديب هو، سنڌس ڪيترن ئي ادبي ادارن ۽ رسالن ۾ ڪم ڪرڻ جا موقعا مليا آهن، لازمي آهي، انهيءَ ڪري سنڌس انٽرويوز ڪي شايع ڪيو ويو هوندو جيڪي هن ڪان سنڌس همعصر اديبن ۽ شاعرن ورتا هوندا پر، اسان کي انهن سڀني انٽرويوز تائين رسائي حاصل نہ ٿي سگهي آهي. هڪ ننڍڙي اسڪالر جي حيثيت سان گهڻي ڳولا ڪندي ڪتابن ۽ رسالن جي اٿل پٿل مان اها ڪاميابي حاصل ٿي ۽ ڪجهہ من مانو ٿيو، جڏهن سنڌس هڪ انٽرويو جيڪو خالد اطهر ڪانئس اردو زبان ۾ ورتو هو انهيءَ ڪي ڏسي خوشي محسوس ٿي تحقيق جي طالب علم جي حيثيت ۾، انهيءَ انٽرويو کي سنڌي ۾، ترجمو ڪري هت پيش ڪريان ٿو:

غلام رباني آگرو (هڪ مڪالمو)

خالد اطهر: غلام رباني صاحب : توهان هڪ اديب ۽ محقق جي حيثيت سان جيڪا خدمت سرانجام ڏني آهي مان چاهيان ٿو تہ سڀ کان پهرين انهيءَ تي مختصر روشني وجهو؟

غلام رباني: مان پنهنجي ادبي ڪريئر جي شروعات 1953-54ع ۾ هڪ افسانا نگار جي حيثيت سان شروع ڪئي هئي. افسانا نگاري ۾ منهنجي دلچسپي وڌڻ جو هڪ سبب هيو، انهي وقت ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي MATURE ليکڪن جي انجمن هوندي هئي ”سنڌي ادبي سنگت“ انهي افسانا نگاريءَ جو هڪ مقابلو ڪرايو، مصنفن ۾، مرحوم حسام الدين راشدي، مرحوم بيگم زينت چنہ ۽ سنگت جو جنرل سيڪريٽري مرحوم عثمان علي انصاري هئا، هن مقابلي جي شرڪت جي لاءِ سنڌ کان تقريبن پنجاهہ اديبن پنهنجا افسانا موڪليا هئا. هڪ ڏينهن مرحوم انصاري صاحب مون کي ٻڌايو تہ توهان جي

افساني کي پهرين نمبر جو افسانو قرار ڏنو ويو آهي، منهنجي لاءِ هي وڏي خبر هئي. هن انعام ملڻ سان مون کي پڻ ڳالهين جو اندازو ٿيو، هڪ هي ته مون ۾ افساني لکڻ جي صلاحيت موجود آهي، ٻيو هي ته سنڌ ۾ ان وقت سٺي افساني لکڻ وارا موجود نه آهن نه ته هڪ نئين افساني لکڻ واري کي پهريون انعام ڪيئن ملي ها! هي سوچي مان انهيءَ طرف وڌيڪ توجه ڏني. پوءِ ڇهه، ست سال افسانا لکندو رهيس جن ۾ ڪجهه مقبول ٿيا.

خ :- ”روح رهاڻ“ وارن اوهان جو افسانن جو مجموعو شايع ڪيو هو؟

ر:- جي ها! ”روح رهاڻ“ جي روح روان حميد سنڌي منهنجي افسانن جو مجموعو ”آب حيات“ جي نالي سان شايع ڪيو هو، انهيءَ ڪتاب جا ٻه ”ايڊيشن“ آيا هئا. هاڻي نيون ڪهاڻيون به شامل آهن، تي سگهي ٿو مان انهي مجموعي لاءِ ڪجهه ٻيون ڪهاڻيون به لکان! منهنجي ڪهاڻين جا ترجما انگريزي، چيني ۽ جرمني ۾ ٿي چڪا آهن. جرمن زبان ۾ ترجمو ڊاڪٽر اينيمري شمل ڪيو آهي، جو هڪ دانشور آهي.

خ:- توهان سنڌي ادبي بورڊ ۾ ڪڏهن شامل ٿيا؟

ر:- ”1957ع جي آخر ۾ اسسٽنٽ سيڪريٽري جي حيثيت سان، سنڌي ادبي بورڊ ۾ آيس انهيءَ وقت ٻارن جو رسالو ”گل ڦل“ شروع ڪيو هو، ان وقت ايڊيٽر مون کي مقرر ڪيو ويو هو. ٽن چئن سالن تائين مان گهڻي دلچسپي سان هي رسالو ڪڍيو، جنهن ۾ ٻارن جي ادب کي خاص ترقي حاصل ٿي.

خ:- سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جي متعلق تحقيق ڏانهن توهان جو رجحان ڪڏهن ۽ ڪيئن ٿيو؟

ر:- سنڌي ادبي بورڊ سان وابستگي رهڻ سبب، ڇو ته هن اداري ۾ زياده تر ڪم جي نوعيت علم ۽ تحقيق آهي. بورڊ سنڌ جي تاريخ، ثقافت ۽ ادب سان تعلق رکندڙ ڪتاب شايع ڪندو آهي، ظاهر آهي ته مون کي انهن ڪتابن کي ڏسڻو پوندو هو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ گهڻو ڪجهه ڪرڻو پوندو هو. اديبن جي سامهون به سوال هي آهي ته، سنڌي ڪلچر ڇا آهي؟ پنجابي ڪلچر ڇا آهي؟ ۽ پختون ڪلچر ڇا

آهي. جڏهن مان ڪلچر جو مطالعو ڪيو ته مون محسوس ڪيو ته زبان ۽ مذهب، هي ٻه شيون ڪنهن به ڪلچر جي تشڪيل ۽ ترقي ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون، مگر هن ئي پس منظر ۾ جڏهن مان سنڌي ڪلچر جو مطالعو ڪيو ته هن نتيجي تي پهتس ته سنڌي ڪلچر تي مذهب جي گهري ڇاپ آهي، يا هيئن چوان ته سنڌي مسلم ڪلچر، سنڌي غير مسلم ڪلچر کان بلڪل مختلف آهي. ليڪن توهان منهنجي هن ڳالهه کي ڪلچر جي عام تشريح يعني WAY OF LIFE جي روشني ۾ سنڌ جي مسلم ڪلچر تي رکنداسين ته هن ڳالهه جي تصديق ٿي ويندي يعني روز مره جي زندگي ۾، لباس ۾، کائڻ پيئڻ جي شين ۾، فن ۽ تعمير ۾ انهيءَ قدر زبان ۽ لفظن جي چونڊ ۾ سنڌ جو مسلم ڪلچر بلڪل الڳ آهي. انهي لاءِ مان هن موضوع تي مضمونن جي هڪ سيريز شروع ڪئي، هي مضمون هر هفتي ”هلال پاڪستان“ ۾ شايع ٿيندا هئا. بهرحال پوين ڏهن سالن ۾ ”سيرت النبي صلي الله عليه وآله وسلم“ منهنجي خاص دلچسپي جو مرڪز آهي. هن موضوع تي جيترا به سنا ڪتاب منهنجي ذهن ۾ ايندا آهن، مان انهن کي هٿ ڪري انهن جو مطالعو ڪندو آهيان. پاڪستان کان علاوه يورپ ۽ آمريڪا کان به ڪجهه ڪتاب گهرايا آهن. ان کان علاوه حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي سيرت تي BASIC SOURCES آهن ۽ جو تازه ترين تحقيقي ڪم ٿي رهيو آهي، ان جو به مطالعو ڪيو آهي منهنجو به ارادو آهي ته مان به انهي موضوع تي سنڌي زبان ۾ ڪا خدمت ڪريان.

خ:- توهان بورڊ ۾ شايع ٿيڻ واري ڪنهن ڪتاب جي لکڻ ۽ مرتب ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪي فرض سرانجام ڏنا آهن؟

ر:- بورڊ هڪ ڪتاب ”چونڊ آمريڪي افسانا“ شايع ڪيو آهي، ان ۾ ڪجهه ڪهاڻيون مان ئي ڪي سراج الحق ميمڻ، انگريزي زبان مان سنڌي ۾ ترجما ڪيا آهن. ان کان سواءِ رچرڊ برٽن جو هڪ ڪتاب ”FALCONARY IN THE VALLEY OF INDUS“ آهي جنهن ۾ انهيءَ ٻڌايو آهي ته ڏيڍ سؤ سال پهريان ”سنڌ ۾ بازن سان شڪار“ ڪيڏيو

ويندو هو. جڏهن تہ اڄ ڪلهہ عرب ماڻهو ايئن ڪن ٿا. هي ناياب ڪتاب آهي. مون هن جا ڪجهہ مضمون ترجمو ڪري ڇپرايا هئا، هن کان پوءِ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ ۾ شڪار جي موضوع تي هڪ ڪتاب شايع ڪيو، جنهن ۾ منهنجا ترجما ٿيل بہ مضمون ۽ محترم محمد اسماعيل عرساڻي جا ڪجهہ مضمون شامل آهن.

خ:- سنڌي ادبي بورڊ ۾ شامل ٿيڻ کان پهريان، توهان جي ڇا مصروفيت هئي؟

ر:- مرڪزي حڪومت جي طرفان هڪ علمي ادبي رسالو "نئين زندگي" شايع ٿيندو هو هي اڄان بہ حيدرآباد مان شايع ٿيندو آهي) انهيءَ وقت ان جو ايڊيٽر مولانا عبدالواحد سنڌي هو. ڏاڍو نيڪ انسان آهي، مان انهيءَ سان گڏ ٻن سالن تائين انهيءَ رسالي ۾ ڪم ڪيو. هي پنهنجي وقت جو ڏاڍو مقبول رسالو هو. پوءِ مان اسسٽنٽ سيڪريٽري جي حيثيت سان سنڌي ادبي بورڊ ۾ آيس، ان کان پوءِ سيڪريٽري جي حيثيت سان مقرر ٿيس. جولاءِ 1976ع ۾ مون کي سنڌ يونيورسٽي جو پرووائيس چانسيلر مقرر ڪيو ويو. 1979ع جي آخر ۾ مان ٻيو دفعو سيڪريٽري جي حيثيت سان سنڌي ادبي بورڊ ۾ واپس آيس.

خ:- بورڊ سان وابستگي جي دوران توهان کي سنڌ جي تمام گهڻن طاقتور شخصيتن سان ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو هوندو، ڇا توهان ان ۾ ڪجهہ غير معمولي شخصيتن يا اهڙين علمي شخصيتن جو جن کان توهان متاثر ٿيا هجو، ذڪر ڪرڻ پسند ڪندؤ؟

ر:- توهان ڏاڍو دلچسپ سوال ڪيو آهي. مان سمجهان ٿو تہ زندگي ۾ مون تي الله تعاليٰ جون نوازشون شامل آهن، ان ۾ هڪ هي بہ آهي تہ بورڊ جي ذريعي مون کي تمام وڏن وڏن ماڻهن سان ملاقاتن جو شرف حاصل ٿيو. هي اهي ئي ماڻهو هئا جن جو سنڌ جي مقدر ناهڻ ۾ وڏو هٿ هيو. توهان انهن کي علمي، سياسي، سماجي مطلب تہ ڪنهن نقطءِ نظر سان ڏسو، اهي انتهائي اهم نظر ايندا. حڪومت سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرز ۾ اهڙا ماڻهو شامل ڪندا هئا. جيڪي سنڌ ۾ ڏاڍي اهميت رکندا هئا. مثال خان بهادر ايوب

کهڙو جو وزيرِ دفاع بہ هئا ۽ سنڌ جو وزيرآعليٰ بہ رهيو هو. بورڊ جو صدر بہ هو ۽ جناب جي.ايم.سيد جن جو سنڌ جي سياسي زندگي ۾ تمام گهڻو ڪردار هو، بورڊ ۾ نائب صدر هو ۽ هو ڪيتري عرصي تائين ان جي اسٽينڊنگ ڪاميٽي جو چيئرمين بہ رهيو هو. سنڌ اسيمبلي جي اسپيڪر آغا بدرالدين دراني، بورڊ جا ميمبر هئا. سنڌ اسيمبلي جو هڪ ٻيو اسپيڪر ۽ اسپين ۾ پاڪستان جو سفير، مرحوم ميران محمد شاهہ بہ ميمبر رهيو. مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، شمس العلماءُ ڊاڪٽر دائود پوٽو مرحوم ۽ علامہ آءِ.آءِ قاضي ڪيترن سالن تائين سنڌي ادبي بورڊ سان وابستہ رهيو. سنڌي جو تمام وڏو عالم پير حسام الدين راشدي تہ بورڊ جا روح روا هئا. پير علي محمد راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ وڏو عرصو بورڊ سان گڏ رهيا هي ڪجهہ نالا هئا، جو مان اوهان کي ڳڻايان تہ فهرست تمام وڏي آهي.

خ:- انهن مان ڪنهن اهڙي شخصيت جي متعلق ڪو اهڙو واقعو جو سدائين ياد رهي؟

ر:- هي ذڪر تمام ڏکهو ٿي ويندو. خان بهادر کهڙو بابت هي چيو ويندو آهي تہ هو سنڌ جو فولادي انسان هو. اخبارون بہ هن جي باري ۾ اهو لکنديون هيون، پر جڏهن مان ان جي ويجهو ٿيس تہ مون کي ان جي اندر هڪ نهايت ئي معصوم ۽ نيڪ انسان نظر آيو. هڪ مهربان مون بابت هي ڳالهہ چئي ڏني اها ڳالهہ منهنجي حق ۾ نہ هئي، مون سوچيو تہ ان کي ڪا غلط فهمي نہ هجڻ گهرجي، جڏهن تہ مان ان وٽ ويس سمجهان پيو تہ هو ڪجهہ ناراضگي ڪندو پر پاڻ ان موضوع کي کوليو ئي نہ، مان خود انهي موضوع تي اچڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پاڻ اها ڳالهہ ٽاري ڇڏي، آخر مان براهہ راست اها ڳالهہ چئي تہ انهن معصوم ٻارن جهڙي مسڪراهٽ سان سان گڏ چيو، تہ اهڙي ڪا ڳالهہ نہ آهي توهان جهڙي طرح مناسب سمجهو ڪيو. ”شمس العلماءُ دائود پوٽو بورڊ جو اسڪالر هو ان کي هڪ هزار ماهوار وظيفو ڏيندو هو جڏهن هو گهر جو ڪم ڪار ڪندو

هو ۽ هر مهيني دفتر جو ٻهاريدار ان جي گهر رقم ڏئي ايندو هو. هڪ دفعي ان انهن هڪ هزار روپين مان پنج سو روپيه دفتر جي چپڙاسي کي واپس ڏنا ته دفتر وجي ڏي، اسين پريشان ٿي ڪري ان وٽ وياسين ۽ ان کان پڇيوسين ته اڌ رقم ڇو واپس ڪري ڏني اٿو. پاڻ نهايت سادگيءَ سان جواب ڏنائون ته منهنجي ڌي جي شادي هئي ۽ مان مصروف هيس، پندرنهن ڏينهن بورڊ جو ڪم نه ڪري سگهيس، ان لاءِ پندرنهن ڏينهن جي پئسن تي منهنجو حق نه هو.
علامه آءِ.آءِ قاضي جو ته معاملو ئي دنيا کان الڳ هو. مان زندگي ۾ صحيح معنيٰ ۾ ڪو ئي اهڙو انسان ڏٺو، جنهن کي ملائڪ به سجدو ڪن ته، اهو علامه هو. منهنجي تمام گهڻن عالمن، اديبن ۽ دانشورن سان ملاقاتون ٿينديون رهيون آهن، پر علامه جي سامهون ايئن نظر آيا جيئن جبل جي سامهون ٻندرا. مرحوم ميران محمد شاهه جي باري ۾ به عجيب ڳالهيون ٻڌيون هيون. هو ڪجهه عرصي لاءِ منهنجا بالا آفيسر به ٿي رهيا، مون ان کي هڪ شفيق انسان ڏٺو. هو هاڻي هن جهان ۾ نه آهي پر مان اڪثر ان کي گهڻي محبت سان ياد ڪندو آهيان.
خ:- رباني صاحب! سنڌي ادب جي موجوده رفتار کان توهان ڪنهن حد تائين مطمئن آهيون؟
ر:- ادب زندگي جو ترجمان هوندو آهي، اوسي پاسي جو ماحول هوندو جو حالات هوندا ادب ان کان متاثر ٿي ڪري تخليق ٿيندو. دنيا جي ٻين ٻولين جي ادب وانگر سنڌي ادب به پنهنجي آس پاس کان متاثر ٿيندو آهي، پوءِ اديب جي ڪيفيت جنهن انداز سان مڃي ٿي، ان جو اثر به ٿئي ٿو. ظاهر آهي اڄ جا اديب انهي رستي تي ڪونه ٿا هلن، جنهن طريقي تي اڄ کان ٽي سو سال پهرين هن خطي جا اديب هلي رهيا هئا. پر صرف هي چئي ڏيڻ ته سنڌ صوفين جي سر زمين آهي ۽ هتان جا شاعر محض صوفي هئا، صحيح نه آهي اهي جو صوفي هئا، اهي وڏا انسان هئا، هو پنهنجي وقت جي حساب سان ان معاشري جا حقيقي ترجمان ۽ نهايت ديانتدار ترجمان هئا. اهڙي طرح اسان جو اڄ جو اديب ۽ شاعر پنهنجي دور جو عڪاس آهي ۽ پنهنجا جذبا ۽ احساس رکي ٿو. هن قسم جي گنل پيتل جملن ۾

جو اڄ ڪلهه ادب تي جمود طاري آهي، جنهن ۾ صداقت نہ آهي ۽ هتان جو اديب يا شاعر دانشور آهي، ان جي فڪر ۾، اظهار ۾، ڪلام ۾، پيغام ۾ زندگي نظر ايندي.

خ:- توهان جو مقصد هي آهي تہ هن وقت جنهن رفتار سان سنڌي ادب اڳتي وڌي رهيو آهي توهان ان ڪان پوري طرح مطمئن آهيو؟

ر:- قطع طور پر مطمئن، اسان جي اديبن ۾ هر نسل ڪان پوءِ ٻيو نسل اچي ٿو. هو زندگي جو ترجمان آهي، پنهنجي حالتن جو عڪاس آهي. هن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ مون ڪي اهڙي ڪا بہ تشويش نہ آهي، جو اسان جو ادب جمود جو يا اسان جو اديب غفلت جو شڪار آهي.

خ:- توهان جي خيال ۾ سنڌي ادب جي واڌاري ۾ ڪنهن قسم جي رڪاوٽ درپيش آهي يا ان جا ڪجهہ مسئلا آهن؟

ر:- مان هڪ خاص مسئلي جي نشاندهي ڪري سگهان ٿو. اهو اِهو تہ لکڻ وارن کي اشاعت جا موقعا گهٽ ملن ٿا. ٻي طرف پبلشرن کي پنهنجا مسئلا آهن ادبي حساب شايع ڪرڻ وارن جا پنهنجا مسئلا آهن.

خ:- توهان جي خيال ۾ سنڌي هڪ زبان جي حيثيت ۾ ڪهڙي دور ۾ سڀ ڪان وڌيڪ ترقي ڪئي آهي؟

ر:- منهنجي خيال ۾ زبان جو انحصار ان جي ڳالهائڻ وارن تي آهي. جڏهن تہ زبان جي ڳالهائڻ واري زندگي جي دور ۾ اڳتي هلي رهيا آهن تہ ان وقت تائين توهان چئي سگهون ٿا تہ اها زبان ترقي ڪري رهي آهي. ليڪن توهان جي سوال جو مطلب هي آهي تہ سنڌي زبان ڪهڙي دور ۾ وڏا شاعر ۽ اديب پيدا ڪيا آهن يا سنڌي زبان جو سونهري دور ڪهڙو هيو؟ تہ ان جو مختصر جواب مان هي ڏيندس تہ اهو دور سنڌي زبان جو سونهري دور هيو جنهن شاهہ لطيف کي پيدا ڪيو.

خ:- منهنجو مطلب هي هيو تہ مختلف زبانون مختلف دورن ۾ عروج ۽ زوال ڪان گذرنديون آهن. ان ۾ تبديليون ٿينديون آهن. ترقي ٿيندي آهي، تحقيق ٿيندي آهي، ان جي وڌڻ ويجهڻ جا موقعا هوندا آهن يا

ان ترقي جي راهه ۾ رڪاوٽون حائل ٿينديون آهن ته ان لحاظ سان سنڌي زبان ۾ ڪهڙو دور سڀ کان سٺو هو؟

ر:- انگريزن جي حڪومت ۾ سنڌي زبان کي وڌڻ ويجهڻ جا تمام گهڻا موقعا ميسر ٿيا، جو ان کي، ان کان پهريان نصيب نه هئا. حالانڪ ان کان پهريان هر هڪ جي سنڌي هن جي علائقي جي زبان هئي. ليڪن ان کي حڪومت جي سرپرستي حاصل نه هئي. طويل عرصي کان پوءِ انگريزن جي دور حڪومت ۾ سنڌي زبان کي سرڪاري سرپرستي حاصل ٿي. سنڌي زبان جي هاڻوڪي رسم الخط جي باري ۾ فيصلو ٿيو، ان کان پهريان هندو ديوناگري رسم الخط لکندا هئا. بهرحال هن دور ۾ ئي تمام وڏو مسئلو طع ٿيو.

”شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو ڪلام به انگريزن جي دور ۾ پهريون دفعو شايع ٿيو. هي ڪارنامو هڪ جرمن عيسائي مبلغ ڊاڪٽر آرنيسٽ ٽرمپ سر انجام ڏنو. خود سنڌ ۾ انهي دور ۾ ڇاپ خانه آيا، پرنٽنگ انڊسٽري قائم ٿي، اخبارون جاري ٿيون، سنڌي زبان کي ذريعا تعليم ۽ سرڪاري ۽ دفتري زبان جو درجو ڏنو ويو. عدالتن ۾ به هي زبان مستعمل ٿي. هن دور ۾ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گر بخشاڻي، دين محمد وفائي، ڀيرومل جهڙا قلمڪار پيدا ٿيا. خاص طور تي سنڌي نثر تمام گهڻي ترقي ڪئي. خود انگريز حاڪمن سنڌي ادب جي خلمت ڪئي. ايچ.ٽي سورلي شاهه لطيف جي سوانح تي انگريزي ۾ اهڙو عمدو ڪتاب لکيو جو اڄ تائين ان کان بهتر ڪتاب ڪير نه ٿو لکي سگهي.

خ:-گفتگو جي دوران توهان پير حسام الدين راشدي مرحوم جو ذڪر ڪيو هو، منهنجي علم ۾ هي آهي ته توهان کي ان جي قربت حاصل رهي آهي ته توهان ان جي باري ڪجهه ٻڌائڻ پسند ڪندؤ؟

ر:- پير حسام الدين صاحب سنڌي جي اصطلاح جي مطابق صحيح معنيٰ ۾ پير هئا. مان اعتماد سان چئي سگهان ٿو ته مون تي ان جو ڪيئي نوازشون رهيون برو ڀلو جو ڪجهه به آهيان، ان کي ناهڻ يعني منهنجي ذهني نشو نما ۾ پير صاحب جو وڏو رول هو. 1957ع ۾ جڏهن منهنجو ان سان تعارف ٿيو ته منهنجي عمر وڏي نه هئي،

پوءِ اسان جو تعلق وڌندو ئي رهيو ۽ هڪ وقت اهڙو آيو جڏهن زندگي جو شايد ئي ڪو اهڙو معاملو هجي جو مان ۽ هو مشورو نہ ڪندا هجون يا ڪا اهڙي ڳالهہ جو مون ڪي نہ ٻڌائي هجي، علمي ۽ ادبي معاملا تہ الڳ رهيا ان جي جيڪا خانگي زندگي هئي يا دوستن ۽ رشتيدارن جو حلقو هو. ان بابت بہ مون سان تبادلہ خيال ڪندا هئا. هو جن ماڻهن سان اٿندو ويهندو هو، جو ڪجهہ پسند نا پسند هو، اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي اڪين سان ڏٺو ۽ ان ڪان گهڻو اثر بہ ورتو، پير صاحب جي شخصيت تي مان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ۽ ڏينهن ڳالهائي سگهان ٿو. پاڪستان جي علمي زندگي ۾ انهن ڀرپور ڪردار ادا ڪيو، ان جي وڏي خاصيت هي هئي تہ هو صاحب ڪردار ۽ با اصول انسان هو. قول ۽ فعل جي معاملي ۾ هو جبل وانگر مستحڪم هيو. اگر انسان وٽ ڪردار هجن تہ ان جي تمام گهڻي غلطي بہ درگذر ڪرڻي پوندي آهي. پير صاحب ، صاحب ڪردار ۽ صاحب اخلاق انسان هئا. ان جي نہ ، ۽ ها نہ ،۽ ها ها هئي، دوستن جا دوست هئا. زندگي جو نقطہ نگاهہ هي هيو تہ هو بامقصد زندگي گذارڻ چاهيندا هئا. زندگي جي آخري ڏينهن ۾ هو پنهنجي اصولن تي زياده ڪار بند رهيا، جو چيو اهو ڪيو.“

مان پنهنجي پنجاهہ سالن واري زندگي ۾ هي محسوس ڪيو آهي تہ انسان ڪي وقتي مصلحتن جو غلام نہ رهڻ گهرجي پنهنجي عزت ڪرائڻ گهرجي ۽ هي انهيءَ صورت ۾ ممڪن آهي، جڏهن انسان با اخلاق هجي، پير صاحب زندگي ۾ هي نقطو پاليو هيو هڪ دفعي ان مون ڪي چيو هو تہ ” ماڻهو چون ٿا تہ انسان مرڻ ڪان پوءِ تلوار ڪان زياده باريڪ پلصراط تي گذرڻو پوندو، پر رباني مان سمجهان ٿو تہ هي دنياوي زندگي ئي اها پلصراط آهي“ مان زندگي جا ويهہ سال پير صاحب سان گڏ گذاريا ۽ ان ڪان تمام گهڻو سکيو، هاڻي مان ان ڪي دعا ڏيان ٿو.

خ:- رباني صاحب توهان پير صاحب جي تمام ويجها رهيو تہ يقينن توهان انهي ڳالهہ تي روشني وجهي سگهندا ۽ ڪهڙيون علمي ۽

ادبي شخصيتون ان جي ويجهو رهيون، يا هو خود ڪهڙن ماڻهن کي اهميت ڏيندا هئا؟

ر:- مان اگر غلط نہ آهيان تہ هي سمجهڻ ۾ حق بجانب آهيان تہ غالباً سنڌ ۾ ۽ سنڌي حلقن ۾ ڪو بہ اهڙو شخص پير صاحب کي ايترو ويجهو نہ هو جيترو مان هيس. ان جي وفات کان پوءِ جڏهن مان "مهراڻ" جو خاص نمبر ڪڍي رهيو هيس تہ ان وقت منهنجي ذهن ۾ هڪ سوال ابريو تہ، اهو ڪهڙو ماڻهو هو جيڪو پير صاحب جو دوست نمبر هڪ قرارڏنو وڃي تہ سوچ ويچار کان پوءِ ان نتيجي تي پهتس تہ، ممتاز حسن مرحوم يا ڊاڪٽر اينيمري شمل، پوءِ جڏهن پوئين ڏينهن ڊاڪٽر شمل پاڪستان آئي تہ مان ۽ هو حسين شاهہ راشدي (پير صاحب جو پائنيو بلڪ پٽ) پير صاحب جي مزار تي مڪلي وڃي رهيا هئاسين رستي ۾ مون انهن ماڻهن کان سوال ڪيو، بئي سوچ ۾ پئجي ويا ۽ ڪجهہ دير کان پوءِ حسين شاهہ چيو تہ غالباً ممتاز حسن کي ان جو دوست نمبر هڪ قرار ڏئي سگهجي ٿو. مون کي تمام گهڻي خوشي ٿي تہ منهنجو اندازو صحيح نڪتو ۽ مان غلط ناهي لکيو پر مان سنڌي حلقن جي ڳالهہ ڪريان جيئن، تہ مان عرض ڪيو تہ مون تي وڏا ڪرم فرما هئا. ليڪن اديبن ۽ شاعرن جي ڳالهہ ڪريان تہ منهنجي خيال ۾ ابراهيم جويو کي هو زياده ويجهو سمجهندو هو.

خ:- هي ٻڌائيندئو تہ اڄ ڪلهہ ٽيليويزن ۽ ريڊيو تي جيڪي سنڌي پروگرام پيش ٿي رهيا آهن، توهان ان جي معيار کان ڪنهن حد تائين مطمئن آهيو؟

ر:- "مان نہ صرف ڪنهن حد تائين مطمئن نہ آهيان بلڪہ نهايت مايوس آهيان. مان سمجهان ٿو تہ ٽيليويزن ۽ ريڊيو تي اڪثر پروگرام خانہ پوري ڪرڻ ۽ بعض تہ اردو پروگرامن جا نقل معلوم ٿين ٿا.

خ:- ڇا توهان ان زبان جي معيار کان مطمئن نہ آهيو، يا ان ۾ ڪا خامي محسوس ڪيو ٿا؟

ر:- ٽيليويزن ۽ ريڊيو جهڙا مواصلاتي نظام فردن ۽ قومن جي زندگيءَ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. مان پنهنجي هتان جي پروگرامن ۾ جا ڳالهہ

محسوس ڪريان ٿو، اها هي آهي ته پروگرام با مقصد نه هوندا آهن، ان ۾ مقصديت يا ڪوئي پيغام نه هوندو آهي، زياده وقت گوڙ گهمسان ۾ گذري ويندو آهي ٿي سگهي ٿو ته ريڊيو ۽ ٽيليويزن جا ڪجهه سنڌي پروگرام سنا به هوندا آهن، پر ان جو مجموعي تاثر وقت جو زيان آهي.

خ:- ان پروگرامن جي توهان وٽ ڪا توقعات جي مطابق هلائڻ ۽ انهن کي بهتر بنائڻ لاءِ يقينن توهان وٽ ڪجهه ٺوس تجويزون نه هونديون، جوته توهان ان پروگرامن جي باري ۾ انتهائي مايوسي جو اظهار ڪيو آهي، ان لاءِ ته توهان ڪان هي ڳالهه پڇي آيو آهيان؟

ر:- پائو ڏسو نه ! ڳالهه هي آهي، ته جو ماڻهو جنهن مشين کي هلائي ٿو ته هي بنيادي طور تي هن جو ڪم آهي ته، هو هي سوچي ته هن مشين ڪان وڌ ڪان وڌ فائدو ڪهڙي طرح حاصل ڪري سگهجي ٿو

خ:- رباني صاحب! توهان هي ٻڌائيندوءِ ته توهان سنڌي ڪانسواءِ ۽ ڪهڙين ڪهڙين زبانن جو مطالعو ڪيو آهي؟

ر:- انگريزيءَ جو ۽ ظاهر آهي ته اردو جو ان ڪانسواءِ ٿورو گهڻو فارسي ادب به ڏٺو آهي.

خ:- توهان ڪڏهن شاعري به ڪئي؟

ر:- نه

خ:- رباني صاحب! توهان چيو ته انگريزن دور حڪومت ۾ سنڌي زبان سڀ ڪان گهڻي ترقي ڪئي. ڇا توهان جي خيال ۾ پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ، سنڌي زبان جي فروغ جي لاءِ ڪو به ڪم نه ٿيو هيو؟

ر:- پاڪستان جي نهڻ ڪانپوءِ ته سنڌيءَ کي ترقي جي لاءِ ڪارناما سرانجام ڏنا ويا اهي انگريزن جي دور حڪومت ۾ به نه ٿيا. هي ڪارناما سنڌي ادبي بورڊ جي قيام ۾ ٿيا. هن اداري سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقي لاءِ بنيادي ڪم ڪيو آهي. وڏا وڏا منصوبا مڪمل ٿيا آهن. نادر ۽ تاريخي ڪتاب شايع ڪيا آهن. هي محل نما عمارت نهي آهي، سنڌي ادبي بورڊ حڪومت جي سرپرستيءَ ۾ گران قدر خدمتون انجام ڏيندو رهيو آهي ۽ هاڻي به هي صورتحال آهي ۽ ان

ڪان بعد ۾ ٻيا ادارا بہ قائم ٿيا مثلاً اسان جي Sister Orgnization انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي آهي ان جو بہ ان سلسلي ۾ وڏو حصو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي باري ۾ توهان ڪي ٻڌايان تہ، هي صرف سنڌ يا پاڪستان ۾ نہ بلڪ دنيا ڀر جي علمي مرڪزن ۾ هڪ باعزت مقام رکي ٿو. برطانيا، آمريڪا، جرمني، روس ۽ ايران وغيره ۾ جيڪي علمي ۽ تحقيقي ادارا آهن، اهي سنڌي ادبي بورڊ کي قدر ۽ عزت جي نگاهہ سان ڏسن ٿا. قيام پاڪستان کان پوءِ سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقيءَ جو سلسلو ڪجهہ عرصي لاءِ بيهي ويو هيو. ان جو سبب هي هيو تہ سنڌي هندو عالم هندستان هليا ويا هئا، ليڪن تاريخ جو وهڪرو ڪڏهن بہ ناهي رڪبو. قيام پاڪستان کان پوءِ سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقي جي راهہ ۾ سڀ کان وڏي ڪاميابي سنڌي ادبي بورڊ جو قيام هو ۽ ظاهر آهي تہ هي خدمت حڪومت سرانجام ڏني هئي. هونئن بہ بورڊ جي قيام جو آغاز پاڪستان کان پهريان ٿي چڪو هو ۽ ان جي لاءِ محرڪ جناب جي.ايم.سيد هو، پر قيام پاڪستان کان پوءِ باقائدي تنظيم ۽ مالي امداد ڏئي ڪري پنهنجي پيرن تي بيهاريو ويو هو. بورڊ جي اول خدمت گذارن ۾ جناب محمد ابراهيم جويو جو نالو خاص طور تي قابل ذڪر آهي. شمس العلماءَ ڊاڪٽر دائود پوٽو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ پير حسام الدين راشدي وارن هن اداري کي گهٽي کان گهٽو فعال ناهڻ ۾ گرانقدر خدمتون سرانجام ڏنيون. اهڙي طرح مخدوم محمد زمان طالب المولٰي ۽ موجوده چيئرمين مولانا غلام مصطفٰي قاسمي هن اداري جي ترقي جي لاءِ جدوجهد ۾ ڪا بہ ڪثر نہ ڇڏي.

خ:- ڇا توهان مختصر طور بورڊ جي خدمتن تي روشني وجهندا؟

ر:- بورڊ پوين ٽيهن سالن ۾ ٽي سو کان وڌيڪ ڪتاب شايع ڪيا آهن جو سنڌ جي تاريخ، تذڪرا، صوفين، مشاهيرن، قديم شهرن، لساني تاريخ، لغت، گرامر، لوڪ ادب، شاعري، اقتصاديات، جاگرافي سنڌ جي عربي ۽ فارسي شاعرن ۽ ٻين موضوعن بابت، پر ڪو بہ شخص سنڌ جي نفسيات ۽ ذهن کي ڳولڻ چاهي تہ ان کي سنڌي

ادبي بورڊ جي دروازي تي دستڪ ڏيڻي پوندي. بورڊ ابو عطا سنڌي کي ڇپرايو آهي جن جو شمار عرب دنيا هاڻي پنهنجي استادن ۾ ڪندي آهي. مخدوم معين کي به ڇاپيو آهي جن جي لاءِ شاهه ولي الله لکيو هو ته تون ته (علم) تي سوار آهين. مخدوم نوح کي به ڇاپيو آهي، جن جي لاءِ شهنشاهه اڪبر پنهنجي فوجي ڪمانڊر خان خانان کي حڪم ڏنو هو ته سنڌ ۾ داخل ٿيڻ کان پهريان هالا ۾ مخدوم جي دوازي تي حاضري ڏجان. علي شير قانع ۽ محمد هاشم ٺٽوي کي به ڇپرايو آهي. جن جا ڪتاب مصر ۽ عرب دنيا جي علمي مرڪزن ۾ پڙهايا وڃن ٿا. عبيدالله سنڌي کي به ڇپرايو آهي. بورڊ علمه آءِ آءِ قاضي، ايلسا قاضي، فتح محمد سيوهاڻي ۽ مرزا قليچ جي تصنيفن کي به شايع ڪرايو ويو آهي. ڊاڪٽر دائود پوٽو، ڊاڪٽر بلوچ، پير حسام الدين راشدي، پير علي محمد راشدي، جي.ايم.سيد، ميران محمد شاهه ۽ حنيف صديقي جي عملي خدمتن کان استفاد ڪيو ويو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي کي انگريزي ۽ سنڌي ۾ ڇپرايو آهي. توهان اسان جو ”مهراڻ“ ڪڻي ڏسو سنڌ جي تمام ڪلاسيڪي شاعرن کان علاوه جديد سنڌي شاعرن ۾ به مشڪل توهان کي ڪو اهڙو ڪم نظر ايندو جنهن جو ڪجهه نه ڪجهه ڪلام هن پرچي ۾ شايع نه ٿيو هجي. اهڙي طرح هن پرچي ۾ توهان کي سنڌ جي ممتاز افسانا نگارن جا نالا به نمايان نظر ايندا. هي سلسلو صرف سنڌ جي اهل قلم حضرات تائين محدود نه آهي بلڪ مولانا غلام رسول، ايچ.ٽي لئمبرڪ، مولانا اعجازالحق قدوسي، اختر جهونا ڳڙهي ۽ ادريس صديقي به بورڊ لاءِ علمي خدمتون انجام ڏنيون ۽ ان وقت به ڊاڪٽر اينيمري شمل جو ڪتاب زير طبع آهي.

خ:- سنڌي شاعري ۾ جڏهن نئون آواز اپنايو ، جنهن ۾ قوميت جو رنگ غالب آهي ته ان ڪانپوءِ منظر عام تي اچڻ واري جديد سنڌي شاعرن ۾ ڪنهن جي ڪلام کي توهان پسند ڪيو؟

ر:- توهان جو سوال وضاحت طلب آهي.

خ:- پوين اڍائي سو سالن جي دوران اسين سنڌي شاعرن کي ٽن اهم دورن ۾ تقسيم ڪري سگهون ٿا؟ پهرين دور ۾ جن مقبوليت حاصل ڪئي، انهن ۾ اڪثر صوفي شاعر هئا ۽ انهن جو مخصوص رنگ هو، قيام پاڪستان کانپوءِ به شاعري ٿيندي رهي پر اها گهڻي قدر روايتي شاعري هئي، مثلاً ڊاڪٽر ابراهيم خليل ۽ ان جي همعصرن ۾ شامل بين شاعرن جي ڪلام، ڪجهه وقت کانپوءِ سنڌي شاعرن پنهنجي شاعري کي نئون رنگ ڏنو ۽ ڪوڙ اهڙا شاعر جيڪي هن حلقي ۾ شامل هئا. پنهنجو انداز متايواهڙن شاعرن ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسي به شامل هو. جو پهرين ڊاڪٽر ابراهيم خليل جو شاگرد هو. ان جي شاعريءَ ۾ قوميت جو رنگ وڏي درجي تي موجود آهي، ته مان هي ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته ان جديد شاعرن ۾ ڪنهن کي توهان پسند ڪيو؟

ر:- هن سلسلي ۾ وضاحت ضروري آهي، اها هي ته سنڌ جي قديم شاعرن جي ڪلام ۾ خواهه اهي صوفي شاعر ئي ڇو نه هجن، انهن ۾ قوميت جو جذبو ڏنو ويو آهي. هاڻي شاهه لطيف کي ئي ڏسو ته هو ظاهر ۾ صوفي شاعر هو ۽ ان جي ڪلام ۾ تصوف موجود آهي. ليڪن ان به انهي دور ۾ صرف سنڌي زبان ۾ شاعري ڪئي جڏهن ته سرڪاري دفتري زبان فارسي هئي، ۽ انهي دور ۾ اڪثر سنڌي مشاهير فارسي لکندا هئا. ليڪن شاهه عبداللطيف ڀٽائي ﷫ هڪ Artist Concious هو. اُهو هڪ شعر ۾ واضح طور تي چوي ٿو ته: ”اگر تون فارسي سکي ته تون غلام ٿيندين“ ۽ جو فارسي ڳالهائيندو آهي ان جو هڪ پير هيڏي هوندو آهي ۽ هڪ پير هوڏي، توهان ان ۾ قوميت جو رنگ نه چوندؤ ڇا؟ شاهه عبداللطيف کان پوءِ ٻئي نمبر تي سچل سرمست اچي ٿو. ان جا هتي به ڪيترائي مثال آهن. مثال هڪ جڳهه تي فرمائي ٿو ”ديس سچل دا شهر دراز، مڪ نه ملتان“ هاڻي توهان هن جي ڪجهه به تشريح ڪيو. ليڪن سچل جي هنن لفظن ۾ پنهنجي ڌرتي سان محبت جو پيغام ملي ٿو. ڇا توهان هن کي قوم پرستي نه چوندؤ هاڻي انهي کي ڪو غلط رنگ ۾ به وٺي سگهي ٿو، پر ايئن نه هئڻ گهرجي، ڇو مان

سمجھان ٿو تہ پنھنجي ڌرتي سان محبت پيغمبرن جي سنت آھي. مان توھان کي ھن جو ھڪ مثال بہ ڏيان ٿو، جڏھن حضور صلي الله عليه وآله وسلم مڪي کان ھجرت ڪرڻ تي مجبور ٿيو تہ رات جي تاريخي ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان گڏ ٻاھر آيا تہ روايت جي مطابق پاڻ صلي الله عليه وآله وسلم مڪي تي نگاھہ وڌي ۽ فرمايو تہ اي شھر مڪہ ! تون مون کي جھان جي تمام شھرن کان وڌيڪ عزيز آھين، پر تنھنجي رھڻ وارن ماڻھن مون کي ھتي رھڻ نہ ٿا ڏين. ھڪ ٻي بہ روايت آھي تہ حضور صلي الله عليه وآله وسلم مديني ۾ سڪون پذير ھئا، ڪافي وقت کان پوءِ ھڪ شخص مڪي کان آيو حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي موجودگي ۾ ڪنھن ان کان مڪي جو احوال پڇيو، انھيءَ نھايت شاعراڻي انداز ۾ مڪي جي حالتن ۽ موسم جي تعريف ڪئي. روايت ھي بہ آھي تہ مڪي جي تعريف ٻڌي، حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. مگر سنڌي شاعري جي باري ۾ عام خيال غلط آھي تہ ھن جي ڪنھن مخصوص شاعري ۾ قوميت جو جذبو پيدا ھو، پر سنڌي شاعري ۾ قوميت جي روايت پراڻي آھي.

خ:- توھان بجا فرمايو آھي، پر سنڌي زبان جي جديد شاعرن پنھنجي الڳ تشخص کي پوري طرح برقرار رکيو آھي ۽ مان ڄاڻڻ چاھيان ٿو تہ، ان جديد شاعرن ۾ توھان کي ڪھڙن شاعرن جو ڪلام پسند آيو؟

ر:- سنڌي جي جديد شاعرن ۾ شيخ اياز، تنوير عباسي، نياز ھمايوني ۽ امداد حسيني مون کي پسند آھن. ھونئن بہ ٻيا ڪيئي سٺا شاعر آھن، ليڪن ھي خاص طور تي منھنجي پسند آھن.

خ:- شيخ اياز جي باري ۾ توھان بہ جملا فرمايو؟

ر:- ان کي لفظن تي ذاتي قدرت حاصل آھي ۽ ھو ڪنھن بہ جذبي ۽ ڪنھن بہ خيال جو اظھار انتھائي ۽ نھايت مؤثر لفظن ۾ ڪري سگھي ٿو.

خ:- ۽ تنوير عباسي جي ڪا خاص ڳالھہ توھان کي پسند آھي؟

ر:- ان جي ڪلام ۾ هڪ خاص ادا آهي، ايئن چئو ان ۾ محبوبيت جي ادا آهي، سڀ جي لاءِ محبت ۽ خير سگالي جو پيغام آهي، نيڪ خيال آهن.

خ:- رباني صاحب! توهان جي خيال ۾ ڪهڙين شخصيتن سنڌ جي تاريخ ، تهذيب ۽ ادب جي متعلق نمايان تحقيقي خدمتون سر انجام ڏنيون آهن؟

ر:- هن سلسلي ۾ بين الاقوامي شهريت جي حاصل ڪيل ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سر فهرست آهي. ان جي خدمتن کي نہ صرف فراموش ڪري نٿو سگهجي، پر ان جي لاءِ هو لائق تحسين ۽ آفرين آهي. مان ان کان ڏاڍو متاثر آهيان. ان کان علاوه مان سنڌ جي ممتاز عالم، دانشور ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمين مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي کان بہ ڏاڍو متاثر آهيان، هي ٻئي حضرات صحيح معنيٰ ۾ عالم آهن ۽ انهن ٻنهي جي هي خوبي آهي تہ اهي ٻئي غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿي ڪري پنهنجي زندگي ناهڻ لاءِ جدوجهد ۽ حصول علم جي لاءِ جستجو ڪئي. مولانا قاسمي جي گفتگو مان مون کي مولانا عبيدالله سنڌي جي صحبت جي خوشبو ايندي آهي.

خ:- ڇا توهان ٻڌائڻ پسند ڪندؤ تہ توهان ڪٿي پيدا ٿيا ۽ ڪٿان تعليم حاصل ڪئي؟

ر:- نوابشاهہ ضلعي جي تعلقي ڪنڊياري ۾ درياءَ جي ڪناري هڪ ننڍو ڳوٺ آهي آگرا ۾، اتي پيدا ٿيس. منهنجو والد محڪمہ تعليم ۾ هو، ۽ اتي استاد بہ ٿيو علم ۽ ادب ۾ اسان جي خاندان جي قديم روايت هئي. سنڌ جي هڪ مستند تاريخ آهي”تحفة الڪرام“ ان ۾ مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي، ان مشهور عالمن ۽ اهل الله وارن جو تذڪرو ڪيو آهي، جو ان دور ۾ حال حيات هيو، ان ۾ هالاڻي جي مخدوم عبدالله جو نالو بہ شامل آهي. مان انهيءَ خاندان مان آهيان، ان جو پٽ مخدوم محمد دائود آگرو ايڏو تہ وڏو عالم ٿيو، جو ماڻهن کان ان جي والد جو نالو وسري ويو. مخدوم محمد دائود، پير محمد راشد جا هم درس هئا. جنهن کي روضي ڌڻي چيو وڃي ٿو ۽ جن

جي خاندان مان پير صاحب پاڳارا آهن. سنڌ جي عالمن ۾ مخدوم محمد دائود آگرو جو هڪ خاص مقام ۽ مستند حيثيت آهي ۽ انهن ڪيئي ڪتاب لکيا، ان جي هٿ جي لکيل مثنوي مولانا روم جو هڪ نسخو مون وٽ موجود آهي، ان جي والد مخدوم عبدالله جي باري ۾ هڪ روايت ٻڌي آهي ته شاهه لطيف جڏهن کهڙن ڏانهن ويندو هو ته مخدوم عبدالله وٽ ان جو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. ان مان اندازو ڪيو وڃي هن خاندان جي علمي روايت ڪيتري عظيم ۽ پختي آهي . جڏهن مان تيرهن سالن جو ٿيس ته ملڪ تقسيم ٿي ويو. اسان جا هتي تمام اسڪول هندوئن جا هئا، جو علائقو ڇڏي هليا ويا، اسان جو حصول تعليم محدود ٿي ويو. اسان جي تعليم کي وڏو ڌڪ لڳو، پوءِ مان ويجهي شهر نوشهروفيروز هليو ويس، اتي به استادن جي قلت هئي، هندو هليا ويا هئا. اسان جا مهاجر ڀاءُ ننڍن ننڍن شهرن ۾ اچڻ کان گريز ڪري رهيا هئا. بهرحال 1951ع ۾ مان نوشهروفيروز مان مئٽرڪ ڪئي، پوءِ حيدرآباد سائنس ۾ داخلا ورتي ليڪن منهنجو طبعي شوق آرٽس جي طرف هو، پوءِ مان ڪراچي هليو ويس. جتي مان ايل.ايل.بي جو پهريون سال مڪمل ڪيو پر ان کان پوءِ مون کي خانداني حالتن تعليم جي سلسلي ۾ متاثر ڪيو ۽ مان وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگهيس.

خ:- رباني صاحب توهان يقينن ڪجهه غير ملڪي دورا به ڪيا هوندا؟

ر:- ” جي ها مان گهڻائي غير ملڪي دورا ڪيا آهن، جن ۾ ايران ۽ چين جا دورا به شامل آهن. چين جو دورو منهنجي لاءِ هڪ يادگار جي حيثيت رکي ٿو.

خ:- ته توهان پنهنجي چين جي دوري جو ڪو اهڙو واقعو ٻڌايو، جو توهان جي دل تي نقش ٿي ڪري رهجي ويو هجي؟

ر:- هونئن ته اهڙا گهڻا ئي واقعا آهن پر مان ”ڪهه لان“ سان ملاقات زندگي پر نٿو وساري سگهان. هو حڪومت چين جو اعليٰ عهديدار هو ۽ ”سرخ پرچم“ جو ايڊيٽر به هو، هو حڪومت چين جي طرف کان اسان جي ثقافتي دوري جو منتظم هو ۽ تمام عرصو اسان سان

گڏ رهيو. بيجنگ، تانڪنگ، هانچو، شهنگائي، ڪينٽن ۽ پوءِ واپس بيجنگ پهچڻ کان پوءِ اسين دنيا جي عجوبي، ديوار چين ڏسڻ وياسين، ڪهه لان اتي به گڏ رهيو. ملڪي ۽ غير ملڪي سياح عظيم ديوار جي پاسي ۾ تصويرون ڪڍي رهيا هئا. مان به ڪهه لان جي هڪ تصوير ڪڍي، هو سامهون بيٺو هو ۽ پس منظر ديوار چين هو، ڪئمرا جي بٽڻ هٽڻ کان پهرين مان فوڪس ڪيو ۽ غور سان پهريان عظيم ديوار تي نظر وڌي ۽ پوءِ ڪهه لان تي، ديوار چين واقعي عظيم هئي، پر ڪهه لان جي شخصيت ان کان به عظيم تر هئي. ڪهه لان جي عمر سٺ سال جي ويجهو هئي، زندگيءَ جي ڏک سک جو لڪيرون ان جي چهري تي چٽيءَ طرح واضح هيون، پر مزاج گل جهڙو هو. سنڌي ۾ هڪ مثال آهي ته عقلمند انسان دريا وانگر ٺڏا ۽ گهرا هوندا آهن ۽ دريا سج جي گرمي کان ڪڏهن به گرم ناهي ٿيندو. ڪهه لان به اهڙو ئي هڪ عظيم انسان هو، جڏهن اسان جو سفر ختم ٿيو ۽ اسان جا ميزبان اسان کي بيجنگ جي هوائي اڏي تي الوداع ڪرڻ آيا ته ڪافي پيئڻ جي بهاني سان ڪهه لان کي ويجهي هوٽل ۾ وٺي وياسين، ڪهه لان نه انگريزي ڄاڻندو هو ۽ نه اردو سان ويجهڙائي هيس، چوچي تنگ اسان جو مترجم هو، نوجوان هو ۽ نوجوانن وارو مزاج هيس. اسان کي عالمگيري جي مزاج ۾ اردو گانا ٻڌائيندو هو ۽ فصيح اردو ڳالهائيندو هو، ڪافي جي چسڪي وٺندي، چوچي تنگ جي وضاحت کان مون ڪهه لان کي چيو ته، دوران سفر ۾ اسين ”دنيا وما فيها“ جون ڳالهيون ڪندا رهياسين، مگر ڪنهن موضوع تي گفتگو نه ٿي هئي ته اهو هڪ ٻئي جو ماضي هو. مان توهان کان زندگي جا ڪجهه واقعا معلوم ڪرڻ چاهيان ٿو. توهان انقلاب کان پهريان جو زمانو ڏٺو آهي ۽ بعد جو به، ڪجهه پنهنجيون ڳالهيون ٻڌايو، ڪهه لان پنهنجي متعلق ڪجهه چوڻ کان پاسو ڪندو رهيو، جڏهن مان اسرار ڪيو ته هڪ واقعو ٻڌايائين چوڻ لڳو، انقلاب کان پهريائين اسين هڪ دستي جي صورت ۾ هڪ صحرا کي عبور ڪري رهيا هئاسين. ڪاڏي پيتي جي هر شيءِ ختم ٿي چڪي هئي، ڪمانڊر حڪم ڏنو

تہ گھوڙا کھي کائو. ڪجھ ئي ڏينھن ۾ اسان وٽ گھوڙن جو صرف ڪجھ تعداد رھجي ويو، سفر ۾ بار برداري لاءِ لازمي ھو. دشمن جي فوج ڪافي تعداد ۾ اسان جي پويان اچي رھي ھئي، صحرا ۾ ڪو بہ سھارو نہ ھو ۽ اسين گھٽي سفر ڪان عاجز ٿي چڪا ھئاسين، ھڪ رات گذرڻ ڪان پوءِ جڏھن صبح اٿياسين تہ خبر پئي تہ پيئڻ جي پاڻي جو آخري قطرو بہ ختم ٿي چڪو ھو، سخت پريشاني جو عالم ھو، سفر جاري ھو، ھڪ جڳھ تي ويھي وياسين، جڏھن ڪجھ دير ساھي پٽڻ ڪان پوءِ، ڪمانڊر لائين لڳائڻ جو حڪم ڏنو. اسان جي ھٿن ۾ خالي پياليون ڏنيون ويون ۽ ھڪ سپاھي بندوق اُپي ڪري بيھي رھيو، ٻيو سپاھي ھڪ بالٽي ڪٽي آيو ۽ گلاس ڀري ڪري اسان جي ساٿين جي پيالن ۾ وجھندي چيو، اڄ ختم ڪرڻ لاءِ پيئو، اسان جي ساٿين پيالين ۾ ڏنو ۽ ڪنڌ سان انڪار ڪندي پيئڻ ڪان انڪار ڪيو. ڪمانڊر اشارو ڏنو ۽ سپاھي بندوق جي نالي سڌي ڪئي ھاڻي اسان جي ساٿين ڪي پياليون خالي ڪرٽيون پيون پر پيالين ۾ ڇا ھو ؟ مان ڪھ لان ڪان سوال ڪيو، ان چيو گھوڙي جو پيشاب مون ڪي ڪھ لان ڪان وڌيڪ واقعن معلوم ڪرڻ جي ھمٿ نہ ٿي، ڪجھ دير اسين ٻئي خاموش رھياسين ۽ مان سوچيندو رھيس تہ

انقلابن ۾ بازن ۽ شڪارين جا رستا ڪيڏا ڏکيا ھوندا آھن.

”زنده لوگ“: غلام رباني آگرو، (ايڪ مقالہ)، مرتب: خالد اطھر، شيخ عبدالمجيد سنڌھي، اڪيڊمي، 1987ع، ص: 57 ڪان 75.

ڊسمبر 1983ع

## حـوالا:


1- آگرو غلام رباني، ”ماڻهو شهر ڀنڀور جا“- ڇاپو ڇهريون - ڇپائيندڙ پاران- الهڏنو وڳهيو، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، سنڌ، فيبروري - 2012ع.

2- ٽماهي ”مهراڻ“، جلد نمبر 60 - اپريل- جون نمبر 2 سنڌي ادبي بورڊ - ڄامشورو سنڌ 2010ع، ص: 168.

3- غلام حسين، مشتاق ”سچاروي“ ”سي لاهوتي لڏي ويا“ ٽماهي ”مهراڻ“ - اپريل- جون 2010ع، ص: 187.

4- روزاني ڪاوش ”دنيا“، ”سنڌي ٻوليءَ جو هڪ منفرد نثرنگار“، (مضمون)، آچر- 9 جون 2013ع)

5- ٽيا قلب قرار ”مرتب“ نصير مرزا، الطاف آگرو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2013ع.

6- غلام رباني آگرو ”آبِ حيات“، (پيش لفظ) ص: 18 ۽ 19

7- قاضي خادم ”ادب ۽ روايتون“، (ڇاپو ٻيو)، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، سنڌ 1992ع.

8- ايضاً، ص: 71

9- قاضي خادم ”ادب ۽ روايتون“ (ڇاپو ٻيو)، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، سنڌ 1992ع، ص: 72

10- ايضاً، ص: 73.

11- ”ڪارونجهر“ جرنل آرٽ ۽ سائنس: ”غلام رباني آگري جي افسانن جي ڪردارن جو جائزو“ نواب ڪاڪا، شعبو سنڌي وفاقي اردو يونيورسٽي براءِ آرٽس ۽ سائنس

ٽيڪنالاجي، جون، 2011ع، ص: 54.

12- غلام رباني ”آب حيات“ ڪهاڻي ڪليات- پيش لفظ، ص: 18.

13- سراج ”آب حيات“ ”ڪهاڻي ڪليات“ جو، مهاڳ، ص: 16

14- عرساڻي، آزادي ڪانپوءِ سنڌي سنڌي افسانوي ادب جي اوسر، ص: 227، (143) آزادي ڪانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر، ص: 254

15- آزادي ڪانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر: ص: 255

16- ”مهراڻ“ نمبر1، جلد 5، سال 1985ع، ص: 301

17- افسانوي ۽ فڪري ادب: مرتب - جامي چانڊيو، ص: 26.
18- ”آب حيات“، ص: 48
19- غلام رباني آگرو ”سنڌي ڪلچر“ ثقافت کاتو حڪومت سنڌ سال 2011ع.
20- شيخ اياز ”رباني جو نالو سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو“ ٽماهي، ”مهراڻ“ اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، سنڌ 2010ع، ص: 167
21- قاضي خادم ”ادب ۽ روايتون“ سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، سنڌ، 1992ع ”پيش لفظ“، ص 5-6-7
22- غلام رباني آگرو ”سنڌي ڪلچر“ پسمنظر- پيش منظر- ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2011ع- پويون پاسو
23- مهاڳ، ”هوائون هنگلاج ڏي“، ص: 10 ۽ 11
24- آگرو الطاف ”هوائون هنگلاج ۾“ تاثرات
25- آگرو غلام رباني ”هنگلاج ۾ چانهه“، (سفرنامو)، ڇاپو پهريون: سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 2012ع، ص: 5
26- غلام رباني آگرو ”هنگلاج ۾ چانهه“ سهيڙيندڙ، الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، ڇاپو پهريون انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 14
27- ايضاً، ص: 15، 16
28- ايضاً، ص: 16
29- ايضاً، ص: 16
30- ايضاً، ص: 17
31- غلام رباني آگرو، ”هنگلاج ۾ چانهه“، سهيڙيندڙ، الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، ڇاپو پهريون، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 21.
32- ايضاً، ص: 22.
33- ايضاً، ص: 22.

34- غلام رباني آگرو "هنگلاج ۾ چانهه"، سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، (ڇاپو پهريون،)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 23، 26

35- ايضاً، ص: 26،27

36- ايضاً، ص: 26.

37- غلام رباني آگرو "هنگلاج ۾ چانهه" سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، (ڇاپو پهريون، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 27-28

38- آگروغلام رباني، "بنگلاديش ۾ ڏهه ڏينهن"، ص: 37

39- غلام رباني آگرو "هنگلاج ۾ چانهه"، سهيڙيندڙ، الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، ڇاپو پهريون، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 40

40- ايضاً، ص: 54

41- آگرو غلام "هنگلاج ۾ چانهه" (ڇاپو پهريو)، سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 57.

42- ايضاً، ص: 12

43- آگرو غلام رباني "هنگلاج ۾ چانهه" سهيڙيندڙ الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، ڇاپو پهريون- انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 95

44- ايضاً، ص: 95، 96

45- ايضاً، ص: 97

46- ايضاً، ص: 97

47- ايضاً، ص: 97-98

48- ايضاً، ص: 102

49- آگرو غلام رباني "هنگلاج ۾ چانهه" سهيڙيندڙ الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، ڇاپو پهريون- انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2012ع، ص: 1111.

50- ايضاً، ص: 113.

51- ايضاً،ص: 114

52- ايضاً، ص: 118، 119
53- ايضاً، ص: 118
54- ايضاً، ص: 118
55- ايضاً، ص: 120
56- "ايران اڳي ۽ هاڻي"، ص: 122
57- ايضاً، ص: 123
58- ايضاً، ص: 123، 124
59- ايضاً، ص: 124
60- آگرو غلام رباني "هنگلاج ۾ چانهه" سهيڙيندڙ الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، ڇاپو پهريون انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو، 2012ع، ص: 124.
61- ايضاً، ص: 124
62- ايضاً، ص: 125
63- ايضاً، ص: 125
64- ايضاً، ص: 125
65- ايضاً، ص: 134
66- آگرو غلام رباني "هنگلاج ۾ چانهه" سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا، ڇاپو پهريون انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو، 2012ع، ص: 146
67- ٽماهي "مهراڻ" نمبر1، 2009ع،
68- ٽماهي "مهراڻ" نمبر1، 2009ع، ص: 198.
69- ٽماهي "مهراڻ"، نمبر1، 2009ع، ص: 199
70- ايضاً، ص: 199
71- ايضاً، ص: 199
72- ايضاً، ص: 202.
73- ٽماهي "مهراڻ"، نمبر1، 2009ع، ص: 202
74- ايضاً، "مهراڻ"، ص: 206
75- ايضاً، ص: 206

76- ايضاً، ص: 207.
77- ٽماهي، "مهراڻ"، نمبر1، 2009ع، ص: 207.
78- چين ڳارڳ ونشي "هنگلاج تيرٿ ياترا ۽ ناني ۽ جو ميلو" روزانه سوڀ- سنڌي مئگزين، آچر 4، مئي 2014ع، ص: 7.
79- آگرو غلام رباني، "هنگلاج ۾ چانهه". سفر نامو: "بنگلاديش ۾ ڏهه ڏينهن"، ص: 31-37-41 ۽ 54.
80- "ٽيا قلب قرار" (مهاڳ)، عنايت بلوچ، ص: 11.
81- "ٽيا قلب قرار"، (بيڪ ٽائيٽل)
82- "آگرو صاحب- "جيئن مون ڏٺو" (خاص مضمون)، ص: 231.
83- آگرو غلام رباني "ماٺهو شهر ڀنڀور جا" ڪتاب جي. (شڪر ادائي)، - غلام رباني آگرو
84- ايضاً، ص: (ڪتاب جي شڪريا ادائي)،
85- "جهڙا گل گلاب جا" ڪتاب جو (مقدمو)،
86- "جهڙا گل گلاب جا" (پهريون حصو)، ص: 115
87- آگرو غلام رباني، "جهڙا گل گلاب جا"، (پهريون حصو)، ڇاپو ٻيو، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو، 2007ع، ص: 143.
88- "ماٺهو شهر ڀنڀور جا"، ص: 40-50-53-55
89- "جهڙا گل گلاب جا" تصنيف ڪيو هو. ٽماهي "مهراڻ" اپريل- جون 2010ع، ص: 174.
90- گل محمد عمراڻي، مقدمي، "جهڙا گل گلاب جا"، جو نفسياتي جائزو، ٽماهي، "مهراڻ"، نمبر2، جلد -60، اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو، سنڌ، 2010ع، ص: 174
91- عبدالمجيد سنڌي ميمڻ "تذڪره شهباز"، (نئون ڇاپو)، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2012ع، ص: 7، 8.
92- قاضي خادم "جيون ڪهاڻي جو فن"، ڪينجهر-3 سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي، 1989ع، ص: 98
93- مولانا دين محمد وفائي "تذڪره مشاهير سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ 1985ع
94- ٽماهي مهراڻ "سوانح نمبر" سنڌي ادبي بورڊ 1957ع نيو ڪئمپس- ڄام شورو 1980ع

95- تماهي ”مهراڻ“، حسام الدين راشدي نمبر 1، سنڌي ادبي بورڊ 1983ع

96- غلام رباني آگرو ”سنڌ جا بر بحر ۽ پهاڙ“ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، اپريل، 2005ع

97- غلام رباني آگرو، ”سڌ پڙاڏو“، مرتب، نصير مرزا، شاهه عبداللطيف سنڌي ادبي سوسائٽي، ڪراچي، 1933ع، ص: 25 ۽ 64.

98- لاکو غلام محمد، ”غلام رباني آگرو- شخصيت جو هڪ پهلو“ تماهي ”مهراڻ“ نمبر 1، اپريل- جون، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو، سنڌ 2010ع، ص: 169.

99- ايضاً، ص: 169

100. ايضاً، ص: 171

101. آگرو غلام رباني، ”دارا جا پويان“، تماهي، ”مهراڻ“، نمر4، جلد62، آڪٽوبر- ڊسمبر، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سنڌ، 2012ع، ص: 89

102. ايضاً، ص: 89

103. تيا قلب قرار: ص: 337

104. اياز پاتولي ”ڪوڪو ماٺهو موتي داٺو“، ص: 204 ۽ 205

105. سائين جي.ايم.سيد ”جيئڻ اسان ڏنو“ مرتب: ناز سنائي، ياگو پهريون- جي.ايم.سيد اڪيڊمي سن، ضلع ڄام شورو، 2014ع، ص: 56 ۽ 57.

106. پير علي محمد شاهه راشدي، (مقالو)، عنوان: ”غلام رباني آگرو“، تماهي ”مهراڻ“، نمبر 1، جلد 46، جنوري- مارچ- سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 1997ع، ص: 44، 45.

107. غلام رباني آگرو، ”تيا قلب قرار“، ص: 257

108. ڪتاب: ”سڌ پڙاڏو“، ص: 29

109. ماهوار ”شريعت“ فيبروري- مارچ، پاليهه سال شريعت، جلد 41، شمارو 6 ۽ 8، سکر 2014ع ص: 145

# پڇاڙي ۽ نتيجا

- ❖ غلام رباني آگري جي شخصيت ۽ ان جي سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتن تي روشني وجهڻ ۽ ان جو لکڻيون جيڪي سنڌي ادب لاءِ حقيقت کي پيش ڪري اهم جاءِ والارين ٿيون، هن مقالي ۾ اها ڪوشش ڪئي وئي آهي ته، سنڌي ادب جي نالي واري شخصيت جون علمي ۽ ادبي خدمتو پڙهندڙن اڳيان پيش ٿين. هن موضوع جي اڀياس ۾ اهم مقصد ذهن ۾ رکي نتيجا پيش ڪيا ويا آهن.
- ❖ غلام رباني ۽ سندس خاندان جو تعارف
- ❖ سنڌي ادب لاءِ مختلف موضوعن تي ان جي لکيل ڪتابن ۾ پيش ڪيل مسئلن جي حقيقت معلوم ڪئي وئي آهي.
- ❖ غلام رباني جي لکيل ڪتابن ۾ موضوعن ۽ ان ۾ مونجهارن کي معلوم ڪيو ويو آهي.
- ❖ غلام رباني جي ڪهاڻين، موضوعن، سوانح عمرين، سوانح خاڪن، سفرنامن، ترجمن لاءِ اصولن متعين ڪيا ويا آهن.
- ❖ غلام رباني آگري جي لکڻين کي نالي وارن محققن جي ڪيل تحقيق جي آڌار تي ڪي اصول رکي راءِ ڏني وئي آهي.
- ❖ منجهيل نڪتن کي تحقيق جي اصولن تي رکي تن کي چٽو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، ۽ ان لاءِ سنڌ جي ناميارن محققن ۽ نقادن جي راين کي اهميت ڏئي تن جي روشني ۾ پنهنجي راءِ قائم ڪئي وئي آهي. مواد جي چنڊ ڇاڻ ڪري مواد کي ترتيب وار رکي ۽ گڏريل تحقيق کي نئون رنگ ڏئي ان مان ڪجھ نتيجا ڏنا ويا آهن، ۽ ان جي پڻ تشريح ڪري معنوي پهلوئن کي اجاگر ڪيو ويو آهي.
- ❖ غلام رباني آگري ويهن سالن جي ڄمار ۾، لکڻ جي شروعات ڪئي سڀ کان پهرين هن افسانہ نگاري جي صنف تي قلم کنيو. افسانہ نگاري واري فن سنڌي ادب جي ميدان ۾ بلندين تائين

پهچايو ۽ ان ۾ ڪيترين ڪاميابيون مليون. انهن افسانن ۾، جن ڪردارن جي چونڊ ڪري افسانہ لکيائين تن ۾، ڪمال جي زبان ۽ اسلوب بيان واري ادائگي سان پڙهندڙن کي گرفت ۾ آڻيو ڇڏي. جن ڪردارن جي چونڊ ڪري ٿو سي پنهنجي پنهنجي عمل ۾ سهڻا ۽ من کي موهيندڙ رخن سان نروار ٿي بيهن ٿا. ٿيويهن ئي ڪهاڻين ۾ سادا سودا پلاٽ گهڙيا اٿس ۽ ان ۾ تاثير پيدا ڪيل آهي. فن ۽ موضوع جي لحاظ کان ربانيءَ جون ڪهاڻيون پنهنجن همعصرن ۾ زيادهہ ڪامياب آهن.

❖ غلام رباني جون ڪهاڻيون "هونداسي حيات"، "پن ٻوڙين پاتال ۾"، "شيدو ڏاڙيل"، "ٻُري هن پنيور ۾" ڳوناڻي زندگيءَ جي عڪاسي ڪيل آهي. جاگيرداراڻا نظام جنهن صدين کان مظلوم عوام جو رت پيتو آهي تن جي ظلمن کي اجاگر ڪيو ويو آهي. غلام رباني آگري جا موضوع بين ڪهاڻيڪارن جا پڻ اهڙا موضوع ملن ٿا، پر غلام رباني خود ٻهراڙيءَ جي حالتن کان پوري طرح واقف هو، تنهنڪري سندس ڪهاڻين ۾ نفسياتي پهلوئن ۽ اقتصادي بد حالين جي صحيح نقشو ڪڍي پيش ڪيو آهي. جنهن ڪري سندس ڪهاڻيون تمام گهڻو اثرائتيون ۽ صحيح صحيح رخن ۾ بيان ڪيل آهن. سندس ڪهاڻين جا اڪثر موضوع جهالت، بي روزگاري، غربت انهن ۾ غريب ۽ بي پهچ ماڻهن جي پسماندگيءَ جا نقش اجاگر ڪيل آهن.

❖ غلام رباني جي ٿيويهن ئي ڪهاڻين ۾، جا ڪشش ۽ لفظن جي چونڊ ۽ موضوع هرلحاظ کان ڪردارن کي سونهن ٿا. انسانذات جي ڀلي لاءِ ڪي ئي واٽون رستا ۽ چوٽڪارا ڏکين حالتن کان گذري پاس پوڻ جا رهنما اصول پڻ ٻڌايا ويا آهن، پر ڪٿي ڪٿي سندس ڪهاڻين ۾ مافوق الفطرت ڪردارن ۾ سجايل آهن، جيڪا جديد سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ جڻ تہ هڪ اڻ ٺيٺي ڳالهہ پڙهندڙ جي ذهن کي گهڻ مطمئن ڪري ٿي، پر ان ۾ اهڙا رنگ ڀري رباني حقيقت طرف آڻي نتيجو ڪڍي ٿو، جنهن جو مثال "آب

حيات”ڪهاڻي آهي، ان جي پڇاڙيءَ ۾ به عميق اثر ۽ انسانن جي ڀلائي جو فلسفو عاليشان طريقي جو آهي. تڪيل توريل خيال ليکڪ جي عظمت جي گواهي ڏين ٿا، بهرحال رباني وٽ جيڪو ڪهاڻي جو انداز هو، اهو مقصد کان خالي ناهي ابوجهه، بي سهارا، ماريل طبقي کي شعور ڏيڻ جي سندس ڪهاڻين ۾ جا تربيت شامل آهي. اهو پروگرام ۽ مقصد ان وٽ ڪردارن وسيلي تربيت جو ڏس هو ۽ ترغيبون هيون. غلام رباني آگري وٽ تخليقي ادب ۾ نون تجربن ڪرڻ، نئين سوچ ويچار ڪرڻ با مقصد ادب تخليق ڪرڻ جي واٽ هئي. وٽس سنڌي ادب کي ترقي ڏيڻ وارو پروگرام هو. رباني جيڪي سفرناما لکيا آهن. اهي ظاهر ۾ ننڍڙا سفرناما آهن، پر ننڍن سفرنامن ۾ وڏيون ڳالهيون سمجهائي ويو آهي، ۽ انهن سفرنامن ۾ ڪٿي ڪٿي فني ڪوٽ به نظر اچي ٿي، انهن سفرنامن ۾ سفرنامن جي لوازمات واريون شيون گهٽ پر ڪهاڻي وارو رنگ غالب نظر اچي ٿو. ۽ عنوانن مان به، اهڙي ڳالهه نظر اچي رهي آهي. مثال: ”ڪوهه قاف جون پريون“ جڻ ته ڪهاڻي لکيل آهي، پر سندس ٻيا لکيل سفرناما انهيءَ ڪوٽ کي پورو ڪري ڇڏين ٿا. جيئن ذڪر ڪيو اٿم ته رباني وٽ تخليقي ادب ۾ نئين سوچ ويچار جو پروگرام هو. سندس نون بنيادن جي اوسر ڪئي وئي آهي. سچي ۽ جيئري جاڳندي تصوير پيش ڪرڻ نون ليکڪن جي همت افزائي ڪيل آهي. انهن کي نه لوئڻ ۽ عالمن، اديبن، ڏاهن، سگهڙن، سياڻن ۽ سخنورن، راڄ جي چڱن مڙسن، بزرگن جي يادگيرين جا خاڪا نويسي ڪري ايندڙ نسل کي پڻ روشناس ڪرايو آهي. ٻين ٻولين مان ترجما ڪري مثال قائم ڪيو آهي. منهنجو هن موضوع تي ڪم ڪرڻ به، هڪ نيڪ خواهش ۾ شامل آهي. غلام رباني جي ادبي خدمتن تي تنقيد ڪرڻ سج کي ڏيئي ڏيکارڻ برابر آهي. هڪ طالب علم جي حيثيت ۾ پنهنجي فرض جي ادائگي ۾ ٿورو ورتو آهي. غلام رباني آگري جي شخصيت فن توڙي فڪر جا ڪي ئي روشن پهلو آهن، انهن کي عوام اڳيان آڻڻ زنده قومن جي نشاني آهي. تاريخ جي تسلسل

ڪي جاري رکڻ ماضيءَ جي روايتن کي حال ۾ آڻي مستقبل لاءِ راهون پيدا ڪرڻ جو هي هڪ اهڙو رستو آهي، جيڪو ايندڙ وقت لاءِ اميد ته ڪارائتو ٿي رهندو. تي سگهي ٿو اسان ڪان ڪن بنيادي شين کي بيان ڪرڻ ۾ ڪا سَهَو ٿي هجي، اها ايندڙ وقت ۾ ڪو محقق پيدا ٿئي جو انهن ڳالهين تي باريڪ بينيءَ تي سوچي ۽ نشاندهي ڪري هن ڪم ۾ وڌيڪ اضافو آڻي ۽ جيڪي شيون هن تحقيق ۾ رهجي ويون آهن تن جو پوراءُ ڪري. اميد آهي ته، ايندڙ نسل ايئن ضرور ڪندو.

غلام رباني آگري جو سنڌ ادب لاءِ گهٽي ڪان گهٽو ۽ معياري ڪم ڪيل آهي انهيءَ معيار کي قائم ڪرڻ لاءِ تحقيق ۽ تنقيد وارو عمل شين کي اجاريندو آهي ۽ اها ناهه نوهه نوس بنيادن تي ٿيڻ گهرجي. غلام رباني آگري جي علمي ۽ ادبي ڪم جي وڏي اهميت محسوس ڪئي وئي آهي ۽ ان ۾ اجا به ڪم ڪرڻ جي گنجائش موجود آهي. جن صنفن تي غلام رباني آگري سنڌي ادب ۽ ٻولي بابت خدمتون سرانجام ڏنيون آهن تن صنفن تي وري وري ڏيان ڏري مفيد معلومات وارا نڪته ڳولي هٿ ڪري انهن جي تشريح ڪئي وڃي. مون پنهنجي مقالي ۾ غلام رباني جي ادبي خدمتن کي آڏو آڻي هڪ راءِ ڏيان ٿو ته، اهو واقعي سنڌي ادب جي دنيا جو وڏو ڄاڻو اديب هو. تڏهن سنڌ ۽ دنيا جي ناميارن عالمن به سندس لکڻين کي پڙهندي پنهنجي راءِ قائم ڪئي آهي، ته رباني جو شمار سنڌ جي پلوڙ نثر نويسن ۾ ٿئي ٿو. مون هن مقالي ۾، سندس شخصيت ۽ ان جي فن فڪر تي تحقيق ڪري ان جي لکڻين کي ظاهر ڪري پڙهندڙن اڳيان آنديون آهن. هن جي خوبين توڙي خامين ۽ ان جي صلاحيتن جي معنيٰ کي پيش ڪيو آهي. الله سنڌ ۾ ساڃهه مند ماڻهو پيدا ڪري، جيئن سنڌ ۾ سجاڳي جي لهر پيدا ٿئي، انهيءَ لهر جي روشني پوري دنيا تائين پهچي. جڏهن سنڌ جا ادب دوست پنهنجن محسنن کي ياد ڪرڻ جي پاڻ شناسائي پيدا ڪندا ته، هڪ نئون جهان اڏجي پوندو. جيئن سنڌ

۾ ٻيو ڀٽائي پيدا ڪونہ ٿيندو، سچل، سامي، بيدل، بيڪس، شيخ اياز توڙي استاد بخاري نہ ڪي علامہ آءِ آءِ قاضي پيدا ٿيندو، نہ ئي سنڌ ۾ وري ٻيو غلام رباني آگرو پيدا ٿيندو ان تي هي تحقيق ڏيان طلب آهي. هي تحقيق غلام رباني جي زندگي، علمي ادبي پورهي کي عام ماڻهن تائين پهچائڻ هن مقالي جو مقصد آهي. هاڻ عوام تائين چڙيل آهي تہ ان جو قدر ڪيئن ٿو ڪري.

- ❖ منهجي مقالي مان ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌ جي ٻهراڙين جي ڪُک مان جنم وٺندڙ ماڻهن سنڌ کي ڏيهہ ۽ پرڏيهہ ۾ مانوس ڪيو آهي.
- ❖ غلام رباني آگرو نثر جي دنيا جو هڪ يگانو ليکڪ هئو. جنهن جي قلم هر شعبي جي مکيہ صنفن تي جوهر ڏيکاريا. جهڙوڪ: افسانو، مضمون، خط نويسي، سفرناما، سوانحي خاڪا وغيره.
- ❖ رباني سنڌ جي انهن تمام ٿورن نثر نويسن مان هڪ آهي، جن فقط نثر تي توجهہ ڏنو، ۽ شاعري يا نظم جي ميدان ۾ اجايو پاڻ مڃرائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي.
- ❖ رباني بحيثيت افسانہ نگار تمام سگهارو ليکڪ آهي ۽ فن خواهہ فڪر جي حوالي سان ٻين تي اثر انداز ٿيو آهي.
- ❖ رباني نہ فقط افسانہ جي صنف ۾ پر سفرنامن لکڻ ۾ بہ نُدرت ۽ نواڻ ڏني.
- ❖ رباني سوانحي خاڪن لکڻ جو هڪ نئون ۽ منفرد فن مانوس ڪرايو. اهي پڙهڻ سان جهڙوڪ شخصن سان ملاقات ٿي وڃي ٿي.
- ❖ رباني پنهنجي دور جو مثالي نثر نويس، باڪمال ڪهاڻيڪار ۽ پنهنجي رنگ ۽ ڍنگ جو ليکڪ هو.
- ❖ سندس قلمي خدمتن جي تقاضا آهي تہ هن تي وڌيڪ تحقيق ڪئي وڃي.

# مددي ڪتاب


1. ابڙو جمال ”آءُ جاڳي پوندس“، سهيڙيندڙ: بدر ابڙو، پهريون ڇاپو، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2009ع.
2. الانا غلام علي ڊاڪٽر ”سنڌي افساني جي اوسر“ چونڊ سنڌي افسانا. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1976ع.
3. الانا غلام علي ڊاڪٽر ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ڇاپو ٻيو، سنڌي ادبي اڪيڊمي ڪراچي سنڌ 1977ع.
4. امر جليل ”امرجليل جون اوائلي ڪهاڻيون“ چونڊ ۽ ترتيب: ڪاڇو پبليڪيشن ڪراچي، ڇاپو پهريون، 2009ع.
5. آڏواڻي ڀيرومل مهرچند ”قديم سنڌ“، (ڇاپو ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو/ حيدرآباد سنڌ، پاڪستان، 1992ع
6. آگرو غلام رباني ”آب حيات“، زندگي پبليڪيشن 1959ع.
7. آگرو غلام رباني، ”ادب ۾ ترجمي ڪِي افاديت“ ڪتاب: ”ادبي زاويِ- ڪل اهلِ قلم ڪانفرنس 1983ع ڪَي مقالات ڪا مجموعہ“، اڪادمي ادبيات پاڪستان اسلام آباد، سال اشاعت 1984ع.
8. آگرو غلام رباني ”سنڌ جا بر، بحر ۽ پهاڙ“ ڇاپو ٻيو - سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، اپريل، 2005ع.
9. آگرو غلام رباني ”جهڙا گل گلاب جا“ (پهريون حصو)، - ڇاپو ٻيو: سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 2007ع.
10. آگرو غلام رباني ”جهڙا گل گلاب جا“ ٻيو حصو- ڇاپو ٻيو سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 2007ع.
11. آگرو غلام رباني ”خط غبار“ غلام رباني آگري جا خط حڪيم اعجاز ڏانهن- سانديندڙ ۽ سارينڊڙ- حڪيم اعجاز حسين چانڊيو- ڇاپو پهريون C روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، سنڌ، 2010ع.

12. آگرو غلام رباني "آب حيات- ڪهاڻي- ڪليات"، سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا - ڇاپو پهريون C روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو سنڌ 2011ع.
13. آگرو غلام رباني، "سنڌي ڪلچر"، {پس منظر - پيش منظر} سهيڙيندڙ - الطاف آگروءِ نصير مرزا، (ڇاپو پهريون)، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2011ع.
14. آگرو غلام رباني، "آبِ حيات"، (ڪهاڻي- ڪليات)، (ڇاپو پهريون)، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2012ع.
15. آگرو غلام رباني "هنگلاج ۾ چانهه"، ( سفرناما) سهيڙيندڙ- الطاف آگرو ۽ نصير مرزا ڇاپو پهريون- انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 2012ع.
16. آگرو غلام رباني "ماڻهو شهر ڀنڀور جا"، (ڇاپو پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو - سنڌ 2012ع.
17. آگرو غلام رباني "تيا قلب قرار"، سهيڙيندڙ: الطاف آگرو ۽ نصير مرزا ڇاپو پهريون- انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄام شورو، 2013ع.
18. آگرو غلام رباني "سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر"، (ڇاپو پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2013ع.
19. جامي چانڊيو: مرتب: "سنڌي ادب ۾ تنقيد- اينٿالاجي"- حصو ٽيون- "افسانوي ۽ فڪري ادب"- پهريون ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي 2007ع.
20. جتوئي ادريس "جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي"، (ڇاپو پهريون)، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، سنڌي ادبي سنگت- نوان جتوئي، 2005ع.
21. جويو تاج "سنڌي ٻولي جو درست استعمال"، مرتب: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، ڇاپو پهريون، جنوري، 2009ع.
22. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، (ٽيون ايڊيشن)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو سنڌ 1994ع.

23. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر "شيخ اياز هڪ مطالعو" (ڇاپو پهريون)، شيخ اياز چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورميرس - نومبر، 1999ع.
24. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو مطالعو"، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد 2001ع.
25. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر "سنڌي ادب جي تاريخ"، (جلد ٽيون)، ڇاپو پهريون: سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد، سنڌ، 2006ع.
26. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر "سنڌي ادب جي تاريخ"، (جلد ٽيون)، ڇاپو پهريون:، سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد، سنڌ 2006ع.
27. "چونڊ آمريڪي مختصر افسانا" (مترجم) سراج ۽ رباني، (پهريون ايڊيشن)، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، حيدرآباد سنڌ، 1958ع.
28. پليجو رسول بخش "سنڌي ذات هنجن" سنڌي ساهت گهر حيدرآبا سنڌ، 2004ع.
29. پيرزادو انور "جديد سنڌي ادب" انور پيرزادو اڪيڊمي- جنوري، 2010ع.
30. سڏ پڙاڏو- "جهڙا گل گلاب جا"، ڪتاب تي ٽيليويزن، ريڊيائي، اخبارن ۽ رسالن ۾ اديبن دانشورن جا تبصرا ۽ پڙهندڙن جا خط- مرتب- نصير مرزا مددگار نفيس احمد شيخ، احمد سولنگي ۽ الطاف حسين آگرو. (ڇاپو پهريون)، شاهه عبداللطيف سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي 1993ع.
31. ساهتي پرڳڻي جو وهائو تارو- ڊاڪٽر حامد علي قريشي خانائي- سوانح حيات، علمي ۽ ادبي خدمتون/مرتب- بشير احمد هيسباڻي- ڇاپو پهريون C ساهتي ادبي اڪيڊمي نواب شاهه سنڌ 2011ع.

32. سومرو ادل ڊاڪٽر، "پاڪستاني ادب 1947ع کان 2008ع چونڊ سنڌي ڪهاڻيون" اڪادمي ادبيات پاڪستان اسلام آباد، پاڪستان، 2010ع.
33. "سنڌ ۾ پکين ۽ جانور جو شڪار"، محمد اسماعيل عرساڻي ۽ غلام رباني آگرو- (ڇاپو پهريون)، سنڌ ادبي بورڊ پوسٽ باڪس نمبر 12، حيدرآباد سنڌ، 1997ع.
34. سنڌي يوسف، "سنڌي ادب- هڪ سؤ سنڌي اديبن جا سوانح ۽ ڪم جو جائزو" سچائي اشاعت گهر- دڙو، 2011ع.
35. شيخ محمد ابراهيم خليل ڊاڪٽر "ادب ۽ تنقيد"، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور، (ڇاپو ٻيو)، آڪٽوبر، 2010ع.
36. عباسي شمس مسز، "مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي شخصيت علمي ادبي ۽ سياسي خدمتون"، (ڇاپو پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو/ حيدرآباد سنڌ 1988ع.
37. عرساڻي شمس الدين، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب ۾ تنقيد"، (ڇاپو ٻيو)، اوسر اشاعتاڻو حيدرآباد، سنڌ، 2010ع.
38. عرساڻي شمس الدين "آزادي کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر"، (ڇاپو پهريون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، سيپٽمبر، 1982ع.
39. عرساڻي محمد اسماعيل، "چار مقالا"، (ٻيو ايڊيشن)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ 1983ع.
40. فهميده حسين ڊاڪٽر، "ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ"، (ڇاپو پهريون)، زيب ادبي مرڪز حيدرآباد 1997ع.
41. قاضي خادم "ادب ۽ روايتون"، (ڇاپو پهريون)، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد سنڌ 1992ع.
42. گرامي غلام محمد مرتب- "تاريخي افسانا ۽ ڊارما"، (پهريون ايڊيشن)، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سنڌ 1977ع.
43. لڇاڻي جڳديش، "سنڌي ڪهاڻي جي اوسر"، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد سنڌ 1996ع.

44. لغاري عبدالجبار عابد ڊاڪٽر، "ڄامن سنڌو ڄام- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سوانح ۽ علمي ادبي خدمتون" (دفعو پهريون)، مهراڻ اڪيڊمي واڳڻو در شڪارپور- مارچ، 2010ع.
45. ملڪاڻي منگهارام "سنڌي نثر جي تاريخ"، (ٽيون ايڊيشن)، روشني پبليڪيشن حيدرآباد/ ڪنڊيارو، اپريل 1993ع.
46. مهر خادم، "تنوير عباسيءَ جون علمي ادبي خدمتون"، (ڇاپو پهريون C)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو سنڌ 2011ع.
47. مير علي شير "قانع"، "تحفة الڪرام"، (ڇاپو ٻيو)، مترجم: مخدوم امير احمد، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سنڌ، پاڪستان، 1976ع.
48. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" (ڇاپو پنجون)، عجائب اسٽورز فريئر روڊ، سکر سنڌ، 1992ع.
49. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس"، (پهريون ايڊيشن C)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، ضلع نوشهروفيروز سنڌ، جنوري، 1996ع.

## روزاني سنڌي اخبارن ۽ ماهوار ٽماهي رسالن جا حوالا:

1. آگرو غلام رباني، "فتويٰ" ماهوار "نئين زندگي"، (آزادي نمبر8،) جلد 8، ايڊيٽر: عبدالواحد سنڌي، ڪراچي، 1955ع
2. شيخ راز، "1955ع جي مختصر افساني جو جائزو"، ماهوار "نئين زندگي"، نومبر، ڪراچي 1956ع.
3. عادل حسين، "ربانيءَ جي افسانا نگاري"، ماهوار، "نئين زندگي"، مئي، 1961ع.
4. غلام رباني آگرو "هونداسي حيات"، ڪهاڻي، ماهوار "نئين دنيا"، سنڌ پرچو نمبر 4، سال 20 هون، 9 بمبئي، اپريل، 1967ع.
5. چانڊيو امير علي، "ڪهاڻي ۽ ان جا ترڪيبي جزا" (مقالو)، سہ ماهي "مهراڻ"، نمبر 1 ۽ 2، جلد 29 جنوري - جون 1980ع.

6. آگرو غلام رباني، "سنڌالاجي سنڌ جي ثقافت جو امين ادارو" (مقالو)، ٽماهي "مهراڻ"، نمبر1 ۽ 2، جلد 37، سنڌي ادبي بورڊ، جنوري- جون 1988ع.
7. شاد بشير احمد، "سنڌي افساني ڪهاڻي جا 36 سال 1947ع کان 1982ع"، ٽماهي "سنڌ"- سيارو- مرتب- انور جوکيو حيدرآباد سنڌ- سنڌ اسٽيڊيز سينٽر، 1983ع.
8. مفتي تهمينہ ڊاڪٽر، "سنڌي ڪهاڻي جو سماجي ڪارج"، ٽماهي "مهراڻ" نمبر3، جلد 45 جولاءِ - سيپٽمبر سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ، 1994ع.
9. آگرو غلام رباني، "سنڌ جا ٻرندڙ جبل"، (مضمون)، سنگم پبليڪيشن پوسٽ باڪس نمبر 89 حيدرآباد سنڌ.
10. آگرو غلام رباني، "سامي سنک وڄائي واٽ ٿيا- ڊاڪٽر مهڪري جي ياد ۾ (ڪالم) ٽماهي "مهراڻ"، نمبر 4، جلد 44، آڪٽوبر- ڊسمبر، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ، 1995ع.
11. آگرو غلام رباني، "پير حسام الدين راشدي احوال ۽ احباب"، ٽماهي "مهراڻ"، نمبر 2، جلد 46، (سيد حسام الدين راشدي نمبر)"، اپريل- جون، سنڌ ادبي بورڊ ڄام شورو، 1997ع.
12. آگرو غلام رباني، "حسام الدين راشدي منهنجو دوست"، ٽماهي "مهراڻ"، نمبر (حسام الدين راشدي نمبر)، سنڌي ادبي بورڊ، 1997ع
13. آگرو غلام رباني، "پير علي محمد راشدي"، (مقالو)، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، جنوري- مارچ، 1997ع.
14. آگرو غلام راباني، "اڪٽريون مينگهہ ملهار"، (مضمون تاثرات)، ٽماهي "مهراڻ"، (تنوير عباسي نمبر)، نمبر 1،2، جلد 50، جنوري- جون، 2000ع.
15. آگرو غلام رباني، "قرآن شريف جا ترجما ۽ جتوئي صاحب وارو انگريزي ترجمو" (مقالو)، ٽماهي "مهراڻ"، نمبر 1، جلد 51، جنوري- مارچ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2001ع.
16. آگرو غلام رباني، "رني ڪوٽ"، ٽماهي "مهراڻ"، (رني ڪوٽ نمبر) ٻيو ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2006ع.

17. آگرو غلام رباني، ”نورالدين سرڪي“، (ذاتي تاثرات)، ٽماهي ”مهراڻ“ نمبر 3-4، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 2007ع .
18. آگرو غلام رباني، ”ريڪون ٿي رهيا سڄڻ سوني تند جيان“، ٽماهي، ”مهراڻ“ نمبر1، 2، جلد57، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2007ع.
19. آگرو غلام رباني، ”همسفر“، (ڪهاڻي)، ٽماهي ”مهراڻ“ نمبر 4، جلد 58، سنڌي ادبي بورڊ سنڌ ڄام شورو، 2008ع.
20. آگرو غلام رباني ”چين جو سفر“، (سفرنامو)، ٽماهي ”مهراڻ“ نمبر1، جلد 59 جنوري، مارچ، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2009ع.
21. آگرو غلام رباني، ”ڪوهه قاف جون پريون“ (سفرنامو)، غلام رباني آگرو- (مضمون) ۽ تاثرات، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، 2009ع .
22. انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا- جلد پهريون-الف/ب سنڌي لينگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ، 2009ع.
23. مرزا نصير، ”آگرو صاحب جيئن مون ڏٺو“، (خاص مضمون)- سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، جنوري- مارچ، 2010ع
24. سنڌي مدد علي، ”ڪاڪ ڇڏيائون ڪنڌ تي پاٽان ويا پري- سنڌي جي داستان گو اديب جو“، (مضمون)، ٽماهي ”مهراڻ“، جولاءِ- سيپٽمبر 2010ع.
25. مرزا نصير، ”صحبت سپريان جي“، ماهوار ”امرتا“، جنوري - فيبروري 2010ع.
26. شيخ اياز، ”ربانيءَ جو نالو سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو“، (مضمون)، سنڌي ادبي بورڊ 2010ع.
27. عمراڻي گل محمد، ”جهڙا گل گلاب جا جو نفسياتي ۽ سماجي جائزو“، ٽماهي ”مهراڻ“ 2010ع.
28. لاکو غلام محمد، ”غلام رباني آگرو شخصيت جو هڪ پهلو“، گوشئہ رباني، ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر 2، جلد 60، اپريل- جون سنڌي ادبي بورڊ، اپريل - جون، 2010ع.

29. قاضي جاويد، ”آگري صاحب جون ڪجهه يادون“ ساڀيو ”مهراڻ“، 2010ع.
30. سڪندري حافظ مهراڻ، ”آگري صاحب جو وڇوڙو“ ساڀيو ”مهراڻ“ 2010ع.
31. سچاروي غلام حسين ”مشتاق“، ”سي لاهوتي لڏي ويا“، ساڀيو ”مهراڻ“ 2010ع.
32. ميمڻ نثار احمد، ”غلام رباني آگرو“، ٽماهي ”مهراڻ“ ساڀيو، 2010ع.
33. صديقي عبدالغفار، ”جوڳي چڏي ويا جوءِ“، ٽماهي ”مهراڻ“، ساڀيو، 2010ع.
34. لغاري محمد هاشم، ”غلام رباني آگرو جي جدائي“، ساڀيو ”مهراڻ“ 2010ع.
35. پاٽولي اياز، ”ڪوڪو ماٺهو موتي داڻو“، ساڀيو ”مهراڻ“، سال، 2010ع
36. راشدي امام، ”هن دنيا جي حياتي هڪ ڏينهن وانگر“، ساڀيو ”مهراڻ“ 2010ع.
37. ”سنڌي ادب هڪ بي مثال قصاگو اديب کان محروم ٿي ويو“ ٽماهي ”مهراڻ“ ساڀيو، جلد 60، جنوري- مارچ سنڌي ادبي بورڊڄام شورو سنڌ، 2010ع.
38. مرزا نصير، ”آگرو صاحب جيئن مون ڏٺو“، (خاص مضمون)، ساڀيو ٽماهي ”مهراڻ“، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سنڌ، جنوري- مارچ، 2010ع.
39. ڪاڪا نواب، ”غلام رباني آگرو جي افسانن جي ڪردارن جو جائزو“، ڪارونجهر- جرنل آرٽ ۽ سوشل سائنس- شعبو سنڌي وفاقي اردو يونيورسٽي براءِ آرٽ ۽ سائنس ٽيڪنالاجي، جون، 2011ع.
40. آگرو غلام رباني، ”سنڌي عورت“ (مقالو)، ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر3، جلد 62، جولاءِ - سيپٽمبر، 2012ع.

41. آگرو غلام رباني، "دارا جا پويان ڏينهن"، (تحقيق)، ٽماهي "مهراڻ"، نمبر4، جلد 62، آڪٽوبر- ڊسمبر، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ، 2012ع.
42. سنگت – "ٽماهي"، "خاڪا نمبر"، جولاءِ- آگسٽ ۽ سيپٽمبر، 2013ع.
43. ماهوار- شريعت- فيبروري- مارچ 40 سالہ شريعت، جلد نمبر 41، شمارو 6 ۽ 8، سکر، 2014ع.

## حاصل ڪيل مواد اخبارون

1. روزانہ "عوامي آواز"، ڇنڇر 23 جنوري، 2010ع.
2. روزانہ "ڪاوش"- جلد 23 - خميس، بمطابق 7 محرم الحرام 1434 ھ - شمارو 108 حيدرآباد، 22 نومبر، 2012ع.
3. روزانہ "ڪاوش"، "سنڌي ٻوليءَ جو هڪ منفرد نثر نگار"، (مضمون)، آچر، 9 جون، 2013ع.
4. روزانہ "ڪاوش"، "هفتيوار مئگزين": آچر، 9 جون، 2013ع.
5. روزانہ "ڪاوش"، ماڻهو مُلھ املھ: غلام رباني آگرو، 1933ع کان 2010ع، آچر، 9 جون، 2013ع.
6. روزانہ "سوڀ"- سنڌي مئگزين- سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پاران- "ادبي انعام ڏيڻ واري تقريب جو احوال" رپورٽ- وفا مولابخش قمبراڻي ۽ علي نواز آريسر، آچر، 01 سيپٽمبر، 2013ع.

## اخبارون مددگار

1- روزانہ "ڪاوش" آچر، 09 جون، 2013ع.
2- "الوحيد"
3- "نواءِ سنڌ"
4- "مهراڻ"
5- "نئين سنڌ"
6- "عبرت" حيدرآباد
7- روزانہ "تعمير وطن" حيدرآباد
8- روزانہ"هلال پاڪستان" ڪراچي
9- روزانہ "عوامي آواز" ڇنڇر، 23 جنوري، 2010ع
10- روزانہ "سوڀ" سنڌي مئگزين، آچر 01 سيپٽمبر، 2013ع

اردو اخبارين

1- روزانہ ”جنگ“ ڪراچي
2- روزانہ ”جسارت“ ڪراچي
3- روزانہ ”نواءِ وقت“ ڪراچي
4- روزانہ ”پاڪستان“ ڪراچي
5- روزانہ ”قومي اخبار“ حيدرآباد
6- هفتيوار ”ڪليم“ اردو سکر
7- هلال فوجي رسالو جي- ايچ-ڪيو پنڊي
8- خبرنامہ اڪادمي اسلام آباد

## *English*

01- Monthly Report Hyderabad

موضوع سان لاڳاپيل علمي ادبي رسالا

1- ٽماهي، مهراڻ
2- نئين زندگي
3- سرتيون
4- سهڻي
5- روح رهاڻ
6- پيغام
7- ڪينجهر
8- ڪارونجهر ۽ ٻين

مخزنن جو جائزو ورتو ويو آهي.

## ادارا

1- ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز
2_ سنگم پبليڪيشن
3- انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄام شورو/ حيدرآباد
4- سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي /ڄام شورو/ حيدرآباد
5 سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ
6- سنڌ لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد
7_ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد
8- روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو
9- شاهہ عبداللطيف سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي

